فرائد السمطین

في فضائل المرتضى والبتول والسبطين

# نورُ الثقلین




لیکھت: ابراهیم بن محمد الجویني

سنڈیکار: مُنوَر بُٹ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ○

# فرائد السمطين (عربي)

ليکڪ: شيخ الاسلام ابراهيم بن محمد جويني خراساني

## نور الثقلين (اردو ترجمو)

اردو مترجم: علامہ صفدر رضا قادري

## نور الثقلين (سنڌي ترجمو)

سنڌيڪار: مُنوربُٽ

المرڪز الاسلامي الجامعتہ الغوثيہ قاسم آباد، ٽنڊومحمدخان

سلسليوار اشاعت
ڪتاب جو نالو : نورالثقلين
ليکڪ: شيخ الاسلام ابراهيم بن محمد جويني خراساني
اردو مترجم: علامہ صفدر رضا قادري
سنڌيڪار: مُنوربُٽ(03343181387)
ڇاپو : پهريون محرم 1443 هجري ـ آگسٽ 2021ع

ڇپائيندڙ: المرڪزالاسلامي الجامعہ الغوثيہ ـ ٽنڊومحمدخان

قيمت : 460/=

Noor us Saqalain
Arabic By: Shaikul Islam Ibrahim bin Muhammad Javeni
Translated from Arabic to Urdu by: Allama Safdar Rizaa Quadiri
Translated from Urdu into Sindhi by: Munawar Butt
Published by: Al-Markaz-al-Islami al-Jamiatul Gouthiya,
Qasimabad, Tando Muhammad Khan.
Edition First, Muharram 1443 Hijree - August 2021AD.

# انتساب

هي سنڌي ترجمو سيد مهدي شاهہ
ڳوٺ لونگائي شريف، لڳ ڏکڻ تعلقو ڳڙهي ياسين،
ضلع شڪارپور جي نالي ٿو ڪريان، جنهن جي مشوري
تي هي ڪتاب ترجمو ڪري پيش ڪرڻ جي سعادت
نصيب ٿي. ڏٺي در دعا آهي تہ سائين مهدي شاهہ کي
صحت ڪامل سان ڊگهي ڄمار عطا ٿئي.
آمين.

# فهرست

# پنهنجي پاران

هڪڙي ڏينهن پنهنجي موبائيل فون سيٽ تي فيسبوڪ جون پوسٽون ڏسي رهيو هيس تہ مديجيءَ جي هڪڙي سيد سڳوري جي بيماريءَ جي حوالي سان سندس تصوير سميت پوسٽ نظر مان گذري ڪجهہ دير ڪا47ن پوءِ دل ۾ خيال آيو تہ ان محترم سيد سڳوري جي زيارت ۽ مزاج پرسي ڪجي، پر ان پوسٽ ڪي گهڻوئي ڳولڻ جي باوجود اها پوسٽ ٻيهر ظاهر ڪونہ ٿي - هاڻي ڇا ڪجي؟!

پنهنجي دلي شوق ۽ جذبي پٽاندڙ پيرڳوٺ نئون ديرو جي سائين سيد پير امام المتقين شاهہ راشدي سان رابطو ڪيو جيڪي ادبي دنيا ۾ "امام راشدي" جي نالي سان مشهور آهن. سائين امام راشدي صاحب جيئن تہ اسان جي ابن ڏاڏن جي مرشد گهراڻي جا معزز فرد آهن ۽ ادبي لڏي سان بہ سندن گهڻو تعلق آهي، انهيءَ ڪري سائين سان منهنجو نيازمنديءَ وارو تعلق هجڻ سبب رابطو ٿيندو رهندو آهي. سائين امام راشديءَ کي ان سيد سڳوري جا پار پتا ٻڌائي عرض ڪيو تہ انهن جو ڏس پتو گهرجي، جو اسان سندن زيارت ۽ مزاج پرسي ڪرڻ گهرون ٿا. سائين امام راشدي فرمايو تہ ان سيد سڳوري جو نالو سيد مهدي شاهہ آهي ۽ پاڻ ڳوٺ لونگائي لڳ ڊڪڻ جا رهاڪو آهن، پر هاڻي سندن رهائش ڳڙهي ياسين شهر ۾ آهي.

الله توآهر ڪري، مان پنهنجي لاڙڪاڻو جي هڪڙي دوست محترم حاڪم علي سانگي، ڳوٺ ستارڏنو سانگي کي ساڻ ڪري ڳڙهي ياسين وڃي پهتاسين ۽ ڏس ملڻ تي سائين سيد مهدي شاهہ صاحب سان فون تي رابطو ڪري سندن آستاني تي پهچي زيارت ۽ ملاقات جو شرف حاصل ڪيو. سائين سان پهرين ملاقات ۾ اهڙو تعلق جڙيو جو وقت بوقت ملاقات بہ ٿيندي رهي تہ فون تي رابطو بہ ٿيندو رهيو.

هڪڙي ڏينهن فون تي ڳالهائڻ دوران سائين سيد مهدي شاهہ فرمايو تہ "فرائدالسمطين" نالي هڪڙو ٻلو ڪتاب عربي مان "نورالثقلين" نالي سان اردو ۾ ترجمو ٿيو آهي ۽ منهنجي دل گهري ٿي تہ توهان ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. مون عرض ڪيو تہ پهرين مرحلي ۾ مان توهان کي سنڌي ترجمو ڪري ڏيان ٿو پر ڪمپوز ٿيڻ کان پوءِ پروف ريڊنگ دوران توهان ترجمي جي ضروري اصلاح ڪري فائنل ڪجو. ائين الله جي آسري اهو ترجمو ڪري اوهان سنڌي ٻائرن جي هٿن تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. دعا ڪندا تہ الله پاڪ پورهيو قبول فرمائي.

نوٽ: اها وضاحت ڪرڻ ضروري آهي تہ ڪتاب ۾ ڪجهہ ساڳيون روايتون مختلف عنوانن هيٺ مختلف جاين تي آيل هيون يا ڪٿي ڪٿي ساڳين ڳالهين جو ورجاءُ هيو. پڙهندڙ جي سهوليت ۽ ڪتاب ۾ پيش ڪيل مواد کي سمجهڻ جي آساني لاءِ ورجاءُ کي ختم ڪري، ساڳين روايتن کي هڪڙي جاءِ تي گڏ ڪري موضوع مطابق پيش ڪيو ويو آهي.

ٻيو عرض تہ اردو ترجمي کي عربي ڪتاب جي متن سان ڀيٽ ڪندي جتي بہ فرق يا کوٽ نظر مان گذري تہ اتي عربي ڪتاب جي متن ۾ آيل لفظن کي ترجيح ڏئي سنڌي ترجمو ڪيو ويو آهي، ڇو تہ اردو ترجمي وارو ڪتاب هٿ سان لکيل (ڪتابت ٿيل) آهي جنهن ۾ لکت جي غلطين سان گڏ مواد جي کوٽ بہ نظر مان گذري.

مُنوربُٽ

## اردو مترجم طرفان ليکڪ جو تعارف

بسم الله الرحمٰن الرحيم

شيخ خراسان، محدث جليل ابراهيم بن محمد بن المويّد ابي بڪر بن حمويہ جوينيي ستين صدي هجري جا وڏا محدث آهن. سندن جمر جوين نالي ڳوٺ ۾ 644 هجري ۾ ٿيو جمر جي ان ئي ماڳ مقام جي نسبت سان کين جوينيي سڏيو ويندو آهي، جڏهن تہ نسب ۾ پنهنجي ڏاڏي جي نسبت سان حموئي يا حمويني سڏيا ويندا آهن. پاڻ صدرالدين ابوالمجامع جي لقب سان مشهور ٿيا. ابن حجر "الدرر الڪامنہ" ۾ لکيو آهي تہ اهي شافعي مسلڪ جا هيا ۽ سندن روحاني تعلق صوفين جي طبقي سان هو. انهن عراق، شام ۽ حجاز جي گهڻن عالمن کان حديثون ٻڌيون. انهن دمشق ۾ 690 هجري ۾ حديثون ٻڌڻ لاءِ رهائش اختيار ڪئي ۽ 721 هجري ۾ کين حج جي سعادت نصيب ٿي.
شام، عراق ۽ حجاز کان علاوه، انهن تبريز، طبرستان، قدس، ڪربلا معليٰ، نجف اشرف، بغداد ۽ قزوين جا سفر ڪري حديثون ٻڌيون ۽ صاحب الحادي الصغير الحراني ابن ابي عمرو عبدالله بن دائود بن الفاخر ۽ بدرالدين احمد بن عبدالرزاق بن ابي بڪر بن حيدر ۽ امام الدين يحيٰ بن حسين بن عبدالڪريم ۽ بدرالدين اسڪندر بن سعد طائوسي کان حديث روايت ڪرڻ جي اجازت حاصل ڪئي. جنهن جماعت سان پاڻ واسطي سان يا بنا واسطي جي روايت ڪئي، انهن ۾ امام حاڪم نيشاپوري، اخطب خوارزمي، ابن عساڪر ۽ ابوالخير حاڪمي وغيره شامل آهن. انهن عثمان بن الموفق صاحب المويد طوسي، علي بن انجب، عبدالصمد بن ابوالجيش ۽ ابن ابي الدنيہ کان ٻڌو. سندن هٿ تي غازان بادشاهہ اسلام قبول ڪيو.

انهن هن "فرائدالسمطين" نالي ڪتاب ۾ سَنَد وارين حديثون لکيون آهن، تاهم ترجمي ۾ ڊيگهہ کان بچڻ لاءِ حديثن جي سَنَد ۾ آخري راوي جو نالو لکيو ويو آهي، جيڪي اهلِ علم مڪمل سَنَدُن کي ڏسڻ گهرن، اهي اصل عربي ڪتاب ۾ پڙهي سگهن ٿا. محدث جليل هن ڪتاب جو نالو "فرائدالسمطين" رکيو. "فرائد" اسم جنمع آهي ۽ ان جو واحد "فريدة" آهي، جنهن جي معنيٰ قيمتي جواهر ۽ موتي آهي. لفظ "سمطين" ٻنو (تثنيہ) آهي ۽ ان جو واحد "سمط" آهي جنهن جي معنيٰ لَڙِي آهي، جنهن ۾ موتي پرويا ويندا آهن. فرائدالسمطين جي معنيٰ ٻن لڙين جا موتي آهي، ٻن لڙين مان مراد ٻہ جلد آهن ۽ موتين مان مراد رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي اهلبيت جا مناقب ۽ فضائل آهن. محدث ڪبير فضائل ۽ مناقب جي هن مجموعي کي ٻن سمطن (لڙين) ۾ ورهايو آهي. پهرين سمط (لڙي) ۾ اميرالمومنين، باب مدينة العلم، امام الاولياء، مولاءِ ڪائنات حضرت علي ڪرم الله وجہ جي فضائل ۽ مناقب کي سَنَد وارين حديثن موجب لکت ۾ آندو آهي؛ ۽ ٻي سمط (لڙي) ۾ معادن الصدق و منابع الڪرم والحلم پاڪ اهلبيت جا فضائل ۽ مناقب ۽ فرمان سَنَد وارين حديثن موجب لکت ۾ آندا آهن ۽ موتين جي انهن ٻن لڙين کي 716 هجري ۾ مڪمل ڪيو ۽ پاڻ 722 هجري ۾ هن فاني دنيا جي گهر مان بقا واري گهر ڏانهن ڪوچ ڪيو.

نوٽ: پڙهندڙ پيارو! هي ان اصل ڪتاب جو ترجمو آهي، جنهن جي تحقيق علامہ شيخ محمد باقر محمودي ڪئي آهي ۽ ان کي دارالحبيب قم (ايران) 1428هجري ۾ شايع ڪيو آهي. اردو ترجمي ۾ روايتن جا نمبر عربي ڪتاب جي مطابق ڪونہ آهن، ان جو اصل سبب ڪتاب جي نسخي ۾ ڪجهہ جاين تي روايتون غلط ڇپيل (مس پرنٽنگ) آهن.

## مقدمو: ليکڪ

برڪت واري آهي اها ذات جنهن پنهنجي خاص ٻانهي تي فرقان ڪريم نازل ڪيو تہ جيئن اهي جهانن کي خوف ڏيارڻ وارا هجن ۽ انهن کي رسالت جي مستقل چادر سان ان جي حڪم (اذن) سان ان ڏانهن سڏڻ وارو ۽ چمڪندڙ سج بڻائي مبعوث ڪيو ۽ انهن کي مومنن جي لاءِ خوشخبري ٻڌائڻ وارو قرار ڏنو ۽ اها خوشخبري انهن لاءِ الله جي طرف کان گهڻو وڏو فضل آهي. پاڻ سڳورن کي ڪافرن جي لاءِ ڊيڄاريندڙ قرار ڏنو تہ جيئن انهن جو بدلو ۽ ٺڪاڻو جهنم قرار ڏئي پاڻ سڳورن جي ڪري تيڏائيپ کان محفوظ سڌي رستي کي عزت ڏني، جيڪو آسان ۽ پٽلو آهي، ۽ ان کي سيني دينن تي غلبو عطا فرمايو ۽ پاڻ سڳورن لاءِ پنهنجي بارگاهہ مان هڪڙي سلطان کي مددگار بڻايو. اسان کي ان جو قرب حاصل ڪرڻ ۽ ان جي بارگاهہ ۾ مقبول ٿيڻ جي لاءِ ان تي درود پڙهڻ جو حڪم ڏنو ۽ ان درود شريف کي گناهن جو ڪفارو، غلطين ۽ ڪوتاهين کي ختم ڪرڻ وارو ۽ براين کي ميٽڻ وارو بڻايو.

پاڻ سڳورن لاءِ اميرالمومنين علي ڪرم الله وجہ کي ڀاءُ، مددگار، ڇيڙ ڇاڻ، خليل، رفيق ۽ وزير چونڊيو ۽ ان کي دين ۽ دنيا جي معاملي ۾ بوجهہ کڻڻ وارو مددگار، ساٿي ۽ ڀرجهلو بڻايو ۽ ان کي پاڻ سڳورن جي پٽن جو پيءُ بڻايو ۽ ان ۾ سيني فضيلتن کي جمع ڪيو ۽ ان جي شان ۾ "إِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللهُ وَرَسُولُهُ وَالَّذِينَ آمَنُوا الَّذِينَ يُقِيمُونَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُونَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رَاكِعُونَ" (المائده:55) آيت نازل فرمائي. ان جي عظمت ۽ مقام جي توقير ۽ احترام جي لاءِ ۽ ان جي ولايت جي حق جي تحفظ جي لاءِ جيڪو واجب آهي، آيت نازل ڪئي. ان جي ذريعي شريعت ۽ اسلام جي مدد ڪئي ۽ ان جي دليريءَ سان ڪفر کي ذليل ڪيو ۽ بُتن ۽ پليتن کي ٽوڙي ڇڏيو ۽ پنهنجي محبت ۾ مسڪين، يتيم ۽ قيدي کي کاڌو کارائڻ قبول ڪيو.

الله تعاليٰ درود نازل فرمائي حضرت محمد صلي الله عليہ و آلہ وسلم تي جيڪي ان جا خاص ٻانها ۽ ان جا سچا نبي آهن، جنهن جي تعريف ۾ "خُلق عظيم" چيو ويو ۽ جنهن کي پاڪ ڪتاب ڏئي ثقلين

ڏانهن موڪليو ويو. درود هجي امام الاولياء تي ۽ ان جي اولاد مان پاڪ امامن سڳورن تي جن کان الله تعاليٰ هر پليتي کي پري رکيو ۽ انهن کي چڱيءَ طرح پاڪ ڪيو. انهن تي دائمي صلوات هجي جيڪا انهن جي ذڪر کان بلند هجي ۽ انهن جي لاءِ درجات کي انعام ۽ عزت جي طور تي گهڻو وڌائي ڇڏي ۽ الله انهن جي شان ۽ مرتبي ۽ سعادت ۽ ڪاميابيءَ ۾ وڌيڪ اضافو ڪري ڇڏي ۽ خواهشن جي حصول ۾ ۽ مقصد ماڻڻ جي ڪاميابيءَ ۾ اضافو ڪري ۽ ان تي سلام هجي ۽ انهن سيني تي جڏهن به ڪو ذاڪر انهن جو ذڪر ڪري ۽ غافل انهن کان غفلت ڪن. اهڙو سلام جيڪو وڏڻ وارو پاڪ، برڪتن وارو پاڪ ۽ گهڻائي وارو سلام هجي.

سڀ تعريفون الله تعاليٰ جي لاءِ آهن جنهن نبوت ۽ رسالت کي حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآله وسلم تي ختم ڪيو جيڪي امي، امين ۽ مامون آهن ۽ اهو الله جنهن ولايت کي ان جي ياءُ ۽ ان جي بابي سائين جي سڳي ياءُ جي پُٽ کان شروع ڪيو جيڪي موسيٰ عليہ السلام جي نبوت کان هيٺين درجي هارون عليہ السلام جي درجي ۾ آهن ۽ ان جا پسند ڪيل چونڊيل وصي آهن. مولاءِ ڪائنات حضرت علي عليہ السلام لڪل علم جي شهر جا دروازا آهن، سخاوت ۽ احسان جو مينار آهن، حڪمت ۽ معرفت جو مرڪز آهن، قرآني اسرار جي باريڪين کان گهڻو واقف آهن، قرآن شريف جي معنيٰ جي ڳوڙهائي جي خبر اٿن، حڪمت ۽ علم ۽ علمن ۾ لڪل ڳالهين جا ماهر آهن.

پوءِ ولايت کي ان جي اولاد مان صالح، هدايت يافتہ، حجت ۽ قائم بالحق تي ختم ڪرڻ فرمايو جيڪي انهن حقيقتن کي ڄاڻڻ وارا آهن، جيڪي "ڪ" ۽ "ن" يعني "ڪُن" سان ظاهر ٿيا هئا. جيڪي قلم سان لڱجنڊڙ سيني علمن جي باريڪين کان واقف آهن ۽ الله سبحانہ و تعاليٰ، جيڪو لطيف ۽ خبير آهي، اِيجاد ۽ پيدائش جي سرزمين ۾ جيڪي جوهر پوکيا انهن کان بہ واقف آهن. ولايت جو اهڙو ٻج آهن الله تعاليٰ جنهن جو سنگ مولا علي عليہ السلام مان ڪڍيو جيڪي الله تعاليٰ جي تاٽيل تلوار آهن ۽ الله تعاليٰ ان جي مدد معصوم امام جي

ذريعي ڪئي جيڪي ان جي ٽي اولاد مان اهل هدايت ۽ اهل تقويٰ آهن، جنهن کي الله تعاليٰ جي صالح ولين جي اجتهاد جي برڪت سان وڏيڪ پختگي ملي، اهي اولياء جيڪي صاحبِ مجاهده ۽ صاحبِ مڪاشفه آهن ۽ خواهش کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهن. سو هن بازار ۾ خواهش کي ختم ڪرڻ ۾ هادي، مهدي، مڪين ۽ امين سڀ ڪوشش ۾ برابر آهن.

حضرت محمد صلي الله عليه و آله وسلم تي درود و سلام چاهت جا تحفا ۽ ڪرم هجن جيڪي الله جا برحق نبي آهن، جيڪي يقيني طور مڙني نيڪين جو مجموعو ۽ خلاصو آهن ۽ جيڪو ڪجهه لوح وجود تي قلم تڪوين سان لکيو ويو آهي ان جو خلاصو آهن ۽ ان جي وصي تي به درود جيڪي الله جا غالب شينهن علي بن ابوطالب آهن ۽ ان جي آل ۽ عترت پاڪ تي درود هجن ۽ ان جي پاڪ اولادن تي جيڪي عصمت جي آسمان جا تارا آهن ۽ ان جي پاڪدامن مستورات تي ۽ انهن هستين تي جيڪي آقا عليه السلام جي جمال ۽ نورانيت تي نظر وجهي سگهيا ۽ ان جي صحبت جو شرف ماڻيائون ۽ ان جي چوکٽ جي ملازمت ڪئي ۽ پاڻ سڳورن جي نقش قدم تي هليا ۽ ان جي سنت کي واٽ بڻايائون ۽ ان جي هدايت مان هدايت ورتائون ۽ ان جي سنت جي پيروي ڪيائون. پاڻ سڳورن جي گهر وارين تي درود هجن جيڪي مومنن جون مائرون آهن ۽ پاڻ سڳورن جي سڀني اصحابن تي ۽ انهن جي ديني ڀائرن تي انهن جي خالص دوستن ۽ خليلن تي ۽ سڀني انصارن تي ۽ ساهرن تي ۽ سندن ديني ڀينرن تي ۽ سڀني دوستن تي، سندن خليفن تي، ساڻن خلوص رکڻ وارن تي ۽ سندن وزيرن ۽ اولياء تي زمين ۽ آسمان جي موجودگي تائين انهن تي دائمي درود هجن ۽ سلام هجي جنهن جو بنياد ٽٽڻ وارو نه هجي، راتين جي وجود ۽ هميشه رهڻ وارن جي رهڻ تائين ۽ شوق هجي جيڪو باقي رهڻ وارو هجي، ابديت جا ڏاڪا چڙهڻ وارو ۽ نه ٽٽڻ وارو هجي، نه بگڙڻ وارو هجي، نه غوطو هڻڻ وارن جي غوطي ۾ اچي ۽ نه عزت دارن جي عزت جي احاطي ۾ اچي ۽ نه زمانن جي زماني جي دائري ۾ اچي.

حمد ۽ صلوات کان پوءِ سڀ تعريفون الله تعاليٰ جي لاءِ آهن جيئن مون برڪتن واري سردارِسادات جي محبت جي هدايت حاصل ڪئي.

حب النبي و اهل البيت معتمدي

اذا الخطوب اسائت رايها فينا.

(نبي ڪريم صلي الله عليہ و آلہ وسلم ۽ پاڪ اهلبيت جي محبت ئي منهنجو سهارو آهي، جڏهن خطبن ۾ اسان جي خلاف خراب راءِ ڏني ويجي.)

الله تعاليٰ جي مخلوق ۾ سيني کان وڏيڪ الله جي رحمت جو محتاج ۽انهو ۽ اڻ ڳڻين گناهن کي معاف ڪرڻ واري خوبصورتي جو محتاج جنهن جا گناهہ تمام گهڻا آهن پر، پنهنجي نبي صلي الله عليہ وآله وسلم جي شفاعت. اهلبيت سڳورا جيڪي مخلوق جي جاءِ پناهہ آهن انهن جي شفاعت ۽ پاڻ سڳورن جي اصحابن جي شفاعت جو اميدوار آهيان. عرض ڪريان ٿو

عليهم صلاة الله ماحن و آله

و حيا الحيا وادي العقيق يسڪنه

(الله تعاليٰ جو ان تي ۽ ان جي آل تي درود هجي جيڪو انهن جي شان وٽان آهي ۽ الله تعاليٰ انهن تي سلام موڪلي، انهن کي وادي عقيق (جنت) ۾ ٽڪاڻو بخشي.)

ابراهيم بن محمد المويد الحموئي کي الله تعاليٰ امامن سڳورن جي محبت سبب معاف فرمائي ۽ ان کي انهن جي فرمانبرداري ۽ ولايت واري زندگي عطا ڪري ۽ ان ئي عقيدي تي موت ڏئي ۽ انهن سان ئي گڏ ان جو حشر ڪري ۽ انهن جي جهنڊي جي هيٺان ان کي جاءِ نصيب ڪري، اهي جيڪي اولين ۽ آخرين جا سردار آهن.

| | |
|---|---|
| قوم لهم مني ولاء خاص | في حالت الاعلان والاسرار |
| انا عبدهم و وليهم و ولاهم | سوري و موئل عصمتي و سواري |
| فعليهم مني السلام فانهم | اقصي مناي و منتهي ايثاري |

(پاڪ امام اهڙي قوم آهن جو ظاهر ۽ باطن ۾ منهنجي ولايت انهن جي لاءِ آهي، مان انهن جو غلام ۽ انهن جو حمايتي آهيان ۽ انهن جي

ولايت منهنجي خوبصورتي ۽ منهنجو زيور ۽ منهنجي عزت جي حفاظت آهي، انهن تي منهنجي طرف کان سلام هجي انهيءَ ڪري جو اهي منهنجي اميدن جي انتها آهن ۽ منهنجي قربانين جي پڇاڙي آهن)

الله سبحانه و تعاليٰ جي ڪرم ۽ توفيق جو سوالي ٿي هن نعمت جو ان جي بارگاهه ۾ شڪر ادا ڪريان ٿو اها نعمت جيڪا گهڻي وڏي آهي جو ان سان هن ٻانهي يعني ليکڪ کي ذات ڏنائين ۽ پنهنجي لطف ۽ ڪرم سان ان واٽ تي هلايائين ۽ ان سبب اهو ٻانهو بلندي تائين پهچي ويو آهي جو الله تعاليٰ ان تي پنهنجو عظيم احسان ۽ وڏو ڪرم فرمايو جيڪو ان جي نرمي سبب جاري آهي ۽ اهو هي آهي تہ پاڪ امامن عليهم السلام جي محبت عطا ڪيائين، جيڪي نيڪ ماڻهن جا سردار ۽ آخرين جا قائد آهن.

مطهرون نفسيات ثيابهم تجري الصلواة عليهم اينما ذكروا

ومنهم الملا الاعليٰ وعندهم علم الكتاب و ماجائت به السور

(اهي پاڪ آهن انهن جا لباس پاڪ آهن ۽ جتي بہ انهن جو ذڪر ٿيندو آهي انهن تي درود جاري هوندو آهي، ۽ انهن مان ئي ملاءِ اعليٰ آهي ۽ انهن وٽ ڪتاب جو علم آهي ۽ جيڪي بہ سورتون آهن انهن جو علم آهي.)

هي حديثن جا چونڊيل موتي بحرالفضائل مان ڪڍيا ويا آهن ۽ خلوص جي لڙي ۾ پرويا ويا آهن ۽ هي اخبار جون ڪليون آهن جن عزت ۽ فخر جي باغ کي خوبصورتي ڏني، جيڪا ڳالهہ ولايت جي حساب سان تسليم ٿيل آهي.

دراري صدق ضمنها دورالعلي
وليس بمولي مثلها يد مسند

بصائر انس في حظائر قدست
بذكر ولايت الامر من بعد احمد

فصوص نصوص في ذوي الفضل والتقي
شموس علي ذرت لا شرف محمد

لهم في سماء المجد اشرف مصعد
وهم في عراص الدين اڪرم مرصد

(منهنجا چوندبيل موتي سچا آهن انهن جي اندر بلندي جا موتي آهن. ٻيو ڪوبہ ولي انهن جهڙو ڪونهي جو جنهن جي هٿ ۾ پختو هٿ هجي، انهن دلين ۾ محبت جون اکيون آهن جن ۾ احمد مجتبيٰ صلي الله عليہ وآله وسلم کان پوءِ معاملي جي ولايت جي ذڪر سان پاڪ آهن. فضيلت وارن ماڻهن ۾ منديءَ جا ٻڙا آهن. نشانبر آهن ۽ ڪيترائي عزت وارا بلند سج اڀريا. مگر بزرگي جي آسمان ۾ انهن جو درجو گهڻو بلند آهي ۽ دين جي ميدان ۾ اهي عزت واري راهہ آهن.)

الله تعاليٰ انهن لاءِ جيڪي ڳالهيون خاص ڪيون آهن، ا نهن مان هنن حديثن ۾ تمام ٿورڙي حصي جي باري ۾ ٻڌايل آهي. الله انهن کي اهڙين فضيلتن سان خاص ڪيو جن جا نور چمڪدار آهن. اهڙين خوبين سان خاص ڪيو جن جون پاڙون پاڪ آهن. اهڙين ڪرامتن سان نوازيو جن جون قطارون ڊگهيون آهن ۽ اهڙن مرتبن وارو ڪيو جن جي مرتبت بلند آهي. مولا اميرالمومنين علي عليہ السلام جي ولايت جي ايوان مان جيڪي اوصياء جا ۽ اولياء ۽ صديقن جا سردار آهن. نيڪ متقي ماڻهن جا امام آهن. دين جا سردار آهن ۽ صدق ۽ يقين جي رستن کي پڌرو ڪرڻ وارا آهن ۽ رب العالمين جي رسول جا ياءُ آهن.

محمد العالي سرادق مجده
علي قمت المجد الرفيع تعاليا

علي عليٰ فوق السماوات قدره
ومن فضله نال المعالي الامانيا

فاسس بنيان الولايت متقنا
وحاز ذو والتحقيق منه المعانيا

(محمد صلي الله عليہ وآله وسلم اهي آهن جن جي بزرگي جا پردا گهڻو بلند آهن. علي عليہ السلام اهي آهن جنهن جو مرتبو آسمان کان بہ مٿي آهي ۽ ان جي فضل سان ضرورتمند پنهنجون گهرجون پوريون

ڪندا آهن، انهن ولايت جو مضبوط بنياد رکيو ۽ ڪيترن صاحبِ تحقيق ماڻهن ان کان معرفتون گڏ ڪيون آهن.)

اهي همسر کي دٻائڻ وارا شينهن آهن، عزت وارا سردار آهن، مدد ڪيل بهادر آهن، بحر بي ڪنار آهن، پکڙيل علم آهن، ڪپڻ واري تلوار آهن، گهٽي وڏي سمنڊ جي چاڙهه جو عروج آهن، ثابت قدمي ۾ اهڙو پهاڙ آهن جنهن جي چوٽي گهٽي بلند آهي ۽ مومنن کي پريل پيالو پيارڻ وارا آهن، سڪون ۽ وقار جو خزانو آهن، نيڪ سفيد پيشاني وارن جا قائد آهن، ان عظمت واري شرف سان نوازيل آهن جو رسول الله صلي الله عليہ و آله وسلم فرمايو تہ جنهن جو مان مولا آهيان ان جو علي (عليہ السلام) مولا آهي ۽ هن دعا سان ان عزت ۽ شرف جي تائيد ڪيل آهن تہ اي الله! تون ان جو ولي ٿي وڃ جنهن جو هي علي ولي آهي ۽ ان سان دشمني رک جنهن سان هي دشمني ڪري، بتن کي ٽوڙڻ وارا آهن، فوجن کي پڇاڙڻ وارا ۽ محراب ۾ پنهنجي مُندي صدقو ڪرڻ وارا آهن، لڙائي جي ٽانڊن کي پنهنجي مٿي تي ڪٽڻ وارا آهن، لڙائي ۽ نيزي بازي جي ميدان ۾ ڪوئي گهوڙيسوار لهي اچڻ جي دعوت ڏئي تہ ان کي ماري مڃائڻ وارا آهن، هر ڪنڊن واري ٻوٽي کي ڪپڻ وارا آهن، هر ٻيلي جا شير آهن. هي اهي آهن جنهن هر گلا ڪرڻ واري ۽ عيب ڪيڻ واري جي زبان کي گونگو ڪري ڇڏيو ۽ هر مذمت ڪرڻ واري جي بيان کي لاجواب ڪيو ۽ پنهنجي مان ۽ مرتبي ۾ شڪ ڪرڻ واري جو وات بند ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي دوستي جي چادر کي هر مذمت ڪرڻ واري ۽ عيب ڪيڻ واري کان محفوظ ڪري ڇڏيو. علي عليہ السلام اهي آهن جنهن کي بارگاهِ نبوت صلي الله عليہ و آله وسلم کان پائري ۽ چونڊ جي شرف جي خصوصيت حاصل آهي ۽ اها چٽي ڳالهہ ٿيل آهي تہ اهي حڪمت جي گهر ۽ علم جي شهر جو دروازو آهن ۽ کين هي ڪُنيتون عطا ڪيون ويون آهن: ابو ريحانتين، ابو الحسن، ابو تراب.

هُو نباء العظيم وفلڪ نوح

وباب الله وانقطع الخطاب

مولاءِ ڪائنات علي بن ابو طالب عليہ السلام قطعي دليل ۽ غالب ڪري ڇڏڻ وارين نشانين جا مالڪ آهن، ظاهري ڪرامتن ۽ چٽن

دليلن وارا آهن، خير جو چشمو ۽ برڪتن جو خزانو آهن، عظيم شرافتن کي ايجاد ڪرڻ وارا آهن، رسوائي، هلاڪت ۽ ساڙڻ وارن گناهن جي سمنڊ کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ وارا آهن، عام احسانن جو فيض پهچائڻ وارا آهن، اهڙا امام آهن جو انهن جي ۽ انهن جي اولاد جي محبت پرديس ۾ شديد پريشاني ۽ وڏن غمن جي صورت ۾ گهٽو واعدو وفا ڪرڻ واري ۽ تڪليفن کان بچائڻ واري آهي.

اخو احمد المختار صفوت هاشم
ابو السادت الغر الميامين موتمن

وصي امام المرسلين محمد
علي امير المومنين ابوالحسن

هما ظهرا شخصين والروح واحد
بنص حديث النفس والنور فاعلمن

هو الوزر المامول في ڪل خطت
وان تنجي المهلڪي ولايت قمن

عليهم صلوات الله مالاح ڪوڪب
وماهب ممراض النيم علي فتن

(مولا علي عليہ السلام احمد مختار صلي الله عليہ و آله وسلم جا ڀاءُ آهن، هاشمي خاندان جو خلاصو آهن، برڪت وارن، امن وارن، سفيد پيشاني وارن سردارن جا بابا سائين آهن، امام المرسلين محمد صلي الله عليہ و آله وسلم جا وصي آهن، علي اميرالمومنين آهن، ابو الحسن آهن، ٻئي (نبي ۽ علي) ظاهر ۾ ٻہ شخص آهن پر نفس ۽ نور واري حديث موجب روح هڪڙو آهي، سو ان کي ياد ڪري ڇڏيو جو اهي اهڙي پناهہ واري جاءِ آهن جنهن جي هر مشڪل ۾ اميد ڪئي ويندي آهي ۽ جڏهن انهن جي ولايت هلاڪ ٿيڻ وارن کي ڇوٽڪارو ڏياريندي آهي تہ توهان بہ ضرور صف ۾ شامل ٿي وڃو ۽ جيستائين تارا چمڪندا رهن، جيستائين تازي هوا جا جهوٽا ٽارين کي لوڏيندا رهن انهن تي الله جو درود نازل رهي.)

اهي بلند ۽ بالا فضيلتن واري سمنڊ جي لهر جو هڪڙو ڦڙو آهن، هميشه رهڻ وارن مرتبن جي ڪڪرن سان وهڻ واري هڪڙي ندي آهن، بلند ۽ فخر جي قابل گهڙين مان هڪڙي گهڙي آهن جنهن ڳڻپ ڪرڻ، احاطو ڪرڻ ۽ حساب جي حد کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ چمڪندڙ تاري جي هڪڙي اهڙي چمڪ آهن جنهن جي هزارن لکجندڙ مرتبن مان هڪڙي جُز کي لکڻ ۽ ڳڻڻ کان حساب ڪرڻ وارن ۽ لکڻ وارن جون آڱريون ٿڪجي پيون ۽ ڪير آهي جيڪو تارن ۽ ڦڙن کي ڳڻي سگهي.

عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان حضرت مجاهد روايت ڪري ٿو "لو ان الغياض اقلام والبحر مداد. والجن الحساب والانس ڪتاب ما احصو فضائل علي بن ابي طالب" يعني رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو تہ جيڪڏهن سڀ وڻ قلم ٿي وڃن ۽ سمنڊ مس ٿي وڃي، جِن ڳڻڻ وارا ٿين ۽ انسان لکڻ وارا هجن پوءِ بہ اهي علي بن ابو طالب (عليہ السلام) جا فضائل لکي ۽ ڳڻي ڪونہ سگهندا.

ڪجھ بيون روايتون بہ ان جي بلند مرتبي جي باري ۾ آهن، جيڪي بارگاھ نبوت ۽ رسالت صلي الله عليہ وآله وسلم جون فرمايل آهن، جيڪا عزت، پاڪائي ۽ شان شوڪت واري بارگاھ آهي. هي حديثون فرمائڻ واري آقا تي الله تعاليٰ جو درود ۽ سلام نازل هجي ۽ الله تعاليٰ جي طرف کان پاڪ ۽ صاف سٿرا تحفا هجن جن جي پاڇي ۾ سڀ تعريفون لکيون وينديون آهن ۽ الله تعاليٰ جي نرمي ۽ برڪت هجي جيڪا رضوان جنت جي باغن کي باد نسيم جا رستا ٻڌائي خوشبو عطا ڪندي آهي. ڪجھ روايتون انهن اهلِ عبا جي مرتبن جي باري ۾ خبر ڏين ٿيون، جيڪي پاڪائي، پسنديدگي ۽ چونڊ واري منصب سان نوازيل آهن. پهريان حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي سوٽ علي المرتضيٰ عليہ السلام جي باري ۾ خبر ڏين ٿيون، جيڪي امامت جا امين آهن، ابوالاولياء آهن، دارالبقا ۾ لواءِ الحمد کي کڻڻ وارا آهن؛ ٻي هستي آقا عليہ السلام جي اکين جو ٺار جهانن جي عورتن جي سردار حضرت بتول فاطمہ الزهرا سلام الله عليها آهن ۽ آقا عليہ السلام جا ٻئي ڏوهٽا (پُٽ) جيڪي جنت جي جوانن جا سردار آهن ۽

خصوصيت، پسنديدگي ۽ چونڊ جي خاصيت رکندڙ آهن. هي روايتون حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي عزت واري آل جي مرتبن جو هڪڙو حصو ظاهر ڪرڻ واريون آهن. اها آل جيڪا نقيب ۽ نجيب آهي ۽ انهن جي اولاد جا مرتبا جيڪي هدايت يافتہ معصوم آهن، صاحبِ تقويٰ ۽ صاحبِ اتقيٰ آهن، ۽ اهي روايتون اميرالمومنين علي عليہ السلام جي شيعن ۽ پيروي ڪرڻ وارن جي خاصيتن جي چوڏاري هڪڙو ڪنارو ظاهر ڪن ٿيون.

حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآله وسلم تي الله تعاليٰ جو سلام، پاڪ درود، بلند تحيات ۽ اعليٰ نرمي هجي جيڪي پوري ڪائنات جي تخليق جو سبب آهن. جن جي بزرگي جي جهنڊي کي بلند ڪيو ويو آهي، ان ڏينهن جنهن ڏينهن پيشي ٿيندي تہ حضرت آدم عليہ السلام ۽ ٻيا سڀ ان جهنڊي جي ڇانوَ ۾ هوندا. حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ و آله وسلم اهڙي هستي آهن جنهن جي جلال جا پردا افلاڪ جي ڪنارن تائين لڙڪايا ويا آهن ۽ مخلوق کي سڌي رستي تائين آڻڻ لاءِ ۽ انهن کي هلاڪت کان بچائڻ لاءِ چونڊيل هر رستي کي چٽي نموني سان بيان ڪيو ويو آهي. حضور صلي الله عليہ و آله وسلم ظالمن جي ظلم کي مٽائڻ وارا آهن، شرڪ وارين سيني تندن کي ٽوڙڻ وارا آهن ۽ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ انهيءَ ڳالهہ کان محفوظ آهن تہ جيئن تاڙڻ جي غرض سان ڪوئي جاسوس پاڻ سڳورن جي وصفن جي چراگاهہ جي چوڏاري ڦيرا نہ پائي سگهي.

حضور صلي الله عليہ و آله وسلم جي وزير، پاڻ سڳورن جي ڀاءُ ۽ پاڻ سڳورن جي بابا سائين جي سڳي ڀاءُ جي اکين جي ٺار مرتضيٰ، مجتبيٰ تي سلام هجي جيڪي دنيا ۽ آخرت ۾ امام ۽ سردار آهن، جيڪي الله جي ذات جي حوالي سان گهڻو سخت رهيا آهن ۽ ان جي دين کي قائم ڪرڻ ۾ قوي ۽ مضبوط آهن. صاحبِ دل ۽ عقل آهن ۽ صاحبِ سماعت آهن ۽ اهڙي همت وارا آهن جو واعدن کي پورو ڪرڻ وارا آهن ۽ انهن جي نگراني ۽ حفاظت ڪرڻ وارا آهن.

حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي آل پاڪ ۽ اهلبيت تي سلام هجي جيڪي خوبصورت چمڪدار چنڊ آهن ۽ روشن سج آهن. مخلوق جا سردار ۽ بيچين دلين جو سڪون آهن. انهن هستين تي ان وقت تائين سلام هجي جيستائين سج اڀرندو رهي ۽ صبح ۽ شام هڪ ٻئي پٺيان ايندا رهن ۽ آسمان زمين مٿان قائم رهي. انهن جي ذڪر جو وسيلو پڪڙڻ وارا ۽ انهن جي حرمت جو قسم کائڻ وارا، اهي دنيا ۽ آخرت جا سردار آهن. انهن جي دعا کي قبول ڪيو ويندو آهي.

انهن ماڻهن تي الله جي رضا ۽ سلام هجي جيڪي انهن تائين پهچڻ وارا آهن ۽ جيڪي خلوص جي پرن سان انهن جي چوڌاري منڊلائڻ وارا آهن ۽ خلوص سان قيامت تائين انهن جي پيروي ڪرڻ وارا آهن ۽ جيڪي يقين جي وڪن سان انهن جي محبت ۾ ڪعبي جو طواف ڪرڻ وارا آهن. ان وقت تائين سلام هجي جيستائين ڪڪر مينهن وسائيندا رهندا ۽ هڪڙي تہ وارا ڪڪر جيڪي ٽلهو تہ ٽاهيندا رهندا ۽ جيستائين توبهہ جو سلسلو جاري رهندو ۽ ڪتاب جو نفعو حاصل ٿيندو رهندو ۽ جيستائين آسمان جي ڪنارن تي ڪوئي روشن تارو چمڪندو رهندو.

ولا تخطت سوارالمزن ساحتهم
ولا عدتها غوادي العارض الهطل

(انهن جي اڱڻ تي ڪڏهن ڪنهن ماهر گهوڙيسوار بہ قدم ڪونہ رکيو آهي ۽ لڳاتار وسندڙ ڦوار انهن جي ڪوهہ کي ٻري ڇڏيو ۽ مون هي موتي پنهنجي انهن روايتن مان ڪڍي گڏ ڪيا آهن ۽ مان انهن کي عاجزي جي مقام کان وٺي خلوص جي چوٽي تائين کڻي ويو آهيان.)

متوسلابهم وسائل فضلهم
ان ليسئلوافي العفوعن اوزاري

متوقعا لمواهب ورغائب
ومطالب مثل السحاب غزار

(انهن اهلبيت کي سندن فضيلتن جو وسيلو ڏئي وسندڙ ڪڪرن وانگر مسلسل جاري انهن جي ڪرم، عطا ۽ عنايت جي اميد رکندي

عرض ڪريان ٿو تہ اهي منهنجي گناهن کي معاف ڪرڻ جي سفارش ڪندا.)

الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ گڙگڙائيندي ۽ ان جي ڪرم جي اميد رکندي جيڪو مسلسل مدد ڪندو آهي ۽ لڳاتار ڪندو آهي، تہ اهو مون کي واعدو ڪيل ثواب کان محروم نہ ڪندو انهن ذاڪرن کي بہ جيڪي انهن جي فضيلتن جو ذڪر ڪندا آهن ۽ لکڻ وارن ۽ هنن حديثن کي ڏسڻ وارن ۽ انهن کي غور سان ٻڌڻ وارن کي بہ محروم نہ رکندو. منهنجو هي سڄو نچوڙ ان خبر تي آهي جيڪا مون کي صدر الامام علامہ نصيرالدين ابوجعفر محمد بن محمد بن حسن بن ابوبڪر المشهدي طوسي ڏني آهي، ان تي رحمت ۽ راضپو هجي جو اجازت ڏيندي فرمايائون تہ مون کي خبر ڏني منهنجي مامي امام السعيد نورالدين علي بن محمد بن علي بن ابومنصور سعدي ۽ امام شيخ عدل تاج الدين ابوطالب علي بن انجب بن عبيدالله الحازن بغدادي، انهن ٻنهي چيو تہ اسان کي خبر ڏني امام برهان الدين ابوالمظفر ناصر بن ابوالمڪارم مطرزي خوارزمي جنهن جو سلسلو امام جعفر صادق عليہ السلام کان ٿيندو امام علي عليہ السلام تائين پهچي ٿو. امام علي عليہ السلام روايت ڪئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو "بيشڪ الله تعاليٰ منهنجي ڀاءُ علي (عليہ السلام) جي لاءِ ايتريون فضيلتون عطا ڪيون آهن جن جي تعداد کي ڳڻي نٿو سگهجي، پوءِ جيڪو شخص ان جي فضيلتن مان هڪڙي بہ فضيلت جو اقرار ڪندي ذڪر ڪندو تہ الله تعاليٰ ان جا سڀ اڳ ڪيل گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو ۽ جنهن شخص ان جي فضيلتن مان هڪڙي فضيلت جو اقرار ڪندي اها لکي تہ الله تعاليٰ ان جا اڳ ڪيل گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو ۽ جيستائين پني تي ان جي لکت باقي رهندي ملائڪ هميشہ ان جي مغفرت جي دعا ڪندا رهندا ۽ جنهن شخص انهن جي فضيلتن مان هڪڙي فضيلت کي غور سان ٻڌو تہ الله تعاليٰ ان جي گناهہ وارين ٻڌل ڳالهين کي بخشي ڇڏيندو ۽ جيڪو شخص انهن جي فضيلتن جو ڪتاب لکندو تہ الله تعاليٰ ان جي گناهہ وارين ڏٺل ڳالهين کي معاف ڪري ڇڏيندو. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو

”علي (عليہ السلام) ڏانهن ڏسڻ عبادت آهي ۽ ان جو ذڪر عبادت آهي ۽ الله تعاليٰ ڪنهن بہ ٻانهي جو ايمان علي (عليہ السلام) جي ولايت مڃڻ کان سواءِ ۽ ان جي دشمنن کان بيزاري ڪرڻ کانسواءِ قبول نہ ڪندو.“

حديثن جي هنن موتين کي گڏ ڪري مون انهن کي خالص پنهنجي مسلمان ڀائرن لاءِ سوکڙي ڏاهيو آهي ۽ ان کي واعدن جي حفاظت ۽ الله تعاليٰ جي دين ۾ منهنجي مددگارن جو تحفظ ڏاهيو آهي ۽ منهنجن انهن دوستن لاءِ تحفظ آهي جن جي دعائن جي برڪت سان مان ان ڳالهہ جي اميد ڪريان ٿو تہ الله تعاليٰ مون تي منهنجي حال جي اصلاح جو احسان فرمائيندو ۽ منهنجي معاملي ۾ نرمي ڪندو ۽ منهنجي دل کي پنهنجي رضا جي تلاش جي لاءِ ثابت قدمي عطا ڪندو ۽ سڌي واٽ تي منهنجن قدمن کي ثابت قدمي عطا ڪندو ۽ منهنجي زبان تي سچ ۽ صحيح ڳالهہ جاري فرمائيندو ۽ مون کي هر ڏينهن بلڪ هر گهڙي بلڪ اک جي هر ڇنڀڻ ۾ معصوم امام پاڪن عليهم السلام جي محبت ۾ اضافو عطا فرمائيندو. اهي جيڪي دنيا جو زيور ۽ آخرت جو جمال آهن ۽ بلند و بالا قابل فخر فضيلتن جي زيور ۾ مخلوق جي لاءِ بلنديءَ جو سبب ۽ ذريعو آهن. واضح دليل ۽ صاف عقيدو آهن: ۽ ان ڳالهہ جي اميد رکان ٿو تہ الله تعاليٰ انهن فضيلتن کي اسان جي مسلسل لڳاتار عادت ۽ دين بڻائيندو.

ارجو النجات بهم يوم المعاد وان
جنت يداي من الذنب الافانينا

(جيڪڏهن منهنجا هٿ گناهن جي سبب ڏکڻ لڳا تہ مان انهن جي وسيلي سان قيامت واري ڏينهن ڇوٽڪاري جي اميد رکان ٿو.)

الله تعاليٰ جي طرف کان حضرت محمد صلي الله عليہ وآله وسلم تي درود نازل ٿئي، جيڪو ان جو نبي آهي ۽ ان جي آل تي درود جيستائين ڪا اک ڏسندي رهندي ۽ ڪا اک مينهن وانگر لڙڪ هاريندي رهندي ۽ جيستائين ڪو چشمو ڦٽندو رهندو ۽ ان چشمي جي پنيان پيو چشمو ايندو رهندو ۽ الله تعاليٰ هن ٻانهي يعني ليکڪ تي رحم فرمائي۔ آمين!

مون هنن حديثن کي قيمتي موتين جي ٻن لڙين ۾ پوئيو آهي ۽ انهن جي جواهرن کي ٻن رستن تي هلايو آهي ۽ مان انهن ٻنهي کي بخشش جي اميد جي ميدان ۾ بوجهه کڻڻ لاءِ ۽ گناهن جي بوجهه لاءِ ۽ ڏوهن جي وزن لاءِ ٻہ آسمان سمجهان ٿو.

هڪڙي لڙي اهڙين خبرن تي مشتمل آهي جنهن ۾ اميرالمومنين علي عليہ السلام جون فضيلتون بيان ٿيون آهن. جيڪي امامن جا امام آهن. امت جا هادي آهن. غمگين ٻانهي لاءِ پناه جي جاءِ آهن. ڏک ۽ پريشاني کي دور ڪرڻ وارا آهن. ۽ غدير خم واري ڏينهن انهن کي عمومي ولايت جي عزت مليل آهي. غم وارن جا غم دور ڪرڻ جو اِذن مليل اٿن. هي اهي آهن جن جي نالي سان فضيلتن ۽ موروثي عزتن کي خوبصورتي ملي ۽ جن جي وصفن سان محفلن ۽ منبرن کي زينت ملي. جن جي خشوع ۽ سجدن تي آسماني ملائڪ فخر ڪندا آهن ۽ پوري ڪائنات جن جي وجود سان فخر محسوس ڪري ٿي. انهن جي ذڪر وقت لقب ۽ وصفون تعريف جي لائق هوندا آهن. گمان ۽ عقل انهن جا راز کلڻ وقت انهن جي شان جي بلندي ۽ اهميت جي رفعت جو تصور ڪرڻ کان عاجز ٿي ويندا آهن.

سقنه سحائب الرضوان سحا
ڪجود يديه ينسجم انسجاما

ولا زالت رواء المزن تهدي
الي النجف التحيت والسلاما

(رضوان جي ڪڪرن انهن کي مسلسل ايئن ڍاول ڪيو آهي جيئن انهن جا هٿ سخاوت ۾ بارش وانگر وسندا آهن. ڪڪرن جي پالوت هميشہ نجف اشرف ڏانهن سوکڙين ۽ سلامن جو نذرانو پيش ڪندي رهندي)

ٻهرين لڙي انهن روايتن تي مشتمل آهي جو شرافت. بلندي ۽ ناياب فقر ۽ چمڪدار پيشاني جامع خوبصورتي تي جن جي مهڪ سان آفاق معطر ٿي ويندا آهن. انهن جي چمڪ کي ڏسي دل ۽ روح خوش ٿي ويندا آهن ۽ جن جي ورد جي فائدن ۽ حُسنِ وصف سبب

گهوٽ فخر جو لباس پاتل محسوس ڪندا آهن ۽ جن جي ڪِرٽن سان حاسدن جون اکيون خيريون ٿي وينديون آهن. محبت ڪرڻ وارا ڪيترا تہ پلا ماٺهو آهن جيڪي انهن کي ٻڌندا آهن.

ٻي لڙي اهڙين روايتن تي مشتمل آهي جيڪا بارگاهہ مقدس ۾ هر عيب کان پاڪ آهي ۽ غيب مان ان جي تائيد آهي. اها بارگاهہ نبي مختار حضرت محمد صلي الله عليہ وآله وسلم جي ذات آهي، جيڪي جهانن جي معبود جا رسول آهن. انهن تي الله تعاليٰ جو درود ۽ سلام هجي ان وقت تائين جيستائين بجلي چمڪي ۽ جيستائين پني کي لکت سان سينگاريو وڃي. انهن ڳالهين جي لکت سان جيڪي حضور صلي الله عليہ و آله وسلم جي آل ۽ عترت جي فضيلت ۾ وارد ٿيون، جن کي الله تعاليٰ پسنديدگي، ڪرامت ۽ قرابت سان خاص فرمايو ۽ انهن کي پنهنجي لطف جي گهاٽ تي ۽ فضل ۽ مهرباني جي رستي تي وارد ڪيو. جيڪو مٺو گهاٽ آهي ۽ رهڻ جي پاڪ جاءِ آهي. الله تعاليٰ انهن جي محبت کي دنيا ۽ آخرت ۾ دائمي پاڇي جو ثمر ڏيڻ واري بڻايو ۽ انهن جي شان ۾ هي آيت نازل فرمائي "قُلْ لَّآ اَسْـَٔلُكُمْ عَلَيْهِ اَجْرًا اِلَّا الْمَوَدَّةَ فِى الْقُرْبٰى" (شوريٰ: 22)

هو القوم من اصفاهم الود مخلصا
تمسڪ في اخراه بالسبب الاقوي

هم القوم فاقوا العالمين مائيرا
محاسنها تجلي واياتها تدوي

موالاتهم فرض و حبهم هدي
وطاعتهم قربي و ودهم تقوي

(اهي اهڙي قوم آهن جن کي محبت خالص ڪري چڙيو آهي ۽ آخرت ۾ انهن کي مضبوط سبب سان پڪڙي رکو. اهي اهڙي قوم آهن جو خانداني عزت ۾ سيني جهانن تي فوقيت رکن ٿا. انهن جون سهڻايون بلند ۽ نشانيون ڏاول ڪن ٿيون. انهن جي محبت فرض آهي ۽ انهن جي محبت هدايت آهي، انهن جي اطاعت قرب جو ذريعو آهي ۽ انهن جي مودت تقويٰ جو سبب آهي.)

حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي عترت ئي سيني کان افضل آهي ۽ اهي چادر وارا آهن. جيڪي گندگين ۽ پليتين کان پاڪ آهن، جيڪي دنيا ڏانهن مائل ٿيڻ ۽ ٻين عيبن جي بوجهہ کان آزاد آهن. جنن ۽ انسانن مان ثقلين ۾ بهترين ماڻهن تي فضيلت مليل اٿن.

انهن مان علي عليہ السلام مومنن جا امير آهن، جيڪي امامت جي قاعدن جو بنياد رکڻ وارا آهن. قيامت ڏينهن لواءِ الحمد کڻڻ وارا آهن، پنهنجي نور ۽ حُسن سان گهٽي وڏي باھ جي شعلن کي وسائڻ وارا آهن، پنهنجي اعليٰ همت ۽ تدبير جي خوبي سان ۽ پنهنجي راءِ جي عظمت جي سبب مشڪلاتن کي حل ڪرڻ وارا آهن. جود ۽ سخا جو گهڻو وڏو سمنڊ آهن. تنگي ۽ خوشحالي ۾ قوم جا امام آهن. اهڙا امام جيڪي گمراهي ۽ جهالت جي انڌيري ۾ ڏيئو آهن. للڪار ۽ نيزي بازي جي ميدان ۾ سخت حملو ڪرڻ وارا شينهن آهن. علم ۽ حڪمت ۾ ان جون فضيلتون بنياد آهن. انهن کي ڪوئي گمان، ڪابہ حد ۽ قياس احاطي ۾ نٿو آڻي سگهي. ڪجهہ ماڻهن وٽ البت انهن جي شان ۾ شبهو آهي، شڪ آهي، مونجهارو آهي.

انهن جي گهرواري فاطمہ الزهرا بتول سلام الله عليها جون فضيلتون جيڪا رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي اکين جو ٺار آهي، ان جا پُٽ (ڏوهٽا) ٻئي جنت جي جوانن جا سردار آهن.

پوءِ پاڪ عترت جنهن عالي مرتبت خاندان جون فضيلتون آهن. انهن جا آخري امام مهدي عليہ السلام آهن. دين جي اسرار تي رحمان ڪريم جي تخليق جو موقف آهن. اهو امام جيڪو علم سان ڀريل آهي، ۽ اها هستي آهن جن جي فضيلتن جي شاهدي ملائڪن ۽ سيني جهانن طرفان ڏني وئي آهي. مخلوق تي الله تعاليٰ جي حجت آهي، انهن جو نفس هر برائي، گندي ڳالهہ کان پاڪ، شريف ۽ سمجهدار آهي، انهن جي ذات وڏي فضيلت ۽ اعليٰ صفت سان سينگاريل آهي، تخليق ۽ تڪوين کان ايجاد ۽ شروعات کان حق سان گڏ سلهاڙيل آهن. الله سبحانه و تعاليٰ جو درود هجي حضرت محمد صلي الله عليہ وآله وسلم

تي ۽ ان جي آل تي، خاص طور تي قائم مهدي عليہ السلام تي ۽ انهن جي قرابت دارن تي ۽ سيني نبين ۽ رسولن تي ۽ انهن جي اصحابن تي ان وقت تائين جيستائين مينهن گاهہ واري وڏي چراگاهہ مٿان وسڻ جو آواز پيدا ڪندو رهندو جيستائين ساهوارن جي لاءِ وسيع رزق جو سلسلو جاري آهي ۽ جيستائين پنکڙيون پنهنجي خوشبوءِ ۽ چنڊ پنهنجي روشني جا ڪرڻا پکيڙيندو رهندو. انهن روايتن ۾ قيمتي ۽ اڻلڀ نڪتا آهن، عجيب ۽ لطيف ڳالهيون آهن، بلند وراثتي عزتن جون ڳليون آهن، شريف عظمت واريون صفتون آهن.

چمڪندڙ سج ڪٿي آهي؟ ان کي ڇا ٿيو آهي، اها ڳالهہ ممڪن ڪونهي تہ ڪوئي هڪڙو انهن جي مقام تي پهچي سگهي يا ڪو وهم ۽ گمان انهن جي مثال کي تصور ۾ آڻڻ جي خواهش رکي يا ڪوئي حُسن يا جان انهن جي جمال ۽ ڪمال کان باخبر هجي.

مون هن مجموعي کي ان ڏينهن جي لاءِ جنهن ڏينهن مڙني رازن جي آزمائش ٿيندي ۽ صحيفن جي هر بچڻ واري ڳالهہ کان هن جي بچڻ جي باري ۾ تلاوت ڪئي ويندي ۽ هر خوف ڏياريل شيءِ کان هن جي ڇُٽڪ ڪٽي ويندي.

هي ڪتاب ٻن حصن تي ٻڌل آهي ۽ انهن مان پهريون حصو امام الاولياء ۽ علم جي شهر جي دروازي اميرالمومنين علي بن ابوطالب عليہ السلام جي فضيلتن جي باري ۾ آهي، جيڪي سچائي جا مرڪز ۽ ڪرم و حلم جو سرچشمو آهن.

مان الله تعاليٰ کان سوال ڪريان ٿو تہ هنن موتين کي پروئڻ ۽ بنيادي ڳالهين کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش کي خالص پنهنجي رضا طور قبول ڪري ۽ انهن جي سبب مونکي ۽ منهنجي سيني پائرن ۽ ساٿين کي پنهنجي عظيم احسان ۽ ججهي خوبي سان نوازي ۽ ان جي برڪت سان منهنجي زبان کي قول ثابت تي ثابت قدمي عطا فرمائي، جنهن ڏينهن ڪلام زلزلي ۾ هوندا ۽ منهنجي قدمن کي پلصراط تي انهن جي محبت سبب ثابت قدمي عطا فرمائي جنهن ڏينهن اتي قدم ڏڪي رهيا

هوندا ۽ انهن جي ولايت جي سبب مونکي ۽ سيني مسلمانن کي سلامتي واري گهر (جنت) ۾ داخل ڪرڻ عطا فرمائي. بيشڪ اها مقصدن جي انتها آهي ۽ اها الله تعاليٰ جي ذات آهي ۽ اهو ان تي قادر آهي ۽ ان کان ئي مدد جي طلب آهي ۽ ان ڏانهن ئي موٽي وڃڻو آهي ۽ الله تعاليٰ اسان جي لاءِ ڪافي آهي ۽ اهو ڀلو ڪارساز آهي.

## السمط الاول (پهرين لڙي)

هي ياڳو هڪڙي تمهيد ۽ هڪڙي پڄاڻي تي مشتمل آهي.

تمهيد هن ڳالهہ جي بيان ۾ آهي تہ بيشڪ نبي معظم صلي الله عليہ وآله وسلم تي ۽ ان جي آل تي درود پڙهڻ، جيڪو سيني عملن کان وڌيڪ پلو عمل آهي ۽ انهن سيني کان وڌيڪ ڪامل سرمايو آهي، سيني اطاعتن مان افضل آهي، انهن سيني عملن کان وڌيڪ ثواب وارو عمل آهي، قبوليت جي حوالي سان تيزتر آهي، انهن سيني عملن کان وڌيڪ پسنديده آهي، انهن سيني مان سڌي رستي وارو آهي، اجابت يعني قبوليت جو دروازو کولڻ ۾ سيني کان وڌيڪ تيز تر آهي ۽ دائمي درود کي پڙهڻ واري کي اهو ابدي سعادت جو مالڪ بڻائي ڇڏي ٿو ۽ هي مصيبتن کان آجپي جو سبب آهي ۽ کوٽ جي پورت ڪرڻ وارو آهي ۽ درجن جي بلندي لاءِ هڪڙي ڏاڪڻ ۽ سهارو آهي.

سڀ موضوع ان امام جي خوبين جي ذڪر ۾ آهن جيڪو علم جي شهر جو دروازو آهي ۽ جنهن جي فضيلت ۽ پسنديدگي جي وضاحت لاءِ وحي نازل ٿي ۽ ڪتاب ڳالهايو. جيڪي حسن عليہ السلام ۽ حسين عليہ السلام جا بابا سائين آهن ۽ ثقلين جا مولا آهن.

اخي خاتم الرسل الڪرام محمد
رسول الله العالمين مطهر

علي وصي المصطفي و وزيره
ابي السادت الغر الهائيل حيدر

(پائيچارو ڪرڻ وقت عزت وارن رسولن جي خاتم حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجو ڀاءُ بڻايو جيڪو جهانن جي معبود جو پاڪ رسول آهي، ۽ علي عليہ السلام مصطفيٰ ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا وصي ۽ ان جا وزير آهن. ۽ اهي ابوالسادات سردارن جا سردار حيدر آهن.)

پڄاڻي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان بيان ڪيل ڳالهين ۽ انهن جي فائدن جي باري ۾ آهي جيڪي پاڻ سڳورن ارشاد فرمايون

آهن ۽ انهن چمڪندڙ موتين جي باري ۾ آهي جيڪي پاڻ سڳورن جي علم جي سمنڊ مان نڪتا آهن. درود ۽ سلام هجي محمد عربي صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي ۽ علي عليہ السلام تي، جن روايتن تي شوق وارن جو شوق جاڳيو ۽ ڳٽ وارن آزيون ڪيون ۽ اهي روايتون جيڪي منظر عام تي ڪونہ آهن انهن جي باري ۾ آهي جن تي رات جي اونداهي ڇانيل آهي ۽ انهن صفحن تي دز چڙهي وئي آهي.

## درود شريف

1. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو "من صلي علي صلوات واحدت صلي الله عليه عشر صلوات وحطت عنه عشر خطيئات ورفع له عشر درجات " يعني، جنهن مون تي هڪڙو ڀيرو درود پڙهيو الله تعاليٰ ان تي ڏهہ دفعا رحمت نازل فرمائيندو ۽ ان جا ڏهہ گناهہ مٽائي ڇڏيندو ۽ ان جا ڏهہ درجا بلند ڪندو.

2. موسيٰ بن طلحہ کان زيد بن حارث رضي الله عنہ جي حوالي سان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان درود جي باري ۾ معلوم ڪيو تہ پاڻ سڳورن ارشاد فرمايو تہ مون تي درود پڙهو ۽ دعا ۾ ڪوشش ڪيو ۽ درود هيئن پڙهو "اللّهم صل علي محمد وآل محمد" يعني اي الله! تون محمد ۽ آل محمد تي درود موڪل.

3. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ جبرائيل مون کي ٻڌايو تہ الله تعاليٰ جهانن جي پالڻهار جي طرف کان درود هيئن نازل ٿيو. "اللّهم صل عليٰ محمد وآل محمد ڪما صليت عليٰ ابراهيم و آل ابراهيم انڪ حميد مجيد. اللّهم بارڪ عليٰ محمد وآل محمد ڪما بارڪت عليٰ ابراهيم وآل ابراهيم انڪ حميد مجيد. اللّهم ترحم عليٰ محمد و آل محمد ڪما ترحمت عليٰ ابراهيم وآل ابراهيم انڪ حميد مجيد. اللّهم تحنن عليٰ محمد وآل محمد ڪما تحننت عليٰ ابراهيم وآل ابراهيم انڪ حميد مجيد. اللّهم وسلم عليٰ محمد و عليٰ آل محمد ڪما سلمت عليٰ ابراهيم و آل ابراهيم انڪ حميد مجيد ." يعني، اي الله! محمد ۽ آل محمد تي درود موڪل جيئن تو ابراهيم ۽ آلِ ابراهيم تي درود موڪليو بيشڪ تون گهڻي تعريف وارو ۽ بزرگي وارو آهين. اي الله! محمد ۽ آل محمد تي برڪت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم تي برڪت نازل فرمائي بيشڪ تون گهڻي تعريف وارو ۽ بزرگي وارو آهين. اي الله! محمد ۽ آل محمد تي رحم فرماءِ جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم تي رحم فرمايو بيشڪ تون گهڻي تعريف وارو ۽

بزرگي وارو آهين. اي الله! محمد ۽ آلِ محمد تي مهرباني فرماءِ جيئن تو ابراهيم ۽ آلِ ابراهيم تي مهرباني فرمائي بيشڪ تون گهڻي تعريف وارو ۽ بزرگي وارو آهين. اي الله! محمد ۽ آلِ محمد تي سلامتي نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم ۽ آلِ ابراهيم تي سلامتي نازل فرمائي بيشڪ تون گهڻي تعريف وارو ۽ بزرگي وارو آهين.

4. حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو "من صلي عليٰ محمد و آل محمد مئت مرت قضي الله له مئت حاجت" يعني، جنهن محمد ۽ آلِ محمد تي هڪ سو ڀيرا درود پڙهيو تہ الله تعاليٰ ان جي هڪ سو حاجتن کي پورو ڪندو.

5. حضرت ابو مسعود انصاري عقبہ بن عمرو کان روايت ڪئي آهي تہ هڪڙو شخص آيو ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سامهون ويهي رهيو. اسان بہ اتي موجود هياسين ۽ ان عرض ڪيو "يارسول الله! اسان توهان تي سلام پڙهڻ سمجهي وياسين پر اسان نماز ۾ توهان تي درود ڪيئن پڙهون. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪجهہ دير ماٺ کان پوءِ ان شخص جي جواب ۾ فرمايو تہ جڏهن توهان مون تي درود پڙهو تہ چئو "اللّهم صلي عليٰ محمد النبي الامي و عليٰ آل محمد ڪما صليت عليٰ ابراهيم وآل ابراهيم وبارڪ عليٰ محمد النبي الامي و عليٰ آل محمد ڪما بارڪت عليٰ ابراهيم وآل ابراهيم انڪ حميد مجيد." يعني، اي الله! محمد نبي امي تي ۽ محمد جي آل تي درود موڪل جيئن تو ابراهيم ۽ ابراهيم جي اولاد تي درود موڪليو ۽ برڪت نازل فرماءِ محمد نبي امي تي ۽ آل محمد تي جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم تي برڪت فرمائي بيشڪ تون گهڻي تعريف وارو ۽ بزرگي وارو آهين.

6. حضرت عبدالله بن مسعود رضہ روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ جڏهن توهان مان ڪو نماز جي تشهد (اتحيات) ۾ هجي تہ دورد هيئن پڙهي "اللّهم صلي عليٰ محمد و عليٰ ال محمد وبارڪ عليٰ محمد و عليٰ آل محمد و ترحم عليٰ محمد و عليٰ آل

محمد كما صليت و باركت و ترحمت عليٰ ابراهيم و عليٰ آل ابراهيم انڪ حميد مجيد" يعني، اي الله! دورد نازل فرماءِ محمد ۽ آلِ محمد تي ۽ برڪت نازل فرماءِ محمد ۽ آلِ محمد تي ۽ رحم فرماءِ محمد ۽ آلِ محمد تي جيئن تو درود ۽ برڪت نازل فرمائي ۽ رحم فرمايو ابراهيم ۽ آلِ ابراهيم تي بيشڪ تون گهڻي تعريف وارو ۽ بزرگي وارو آهين.

7. حضرت عبدالله بن مسعود رضہ کان روايت آهي تہ جڏهن هي آيت "اِنَّ اللهَ وَمَلٰٓىِٕكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا (٥٦)" (احزاب: 56) معنيٰ: بيشڪ الله ۽ ان جا ملائڪ هن نبي تي درود موڪليندا آهن، اي ايمان وارو! توهان بہ ان تي درود پڙهو ۽ خوب سلام موڪليو (٥٦). نازل ٿي تہ اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ يارسول الله! (صلي الله عليہ وآله وسلم)، اسان توهان تي سلام پڙهڻ تہ سمجهي وياسين پر توهان تي درود ڪيئن پڙهون، جڏهن تہ الله تعاليٰ توهان جي اڳين پوين جا توهان جي خاطر گناهہ معاف ڪري ڇڏيا آهن، تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ پڙهو "اللّٰهم صل عليٰ محمد و عليٰ آل محمد كما صليت عليٰ ابراهيم و آل ابراهيم و بارڪ عليٰ محمد و عليٰ آل محمد كما باركت عليٰ ابراهيم و عليٰ آل ابراهيم" يعني، اي الله! درود نازل فرماءِ محمد ۽ آلِ محمد تي جيئن تو درود نازل فرمايو ابراهيم ۽ آلِ ابراهيم تي ۽ برڪت نازل فرماءِ محمد ۽ آلِ محمد تي جيئن تو برڪت نازل فرمائي ابراهيم ۽ آلِ ابراهيم تي.

8. ڪعب بن عجره رضہ کان روايت آهي تہ جڏهن هي آيت "اِنَّ اللهَ وَمَلٰٓىِٕكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ" نازل ٿي تہ اسان عرض ڪيو تہ يارسول الله! (صلي الله عليہ وآله وسلم) اسان توهان تي سلام پڙهڻ تہ سمجهي وياسين پر توهان تي درود ڪيئن پڙهون تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ هيئن پڙهو " اللّٰهم اجعل صلواتڪ و برڪاتڪ عليٰ محمد و عليٰ آل محمد كما جعلتها عليٰ ابراهيم و آل ابراهيم انڪ حميد مجيد و بارڪ عليٰ محمد و آل محمد كما باركت عليٰ ابراهيم و آل ابراهيم انڪ حميد مجيد" يعني، اي الله! پنهنجو درود ۽

برڪت محمد ۽ آلِ محمد جي لاءِ خاص ڪري ڇڏ جيئن تو ابراهيم ۽ آلِ ابراهيم جي لاءِ درود ۽ برڪت خاص ڪري ڇڏي، بيشڪ تون گهڻي تعريف وارو ۽ بزرگي وارو آهين ۽ محمد ۽ آلِ محمد تي برڪت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم ۽ آلِ ابراهيم تي برڪت نازل فرمائي بيشڪ تون گهڻي تعريف وارو ۽ بزرگي وارو آهين.

9. حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها کي فرمايو تہ تون پنهنجي مڙس ۽ پٽن کي گڏ وٺي مون وٽ اچ. حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها انهن کي ساڻ ڪري تشريف کڻي آيون تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن جي مٿان چادر وڌي ۽ پوءِ هٿ کڻي انهن جي لاءِ دعا ڪئي "اللّهم هو لاءِ آل محمد فاجعل صلواتڪ و برڪاتڪ عليٰ آل محمد انڪ حميد مجيد" يعني، اي الله ! هي آلِ محمد آهن سو تون پنهنجي صلوات ۽ برڪتون آلِ محمد جي لاءِ خاص ڪري ڇڏ بيشڪ تون گهڻي تعريف وارو ۽ بزرگي وارو آهين. حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها وڌيڪ فرمائي ٿي تہ مون چادر مٿي ڪري ان ۾ اندر داخل ٿيڻ جي لاءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان اجازت گهري تہ پاڻ سڳورن فرمايو اِنَڪَ عليٰ خير يعني بيشڪ تون ڀلائي تي آهين.

10. حضرت واثلہ بن اسقع رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن حضرت فاطمہ حضرت علي، حضرت حسن، حضرت حسين عليهم السلام کي گڏ گهرايو تہ هي دعا ڪئي "اللّهم قد جعلت صلواتڪ و رحمتڪ و مغفرتڪ و رضوانڪ عليٰ ابراهيم وآل ابراهيم اللّهم انهم مني و انا منهم فاجعل صلواتڪ و رحمتڪ و مغفرتڪ و رضوانڪ علي و عليهم" دعا ڪئي يعني، اي الله! تو پنهنجي صلوات ۽ پنهنجي رحمت ۽ پنهنجي مغفرت ۽ پنهنجي رضا کي ابراهيم ۽ آلِ ابراهيم جي لاءِ خاص ڪيو هو سو پنهنجي صلوات، رحمت، مغفرت ۽ رضا کي منهنجي ۽ هنن لاءِ بہ خاص ڪري ڇڏ. اي الله! هي مون مان آهن ۽ مان انهن مان آهيان. حضرت واثلہ رضہ وڌيڪ چوي ٿو تہ مان دروازي تي بيٺو هيس ۽ مون عرض ڪيو تہ يارسول الله!

(صلي الله عليہ وآلہ وسلم) توهان مٿان منهنجا پيءُ ماءُ قربان وڃن مون تي بہ پاڻ سڳورن فرمايو "اللّهم وعليٍ واثلت" يعني، اي الله! واثلہ تي بہ.

## امام فخر الدين جو قول

امام فخرالدين محمد بن عمر الرازي چيو تہ الله تعاليٰ پنهنجي نبي صلي الله عليہ وآله وسلم ۽ اهلبيت کي پنجن ڳالهين ۾ هڪجهڙو رکيو.

پهريون: في المحبت ـ محبت ۾. الله تعاليٰ فرمايو "فَاتَّبِعُوْنِیْ یُحْبِبْکُمُ اللّٰهُ" (آل عمران: 31) ۽ انهن جي اهلبيت لاءِ فرمايو "قُلْ لَّاۤ اَسْـَٔلُکُمْ عَلَیْهِ اَجْرًا اِلَّا الْمَوَدَّةَ فِی الْقُرْبٰی" (شوريٰ: 23)

ٻيو: في تحريم الصدقة ـ صدقي جي حرمت (حرام هجڻ) ۾. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "حرمت الصدقة علي و عليٰ اهل بيتي"

ٽيون: في الطهارة ـ پاڪائي ۾. الله تعاليٰ فرمايو "طٰهٰ ۝ مَاۤ اَنْزَلْنَا عَلَیْكَ الْقُرْاٰنَ لِتَشْقٰۤی ۝" (طه: 1 ۽ 2) ۽ اهلبيت جي لاءِ فرمايو "وَیُطَهِّرَکُمْ تَطْهِیْرًا" (احزاب: 33)

چوٿون: في السلام ـ سلام ۾. الله تعاليٰ فرمايو "السلام عليڪ ايهاالنبي" ۽ اهلبيت لاءِ ارشاد فرمايو "سَلٰمٌ عَلٰۤی اِلْ یَاسِیْنَ(١٣٠)" (صٰفٰت: 130)

پنجون: في الصلوٰة ـ درود ۾. جيئن تشهد يعني اتحيات ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ۽ ان جي آل تي درود (درود ابراهيمي).

## حضرت آدم عليہ السلام جو عرش تي پنج نور ڏسڻ

1. حضرت ابوهريره رضي الله عنہ روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ جڏهن الله تعاليٰ ابوالبشر حضرت آدم عليہ السلام کي پيدا ڪيو ۽ ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيو تہ آدم عليہ السلام عرش جي ساڄي طرف ڏٺو تہ پنجن نورن جو وجود رڪوع ۽ سجدي جي حالت ۾ آهي. حضرت آدم عليہ السلام عرض ڪيو تہ اي پالڻهار! ڇا تو مون کان اڳ ڪنهن کي مٽي مان تخليق ڪيو آهي تہ الله تعاليٰ فرمايو "نہ، اي آدم!" حضرت آدم عليہ السلام عرض ڪيو تہ پوءِ هي پنج وجود ڪنهن جا آهن جن کي مان پنهنجي صورت ۽ شڪل ۾ ڏسي رهيو آهيان. الله تعاليٰ فرمايو تہ اهي پنج تنهنجي اولاد مان هوندا، جيڪڏهن اهي نہ هجن ها تہ توکي پيدا نہ ڪيو وڃي ها. انهن پنجن جا نالا مون پنهنجن نالن مان ڪڍيا آهن، جيڪڏهن اهي نہ هجن ها تہ مان نہ جنت کي، نہ دوزخ کي، نہ عرش کي، نہ ڪرسي کي، نہ آسمان کي، نہ زمين کي، نہ ملائڪن کي ۽ نہ جنن ۽ انسانن کي پيدا ڪيان ها. مان محمود آهيان ۽ هي محمد آهي، مان عالي آهيان ۽ هي علي آهي، مان فاطر آهيان ۽ هي فاطمہ آهي، مان احسان آهيان ۽ هي حسن آهي، مان محسن آهيان ۽ هي حسين آهي.

مون کي پنهنجي عزت جو قسم! جيڪڏهن ڪير انهن لاءِ هڪڙي ٻِر جي داڻي جيترو بہ بغض رکي مون وٽ ايندو تہ مان ان کي جهنم ۾ ڌڪي ڇڏيندس ۽ مون کي ان ڳالهہ جي ڪابہ پرواهہ ڪونهي. اي آدم! هي منهنجا چونڊيل شخص آهن، مان انهن جي ڪري ماڻهن کي ڇوٽڪارو عطا ڪندس ۽ انهن جي ڪري ئي هلاڪ ڪندس. جڏهن توکي ڪا گهرج پيش اچي تہ انهن جي حوالي سان منهنجي بارگاهہ ۾ وسيلو پڪڙيندو ڪر.

پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "نحن سفينة النجاة من تعلق بها نجا و من حاد عنها هلڪ فمن ڪان له الي الله حاجة فليسال بنا اهل البيت." يعني، اسان ڇوٽڪاري واري ٻيڙي آهيون

جنهن ان سان تعلق رکيو ان کي ڇوٽڪارو ملي ويو ۽ جنهن ان کان منهن ڦيريو اهو هلاڪ ٿيو. تنهن ڪري جنهن کي الله کان ڪا حاجت پوري ڪرائڻي هجي ته اسان اهلبيت جي وسيلي سوال ڪري.

## جڏهن ڪو معاملو ڏکيو ٿي پوي ته هيئن دعا گهرو

2. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت علي ڪرم الله وجہ کي ارشاد فرمايو ته جڏهن توکي معاملو ڏکيو ٿي پوي ته هيئن دعا گهرجان "اي الله! مان محمد ۽ آلِ محمد جي وسيلي سوال ڪريان ٿو مان تنهنجي بارگاهہ ۾ سوال ڪريان ٿو ته جنهن کان مان ڊپ ۾ آهيان ۽ گهبرائي رهيو آهيان ان جي شر کان منهنجو مددگار ٿي وڃ. بيشڪ تون ان معاملي لاءِ ڪافي آهين."

## جڏهن ماڻهو اختلاف ڪن ته الله جي ڪتاب ۽ علي (عليہ السلام) جي پيروي ڪيو

3. ابوسخيلہ کان روايت آهي ته مان ۽ سلمان حج ڪري ڇڪاسين ته اسان حضرت ابوذر غفاري رضہ وٽ ترسياسين، اهي خوشي مان پيرين اگهاڙي اچي اسان سان مليا. اسان چيو ته اي ابوذر! اسان کي ماڻهن جي اختلاف جو ڊپ آهي ۽ جيڪڏهن ماڻهو اختلاف ڪن ته توهان اسان کي ڪهڙو حڪم ڏيو ٿا. حضرت ابوذر رضہ چيو ته ان حالت ۾ توهان تي لازم آهي ته توهان الله جي ڪتاب ۽ حضرت علي عليہ السلام جي پيروي کي لازم قرار ڏيو. مان ان ڳالهہ جي شاهدي ڏيان ٿو ته مون رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي فرمائيندي ٻڌو ته علي پهريون شخص آهي جنهن مون تي ايمان آندو ۽ قيامت جي ڏينهن سيني کان پهريان مون سان هٿ ملائيندو ۽ اهو صديق الاڪبر ۽ فاروق آهي، جنهن حق ۽ باطل جي وچ ۾ فرق ڪيو.

## مان ۽ تون الله جي نور مان پيدا ٿياسين

4. حضرت سعيد بن جبير حضرت عبدالله بن عباسي رضي الله عنهما جي حوالي سان روايت ڪئي آهي جنهن چيو ته مون رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي حضرت علي عليه السلام جي باري ۾ هي

چوندي ٻڌو "خلقت انا و انت من نور الله تعاليٰ" يعني مان ۽ تون الله جي نور مان پيدا ٿيا آهيون.

## منهنجو نالو نبوت ۽ رسالت ۽
## تنهنجو نالو خلافت ۽ شجاعت ۾ هو

5. حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي فرمائيندي ٻڌو آهي "مان ۽ علي الله جي نور مان خلق ٿيا آهيون. اسان آدم عليہ السلام جي تخليق کان چوڏهن هزار سال پهريان عرش جي ساڄي پاسي الله تعاليٰ جي تسبيح ۽ تقديس بيان ڪئي. پوءِ جڏهن الله تعاليٰ آدم عليہ السلام کي تخليق ڪيو تہ اسان کي پاڪ مردن جي اصلاب ۽ پاڪ عورتن جي رِحم ۾ منتقل ڪيو. ان کان پوءِ اسان عبدالمطلب جي صلب ۾ منتقل ٿياسين. پوءِ اسان جو نور ٻن حصن ۾ ورهايو ويو. اڌ منهنجي بابا سائين جي صلب ۾ ۽ اڌ نور منهنجي چاچا سائين ابو طالب جي صلب ۾ آيو. منهنجي تخليق نور جي پهرين حصي مان ٿي ۽ علي ٻئي حصي مان خلق ٿيو. الله تعاليٰ اسان جا نالا پنهنجن نالن مان ڪڍيا. الله تعاليٰ محمود آهي ۽ مان محمد آهيان، الله تعاليٰ عالي آهي ۽ منهنجو ڀاءُ علي آهي، الله تعاليٰ فاطر آهي ۽ منهنجي نياڻي فاطمہ آهي، الله تعاليٰ محسن آهي ۽ منهنجا پُٽ حسن ۽ حسين آهن. منهنجو نالو نبوت ۽ رسالت ۾ هو ۽ علي جو نالو خلافت ۽ شجاعت ۾ هو "وَانا رسول الله وعلي ولي الله" يعني، مان الله جو رسول آهيان ۽ علي الله جو ولي آهي.

## مان ۽ علي الله جي سامهون هڪ نور هياسين

6. حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون پنهنجي حبيب حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآله وسلم کي فرمائيندي ٻڌو "مان ۽ علي الله تعاليٰ جي سامهون هڪ نور هئاسين. ان نور آدم عليہ السلام جي تخليق کان چوڏهن هزار سال پهريان الله جي اطاعت ۾ ان جي تسبيح ۽ تقديس بيان ڪئي. پوءِ الله تعاليٰ جڏهن ان نور کي صلبِ آدم ۾ رکيو تہ پوءِ اهو نور هميشہ هڪ رهيو. ايستائين جو

الله تعاليٰ اسان جي نور کي عبدالمطلب جي صلب ۾ هڪ ٻئي کان ڌار ڪيو ان نور جو هڪڙو حصو مان آهيان ۽ هڪڙو حصو علي آهي.“

## آدم عليہ السلام جي تخليق کان 14 هزار سال اڳ

7. حضرت امام محمد باقر عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو ”مان ۽ علي آدم عليہ السلام جي خلقجڻ کان چوڏهن هزار سال پهريان الله تعاليٰ جي سامهون هڪ نور هئاسين. جڏهن الله تعاليٰ آدم عليہ السلام کي خلق فرمايو تہ اسان جي نور کي صلبِ آدم ۾ رکيو. پوءِ الله تعاليٰ ان نور کي هڪڙي صلب مان ٻئي صلب ۾ منتقل ڪندو رهيو تان جو ان نور کي عبدالمطلب جي صلب ۾ رکيائين. پوءِ ان نور کي عبدالمطلب جي صلب مان ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو. هڪڙو حصو حضرت عبدالله جي صلب ۾ رکيو ۽ هڪڙو حصو حضرت ابوطالب جي صلب ۾ رکيو. تنهنڪري علي مون مان آهي ۽ مان ان مان آهيان. ان جو گوشت منهنجو گوشت آهي ۽ ان جو رت منهنجو رت آهي، جنهن ان سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن ان سان بغض رکيو ان مون سان بغض رکيو.“

## اسان اهلبيت رحمت جون چاٻيون آهيون.

8. سعيد بن جبير حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو ”نحن اهل البيت مفاتيح الرحمة وموضع الرسالة ومختلف الملائكة ومعدن العلم“ يعني، اسان اهلبيت رحمت جون چاٻيون آهيون ۽ رسالت جو هنڌ آهيون ۽ ملائڪن جي اچڻ وڃڻ جي جاءِ ۽ علم جي کاڻ آهيون.

## اسان اهلبيت سان ڪنهن جي ڀيٽ نہ ڪيو

9. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو ” نحن اهل البيت لا يقاس بنا احد“ يعني اسان اهلبيت آهيون اسان سان ڪنهن جي ڀيٽ نہ ڪريو.

## جيڪڏهن اسان زمين تي نہ هجون ها تہ زمين تي رهڻ وارا خاڪ تي وچن ها

10. سليمان بن مهران الاعمش جو بيان آهي تہ حضرت امام جعفرصادق عليہ السلام پنهنجي ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي "اسان امام المسلمين آهيون ۽ جهانن تي الله جي حجت آهيون ۽ مومنن جا سردار آهيون ۽ سفيد پيشانين وارن جا اڳواڻ آهيون ۽ مومنن جا وارث آهيون ۽ اسان زمين وارن جي لاءِ امان آهيون جيئن تارا آسمان وارن جي لاءِ امان آهن. ۽ اسان ئي آهيون جن جي ڪري الله تعاليٰ پنهنجي حڪم سان آسمان کي زمين تي ڪرڻ کان روڪي رکيو آهي. اسان جي ڪري الله تعاليٰ زمين کي ان تي رهڻ وارن جي لاءِ هڪڙي مدت تائين ڏبڻ کان روڪي رکيو آهي ۽ اسان جي ڪري مينهن وسندو آهي ۽ رحمت پکڙجندي آهي ۽ اسان جي ڪري زمين مان برڪتون نڪرنديون آهيون. جيڪڏهن اسان زمين تي نہ هجون ها تہ زمين وارا سڙي خاڪ تي وچن ها."

ان کان پوءِ فرمايائون. جڏهن کان آدم عليہ السلام پيدا ٿيو آهي تڏهن کان زمين الله تعاليٰ جي حجت کان خالي ڪونهي رهي، چاهي اها حجت ظاهر هجي يا چاهي اها حجت غائب يعني لڪل رهي هجي ۽ قيامت تيڻ تائين بہ زمين الله جي حجت کان خالي ڪونہ رهندي، جيڪڏهن حجت نہ هجي تہ الله تعاليٰ جي ڪير بہ عبادت نہ ڪري.

سليمان وڌيڪ بيان ڪيو تہ مون امام جعفر صادق عليہ السلام کي عرض ڪيو تہ لڪل ۽ غائب حجتِ خدا کان ماڻهو ڪيئن ڀلائي حاصل ڪري سگهن ٿا. انهن فرمايو جيئن ڪڪرن ۾ لڪل سج فائدو پهچائيندو آهي.

## معراج جي رات جا ڏنو

11. اسماعيل بن عياش چيو تہ يحيٰ بن عبدالله پنهنجي پيءُ جي حوالي سان ٻڌايو تہ حضرت ابوهريره رضہ روايت بيان ڪئي تہ جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي معراج نصيب ٿيو ۽ پاڻ سڳورا زمين تي واپس تشريف ڪٺي آيا تہ هڪڙي عرصي کان پوءِ

حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ حاضر ٿيون ۽ عرض ڪيو تہ بابا سائين توهان منهنجي لاءِ اتي ڇا ڏٺو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "اي فاطمہ! توهان نيڪ عورتن مان سڀني مان بهتر آهيو ۽ جنت جي عورتن جون سردار آهيو." حضرت فاطمہ سلام الله عليها عرض ڪيو تہ علي (عليہ السلام) جي لاءِ ڇا ڏٺو تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ اهو جنت وارن مان آهي. پوءِ عرض ڪيائين تہ بابا سائين حسن ۽ حسين (عليهم السلام) جي لاءِ ڇا ڏٺو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اهي جنت جي جوانن جا سردار آهن.

ان کان پوءِ مولا علي عليہ السلام نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ آيا ۽ عرض ڪيو تہ اهو ڇا آهي جيڪو توهان منهنجي لاءِ اتي ڏٺو تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ مان، تون، حسن ۽ حسين عرش جي هيٺان موتين جي هڪڙي قبي ۾ هونداسين جنهن جو بنياد الله جي رحمت سان رکيل آهي ۽ پٺيون الله جي نور سان ٺهيل آهن ۽ قبو الله جي عرش جي هيٺان آهي، اي علي! جيئن هن وقت مان ۽ تون گڏ آهيون اتي بہ گڏ هونداسين. تنهنجي ۽ الله جي وچ ۾ اهو لاڳاپو آهي تہ تون هڪ هلڪو آواز ٻڌندين، ماٿهو پگهر ۾ شل ٿيل هوندا ۽ تنهجي مٿي تي نور جو هڪڙو تاج هوندو جنهن مان محشر وارن کي روشني ملندي، تون ٻن بهشتي جُبن ڳاڙهو ۽ گلابي، ۾ ناز سان هلندين. خلقتُ وَخُلِقتُم من طِينت وَاحدة. يعني، مان ۽ تون هڪڙي جوهر يعني مٽي مان آهيون.

## پنجتن پاڪ حظيرة القدس ۾

12. زيد بن اسلم پنهنجي پيءِ جي حوالي سان حضرت عمر رضي الله عنہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "اَنا وَعلي وفاطمة والحَسن والحُسين في حظيرة القدس في قبة بيضاء و سقفها عرش الرحمان" يعني، مان، علي، فاطمہ، حسن ۽ حسين حظيرت القدس ۾ هڪڙي سفيد قبي ۾ هونداسين جنهن جي ڇت رحمان جو عرش هوندو.

## منهنجو هٿ ۽ علي جو هٿ عدل ۾ برابر آهي

13. حُبشي بن جناده روايت ڪئي آهي تہ مان حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ وٽ ويٺو هيس تہ ان چيو تہ جنهن سان بہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪجهہ ڏيڻ وٺڻ جو واعدو ڪيو هجي تہ اهو اٿي بيهي. پوءِ هڪڙو شخص اٿيو ۽ چيو تہ اي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا خليفا، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون سان ڪتل جون ٽي لپون ڏيڻ جو واعدو ڪيو هو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ چيو تہ هن کي علي (عليہ السلام) وٽ وٺي هلو. حضرت ابوبڪر رضہ چيو تہ اي ابوالحسن! هي شخص چوي ٿو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هن سان ٽي لپون ڪتل ڏيڻ جو واعدو ڪيو هو سو هن کي ڪتل ڏيو. مولاءِ ڪائنات عليہ السلام ان شخص کي ٽي لپون پري ڏنيون. حضرت ابوبڪر رضہ چيو تہ انهن کي ڳڻ. ان شخص ڪتل جون ڳڻيون ڳڻيون تہ هر لپ ۾ سٺ ڳڙيون هيون، ڪنهن ۾ بہ ہي لپ کان گهٽ وڌ ڪونہ هيون. حضرت ابوبڪر رضہ چيو تہ الله جي رسول سچ فرمايو جڏهن اسان هجرت وقت غار ثور مان نڪري مديني وڃڻ جو ارادو ڪيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي فرمايو "ڪفي و ڪف علي في العدل سواء" يعني، منهنجو هٿ ۽ علي جو هٿ عدل ۾ برابر آهن.

## اي علي! مان ۽ تون هڪڙي وڻ مان آهيون

14. ابو زبيرالمڪي جو بيان آهي تہ جابر بن عبدالله رضہ روايت ڪئي تہ اسان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان عرفات جي ميدان ۾ گڏ هياسين، پاڻ سڳورن علي عليہ السلام ۾ مون ڏانهن اشارو ڪيو تہ اسان آياسين تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اي علي، منهنجي ويجهو اچ تہ علي عليہ السلام پاڻ سڳورن جي ويجهو ٿيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ پنهنجو هٿ منهنجي هٿ ۾ ڏي اي علي! مان ۽ تون هڪڙي وڻ مان آهيون، مان ان جي پاڙ آهيان ۽ تون ان جو ٿڙ آهين ۽ حسن ۽ حسين ان وڻ جون ٽاريون آهن، جنهن

انهن کي پکڙيو الله تعاليٰ ان کي جنت ۾ داخل ڪندو. اي علي! جيڪڏهن منهنجي امت جا ماڻهو ايترا روزا رکن جو انهن جا جسم ڪُبڙا ٿي وڃن ۽ ايتريون نمازون پڙهن جو اهي فرشتہ صفت ۽ خدا کي پهتل ڀانها ٿي وڃن، پر جيڪڏهن توسان بغض رکن تہ الله تعاليٰ انهن کي اونڌي منهن جهنم ۾ وجهندو.

15. حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾فرمائيندي ٻڌو آهي "الناس من شجر شي و انت و انا من شجرة واحدة" يعني، ماڻهو مختلف وڻن مان آهن پر تون ۽ مان هڪڙي وڻ مان آهيون.

ان کان پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هي آيت پڙهي "وَ فِي الْاَرْضِ قِطَعٌ مُّتَجٰوِرٰتٌ وَّجَنّٰتٌ مِّنْ اَعْنَابٍ وَّزَرْعٌ وَّنَخِيْلٌ صِنْوَانٌ وَّغَيْرُ صِنْوَانٍ يُّسْقٰى بِمَآءٍ وَّاحِدٍ" (رعد: 4) معنيٰ: ۽ زمين ۾ مختلف قسم جا لڳولڳ ٽڪرا آهن ۽ انگورن جا باغ آهن ۽ پوکون ۽ کجيون آهن، ڪي جهڳٽا تہ ڪي ٽُڙ وارا آهن، سمورن کي هڪڙوئي پاڻي پياريو ويندو آهي.

## اهلبيت جي امامن سڳورن جي پيروي

16. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ جيڪو هن ڳالهہ کان خوش هجي تہ ان جي زندگي منهنجي وانگر هجي ۽ ان جو موت منهنجي موت وانگر هجي ۽ عدن (بهشت) جي باغن ۾ رهائش هجيس جنهن کي منهنجي پالڻهار پاڻ پوکيو آهي تہ اهو مون کان پوءِ علي (عليہ السلام)کي دوست رکي ۽ مون کان پوءِ اهلبيت جي امامن جي پيروي ڪري، ڇوتہ اهي منهنجي عترت آهن، انهن کي منهنجي جز مان خلقيو ويو آهي ۽ انهن کي منهنجو عِلم ۽ منهنجو فهم عطا ٿيو آهي. منهنجي امت مان جيڪو شخص انهن جي فضيلت کي ڪوڙو ڄڻي انڪار ڪري ۽ انهن سان منهنجي رشتيداري کي ڇنندو تہ ان جي لاءِ هلاڪت آهي، الله تعاليٰ ان کي منهنجي شفاعت نصيب نہ ڪندو.

## جيڪڏهن جنت ۾ رهائش گهرو ٿا علي سان محبت ڪريو

17. حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ جيڪو پسند ڪري ٿو تہ ان جي زندگي منهنجي زندگي وانگر هجي، ان جو موت منهنجي موت وانگر هجي ۽ سدائين ان جنت ۾ رهي جنهن جو منهنجي پالڻهار مون سان واعدو ڪيو آهي ۽ بيشڪ منهنجي پالڻهار پاڻ ان ۾ باغ لڳايا آهن، تہ اهو علي بن ابو طالب (عليہ السلام) سان محبت ڪري، اهو توهان کي هدايت کان پوءِ ڪڏهن بہ گمراهي ۾ داخل نہ ڪندو.

## حسين (عليہ السلام) جي اولاد مان 9 امام ٿيندا

18. حضرت علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام پنهنجي ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "جيڪو شخص مون کان پوءِ گهري ٿو تہ منهنجي دين سان چنبڙيل رهي ۽ چوٽڪاري واري ٻيڙي ۾ سوار ٿئي تہ ان کي گهرجي تہ اهو علي بن ابوطالب (عليہ السلام) جي پيروي ڪري ۽ ان جي دشمنن سان دشمني رکي ۽ ان جي دوست سان دوستي رکي، انهيءَ ڪري جو اهو منهنجي حياتي ۾ ۽ منهنجي وفات کان پوءِ منهنجي امت تي منهنجو خليفو ۽ منهنجو وصي آهي ۽ اهو مون کان پوءِ سيني مسلمانن جو امام ۽ هر مومن جو امير آهي. ان جو قول منهنجو قول آهي، ان جو حڪم منهنجو حڪم، ان جو انڪار منهنجو انڪار ان جي تابعداري منهنجي تابعداري، ان جي مدد منهن جي مدد ۽ ان جي دشمني منهنجي دشمني آهي."

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن فرمايو "جيڪو مون کان پوءِ علي (عليہ السلام) کان جدا ٿيو تہ قيامت جي ڏينهن اهو مون کي نہ ڏسندو ۽ مان ان کي ڪونہ ڏسندس ۽ جنهن علي (عليہ السلام) جي مخالفت ڪئي ان تي الله تعاليٰ جنت حرام ڪري ڇڏي آهي ۽ ان جو ٺڪاڻو جهنم ٺاهي ڇڏيو آهي. جيڪو علي (عليہ السلام) کان الڳ ٿيو تہ قيامت جي ڏينهن الله ان کي الڳ ڪري ڇڏيندو ۽ جنهن علي (عليہ السلام) جي مدد

ڪئي تہ الله قيامت جي ڏينهن ان جي مدد ڪندو ۽ سوال ۽ جواب جي وقت ان جي پاڻ رهنمائي ڪندو.“

ان ڪان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ”حَسن ۽ حُسين پنهنجي بابي ڪان پوءِ منهنجي امت جا امام آهن ۽ جنت جي نوجوانن جا سردار آهن ۽ انهن جي امڙ جهانن جي عورتن جي سردار آهي ۽ انهن جو بابو وصين جو سردار آهي ۽ حُسين (عليہ السلام) جي اولاد مان نَوَ امام آهن ۽ نائون انهن ۾ قائم آهي، انهن جي اطاعت منهنجي اطاعت آهي ۽ انهن جي نافرماني منهنجي نافرماني آهي، انهن جي فضل ۽ شرف جو انڪار ڪرڻ وارن جي ۽ مون ڪان پوءِ انهن جي حُرمت کي ضايع ڪرڻ وارن جي شڪايت مان الله جي بارگاهہ ۾ ڪندس ۽ منهنجي امت جي امامن ۽ منهنجي عترت جي مدد ۽ حمايت ڪان انڪار ڪرڻ وارن جي لاءِ ۽ منهنجي عترت جي حق جو انڪار ڪرڻ وارن لاءِ الله جو انتقام ڪافي آهي.“ وَسَيَعْلَمُ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْٓا اَىَّ مُنْقَلَبٍ يَّنْقَلِبُوْنَ (٢٢٧) (شعراء:227)

## مون ڪان پوءِ علي هر مومن جو ولي آهي

19. عمران بن حصين ڪان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو ”علي مني وانا منه وهو ولي ڪل مومن بعدي“ يعني، علي مون مان آهي ۽ مان ان مان آهيان ۽ علي (عليہ السلام) مون ڪان پوءِ هر مومن جو ولي آهي.

## تون مون مان آهين ۽ مان تومان آهيان

20. حضرت علي ڪرم الله وجہ ڪان روايت آهي تہ مان، جعفر بن ابو طالب ۽ زيد بن حارث رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿياسين تہ پاڻ سڳورن زيد کي ارشاد فرمايو تہ تون اسان جو ڀاءُ ۽ مولي آهين تہ زيد شرم مان ڪنڌجهڪايو. ان ڪان پوءِ جعفر کي ارشاد فرمايو تہ منهنجي خَلق ۽ خُلق ۾ سيني ڪان وڌيڪ مشابهہ آهين تہ ان کي زيد ڪان بہ وڌيڪ بيخودي جي ڪيفيت محسوس ٿي. ان ڪان پوءِ مونکي فرمايائون تہ تون مون مان آهين ۽ مان تومان آهيان تہ مون کي جعفر جي بيخودي ڪان بہ وڌيڪ پنهنجو پاڻ تي قابو نہ رهيو.

## علي منهنجو قرض ادا ڪندو

21. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "علي منهنجو قرض ادا ڪندو ۽ منهنجي واعدي کي پورو ڪندو ۽ علي مون کان پوءِ منهنجي اهلبيت مان سڀني کان بهتر آهي."

## علي کان سواءِ منهنجو قرض ڪير بہ نٿو لاهي سگهي

22. حُبشي بن جناده کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو "علي مني وانا منه لا يقضي ديني الا انا او علي" يعني، علي مون مان آهي ۽ مان علي مان آهيان منهنجو قرض مون کان يا علي کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نٿو لاهي سگهي.

23. حُبشي بن جناده کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندو ٻڌو "علي مني وانا منه ولا يؤدي عني الا علي" يعني علي مون مان آهي ۽ مان ان مان آهيان، منهنجو قرض علي کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نٿو لاهي سگهي.

## نبي ڪريم ﷺ پنهنجي هٿ سان علي عليہ السلام کي ڪيلو کارايو

24. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ ڪجهہ ڪيلا هديي طور آيا. پاڻ سڳورن ڪيلي جي کل لاهي پنهنجي هٿ سان منهنجي وات ۾ وڌو. هڪڙي شخص عرض ڪيو يارسول الله! ڇا توهان علي سان محبت ڪيو ٿا تہ پاڻ سڳورن فرمايو ڇا توکي خبر ڪونهي تہ بيشڪ علي مون مان آهي ۽ مان علي مان آهيان.

## مون کي حڪم آهي تہ پاڻ پهچايان يا اهو جيڪو مون مان آهي

25. حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي سورت برات (سورت توبه) ڏئي مڪي وارن ڏانهن موڪليو تہ هن سال کان پوءِ ڪوبہ مشرڪ حج نہ ڪندو ۽

نہ ڪير اگھاڙو ٿي بيت الله جو طواف ڪندو ۽ مسلمانن کان سواءِ ڪير بہ جنت ۾ داخل ڪونہ ٿيندو ۽ رسول الله سان جنهن جو بہ ڪو معاهدو ٿيل هوندو تہ مقرر ڪيل مدت تائين قائم رهندو ۽ الله ۽ ان جو رسول مشرڪن کان بيزار آهن.

حضرت ابوبڪر رضہ اهو پيغام کڻي روانو ٿيو ۽ ٽي ڏينهن پنڌ ڪيائين تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي (عليہ السلام) کي فرمايو تون تڪڙو وڃي ابوبڪر کي پهچ ۽ ان کي مون ڏانهن واپس موڪل ۽ اهو پيغام تون پاڻ وڃي پهچاءِ. جڏهن ابوبڪر رضہ واپس رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ اچي پهتو تہ روئي ڏنائين ۽ عرض ڪيائين تہ يارسول الله! ڇا مون کان ڪا اهڙي ڳالهہ ٿي آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ تو ۾ ڀلائي کان سواءِ ڪا بہ اهڙي ڳالهہ ڪونهي پر مون کي الله جو حڪم ٿيو آهي تہ ان حڪم کي يا تون پاڻ پهچاءِ يا اهو مرد پهچائيندو جيڪو تومان هوندو.

## حديث من ڪنت مولاه فعلي مولاه

26. عبدالله بن محمد بن عقيل بيان ڪيو تہ مان حضرت جابر بن عبدالله رضہ جي گهر ۾ هيس ۽ اتي علي (زين العابدين) بن حسين عليهم السلام محمد بن حنفيہ ۽ ابو جعفر بہ اتي موجود هيا تہ اتي هڪ عراق جو شخص اندر آيو ۽ چيو تہ اي جابر! توکي الله جو قسم آهي تہ اسان کي اهو ٻڌاءِ جيڪو تو ڏٺو ۽ رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو. حضرت جابر رضہ چيو تہ اسان جحفہ ۾ غديرخم جي ماڳ تي هياسين تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم خيمي مان ٻاهر تشريف کڻي آيا. پاڻ سڳورن ٽي ڀيرا پنهنجي هٿ سان اشارو ڪيو ۽ علي (عليہ السلام) جو هٿ پڪڙي فرمايو ”من ڪنت مولاه فعلي مولاه“ يعني، جنهن جو مان مولا آهيان ان جو علي مولا آهي.

## حضرت عمر رضہ طرفان مبارڪ ڏيڻ

27. حضرت براء بن عازب رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ اسان حجتہ الوداع ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ هياسين.

اسان جڏهن غدير خم جي ماڳ تي پهتاسين تہ پڙهو ڏيڻ واري نماز باجماعت جو اعلان ڪيو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ ٻن وڻن جي هيٺان ٻهاري ڏئي زمين کي صاف ڪيو ويو. پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي (عليہ السلام) جو هٿ پڪڙي فرمايو "الست اوليٰ بالمومنين من انفسهم" يعني، ڇا مان مومنن جي جان تي والي ڪونہ آهيان. سڀني چيو هائو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "او لست اوليٰ بڪل مومن من نفسه" يعني، ڇا مان هر مومن جي جان تي اوليٰ نہ آهيان، سڀني چيو هائو. پاڻ سڳورن فرمايو "او ليس ازواجي امهاتڪم" يعني، ڇا منهنجون گهرواريون توهان جون مائرون نہ آهن، سڀني چيو هائو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو تہ پوءِ هي يعني علي (عليہ السلام) هر ان شخص جو مولا آهي جنهن جو مان مولا آهيان. اي الله! ان کي دوست رک جيڪو علي کي دوست رکي ۽ ان کي دشمن رک جيڪو علي سان دشمني رکي.

ان کان پوءِ حضرت عمر رضي الله عنہ مولا علي عليہ السلام سان ملاقات ڪئي ۽ چيو "هنيئالڪ يا ابن ابي طالب اصبحت وامسيت موليٰ ڪل مومن و مومنة" يعني، اي ابوطالب جا پٽ! توهان کي مبارڪ هجي، صبح بہ ۽ شام بہ يعني هميشہ جي لاءِ هر مومن ۽ مومنياڻي جا مولا ٿي ويا.

## غدير خم وٽ حضرت حسان رضہ جا شعر

28. حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم غديرخم جي ماڳ تي ماڻهن کي حضرت علي عليہ السلام ڏانهن سڏيو ۽ حڪم ڏنو تہ وڻ جي هيٺان زمين تان ڪنڊا هٽائي صاف ڪيو اهو خميس جو ڏينهن هو پوءِ ماڻهن کي حضرت علي عليہ السلام ڏانهن سڏ ڪيو ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام جو هٿ پڪڙي مٿي ڪيو ايتري تائين جو ماڻهن پاڻ سڳورن جي بغل جي اڇاڻ ڏٺي، ماڻهو اڃا ڇڙوڇڙ ڪونہ ٿيا هيا تہ هي آيت نازل ٿي "اَلۡيَوۡمَ اَكۡمَلۡتُ لَكُمۡ دِيۡنَكُمۡ وَاَتۡمَمۡتُ عَلَيۡكُمۡ نِعۡمَتِىۡ وَرَضِيۡتُ لَكُمُ الۡاِسۡلَامَ دِيۡنًا" (المائده: 3) معنيٰ: اڄ مون توهان جي لاءِ توهان

جو دين مڪمل ڪري ڇڏيو ۽ توهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪئي ۽ توهان جي لاءِ اسلام ئي دين پسند ڪيو. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم دين جي تڪميل ۽ نعمت جي پورائي تي الله اڪبر چيو. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ الله تعاليٰ منهنجي رسالت ۽ علي جي ولايت تي راضي ٿيو.

ان کان پوءِ دعا ڪيائون "اللّهم وال من والاه و عاد من عاداه وانصر من نصره واخذل من خذله" يعني، اي الله! ان سان دوستي رک جيڪو هن (علي) سان دوستي رکي ۽ ان سان دشمني رک جيڪو هن سان دشمني رکي ۽ ان جي مدد ڪر جيڪو هن جي مدد ڪري ۽ ان کي ڇڏي ڏي جيڪو هن کي ڇڏي وڃي.

حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ يارسول الله! جيڪڏهن توهان جي اجازت هجي تہ هن موقعي تي شعر چوان. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ تون الله جي برڪت سان چئو. حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنہ چيو تہ اي قريشن جا بزرگو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شاهدي ٻڌو. ان کان پوءِ چيائين:

يناديهم يوم الغدير نبيهم
بخم واسمع بالرسول مناديا

باني مولاڪم نعم و وليڪم
فقالو ولم يبدو هناڪ التماميا

الاهڪ مولانا و انت ولينا
ولاتجدن في الخلق الامر عاصيا

هناڪ دعا اللّهم وال وليه
وعن للذي عادي عليا معاديا

فقال له: قم يا علي فاني
رضيتڪ من بعدي اماما و هاديا

(غدير واري ڏينهن مسلمانن کي نبي عليہ صلوات وتسليم خم جي ماڳ تي پڪاري رهيا هيا ۽ مان پاڻ حضور صلي الله وآلہ وسلم جو سڏ ٻڌي رهيو هيس جو چئي رهيا هيا تہ مان توهان جو موليٰ ۽ ولي آهيان ۽ اتي ڪنهن بہ ڪا دشمني ظاهر نہ ڪئي ۽ سيني چيو تہ توهان جو الله اسان جو موليٰ آهي ۽ توهان اسان جا ولي آهيو ۽ توهان ان ڳالهہ ۾ اسان کي نافرمان نہ ڏسندا. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اي علي! اٿ، مون پاڻ کان پوءِ توکي امام ۽ هادي بنائڻ پسند ڪيو.)

## مان علي بن ابو طالب جو غلام آهيان

29. يزيد بن عمر بن مورق ٻڌايو تہ مان شام ۾ هيس ۽ عمر بن عبدالعزيز ماڻهن کي خيرات ڏئي رهيو هو. مان ان طرف وڌيس تہ ان مونکي چيو تہ تون ڪير آهين؟ مون جواب ڏنو تہ مان قريشن مان آهيان. ان چيو تہ قريشن جي ڪهڙي قبيلي مان آهين. مون چيو تہ مان بنوهاشم مان آهيان. ان چيو تہ بنوهاشم جي ڪهڙي خاندان مان. مان ماٺ رهيس. ان وري پڇيو تہ بنوهاشم جي ڪهڙي خاندان مان. پوءِ مانِ مولا علي چئي ماٺ تي ويس. ان پنهنجو هٿ پنهنجي سيني تي رکيو ۽ چيو الله جو قسم! مان علي بن ابو طالب جو غلام آهيان.

وري چيائين گهڻن ئي ماڻهن کان ٻڌو آهي جن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو تہ جنهن جو مان مولا آهيان ان جو علي (عليہ السلام) مولا آهي.

ان کان پوءِ ان منشي کان پڇيو تہ هن جي ماڻهن کي ڪيترا درهم ڏنا اٿئي تہ ان ٻڌايو تہ سو بہ سو درهم. ان چيو تہ هن کي علي (عليہ السلام) جي ولايت جي ڪري پنجاھ دينار وڌيڪ ڏي، پوءِ چيائين تہ تون پنهنجي ڳوٺ موٽي وڃ. توکي پنهنجو حصو تنهنجي خاندان جي ٻين ماڻهن وانگر اتي ملندو رهندو.

## غدير خم واري ڏينهن رسول الله ﷺ جي دعا

30. حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام کان روايت آهي تہ غدير خم واري ڏينهن رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "اي الله! ان جي سهائتا ڪر جيڪو علي جي سهائتا ڪري، ان تي رحم ڪر

جيڪو علي تي رحم ڪري، ۽ ان جي مدد ڪر جيڪو علي جي مدد ڪري ۽ ان سان دشمني رک جيڪو علي سان دشمني رکي.“

## رسول الله ﷺ جي اصحابن جي شاهدي

31. سعيد بن ذي حدان ۽ عمرو ذي مره ٻنهي کان روايت آهي تہ حضرت علي عليہ السلام رسول الله صلي الله وآلہ وسلم جي اصحابن کي الله جو قسم ڏئي فرمايو تہ توهان مان ڪير آهي جنهن غديرخم واري ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو خطبو ٻڌو تہ ٻارنهن ماڻهو اٿي بيٺا، ڇهہ سعيد واري پاسي کان ۽ ڇهہ عمرو واري پاسي کان ۽ انهن شاهدي ڏني تہ انهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو ”اي الله! ان سان دوستي رک جيڪو علي سان دوستي ڪري ۽ ان کي دشمن رک جيڪو علي سان دشمني رکي ۽ ان جي مدد ڪر جيڪو علي جي مدد ڪري ۽ ان سان محبت ڪر جيڪو علي سان محبت ڪري ۽ ان سان بغض رک جيڪو علي سان بغض رکي.“

## حضرت ابوذر رضہ جي ڪعبي ۾ تبليغ

32. ڪديرت الهجري کان روايت آهي تہ حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ ڪعبي جي پٽ کي ٽيڪ لڳايون ويٺو هو ۽ چيائين تہ اي ٻائرو! هيڏانهن اچو تہ مان توهان کي توهان جي نبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حديث ٻڌايان. مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي علي عليہ السلام جي باري ۾ ٽي ڳالهيون فرمائيندي ٻڌو. جيڪڏهن مون کي انهن مان هڪڙي بہ ملي وڃي تہ مون کي اها دنيا ۾ جيڪو ڪجهہ آهي ان کان گهڻو وڌيڪ آهي، رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ”اي الله! جيڪو علي جي سهائتا ڪري تون ان جي سهائتا ڪر، اي الله! ان جي مدد ڪر جيڪو علي جي مدد ڪري، بيشڪ اهو تنهنجو ٻانهو ۽ تنهنجي رسول جو ڀاءُ آهي.“

## ٻارنهن ماڻهو اٿي بيٺا

33. سماڪ بن عبيد بن وليد عنسي کان روايت آهي تہ مان عبد الرحمان بن ابو ليليٰ وٽ ويس تہ ان مون کي ٻڌايو تہ اهو رحبہ جي ماڳ

تي حضرت علي عليہ السلام سان گڏ موجود هو تہ حضرت علي عليہ السلام الله جو قسم ڏئي ماڻهن کي چيو تہ جيڪي غديرخم جي جاءِ تي موجود هيا ۽ جن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو اهي اٿي بيهن.

عبدالرحمان ٻڌايو تہ ٻارنهن ماڻهو اٿي بيٺا ۽ انهن چيو تہ اسان ڏٺو ۽ ٻڌو جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم توهان (علي) جو هٿ پڪڙيو ۽ فرمايو "اللّهم وال من والاه و عاد من عاداه وانصر من نصره واخذل من خذله" يعني، اي الله! جيڪو هن (علي) سان محبت ڪري ان سان محبت ڪر ۽ جيڪو هن سان دشمني ڪري ان سان دشمني رک، ان جي مدد ڪر جيڪو هن جي مدد ڪري، ان کي ڇڏي ڏي جيڪو هن کي ڇڏي وڃي.

## اي الله تون شاهدرهجان

34. حضرت سعد رضہ کان روايت آهي تہ اسان مڪي کان واپسي تي رستي ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ هياسين، جڏهن غديرخم جي ماڳ تي پهتاسين تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ماڻهن کي روڪڻ جو حڪم فرمايو جيڪي اڳتي نڪري ويا هيا انهن کي پوئتي موٽايو ۽ جيڪي پوئتي رهجي ويا هيا انهن جو انتظار ڪيو جڏهن سڀ ماڻهو گڏ تي ويا تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "اي يائرو! ڇا مون توهان تائين دين پهچائي ڇڏيو." سڀني عرض ڪيو تہ هائو. فرمايائون "اي الله! تون ان ڳالهہ جو شاهد رهجانءِ" پاڻ سڳورن ائين ٽي دفعا فرمايو.

پوءِ فرمايائون "اي يائرو! توهان جو ولي ڪير آهي؟" سڀني عرض ڪيو "الله ۽ ان جو رسول." حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اها ڳالهہ ٽي ڀيرا چئي ۽ ماڻهن بہ هر ڀيري ساڳيو جواب ڏنو. ان کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام جو هٿ پڪڙي بيٺا ۽ فرمايائون "من ڪان الله و رسوله وليه فان هاذا وليه اللّهم وال من والاه و عاد من عاداه" يعني، جنهن جو الله ۽ ان جو رسول ولي آهن ان جو هي علي بہ ولي آهي، اي الله! ان سان دوستي رک جيڪو هن سان دوستي رکي ۽ ان سان دشمني رک جيڪو هن سان دشمني رکي.

## پٽڪو مسلمانن ۽ مشرڪن جي وچ ۾ فرق ڪري ٿو

35. حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ بيشڪ الله تعاليٰ عزوجل بدر ۽ حُنين ۾ پٽڪو ٻڌل ملائڪن سان منهنجي مدد ڪئي ، "والعمامة هي الحاجز بين المسلمين والمشركين" يعني، اهو پٽڪو مسلمانن ۽ مشرڪن ۾ فرق ڪري ٿو.

## نبي ڪريم ﷺ علي عليہ السلام جي مٿي تي پٽڪو ٻڌو

36. حضرت امام جعفرصادق عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ بيشڪ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي بن ابو طالب عليہ السلام جي مٿي تي پٽڪو ٻڌو ۽ ان جو هڪڙو طرو اڳيان ۽ پيو طرو پٺيان لٽڪايو. پوءِ فرمايائون، هڪڙي کي اڳيان ۽ ٻئي کي پٺيان لڙڪائي ڇڏ. حضرت علي عليہ السلام هڪڙي کي اڳيان ۽ ٻئي کي پٺيان لڙڪايو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو انهي انداز ۾ مون وٽ ملائڪ حاضر ٿيندا آهن.

37. حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام فرمايو تہ غديرخم جي ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم منهنجي مٿي تي پٽڪو ٻڌو ان جو هڪڙو پلو منهنجي ڪِچي ۾ لڙڪايو ۽ فرمايو "ان الله ايدني يوم بدر و حنين بملائكة معتمين بهاذه العمامة" يعني، بيشڪ الله تعاليٰ بدر ۽ حنين وارن ڏينهن تي پٽڪو ٻڌل ملائڪن سان منهنجي مدد ڪئي.

## ارڙهن ذولحج جي روزي جو ثواب

38. حضرت ابوهريره رضي الله عنہ بيان ڪيو تہ جنهن 18 ذوالحج جو روزو رکيو "كتب الله له صيام ستين سنة" يعني، الله تعاليٰ ان کي سٺ سالن جي روزن جو ثواب عطا ڪندو. اهو غديرخم وارو ڏينهن آهي جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام جوهٿ پڪڙيو ۽ فرمايو "من كنت مولاه فعلي مولاه اللّهم وال من والاه و عاد من عاداه وانصر من نصره" يعني، جنهن جو مان موليٰ

آهيان ان جو علي بہ موليٰ آهي، اي الله! ان کي دوست رک جيڪو هن کي دوست رکي ۽ ان کي دشمن رک جيڪو هن کي دشمن رکي ۽ ان جي مدد ڪر جيڪو هن جي مدد ڪري.

حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنہ مولا علي عليہ السلام کي چيو "بخ بخ لڪ يابن ابي طالب اصبحت مولائي و موليٰ ڪل مسلم" يعني، اي ابوطالب جا پٽ! توهان کي مبارڪ هجي جو توهان منهنجا بہ مولا آهيو ۽ هر مسلمان جا مولا آهيو.

## علي توهان جو وڏو آهي ان جي تابعداري ڪيو

39. حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ کان حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ سوال ڪيو ويو تہ ان ٻڌايو تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اهو فرمائيندي ٻڌو تہ پاڻ سڳورن فرمايو توهان تي فرض آهي تہ علي (عليہ السلام) جو دامن پڪڙي رکو بيشڪ علي توهان جو مولا آهي، ان سان محبت ڪريو اهو توهان جو وڏو آهي، ان جي تابعداري ڪيو جو اهو توهان مان عالم آهي، ان جو احترام ڪيو اهو توهان کي جنت ڏانهن وٺي وڃڻ وارو آهي، ان جي عزت ڪيو اهو جڏهن توهان کي سڏي تہ جواب ڏيو جڏهن توهان کي حڪم ڏئي تہ ان جي اطاعت ڪيو، ان جي محبت مون سان محبت ڪرڻ آهي، ان جو احترام منهنجو احترام آهي، مان جيڪو توهان کي علي جي باري ۾ چوان ٿو اهو منهنجي پالڻهار جو مون کي حڪم آهي.

## واحدي رحمت الله عليہ جو قول

40. امام علي بن احمد واحدي حديث "من ڪنت مولاه فعلي مولاه" کي بيان ڪرڻ کان پوءِ چيو تہ هي ولايت جيڪا نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زباني مولاءِ ڪائنات حضرت علي ڪرم الله وجہ جي لاءِ ثابت آهي ان جي قيامت ڏينهن پڇا ٿيندي.

## علي عليہ السلام جي ولايت جو سوال

41. حضرت ابو سعيد رضي الله تعاليٰ عنہ جي هن آيت "وَقِفُوْهُمْ اِنَّهُمْ مَّسْـُٔوْلُوْنَ(٢٤)" (صافات :24) معنيٰ: ۽ کين بيهارجو تہ انهن کان پڇا

ٽيندي (٢٤)، جي باري ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد ٻڌايو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "عن ولايت علي بن ابي طالب" يعني اهو علي بن ابو طالب جي ولايت جو سوال ٽيندو.

## پاڻ ۾ ٻڌي (موالات) دين جي اصولن مان آهي.

42. امام واحدي رحمت الله عليہ چيو تہ حضرت علي عليہ السلام روايت ڪئي آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ پاڻ ۾ ٻڌي دين جي اصول مان آهي.

## اسلام جا اصول ٽي آهن

43. حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ اسلام جا اصول ٽي آهن. انهن مان ڪوبہ هڪ ٻئي کان سواءِ نفعو نٿو ڏئي ۽ اهي آهن:

(1)نماز (2) زڪوات (3) پاڻ ۾ ٻڌي (موالات)

## اهو شخص مسلمان ڪونهي جنهن جي دل ۾ علي عليہ السلام جي محبت نہ هجي

44. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما ٻڌايو تہ الله تعاليٰ جو هي قول "اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ سَيَجْعَلُ لَهُمُ الرَّحْمٰنُ وُدًّا (٩٦)" (مريم: 96) معنيٰ: بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون تہ سگهو الله انهن لاءِ محبت پيدا ڪندو (٩٦). نزلت في علي بن ابي طالب" يعني، هي آيت حضرت علي ڪرم الله وجہ جي شان ۾ نازل ٿي. "مَا مِن مسلم الا ولعلي عليہ السلام في قلبه محبة" يعني، اهو شخص مسلمان ڪونهي جنهن جي دل ۾ علي عليہ السلام جي محبت نہ هجي.

45. حضرت براءِ رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اي علي! دعا ڪيو "اللّٰهم اجعل لي عندڪ عهدا واجعل لي في صدور المومنين مودت" يعني، اي الله! جيڪو تنهنجي بارگاهہ ۾ منهنجي لاءِ واعدو آهي ان کي پورو ڪر۽ مومنن جي دل ۾ منهنجي محبت وجهہ. پوءِ الله تعاليٰ هي آيت نازل فرمائي "اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ سَيَجْعَلُ لَهُمُ الرَّحْمٰنُ وُدًّا (٩٦)" (مريم: 96) پاڻ سڳورن فرمايو تہ هي آيت علي بن ابو طالب جي باري ۾ نازل ٿي آهي.

## رسولن کي نبي ڪريم ﷺ ۽ علي عليہ السلام جي ولايت تي مبعوث ڪيو ويو

46. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي عبدالله! مون ڏانهن هڪڙو ملائڪ آيو ان چيو تہ اي محمد! توهان اسان کان پڇو تہ الله تعاليٰ توهان کان اڳ ۾ رسولن کي ڪهڙي شرط تي مبعوث فرمايو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو علي ما بعثوا يعني، ڪهڙي شرط تي مبعوث فرمايو. ملائڪ چيو " عليٰ ولايتڪ و ولاية علي بن ابي طالب" يعني، توهان جي ولايت ۽ علي عليہ السلام جي ولايت تي مبعوث فرمايو.

## علي عليہ السلام جي ولايت جي منڪر جي سزا

47. سفيان بن عينيہ کان هڪڙي شخص الله تعاليٰ جي هن فرمان "سَأَلَ سَآئِلٌۢ بِعَذَابٍ وَّاقِعٍ (١)" (معارج:1) معنيٰ: هڪ سوال ڪندڙ پوندڙ عذاب جو سوال ڪيو (١). جي باري ۾ پڇيو تہ اها آيت ڪنهن جي لاءِ نازل ٿي تہ ان جواب ڏنو تہ توهان مون کان هڪڙو اهڙو مسئلو پڇيو آهي جيڪو توهان کان اڳ ۾ مون کان ڪنهن بہ نہ پڇيو آهي. مون کي امام جعفرصادق عليہ السلام پنهنجي ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪندي ٻڌايو تہ جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم غديرخم تي اعلان ڪرايو ۽ سڀ ماڻهو گڏ ٿي ويا تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي ڪرم الله وجہ جو هٿ پڪڙيو ۽ فرمايو "مَن ڪنت مولاه فعلي مولاه" يعني، جنهن جو مان مولي آهيان ان جو علي بہ مولي آهي، تہ اها ڳالهہ سيني شهرن ۾ پکڙجي وئي. جڏهن اها حديث حرث بن نعمان فهري تائين پهتي تہ اهو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ پنهنجي ڏاچي تي چڙهي آيو پنهنجي ڏاچي ويهاري لٿو ۽ چيائين، اي محمد! توهان الله جي باري ۾ اسان کي حڪم ڏنو تہ اسان شاهدي ڏيون تہ الله کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق ڪونهي ۽ توهان الله جا رسول آهيو اسان ان ڳالهہ کي قبول ڪيو پوءِ توهان اسان کي پنج وقت نماز پڙهڻ جو حڪم ڏنو تہ ان کي بہ قبول ڪيوسين، پوءِ توهان ان تي بہ

راضي ڪونہ ٿيا. ايستائين جو پنهنجي سوٽ جا ٻئي هٿ پڪڙي بلند ڪيا ۽ ان کي اسان مٿان فضيلت ڏني ۽ چيو تہ جنهن جو مان مولا آهيان ان جو علي بہ مولا آهي. ٻڌايو اها ڳالهہ توهان جي پنهنجي طرف کان آهي يا الله جي طرف کان آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مون کي ان الله جو قسم آهي جنهن کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق ڪونهي, بيشڪ اها ڳالهہ الله جي طرف کان آهي.

پوءِ حرث بن نعمان موٽيو ۽ پنهنجي سواري تائين وڃڻ ٿي گهرياتين ۽ هي چوندو ٿي ويو تہ اي الله! جيڪو ڪجهہ محمد چئي رهيو آهي اهو جيڪڏهن سچ آهي تہ اسان تي آسمان مان پٿر نازل ڪر يا ان کان بہ سخت عذاب ۾ وجهہ. اهو اجا پنهنجي سواري تائين ڪونہ پهتو هو تہ الله تعاليٰ جي قدرت سان آسمان مان هڪڙو پٿر ڪريو جيڪو ان جي کوپري تي اچي لڳو ۽ ان جي هيٺان کان نڪري ويو ۽ اهو ڍير ٿي ويو. پوءِ الله تعاليٰ اها آيت نازل فرمائي "سَاَلَ سَآئِلٌۢ بِعَذَابٍ وَّاقِعٍ(١) لِّلۡكٰفِرِيۡنَ لَيۡسَ لَهٗ دَافِعٌ(٢) (معارج: 1۽ 2) معنيٰ: هڪ سوال ڪندڙ پوندڙ عذاب جو سوال ڪيو (١) ڪافرن وارو. جنهن کي ڪوبہ ٽارڻ وارو نہ آهي (٢)

## علي (عليہ السلام) دنيا ۽ آخرت ۾ مددگار آهي

48. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پڇيو تہ توهان مان ڪير آهي جيڪو دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجو مددگار هجي. پاڻ سڳورن اتي موجود هر هڪ شخص کان هٿ پڪڙي پڇيو تہ ڇا تون دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجو مددگار ٿيندين تہ ان چيو ٿي, نہ. تان جو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان مجمعي جي آخري شخص وٽ پهتا تہ حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ مان دنيا ۽ آخرت ۾ توهان جو مددگار ٿيندس.

## دعوت ذوالعشيره

49. حضرت براءِ رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ جڏهن هي آيت "وَاَنۡذِرۡ عَشِيۡرَتَكَ الۡاَقۡرَبِيۡنَ (٢١٤)" (الشعراءِ:214) معنيٰ: ۽ اي محبوب!

پنهنجن ويجهن مائٽن کي خبردار ڪر (٢١٤). نازل ٿي تہ رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم بنوعبدالمطلب جي دعوت ڪئي ۽ ان ڏينهن اهي چاليهہ ماڻهو هيا. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي حڪم ڏنو تہ دعوت جي ڪاڏي ۾ ٻڪري جي هڪڙي ران تيار ڪراءِ. جڏهن تہ انهن چاليهہ ماڻهن مان هر هڪ شخص پوري ٻڪري جو گوشت ۽ کير جو پيالو پيئڻ جي قوت رکندڙ هو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ بسم الله پڙهي ماني کائڻ شروع ڪيو. قوم جي ڏهن ڏهن ماڻهن کاڌو مگر ران جو گوشت اجا بہ بچو پيو هو ۽ کير بہ پيالي ۾ بچي ويو. اهو ڏسي ابولهب پنهنجي قوم کي چيو تہ هن شخص توهان تي جادو ڪيو آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان پهرين ڏينهن ماٺ رهيا ۽ ڪجهہ بہ ڪونہ چيو. پوءِ ٻئي ڏينهن دعوت ڪئي وئي ۽ دعوت ۾ پهرين ڏينهن وانگر ٻڪري جي ران ۽ کير جو هڪڙو پيالو پيش ڪيو ويو. ماني کائڻ کان پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم قوم کي ڊيڄاريو ۽ ارشاد فرمايو تہ اي عبدالمطلب جي اولاد، مان الله جي طرف کان توهان ڏانهن نذير (ڊيڄاريندڙ) بڻجي آيو آهيان ۽ توهان جي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي جي لاءِ بشير يعني خوشبري ڏيڻ وارو ٿي آيو آهيان. جيڪو منهنجو ساٿ ڏيندو ۽ هن بار کي کڻندو تہ اهو منهنجو ولي، منهنجو وصي ۽ منهنجي اهلبيت ۾ منهنجو خليفو ۽ منهنجو قرض ادا ڪرڻ وارو هوندو. اهو ٻڌي سڀ ماڻهو ماٺ ٿي ويا. وري ٽئين ڏينهن سيني کي دعوت ڏني وئي، ٽئين ڏينهن بہ سڀ ماٺ رهيا تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ عرض ڪيو تہ مان ان دعوت کي قبول ڪريان ٿو ۽ مان توهان جو ساٿ ڏيندس. اهو ٻڌي سڀ ماڻهو اٿي پيا ۽ حضرت ابوطالب کي چوڻ لڳا، پنهنجي پٽ جي پيروي ڪر هن کي تنهنجو حاڪم مقرر ڪيو ويو آهي.

## لواءِ الحمد علي (عليہ السلام) جي هٿ ۾ هوندو

50. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن اسان ڇئن کان

علاوه ڪير بہ سواري تي نہ موندو. انصارن مان هڪڙو شخص حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيو تہ منهنجا ماءُ پيءُ توهان مٿان قربان، اهي ڪير آهن. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مان الله جي جانور براق تي سوار هوندس، منهنجو ڀاءُ صالح عليہ السلام الله جي ڏاچي عقرت تي سوار هوندو منهنجو چاچو حمزه رضہ منهنجي ڏاچي عضباءُ تي سوار هوندو ۽ منهنجو ڀاءُ علي (عليہ السلام) جنت جي سوارين مان هڪڙي سواري تي سوار هوندو ۽ ان جي هٿ ۾ لواءِ الحمد هوندو ۽ آواز ڏيندو لااله الاالله محمد رسول الله. ماڻهو ڏسي چوندا تہ هي ڪو مقرب ملائڪ يا نبي رسول يا عرش کي کڻڻ وارن ملائڪن مان آهي تہ عرش مان هڪڙو ملائڪ انهن کي جواب ڏيندو "ياايهالناس! ليس هاذا ملڪا مقربا ولا نبيا مرسلا ولا حامل عرش هاذا علي بن ابي طالب" يعني، اي انسانو! هي ڪو مقرب ملائڪ يا نبي رسول يا عرش کي کڻڻ وارن ملائڪن مان ڪونهي، هي علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي.

## معراج جي رات حضور ﷺ کي "سفرجل" پيش ڪيو ويو

51. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ جڏهن مون کي آسمان ڏانهن گهرايو ويو تہ جبرائيل عليہ السلام منهنجو هٿ پڪڙي مون کي جنت جي قالينن مان هڪڙي قالين تي ويهاريو ان کان پوءِ مون کي "سفر جل" ميوو ڏنو مان ان کي هيڏي هوڏي ڦيرائي رهيو هيس تہ اهو ڦاٽي پيو تہ ان مان هڪڙي حُور نڪتي. مون ان کان وڌيڪ حُسن ۽ جمال وارو ڪنهن کي بہ نہ ڏٺو آهي، ان چيو السلام عليڪ يا محمد! مون پڇيو تہ تون ڪير آهين. ان چيو تہ مان راضيہ مرضيہ آهيان. جبار مون کي ٽن شين مان خلق ڪيو آهي. منهنجو هيٺيون حصو مشڪ، وچون حصو ڪافور ۽ مٿيون حصو عنبر مان تخليق ڪيو. خالق مون کي جنت جي پاڻي سان ڳوهيو. پوءِ مون کي فرمايو "ٿي وڃ" تہ مان پيدا ٿي ويس. الله تعاليٰ خلقني لِاَخيڪ وابن عمڪ علي بن ابي طالب يعني، الله تعاليٰ مون کي توهان جي ڀاءُ ۽ سوٽ علي بن ابوطالب جي لاءِ پيدا ڪيو آهي.

## حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر طرفان سنگ گهرڻ

52. حضرت عبد الله بن بريد پنهنجي پيءُ جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ حضرت ابوبڪر ۽ عمر رضي الله عنهما نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاهہ ۾ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو سڱ گهرڻ لاءِ حاضر ٿيا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو انها صغيرة يعني، اها اڃا ننڍي آهي، فخطبها علي فزوجها منه يعني، پوءِ جڏهن حضرت علي عليہ السلام گهر ڪئي تہ پاڻ سڳورن حضرت فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جو نڪاح حضرت علي عليہ السلام سان ڪرايو.

## سيده ڪائنات جو نڪاح وحي الاهي جي ذريعي طئي ٿيو

53. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ ويٺو هيس تہ پاڻ سڳورن تي وحي نازل ٿي. جڏهن پاڻ سڳورا وحي جي حالت مان نڪتا تہ مون کي فرمايائون تہ اي انس! ڇا توکي خبر آهي تہ عرش جي مالڪ طرفان جبرائيل مون وٽ ڇو آيو. مون عرض ڪيو تہ منهنجا پيءُ ماءُ قربان توهان وٽ جبرائيل ڇو آيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ان الله امرني ان ازوج فاطمة من علي" يعني، الله مون کي حڪم ڏنو آهي تہ مان فاطمہ جو نڪاح علي سان ڪريان. تون وڃ، ابوبڪر، عمر، عثمان، طلحہ ۽ زبير ۽ ايترا ماڻهو انصارن مان مون وٽ سڏي اچ. حضرت انس رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مان اتان اٿيس ۽ سيني کي سڏي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ وٺي آيس. اهي سيئي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ويهي ويا.

رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "الحمد لله المحمود بنعمته، المعبود بقدرته، المطاع بسلطانه المرهوب اليه من عذابه، النافذ امره في ارضه وسمائه، الذي خلق الخلق بقدرته، وميزهم باحڪامه واعزهم بدينه، واڪرمهم بنبيهم محمد" يعني، سڀ تعريفون ان الله جي لاءِ آهن جيڪو پنهنجي نعمت جي ڪري محمود ۽ پنهنجي قدرت جي ڪري معبود آهي، ان جي اقتدار ۽ بادشاهت ۾ ان جي اطاعت ڪئي

ويندي آهي. ان جي عذاب کان خوف ٿيندو آهي، زمين ۽ آسمان ۾ ان جو حڪم هلي ٿو ان پنهنجي قدرت سان هڪڙي مخلوق کي پيدا ڪيو ۽ پنهنجي حڪمن سان انهن جي سڃاڻپ ڪرائي. پوءِ انهن کي پنهنجي دين جي ذريعي عزت بخشي ۽ انهن تي انهن جي نبي (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) جي ذريعي انعام ۽ اڪرام ڪيا.

حضور صلي الله عليہ وآلي وسلم فرمايو پوءِ الله تعاليٰ ساهراڻن نسبن سان ملايو ۽ ان کي فرض قرارڏنو ان جي ذريعي مائٽين کي قائم رکيو ۽ ان کي پنهنجي مخلوق جي لاءِ ضروري قرار ڏنو. پوءِ الله تعاليٰ فرمايو "هُوَ الَّذِىْ خَلَقَ مِنَ الْمَآءِ بَشَرًا فَجَعَلَهٗ نَسَبًا وَّ صِهْرًا وَكَانَ رَبُّكَ قَدِيْرًا (٥٤)" (فرقان:54) معنيٰ: اهو الله آهي جنهن پاڻي منجهان انسان کي پيدا ڪيو پوءِ ان کي پيڙهي ۽ ساهراڻن جي مائٽي وارو ڪيائين، ۽ تنهنجو پالڻهار وس وارو آهي (٥٤)، الله تعاليٰ جو حڪم ان جي قضا جو سبب ٿيندوآهي ۽ اها قضا قدر جو سبب ٿيندي آهي ۽ هر قضا جي لاءِ قدر جو هجڻ ضروري آهي ۽ هر قدر جي لاءِ هڪڙي مدت مقرر آهي ۽ هر مدت کي ڪتاب ۾ لکيو ويو "يَمْحُوْا اللهُ مَا يَشَآءُ وَيُثْبِتُ وَعِنْدَهٗٓ اُمُّ الْكِتٰبِ (٣٩)" (رعد:39) معنيٰ: الله جيڪي چاهيندو آهي مٽائيندو ۽ ثابت رکندو آهي ۽ اصل لکت (ڪتاب) انهيءَ وٽ آهي (٣٩).

پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ الله تعاليٰ مون کي حڪم ڏنو آهي تہ مان فاطمہ جو نڪاح علي سان ڪريان ۽ مان توهان کي شاهد ڪريان ٿو تہ مون فاطمہ جو نڪاح علي سان چار سو مثقال چاندي مهر تي ڪيو جيڪڏهن علي ان تي راضي هجي. حضرت انس رضہ جو بيان آهي تہ حضرت علي عليہ السلام ان وقت موجود ڪونہ هو. چوتہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي ڪنهن ڪم سان موڪليو هو. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪتل جو ٿالهہ ڪڻي اچڻ جو حڪم ڏنو تہ اهو ٿالهہ اسان جي سامهون آڻي رکيو ويو ۽ اسان کي کائڻ جو حڪم ڏنو. اسان اجا کائي رهيا هياسين تہ حضرت علي عليہ السلام اچي ويا تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي ڏسي مرڪيا ۽ فرمايو اي علي! الله تعاليٰ مون کي حڪم ڏنو آهي تہ مان فاطمہ جي

شادي توسان ڪريان. مون چار سو مثقال چاندي مهر جي عيوض ان جو نڪاح توسان ڪيو. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ يارسول الله! مان ان تي راضي آهيان.

پوءِ حضرت علي عليہ السلام اٿيا ۽ الله جي بارگاهہ ۾ شڪر جو سجدو ڪيائون. جڏهن سجدي مان مٿو مٿي کنيائون تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي لاءِ دعا ڪئي تہ الله تعاليٰ توهان ٻنهي ۾ برڪت رکي ۽ توهان کي گهڻائي سان پاڪ ۽ پوترا اولاد عطا فرمائي.

حضرت انس رضي الله عنہ جو چوڻ آهي تہ الله جو قسم! حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دعا قبول ٿي ۽ الله تعاليٰ انهن مان گهڻي پاڪ پوتر اولاد پيدا ڪئي.

## فاطمہ (سلام الله عليها) مون کي توکان وڌيڪ پياري آهي

54. ابن ابي نجيح پنهنجي پيءُ جي حوالي سان روايت ڪئي آهي تہ ان هڪڙي شخص کان ٻڌو، جنهن ڪوفي ۾ حضرت علي عليہ السلام کي فرمائيندي ٻڌو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سندن نياڻي جو سنگ گهرڻ جي خواهش ڪري رهيو هيس، جڏهن مون ان ڳالهہ جو ذڪر ڪيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ ان لاءِ تو وٽ ڪا شيءِ آهي تہ مون عرض ڪيو تہ نہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اها زرهہ ڪٿي آهي جيڪا مون توکي ڏني هئي. مون عرض ڪيو تہ اها مون وٽ آهي. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مون ان زرهہ مهر جي عيوض تنهنجو نڪاح فاطمہ سان ڪيو. جنهن رات شادي ڪري اسان منهنجي گهر آياسين تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان وٽ تشريف ڪٺي آيا. پاڻ سڳورن هڪڙو ٿانءُ گهرايو جنهن ۾ پاڻي هيو ان تي ڦيٽو پڙهايائون. پوءِ پاڻي مان لپ ڀري اسان جي مٿان ڇڙڪايائون. مون عرض ڪيو تہ يارسول الله! (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) اسان ٻنهي مان وڌيڪ پيارو ڪير آهي تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ فاطمہ مون کي توکان وڌيڪ پياري آهي ۽ تون مون کي فاطمہ کان وڌيڪ عزيز آهين.

## سيده ڪائنات سلام الله عليها جو وهانءُ

55. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت فاطمہ سلام الله عليها جو نڪاح حضرت علي عليہ السلام سان ڪيو تہ پاڻ سڳورن منهنجي امڙ کي فرمايو اي ام انس! رات فاطمہ جي وهانءُ جي تياري ڪيو. جڏهن سومهڻي (عشاء) جي نماز پڙهي ورتائون تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي ٿانءَ ۾ پاڻي گهرايو ۽ ان مان ڪجهہ پاڻي سان گرڙي ڪيائون ۽ ان کان پوءِ فرمايائون، اي علي! هن مان پاڻي پي ۽ وضو ڪر ۽ ساڳي ڳالهہ فاطمہ سلام الله عليها کي فرمايائون. جڏهن ٻئي پاڻي پي چڪا ۽ وضو ڪري ورتائون تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم پاڻ دروازو بند ڪيو تہ حضرت فاطمہ سلام الله عليها روئي ڏنو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اي منهنجي ٻچڙي! تون ڇوٿي روئين، مون تنهنجي شادي اهڙي شخص سان ڪئي آهي، جنهن اسلام ۾ سڀني کان اڳ ڪتيو ۽ سڀني کان حلم وارو ۽ سڀني کان وڏيڪ اخلاق جو سٺو آهي ۽ سڀني کان وڏيڪ علم وارو آهي.

## وهانءَ وقت ملائڪن جو نازل ٿيڻ

56. حضرت عبد الله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جنهن رات حضرت فاطمہ سلام الله عليها جي حضرت علي ڪرم الله وجہ سان شادي ڪرائي روانو ڪيو ويو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اڳيان اڳيان هلي رهيا هيا ۽ حضرت جبرائيل عليہ السلام سندن ساڄي پاسي ۽ حضرت ميڪائيل عليہ السلام کاٻي پاسي کان هلي رهيا هيا ۽ ستر هزار ملائڪ انهن جي پٺيان هلي رهيا هيا، اهي الله جي تسبيح ڪري ۽ پاڪائي بيان ڪري رهيا هيا، ايستائين جو اسر مهل ٿي وئي.

57. حضرت عبد الله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ سيده پاڪ کي رات جو سمهڻ لاءِ جيڪو هنڌ (بسترو) ڏنو ويو اهو رڍ جي کل جو هيو ۽ وهاڻو چمڙي جو ٿهيل هو جنهن ۾ کجي جا ڇلڪا پيريل هيا.

## سيده ڪائنات سلام الله عليها جو حق مهر

58. حضرت علي (امام زين العابدين )بن حسين عليهم السلام بيان ڪيو تہ مون اميرالمومنين علي بن ابوطالب عليہ السلام کي فرمائيندي ٻڌو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "اي علي! بيشڪ زمين الله جي ملڪيت آهي، اهو پنهنجي ٻانهن مان جنهن کي گهرندو آهي ان جو وارث بڻائيندو آهي ۽ ان مون ڏانهن وحي ڪئي آهي تہ مان فاطمہ جو نڪاح توسان ڪريان ۽ ان جو حق مهر زمين جوخمس هجي "فمن مشي علي الارض وهو لڪم مبغض فالارض حرام عليه ان يمشي عليها" يعني، پوءِ جيڪو شخص زمين تي ان حال ۾ هلي جو توسان بغض رکندو هجي تہ زمين ان لاءِ حرام آهي جو اهو ان تي گهمي ڦري."

## حڪمت جي ورهاست

59. حضرت عبد الله رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاهہ ۾ حاضر هيس تہ حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ سوال ڪيو ويو تہ پاڻ سڳورن فرمايو "قسمت الحڪمة عشرة اجزاء فاعطي علي تسعة اجزاء والناس جزء واحدا" يعني، حڪمت کي ڏهن حصن ۾ ورهايو ويو پوءِ علي کي نوَ حصا عطا ڪيا ويا ۽ باقي ماڻهن کي هڪڙو حصو مليو.

## علي (عليہ السلام) هن امت ۾ سڀني کان وڏو عالم آهي

60. حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "اعلم امتي من بعدي علي بن ابي طالب" يعني، منهنجي امت ۾ مون کان پوءِ سڀني کان وڏو عالم علي بن ابوطالب آهي.

## علي (عليہ السلام) علم جي شهر جو دروازو آهي

61. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "انا مدينة العلم و علي بابها

فمن اراد بابها فليات عليا" يعني، مان علم جو شهر آهيان ۽ علي ان جو دروازو آهي، جيڪڏ به ان شهر جي دروازي جو ارادو ڪري ته اهو علي وٽ اچي.

## علي (عليہ السلام) حڪمت جو دروازو آهي

62. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو " انا دارالحڪمت و علي بابها" يعني، مان حڪمت جو گهر ۽ علي ان جو دروازو آهي.

## يا رسول (ﷺ) مون کي وصيت فرمايو

63. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي ته مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي عرض ڪيو ته مون کي وصيت فرمايو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ته چئو "ربي الله ثم استقم" يعني، الله منهنجو رب آهي ۽ پوءِ ان تي قائم رهہ حضرت علي عليہ السلام جو بيان آهي ته مون چيو "ربي الله وما توفيقي الا بالله عليه توڪلت واليه منيب" يعني، الله منهنجو رب آهي ۽ مون کي اهائي توفيق مليل آهي جيڪا الله جي طرف کان آهي، مان ان تي ئي ڀروسو ڪريان ٿو ۽ مون کي ان ڏانهن ئي موٽي وڃڻو آهي پاڻ سڳورن فرمايو ته اي ابوالحسن! بيشڪ تون علم جو پيالو پي چڏيو آهي ۽ تون علم جي دولت سان مالا مال ٿي ويو آهين. توهان کي منهنجي طرفان علم جي مبارڪ قبول هجي.

## هڪڙي باب مان هزارين باب

64. زيد بن علي (امام زين العابدين) بن حسين عليهم السلام جو بيان آهي ته حضرت علي ڪرم الله وجہ روايت ڪئي ته مون کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪ هزار بابن جو علم سيکاريو ۽ مون هر باب مان هزار باب کوليا.

## حبيب ۽ خليلن جي وچ ۾

65. حضرت حذيفہ رضي الله عنہ کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو بيشڪ الله تعاليٰ مون کي پنهنجو خليل

ٻڌايو جيئن حضرت ابراهيم عليہ السلام کي خليل ٻڌايائين. پوءِ جنت ۾ منهنجو محلات ۽ ابراهيم عليہ السلام جو محلات آمهون سامهون هوندا ۽ علي عليہ السلام جو محلات منهنجي ۽ ابراهيم عليہ السلام جي محلات جي وچ ۾ هوندو. ان جي لاءِ مبارڪ آهي جنهن جو حبيب ٻن خليلن جي وچ ۾ آهي.

## اي علي! جنت ۾ تنهنجو محل منهنجي محل جي سامهون هوندو

66. حضرت عبدالله بن ابو اوفي کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي اصحابن ڏانهن روانا ٿيا جتي اهي گڏ هيا. اتي پهچي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي اصحاب محمد! ڇا توهان جنت ۾ پنهنجا محل ڏٺا. توهان جا محل منهنجي محل جي ويجهو هوندا. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم مولا علي عليہ السلام جو هٿ پڪڙي فرمايو اي علي! تون ان تي خوش نہ آهين تہ جنت ۾ تنهنجو محل منهنجي محل جي سامهون هوندو. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ هائو يارسول الله. منهنجا پي ماءُ توهان تان قربان. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ بيشڪ جنت ۾ تنهنجو محل منهنجي محل جي سامهون هوندو.

## علي (عليہ السلام) جو قبو ٻن قبن جي وچ ۾

67. حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ منهنجي لاءِ عرش جي ساڄي پاسي ڳاڙهو قبو ٺاهيو ويندو ۽ ابراهيم عليہ السلام جي لاءِ عرش جي کاٻي پاسي سائي ياقوت جو قبو هوندو ۽ اسان جي وچ ۾ علي عليہ السلام جي لاءِ قبو هوندو جيڪو سفيد موتين جو هوندو. پوءِ ان حبيب جي باري ۾ توهان جو ڇا خيال آهي جيڪو ٻن خليلن جي جي وچ ۾ هوندو."

## حضرت عمر رضہ جو قول

68. حضرت عبدالله بن عمر رضہ جو بيان آهي تہ هڪڙي شخص حضرت عمر بن خطاب کان حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ سوال

ڪيو تہ حضرت عمر رضہ چيو تہ هي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو مقام آهي ۽ هي علي (عليہ السلام) جو ۽ ان درجي ۾ جيڪو شخص موجود آهي اهو ان جي لائق آهي يعني علي عليہ السلام آهي.

## رسول ڪريم ﷺ جو پالڻهار جي بارگاه ۾ پنجن شين جو سوال

69. امام محمدباقر عليہ السلام پنهنجي ابي ڏاڏي جي سلسلي سان مولىٰ علي ڪرم الله وجہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي علي! مون پنهنجي رب کان پنجن شين جو سوال ڪيو الله تعاليٰ اهي مون کي عطا ڪيون.

انهن مان پهرين هي آهي تہ مون پنهنجي رب کان سوال ڪيو تہ جڏهن زمين منهنجي لاءِ ڦاٽي پوي ۽ مٽي منهنجي مٿان هٽي وڃي تہ تون (علي ) مون سان گڏ هجين. الله تعاليٰ منهنجي اها دعا قبول ڪئي.

ٻي ڳالهہ هي تہ مون پنهنجي رب کان سوال ڪيو تہ جڏهن مون کي ميزان جي پرسان بيهاريو وڃي تہ ان وقت تون (علي ) مون سان گڏ هجين. الله اها بہ دعا قبول ڪئي.

ٽين ڳالهہ اها تہ مون پنهنجي رب کان سوال ڪيو تہ اهو توکي منهنجي عَلم جو ڪڻندڙ قرار ڏئي، اهو الله جو سڀ کان وڏو جهندو آهي ان جي هيٺ پلائي لهڻ وارا هوندا ۽ ڪامياب ماڻهو جنت ۾ ويندا.

چوٿين ڳالهہ اها تہ مون پنهنجي رب کان سوال ڪيو تہ حوض ڪوثر تي جنتين کي پاڻي پيارڻ لاءِ تون مون سان گڏ هجين. الله اها دعا قبول ڪئي.

پنجين ڳالهہ اها تہ مون پنهنجي رب کان سوال ڪيو تہ جنت ۾ وڃڻ واري منهنجي امت جو قائد تون (علي) هجين تہ الله تعاليٰ اهو بہ قبول فرمايو. بس مان ان تي الله جو شڪر ادا ڪريان ٿو جو ان مون تي احسان ڪيا آهن.

## الله کان سوال ڪيو تہ منهنجي وسيلي سان سوال ڪيو

70. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ جڏهن توهان الله تعاليٰ کان سوال ڪيو تہ منهنجي وسيلي سان سوال ڪيو. حضرت ابوسعيد خدري

رضي الله عنہ بيان ڪيو تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان وسيلي جي باري ۾ سوال ڪيو تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ جنت ۾ منهنجو درجو آهي ۽ اهو هزار ڏاڪڻين تي مشتمل آهي ۽ هڪڙي ڏاڪڻ کان ٻي ڏاڪڻ تائين جو مفاصلو ايترو آهي جو هڪڙو ڀلو گهوڙو تيزي سان ڊوڙندو هڪڙي مهيني تائين سفر ڪري. اها ڏاڪڻ جوهر جي آهي جيڪا زبرجد جي ڏاڪڻ تائين وڃي ٿي، ان کي قيامت جي ڏينهن ڪٽي ايندا ۽ ان کي نبين جي درجي سان گڏ بيهاريو ويندو. نبين جي درجن ۾ ان جي درجي ۾ جيڪا نسبت هوندي اها اهڙي ئي هوندي جهڙي تارن جي چنڊ سان آهي. ان ڏينهن ڪوبہ نبي، ڪوبہ صديق، ڪوبہ شهيد ڪونہ هوندو جيڪو ائين نہ چوندو هجي تہ ان شخص کي مبارڪ هجي جنهن کي ان درجي تي فائز ڪيو ويندو.

الله تعاليٰ طرفان ندا ايندي، جنهن کي نبي ۽ سيئي مخلوقون ٻڌنديون، تہ اهو محمد (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) جو درجو آهي تہ مان ان ڏينهن جنتي نور سان ٺهيل هڪڙي چادر اوڍي ايندس ۽ منهنجي مٿي تي بادشاهن وارو تاج هوندو ۽ ڪرامت ۽ بزرگي جي جواهرن سان سينگاريل پٽڪو ٻڌل هوندو ۽ علي بن ابوطالب (عليہ السلام) منهجي اڳيان هوندو ۽ ان جي هٿ ۾ لواءِ الحمد هوندو جنهن تي لاالہ الا الله المفلحون الفائزون بالله لکيل هوندو.

جڏهن اسان نبين وٽان گذرنداسين تہ اهي پڇندا تہ اهي ٻئي ڪي مقرب ملائڪ آهن، اسان انهن کي ڪونہ سڃاتوآهي ۽ اسان انهن کي ڏٺو بہ ڪونهي. جڏهن اسان ملائڪن جي پرسان گذرنداسين تہ اهي چوندا تہ اهي ٻئي نبي آهن، رسول آهن، ايستائين جو اسان هلندا اعليٰ درجي تائين پهچي ويندا سين ۽ علي منهنجي پٺيان تي بيهندو. ان ڏينهن ڪوئي نبي، ڪوئي صديق ۽ ڪوئي شهيد اهڙو نہ هوندو جيڪو ائين نہ چوندو هجي تہ انهن ٻنهي شخصن کي مبارڪ هجي، انهن ٻنهي جي الله جي بارگاهہ ۾ ڪيتري عزت آهي.

الله تعاليٰ جي طرف کان ندا ايندي جنهن کي نبي، صديق، شهيد ۽ سيئي مومن ٻڌندا تہ اهو منهنجو حبيب محمد (صلي الله عليہ وآلہ

وسلم) آهي ۽ ٻيو منهنجو لبيب علي (عليہ السلام) آهي. ان شخص لاءِ خوشخبري آهي جنهن ان يعني علي (عليہ السلام) سان محبت ڪئي ۽ ان شخص لاءِ تباهي آهي جنهن ان سان بغض رکيو ۽ ان لاءِ ڪوڙ ڳالهايو.

پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو اي علي! ان ڏينهن تنهنجي دوستن مٿان ڪو هڪڙو بہ اهڙو باقي نہ رهندو جنهن جي چهري تي اهو ٻڏي سڪون نہ هجي ۽ ان جو چهرو روشن نہ هجي ۽ ان جي دل خوش نہ هجي ۽ جنهن شخص توسان دشمني ڪئي هوندي ۽ توسان لڙائي ڪئي هوندي ان جو چهرو ڪارو هوندو ۽ ان جا قدم ڏڪندا رهندا.

ايتري مٿ مون وٽ بہ ملائڪ ايندا جن مان هڪڙي جو نالو رضوان هوندو جيڪو جنت جو داروغو آهي ۽ ٻيو مالڪ هوندو جيڪو دوزخ جو داروغو آهي. پوءِ رضوان منهنجي ويجهو اچي چوندو اي احمد! توهان تي سلام هجي. مان چوندس، اي ملائڪ! توتي بہ سلام هجي. تون ڪير آهين. تنهنجو چهرو ڪيترو خوبصورت آهي ۽ تنهنجي خوشبو ڪيتري سٺي آهي. اهو عرض ڪندو تہ مان جنت جو دوارغو آهيان ۽ هي جنت جون چاٻيون آهن جيڪي رب العزت توهان ڏانهن موڪليون آهن. اي احمد! اهي وٺو. مان چوندس تہ مون اهي پنهنجي رب جي طرفان قبول ڪيون. ان جي لاءِ سڀ تعريفون آهن جنهن مون کي اها فضيلت عطا ڪئي ۽ مان اهي چاٻيون پنهنجي ڀاءُ علي بن ابو طالب کي ڏيندس.

پوءِ رضوان هليو ويندو ۽ مالڪ ويجهو ايندو ۽ چوندو اي احمد! توهان تي سلام هجي. مان چوندس تہ توتي بہ سلام هجي. اي ملائڪ تون ڪير آهين. تنهنجو چهرو ڪيترو تہ پوائتو آهي ۽ تنهنجو نظارو ڪيترو اڻ وڻندڙ آهي. اهو چوندو تہ مان دوزخ جو داروغو آهيان ۽ هي دوزخ جون چاٻيون آهن. اهي رب العزت توهان لاءِ موڪليون آهن. اي احمد! اهي وٺو. مان چوندس تہ مون پنهنجي رب جي طرفان اهي قبول ڪيون. ان لاءِ سڀ تعريفون آهن جنهن مون کي فضيلت عطا ڪئي. مان اهي چاٻيون پنهنجي ڀاءُ علي بن ابوطالب کي ڏيندس.

پوءِ مالڪ واپس هليو ويندو. علي (عليہ السلام) هوندو جنهن وٽ جنت جون چاٻيون ۽ دوزخ جون ڪنجيون هونديون. ايستائين جو اهو جهنم جي هڪڙي مقام تي ويهندو حالانڪ ان جا شعلا ڀڙڪي رهيا هوندا ۽ گجگوڙ جو آواز پيو ٻڌبو ۽ ان جي تپش شديد هوندي ۽ علي (عليہ السلام) ان جو لغام پڪڙيندو تہ دوزخ عرض ڪندو تہ اي علي! مون کي ڇڏ. تنهنجو نور منهنجي شعلن کي وسائي رهيو آهي تہ علي (عليہ السلام) ان کي چوندو اي جهنم! ٿڌي ٿي وڃ. هن شخص کي ڇڏي ڏي ۽ هن شخص کي پڪڙ اهو منهنجو دشمن آهي ۽ هن کي ڇڏي ڏي هي اسان جو ولي آهي.

ان ڏينهن دوزخ علي (عليہ السلام) جي اطاعت ۾ ايترو سخت هوندي جيترو هڪڙو غلام پنهنجي مالڪ جي اطاعت ڪندو آهي. بلڪ ان کان بہ وڌيڪ اطاعت گذار هوندي جو مالڪ جيڪڏهن چاهي تہ غلام سان احسان ڪرڻ وارو معاملو ڪري ۽ جيڪڏهن چاهي تہ ان سان خوشي وارو معاملو ڪري. ان ڏينهن علي (عليہ السلام) دوزخ کي پوري مخلوق جي باري ۾ جيڪو بہ حڪم ڏيندو اها مڪمل فرمانبرداري ۾ هوندي.

## علي عليہ السلام نبي ﷺ جو بهترين ڀاءُ آهي.

71. حضرت ابوجعفر امام محمدباقر عليہ السلام پنهنجي ابي ڏاڏي جي سلسلي سان حضرت علي ڪرم الله وجہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ جڏهن معراج ٿيو تہ مون کي سواري رفرف تي وٺي ويا ۽ مون کي نور جي پردي ڏانهن وٺي ويا، پوءِ الله جيڪو گهريو مون ڏانهن وحي ڪيائين. جڏهن مان واپس موٽڻ لڳس تہ پردي جي پٺيان کان آواز آيو. اي محمد! تنهنجو بابو ابراهيم هڪڙو بهترين پيءُ آهي ۽ تنهنجو ڀاءُ علي هڪڙو بهترين ڀاءُ آهي، سو تون ان کي ڀلائي جي وصيت ڪر.

72. مسلم بن خالد جو بيان آهي تہ حضرت امام جعفرصادق بن محمدباقر عليهم السلام پنهنجي ابن ڏاڏن جي سلسلي سان مولا علي عليہ السلام جي روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله

وسلم ارشاد فرمايو تہ جڏهن مان معراج وقت ستين آسمان تي پهتس تہ جبرائيل عليہ السلام مون کي چيو تہ اي محمد! اڳتي وڌو ايڏو مان نہ ڪنهن مقرب ملائڪ ۽ نہ ڪنهن نبي رسول کي مليو آهي. پوءِ الله تعاليٰ مون سان ڳالهايو جيڪو ان ڳالهائڻ گهريو. جڏهن مان واپس ٿيس تہ پردي جي پٺيان ڪان آواز آيو تہ تنهنجو بابو ابراهيم (عليہ السلام) بهترين پيءُ آهي ۽ تنهنجو ڀاءُ علي (عليہ السلام) بهترين ڀاءُ آهي، سو تون ان کي ڀلائي جي وصيت ڪر.

## اصحابن جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪرڻ

73. حضرت ابو امامہ رضہ بيان ڪيو تہ جڏهن نبي عليہ السلام ماڻهن جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو تہ پنهنجي ۽ علي عليہ السلام جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو.

## اصحابن سڳورن جو پاڻ ۾ ڀائيچارو

74. حضرت زيد بن ابي اوفي بيان ڪيو تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي زيارت لاءِ مسجد نبوي ۾ آيس تہ پاڻ سڳورا فرمائي رهيا هئا تہ فلاڻو شخص ڪٿي آهي، فلاڻو شخص ڪٿي آهي. انهن کي نہ ڏسي انهن ڏانهن ڪنهن کي موڪليو تہ انهن کي سڏي اچو. جڏهن اهي سڀ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم وٽ گڏ ٿي ويا تہ پاڻ سڳورن ارشاد فرمايو تہ مان توهان سان جيڪا حديث بيان ڪريان توهان اها ياد ڪري ڇڏيو ۽ اها مون کان پوءِ ٻين سان بيان ڪجو. بيشڪ الله تعاليٰ پنهنجي مخلوق مان خاص ماڻهن کي چونڊيو ۽ انهن کي جنت ۾ داخل ڪيو ۽ ان کان پوءِ فرمايائون "اَللّٰهُ يَصْطَفِيْ مِنَ الْمَلٰٓئِكَةِ رُسُلًا وَّمِنَ النَّاسِ" (حج: 75) معنيٰ: الله ملائڪن ۽ انسانن مان پيغام پهچائيندڙ چونڊيندو آهي. مان توهان مان چونڊيو ويو آهيان ۽ مان گهران ٿو تہ توهان جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪريان جيئن الله تعاليٰ ملائڪن جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو آهي. اي ابوبڪر اٿ. اهو اٿيو ۽ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي سامهون ويٺو تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ مان جيڪڏهن ڪنهن کي خليل بڻايان ها تہ توکي بڻايان ها پوءِ تون مون سان اهائي نسبت

رکين ها جيڪا منهنجي قميص کي منهنجي جسم سان آهي. زيد چيو تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم اهو چوندي پنهنجي قميص کي پنهنجي هٿ سان لوڏيو. پوءِ فرمايائون تہ اي عمر! ويجهو اچ. اهو ويجهو آيو تہ پاڻ سڳورن فرمايو اي ابوحفص! جڏهن مون تي سخت حالتون آيون تہ مون الله جي بارگاهہ ۾ دعا ڪئي تہ الله تعاليٰ تنهنجي ذريعي يا ابوجهل جي ذريعي دين کي عزت بخشي. الله تعاليٰ تنهنجي ذريعي اسلام کي عزت بخشي ۽ مون الله تعاليٰ خاطر ان ڳالهہ کي محب رکيو. تون هن امت ۾ ٽن مان ٽيون آهين جيڪو مون سان گڏ آهين. پوءِ حضور صلي الله عليہ و آله وسلم حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو.

ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت عثمان بن عفان کي سڏ ڪيو ۽ فرمايو ابوعمرو! ويجهو اچ. حضرت عثمان رضہ پاڻ سڳورن جي ايترو ويجهو اچي وينو جو ان جا گوڏا رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي گوڏن سان ملي ويا. پاڻ سڳورن آسمان ڏانهن نهاريو ۽ ٽي ڀيرا سبحان الله العظيم لفظ چيا. پوءِ حضرت عثمان ڏانهن ڏٺائون تہ ان جي چادر لڙڪيل هئي تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم پنهنجي هٿ سان گڏائي ان کي ٻڌو. ان کان پوءِ فرمايائون تہ پنهنجي چادر جي ٻنهي پلاندن کي پنهنجي سيني تي ويڙهي ڇڏ. بيشڪ آسمان وارن ۾ تنهنجو هڪڙو شان آهي، تون انهن مان آهين جيڪي مون وٽ حوض ڪوثر تي ايندا. تنهنجي رڳن مان تنهنجو رت وهندو ايندو. پوءِ مان چوندس تہ توسان اهو ڪنهن ڪيو تہ تون چوندين فلاڻو پٽ فلاڻي جو. پوءِ آسمان مان هاتفي آواز ايندو ۽ اهو جبرائيل عليہ السلام جو آواز هوندو تہ توهان کي معلوم هجي تہ بيشڪ عثمان سيني ستايلن جو امير آهي.

ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم عبدالرحمان بن عوف کي سڏ ڪيو ۽ فرمايو تہ اي الله جا امين! ويجهو اچ. تنهنجو آسمان ۾ امين نالو آهي، حق سان جيڪو ڪجهہ تنهنجي ملڪيت ۾ آهي الله توکي ان تي مسلط ڪيو آهي ۽ تنهنجي لاءِ مون وٽ هڪڙي دعا آهي ۽ ان جي ۽ حضرت عثمان رضہ جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو.

ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت طلحہ رضہ ۽ حضرت زبير رضہ کي سڏ ڪيو ۽ فرمايو تہ منهنجي ويجهو اچو. اهي حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي ويجهو آيا تہ پاڻ سڳورن فرمايو توهان ٻئي منهنجا حواري آهيو جيئن عيسيٰ بن مريم عليہ السلام جا حواري هيا. پوءِ انهن ٻنهي جي وچ ۾ پائيچارو قائم ڪيائون.

ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ و آله وسلم سعد بن ابي وقاص رضہ ۽ حضرت عمار بن ياسر رضہ کي سڏ ڪيو ۽ فرمايو تہ اي عمار! توکي هڪڙو باغي ٽولو قتل ڪندو پوءِ انهن ٻنهي جي وچ ۾ پائيچارو قائم ڪيائون. ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت ابودرداء رضہ ۽ حضرت سلمان فارسي رضہ کي سڏ ڪيو ۽ فرمايو تہ اي سلمان! تون اهلبيت مان آهين. بيشڪ الله تعاليٰ توکي پهريون عِلم ۽ آخري عِلم ۽ پهرين ڪتاب ۽ آخري ڪتاب جو عِلم عطا ڪيو آهي. ان کان پوءِ فرمايو اي ابودرداءِ! سمجهي ڇڏ تہ الله تعاليٰ توکي هدايت ڏني. ان عرض ڪيو تہ يارسول الله! هائو منهنجا پيءُ ماءُ توهان تان قربان. پاڻ سڳورن فرمايو جيڪڏهن تون روڪ رقم وٺندين تہ هي بہ توکان روڪ رقم وٺندو جيڪڏهن تون هن کي ڇڏي ويندين تہ هي توکي ڪونہ ڇڏيندو جيڪڏهن تون هن کان پڇي ويندين تہ هي توکي پڪڙي وٺي ايندو. سو هن کي ان جي عزت افزائي جو بدلو ڏجان جيڪا هن تنهنجي غريبي جي ڏينهن ۾ ڪئي آهي. سمجهي ڇڏ تہ جزا تنهنجي سامهون آهي، پوءِ پاڻ سڳورن ٻنهي جي وچ ۾ پائيچارو قائم ڪيو.

حضور صلي الله عليہ وآله وسلم پنهنجن اصحابن جي چهرن ڏانهن ڏٺو ۽ فرمايو تہ توهان کي خوشخبري هجي ۽ پنهنجون اکيون ٺڏيون ڪيو جو توهان پهريان ماڻهو هوندا جيڪي مون وٽ حوض ڪوثر تي ايندا ۽ توهان اعليٰ ڪمرن ۾ هوندا. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم عبدالله بن عمر رضہ کي ڏٺو ۽ فرمايو سڀ تعريفون ان ذات لاءِ آهن جنهن گمراهي مان هدايت ڏني ۽ گمراهي جو لباس ان کي پاريائين جنهن کي لائق هو.

حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ يا رسول الله! جڏهن مون پاڻ کان سواءِ توهان کي پنهنجي اصحابن ۾ پائيچارو قائم ڪندي ڏٺو

تہ منهنجو تہ ساھ ئي سڪي ويو ۽ چيلھ ڇڄي ٿي ويئي. خبر ڪونهي تہ اها دير مون تي ناراضگي جي ڪري آهي يا توهان جي رضامندي ۽ بزرگي آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ ان ذات جو قسم! جنهن مون کي حق سان مبعوث ڪيو تہ مون توکي صرف پنهنجي لاءِ پوئتي رکيو آهي ۽ تون مون سان اها ئي نسبت رکين ٿو جيڪا هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هئي، سواءِ ان ڳالھ جي تہ مون کان پوءِ ڪوئي نبي ڪونهي ۽ تون منهنجو ڀاءُ ۽ منهنجو وارث آهين.

حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ يارسول الله! توهان جي وراثت ۾ ڇا آهي.

پاڻ سڳورن فرمايو تہ جيڪا وراثت مون کان اڳ ۾ نبين سڳورن جي هئي.

حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ نبين جي وراثت ڇا آهي.

حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ الله جو ڪتاب ۽ ان جي رسول جي سنت يعني طريقو. تون جنت ۾ منهنجي محل ۾ منهنجي ڌيءُ فاطمہ سان گڏ هوندين ۽ تون منهنجو ڀاءُ ۽ منهنجو وارث آهين.

ان کان پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم هي آيت تلاوت ڪئي "فِيْ جَنّٰتِ النَّعِيْمِ (٤٣) عَلٰى سُرُرٍ مُّتَقٰبِلِيْنَ (٤٤)" (صافات: 43 ۽ 44)

معنيٰ: نعمت وارن باغن ۾ هوندا (٤٣) پلنگن تي هڪٻئي جي آمهون سامهون ويٺل هوندا (٤٤)

## اي علي! تون منهنجو ڀاءُ ۽ منهنجو وارث آهين

75. حضرت زيد بن ابي اوفي کان روايت آهي تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي زيارت لاءِ مسجد نبوي شريف ۾ داخل ٿيس تہ پاڻ سڳورن فرمايو فلاڻو شخص ڪٿي آهي، فلاڻو شخص ڪٿي آهي. پوءِ حضور صلي الله عليہ و آله وسلم اصحابن ڏانهن ڏٺو تہ انهن کي موجود ڪونہ لڌائون تہ پاڻ سڳورن انهن ڏانهن ڪنهن کي موڪليو جڏهن اهي اچي ويا تہ حضور صلي الله عليہ و آله وسلم الله تعاليٰ جي حمد ۽ ثنا کان پوءِ ارشاد فرمايو تہ مان توهان لاءِ جيڪا حديث بيان ڪريان ان کي ياد ڪري ڇڏيو ۽ مون کان پوءِ اها ٻين کي ٻڌائجو.

بيشڪ الله تعاليٰ پنهنجي مخلوق مان خاص ماڻهن کي چونڊيو. ۽ پوءِ هي آيت تلاوت ڪئي "اَللّٰهُ يَصْطَفِىْ مِنَ الْمَلٰٓىِٕكَةِ رُسُلًا وَّمِنَ النَّاسِ" (حج: 57) معنيٰ: الله ملائڪن ۽ انسانن مان پيغام پهچائيندڙ چونڊيندو آهي. سو توهان مان جنهن کي پسند فرمايو ان کي چونڊيائين، مان توهان جي وچ ۾ پائيچارو قائم ڪيو. اي ابوبڪر اٿ ۽ منهنجي سامهون اچ "ولو ڪنت متخذا خليلا لاتخلتڪ خليلا فانت مني بمنزلة قميصي من جسْدي" يعني، جيڪڏهن مان ڪنهن کي خليل بڻايان ها تہ توکي خليل بڻايان ها، تون مون سان اهائي نسبت رکين ٿو جيڪا منهنجي قميص کي منهنجي جسم سان آهي، پوءِ حضرت ابوبڪر رضہ پنهنجي جاءِ تان هٽي ويو. ان کان پوءِ فرمايائون اي عمر! تون ويجهو اچ. اهو سندن ويجهو آيو تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ اي ابوحفص! جڏهن مون تي حالتون سخت هيون تہ مون الله کان دعا ڪئي تہ اهو تنهنجي يا عمرو بن هشام (ابوجهل) جي ذريعي اسلام کي عزت بخشي. الله تعاليٰ اهو شرف توکي ڏنو مان توهان ٻنهي (ابوبڪر و عمر) سان الله خاطر محبت ڪريان ٿو توهان مون سان جنت ۾ هن امت مان ٽن مان ٽيون هوندا. پوءِ حضرت عمر رضہ پنهنجي جاءِ تان هٽي ويو. ان کان پوءِ ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ جي وچ ۾ پائيچارو قائم ڪيائون.

ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت عثمان رضہ کي سڏيو ۽ فرمايو اي ابوعمرو! ويجهو اچ. حضرت عثمان رضہ پاڻ سڳورن جي ايترو ويجهو اچي وينو جو ان جا گوڏا نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي گوڏن سان ملي ويا.

رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم آسمان ڏانهن نهاريو ۽ ٽي ڀيرا هي لفظ چيا "سبحان الله العظيم" ان کان پوءِ حضرت عثمان رضہ ڏانهن ڏنائون ان جي چادر لڙڪي وئي هئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم پنهنجي هٿ سان اها مٿي ڪري حضرت عثمان رضہ کي فرمايو تہ پنهنجي چادر جي ٻنهي پلاندن کي پنهنجي سيني تي گڏائي رک. پوءِ فرمايائون آسمان وارن ۾ تنهنجو وڏو شان آهي ۽ تون مون وٽ حوض ڪوثر تي ايندين ۽ تنهنجي رڳن مان رت پيو وهندو هوندو تہ مان

پچندس تہ توسان اهو ڪنهن ڪيو. تون ٻڌائيندين تہ فلاڻو پٽ فلاڻي جو. پوءِ آسمان مان هاتفي آواز ايندو تہ چاڻي وٺو تہ بيشڪ عثمان هر ستايل جو امير آهي.

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن حضرت عبدالرحمان بن عوف رضہ کي سڏيو ۽ ارشاد فرمايو تہ اي الله جا امين، ويجهو اچ. آسمانن ۾ تنهنجو نالو امين آهي. اهو جيڪو ڪجهہ تنهنجي لاءِ آهي الله تعاليٰ حق سان گڏ توکي ان تي مسلط ڪيو آهي ۽ الله تعاليٰ وٽ تنهنجي لاءِ هڪڙي دعا آهي، جيڪڏهن تون اها گهرندين تہ توکي ضرور ملندي. ان عرض ڪيو تہ يارسول الله! توهان ئي اها دعا منهنجي لاءِ پسند فرمايو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اي عبدالرحمان! تو مونکي امانت سونپي آهي، الله تعالي تنهنجي مال کي گهڻو ڪري ۽ پاڻ سڳورن پنهنجي هٿ سان اشارو ڪيو ۽ عبدالرحمان رضہ پنهنجي جاءِ تان هٽي ويو. ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي ۽ حضرت عثمان رضہ جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو.

پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت طلحہ ۽ حضرت زبير کي سڏيو ۽ فرمايائون تہ توهان ٻئي منهنجي ويجهو اچو. اهي ٻئي ويجهو آيا تہ پاڻ سڳورن انهن کي فرمايو تہ توهان ٻئي منهنجا حواري آهيو جيئن حضرت عيسيٰ بن مريم عليہ السلام جا حواري هيا. پوءِ انهن ٻنهي جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيائون.

ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم عمار بن ياسر رضہ ۽ حضرت سعد رضہ کي سڏيو ۽ پاڻ سڳورن فرمايو تہ اي عمار! توکي هڪڙو باغي ٽولو قتل ڪندو. پوءِ ان جي ۽ حضرت سعد رضہ جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيائون.

ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ابودرداء رضہ ۽ حضرت سلمان فارسي رضہ کي سڏيو ۽ ارشاد فرمايو تہ اي سلمان! تون اسان اهلبيت مان آهين، الله تعاليٰ توکي پهريون ۽ آخري عِلم ۽ پهرين ۽ آخري ڪتاب جو عِلم عطا فرمايو آهي. پوءِ فرماياٽون، اي ابودرداء! الله توکي هدايت ڏئي. ان عرض ڪيو تہ هائو يارسول الله، منهنجا پيءُ ماءُ

توهان تان قربان. پاڻ سڳورن فرمايو تہ جيڪڏهن تون هن ڪان روڪ رقم وٺندين تہ هي بہ توکان روڪ رقم وٺندو جيڪڏهن تون هن کي چڏي ڏيندين تہ هي توکي ڪونہ ڇڏيندو جيڪڏهن تون هن کان پڇي ويندين تہ هي توکي پڪڙي ايندو سوان جي انهي عزت افزائي جو بدلو ڏجان جيڪا ان تنهنجي غريبي جي ڏينهن ۾ ڪئي آهي ۽ توکي معلوم هجي تہ جزا تنهنجي سامهون آهي. پوءِ پاڻ سڳورن ان جي ۽ حضرت سلمان رضہ جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو.

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن پنهنجي اصحابن جي چهرن کي ڏٺو ۽ فرمايائون تہ توهان کي خوشخبري هجي ۽ پنهنجون اکيون ٺڏيون ڪيو تہ توهان پهريان ماڻهو هوندا جيڪي منهنجي حوض تي ايندا ۽ اعليٰ ڪمرن ۾ هوندا.

پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت عبدالله بن عمر رضہ کي ڏٺو ۽ ارشاد فرمايو تہ ان ذات لاءِ سڀ تعريفون آهن جنهن گمراهي مان هدايت ڏني ۽ گمراهي جو لباس ان کي پارايائين جيڪو ان لائق هو.

حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ يارسول الله جڏهن مون توهان کي پاڻ کان سواءِ پنهنجن اصحابن ۾ ڀائيچارو ڪرائيندي ڏٺو تہ منهنجو ساهہ سڪي ويو ۽ چيلهہ چبي ٿي وئي. خبر ڪونهي تہ اها دير مون تي ناراضگي ڪري آهي يا توهان جي رضامندي ۽ بزرگي آهي. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ ان ذات جو قسم! جنهن مون کي حق سان مبعوث ڪيو آهي تہ مون توکي صرف پنهنجي لاءِ پوئتي رکيو ۽ تون مون سان اها ئي نسبت رکين ٿو جيڪا هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هئي، پر مون کان پوءِ ڪوبہ نبي ڪونهي ۽ تون منهنجو ڀاءُ ۽ منهنجو وارث آهين.

حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ اي الله جا نبي! توهان جي وراثت ڇا آهي تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ جيڪا مون کان اڳ ۾ نبين جي وراثت هئي.

حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ اها ڇا هئي تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ انهن جي رب جو ڪتاب ۽ انهن نبين

جي سنت يعني طريقو. تون مون سان گڏ جنت ۾ منهنجي محلات ۾ منهنجي ڌيءَ فاطمہ سان گڏ هوندين ۽ تون منهنجو ڀاءُ ۽ منهنجو وارث آهين. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم هي آيت تلاوت ڪئي "عَلٰى سُرُرٍ مُّتَقٰبِلِيْنَ (٤٤)" (صٰفٰت: 44) معنيٰ: پلنگن تي هڪٻئي جي آمهون سامهون ويٺل هوندا (٤٤)

## اي علي! تون دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجو ڀاءُ آهين.

76. حضرت عبدالله بن عمر رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم پنهنجن اصحابن جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ تشريف کڻي آيو تہ ان جي اکين ۾ لڙڪ هيا ۽ ان عرض ڪيو تہ يارسول الله (صلي الله عليہ وآله وسلم) توهان پنهنجي اصحابن جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو مگر منهنجي ۽ ٻئي ڪنهن جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم نہ ڪيو آهي. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو "انت اخي في الدنيا والآخرة" يعني، تون دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجو ڀاءُ آهين.

## تون منهنجو ڀاءُ آهين ۽ مان تنهنجو ڀاءُ آهيان

77. سماڪ بن حرب بيان ڪيو تہ مون حضرت جابر رضي الله عنہ کي چيو تہ هي ماڻهو مون کي علي عليہ السلام کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لاءِ زور ڀرين ٿا تہ حضرت جابر رضي الله عنہ چيو تہ توکي علي عليہ السلام کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان ڪهڙي ڳالهہ روڪيو آهي. مون (سماڪ) چيو تہ ان جي ڪنيت "ابو تراب" روڪيو آهي. جابر رضي الله عنہ چيو تہ الله جو قسم علي عليہ السلام کي ابو تراب کان وڌيڪ ٻي ڪا بہ ڪنيت پسند ڪونہ هئي. جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم اصحابن ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو تہ انهن علي جي ۽ ٻئي ڪنهن جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪونہ ڪيو تہ علي عليہ السلام ڏک مان ٻاهر نڪري ويا ۽ مٽي تي سمهي پيا. پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم تشريف کڻي آيا ۽ فرمايو اي ابوتراب! اٿو. ان جي بدن تان مٽي ڇنڊي ۽ فرمايو تہ تو ڏک ڪيو تہ مون ماڻهن کي هڪٻئي جو ڀاءُ بڻايو ۽ توکي ڪنهن جو بہ ڀاءُ نہ بڻايو. حضرت علي ڪرم الله وجہ عرض ڪيو تہ هائو.

حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "انت اخي و انا اخوڪ" تون منهنجو ڀاءُ آهين ۽ مان تنهنجو ڀاءُ آهيان.

## ليڪ جي ڳالهہ

78. منهنجو عرض آهي تہ منهنجي مطالعي ۾ ڪجهہ شعر آيا آهن جن ۾ اميرالمومنين علي عليہ السلام جي تعريف ڪئي وئي آهي. سو اها روشن فضيلت ان سان مخصوص آهي ۽ اها تعريف ان جي ئي لائق آهي ۽ ڏکهي عرصي تائين رهڻي آهي ۽ صلوات و سلام هجي الله جي رسول حضرت محمد صلي الله عليہ وآله وسلم تي جن ان تي علي نالو رکيو ۽ ولي ۽ وصي بڻايو. الله جو ڪرم آهي هي چوڻ واري تي جو کهڙو تہ خوبصورت شعر لکيو آهي ۽ اهو ان لائق آهي تہ الله تعاليٰ ان تي پنهنجي سخاوت ۽ رحمت جي خزانن مان ان تي ڪجهہ وسائي ۽ اهي شعر هي آهن:

ما بعد قول نبي الله انت اخي<br>
من مطلب دونه مطل و لا علل

النبي عليڪ لدن شافهت حضرته<br>
وبانت الڪتب لما بانت الرسل

مجددا فيڪ امرا لا يخص به<br>
سوال ڪل جدير عنده سمل

فقد احلڪ اذا اخاڪ منزله<br>
لا المشتري طامع فيها ولا زحل

جلت صفاتڪ عن قول يحيط بها<br>
حتي استوي شاعر فيها و منتحل

مناقب في اقاصي الارض قد شهرت<br>
فما اعتري مطنبا في وصفها خجل

(الله جي نبي صلي الله عليہ وآله وسلم جي ان فرمان تہ تون منهنجو ڀاءُ آهين، کان پوءِ جيڪو بلندي وارو مقام مليو آهي، اهو بغير ڪنهن

دنياوي مقصد جي آهي ۽ نہ ئي ان جا ڪي ٻيا سبب آهن. سندس تعريف ان بارگاهہ ۾ بہ ڪئي وئي جنهن ۾ روبرو آمهون سامهون مشاهدو فرمايو. جتي ڪتابن ڪي ان وقت فضيلت ملي جڏهن نبين سڳورن عليهم السلام کي فضيلت ملي، سندن باري ۾ تحقيق ڪرڻ وارو ڪير بہ اهڙو سوال نہ ڪري سگهندو جيڪو سندس لائق هجي، مطلب ان معاملي ۾ شرمندو ٿيڻو پوندو. آقا عليہ السلام جڏهن کين پاءِ بڻايو تہ کين اهڙو بلند مقام عطا فرمايو جنهن مقام جي خواهش نہ تہ مشتري سياري کي هئي ۽ نہ وري زحل سياري کي، سندن صفتون ڪنهن شعر کان وڏيون آهن جيڪو سندن صفات جو احاطو ڪري سگهي ايستائين جو انهن صفتن جي باري ۾ شاعر بہ عاجز آهن ۽ ڪلام کي منسوب ڪرڻ وارا بہ يعني اهي سندن صفتن جو احاطو شعرن ۾ نٿا ڪري سگهن. سندن يعني مولا علي عليہ السلام جا لقب ۽ مرتبا زمين جي ڏورانهن ڪنارن تائين مشهور آهن.تنهنڪري جيڪو سندن تعريف جي لاءِ ڪنهن گهٽي تعريف ڪرڻ واري شخص خيرات گهري تعريف ڪئي تہ ان ۾ بہ شرمساري هوندي)

## علي (عليہ السلام) هارون عليہ السلام جي مثال آهن

79. حضرت اسماء بنت عميس رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم مولا علي عليہ السلام کي فرمايو "تون مون سان اها ئي نسبت رکين ٿو جيڪا هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هئي پر مون کان پوءِ ڪوبہ نبي ڪونهي."

80. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم مولا علي عليہ السلام کي فرمايو "انت مني بمنزله هارون من موسيٰ الا لا نبي بعدي" يعني، تنهنجي مون سان اها ئي نسبت آهي جيڪا هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هئي، پر مون کان پوءِ ڪوبہ نبي ڪونهي.

81. علي عليہ السلام جي غلام حسن بن سعد پنهنجي پي جي حوالي سان مولا علي ڪرم الله وجہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم هڪڙي لڙائي جو ارادو ڪيو تہ حضرت جعفر رضہ کي سڏ ڪيو ۽ ان کي مديني ۾ خليفي طور رهڻ جو حڪم

فرمايو تہ ان عرض ڪيو تہ يارسول الله! مان توهان کان الڳ پوئتي ڪونہ رهندس. مولا علي عليہ السلام جي روايت آهي تہ پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم مونکي سڏ ڪيو ۽ منهنجي لاءِ فيصلو ڪيائون تہ مان ڪجهہ ڪڇڻ کان سواءِ خليفو ٿي وڃان تہ مان روئڻ لڳس. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ اي علي! توکي ڪهڙي ڳالهہ روئاريو آهي.

مون عرض ڪيو تہ يارسول الله! مون کي هڪڙي خصلت کان علاوه گهڻين ئي ڳالهين روئاريو آهي تہ سياڻي قريشي چوندا تہ پنهنجي سوٽ کي پوئتي رهائڻ جي ڪيتري ڳڻتي هيس ۽ مدد چڏي ڏنائين ۽ مون کي هڪڙي ٻي ڳالهہ بہ روئاريو آهي، مون گهريو ٿي تہ الله تعاليٰ جي راهہ ۾ جهاد جي لاءِ پاڻ کي پيش ڪيان، ڇوتہ الله تعاليٰ جو ارشاد آهي "وَلَا يَطَـُٔونَ مَوْطِئًا يَّغِيظُ الْكُفَّارَ وَلَا يَنَالُونَ مِنْ عَدُوٍّ نَّيْلًا اِلَّا كُتِبَ لَهُمْ بِهٖ عَمَلٌ صَالِحٌ ۚ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُضِيْعُ اَجْرَ الْمُحْسِنِيْنَ (١٢٠)" (التوبه: 120) معنيٰ: اهو هن ڪري جو انهن کي الله جي راهہ ۾ جيڪا اڃ يا ڪابہ تڪليف يا بُک لڳي ها ۽ اهڙي هنڌ وڃن ها جتي ڪافر ڪاوڙجن ها ۽ دشمن کان ڪو اهنج پهچڻ جو ڪارڻ ٿئي ها تہ انهن لاءِ هر ڳالهہ جي عيوض نيڪ عمل لکيو وڃي ها ڇوتہ الله چڱائي ڪندڙن جو اجر ضايع نہ ڪندو آهي (١٢٠)، ان ڪري مون گهريو ٿي تہ الله جو فضل حاصل ڪريان.

رسول الله صلي الله عيلہ وآله وسلم فرمايو تہ تنهنجو اهو چوڻ تہ قريشي چوندا تہ رسول الله کان پوئتي رهڻ جي ڪيتري ڳڻتي هئي ۽ مدد ڇڏڻ جي تہ بيشڪ تنهنجي سامهون منهنجو نمونو آهي تہ قريشين مون کي جادوگر ۽ ڪوڙو چيو ۽ تنهنجو اهو چوڻ تہ الله تعاليٰ کان اجر حاصل ڪرڻو آهي تہ ڇا تون ان ڳالهہ تي راضي ڪونہ آهين تہ تون منهنجي لاءِ ان درجي تي آهين جيڪو هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان آهي، پر مون کان پوءِ ڪوبہ نبي ڪونهي.

82. حضرت سعد رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ و آله وسلم حضرت علي ڪرم الله وجہ کي فرمايو "الا ترضي ان تڪون مني بمنزلت هارون من موسيٰ الا النبوه" يعني، ڇا تون ان ڳالهہ

تي راضي ڪونہ آهين تہ تون مون سان اها ئي نسبت رکين ٿو جيڪا هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هئي، سواءِ نبوت جي.

83. حضرت ابو سعيد رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت علي ڪرم الله وجہ کي فرمايو "انت مني بمنزلت هارون من موسيٰ الا انہ لا نبي بعدي" يعني، تون مون سان اهائي نسبت رکين ٿو جيڪا هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هئي، البت مون کان پوءِ ڪوئي نبي ڪونهي.

## اي علي! تون دنيا ۾ بہ سردار ۽ آخرت ۾ بہ سردار آهين

84. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ و آله وسلم علي عليہ السلام ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ فرمايو "انت سيد في الدنيا سيد في الآخرت من احبڪ فقد احبني وحبيبڪ حبيب الله ومن ابغضڪ ابغضني وبغيضڪ بغض الله فالويل ابغضڪ" يعني، تون دنيا ۽ آخرت ۾ سردار آهين. جنهن توسان محبت ڪئي تہ ان مون سان محبت ڪئي، تنهنجو محبوب الله جو حبيب آهي. ۽ جنهن توسان بغض رکيو تہ ان مون سان بغض رکيو ۽ تنهنجي ڪاوڙ الله جي ڪاوڙ آهي ۽ ان جي لاءِ هلاڪت ۽ جهنم آهي جنهن توسان بغض رکيو.

## بيشڪ محمد ﷺ رسولن جا ۽ علي عليہ السلام وصين جا سرادر آهن

85. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو جڏهن قيامت جي ڏينهن منهنجي لاءِ منبر لڳايو ويندو تہ مون کي چيو ويندو تہ توهان منبر تي تشريف رکو. مان منبر تي ويهندس تہ پڙهو ڏيڻ وارو آواز ڏيندو تہ علي (عليہ السلام) ڪٿي آهن. "اِن محمد سيدالمرسلين و اَن عليا سيدالوصيين" يعني، بيشڪ محمد رسولن جا سردار آهن ۽ بيشڪ علي وصيين جا سردار آهن.

حضرت انس رضہ چيو تہ اسان يعني انصارن مان هڪڙو شخص اٿي بيٺو ۽ عرض ڪيو تہ يارسول الله! اج کان پوءِ ڪير آهي جيڪو

علي عليہ السلام سان بغض رکندو تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "اي انصاري ياڻا! هن سان قريشن مان صرف زاني ماڻهو بغض رکندو ۽ انصارن مان صرف يهودي ۽ عربن مان صرف اهو شخص جنهن جي پيءُ جي خبر ڪونہ هوندي ۽ باقي ٻين سيني ماڻهن مان صرف شقي يعني بدبخت علي (عليہ السلام) سان بغض رکندو."

## محبت رسول ۾ اهو سچو آهي جيڪو علي (عليہ السلام) سان محبت ڪري

86. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "من احبني فاليحب علي بن ابي طالب ومن ابغض علي بن ابي طالب فقد ابغضني ومن ابغضني فقد ابغض الله ومن ابغض الله فقد ادخله في النار" يعني، جنهن مون سان محبت ڪئي تہ ان کي گهرجي تہ اهو علي سان محبت ڪري ۽ جنهن علي سان بغض ڪيو تہ ان مون سان بغض ڪيو ۽ جنهن مون سان بغض ڪيو تہ ان الله سان بغض ڪيو ۽ جنهن الله سان بغض ڪيو تہ ان کي جهنم ۾ داخل ڪيو ويندو.

## خوش قسمت ۽ بدبخت جي سڃاڻپ

87. حضرت عمار بن ياسر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي فرمائيندي ٻڌو "ياعلي طوبي لمن احبڪ وصدق فيڪ وويل لمن ابغضڪ وڪذب فيڪ" يعني، اي علي! ان جي لاءِ خوشخبري آهي جنهن توسان محبت ڪئي ۽ تنهنجي تصديق ڪئي ۽ ان جي لاءِ تباهي آهي جنهن توسان بغض رکيو ۽ توکي ڪوڙو چيو.

## مومن ۽ منافق جي سڃاڻپ

88. حضرت عبدالله بن عوام رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون علي عليہ السلام کي اهو چوندي ٻڌو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ و آله وسلم فرمايو "لا يحبني الا مومن ولا يبغضني الا منافق" يعني مون (علي) سان مومن کان سواءِ ڪير بہ محبت نہ ڪندو ۽ منافق کان سواءِ ڪير بہ بغض نہ رکندو.

89. حضرت زر بن حبيش رضہ جو بيان آهي تہ مون حضرت علي كرم الله وجہ كي اهو چوندي ٻڌو تہ مون كي ان ذات جو قسم آهي جنهن داڻي كي چيري ان مان وجود كي پيدا كيو تہ نبي امي صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "انه لا يحبك الا مومن ولا يبغضك الا منافق" يعني، توسان مومن كان سواءِ كير بہ محبت نہ كندو ۽ توسان منافق كان سواءِ كير بہ بغض نہ ركندو.

## اهڙو شخص كوڙو آهي

90. حضرت انس رضي الله عنہ كان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم حضرت علي عليہ السلام كي فرمايو "ياعلي من زعم انه يحبني وهو يبغضك فهو كذاب" يعني، اي علي! جيكو شخص اهو خيال كري تہ اهو مون سان محبت كري ٿو ۽ توسان بعض ركندو هجي تہ اهڙو شخص مون سان محبت كرڻ جي دعويٰ ۾ كوڙو آهي.

## امام شافعي مُطلبي جي نشاندهي

91. ربيع بن سلمان جو بيان آهي تہ مون امام شافعي رحمة الله عليہ كي عرض كيو تہ هتي كجهہ ماڻهو اهڙا آهن جيكي اهلبيت جي فضيلت ٻڌي برداشت نٿا كري سگهن ۽ جيكڏهن كو انهن جو ذكر كرڻ گهري ٿو تہ اهي ماڻهو چون ٿا تہ هي رافضي آهي تہ امام شافعي رحمة الله عليہ هي شعر پڙهيا:

اذا في مجلس ذكروا عليا — وسبطيه و فاطمه الزكية
فاجري بعضهم ذكري سواهم — فايقن انه ابن سلقلقية
ازا ذكروا عليا او بنيه — تشاغل بالروايات الدنية
وقال تجاوزوا يا قوم هاذا — فهاذا من حديث الرافضية
برات الي المهيمن من اناس — يرون الرافض حب الفاطمية
عليٰ آل الرسول صلوات ربي — ولعنته لتلك الجاهلية

(جڏهن كنهن مجلس ۾ موليٰ علي كرم الله وجہ ۽ حضرت فاطمہ ذكيہ سلام الله عليها ۽ انهن جي ٻن پٽن جو ذكر كيو ويندو آهي تہ كجهہ ماڻهو وچ ۾ ٻين ماڻهن جو ذكر ڇيڙي وٺندا آهن پوءِ مان يقين

ڪري وٺندو آهيان تہ بيشڪ اهي رنڊيءَ جي اولاد آهن. جڏهن حضرت مولا علي عليہ السلام ۽ سندن پٽن جو ذڪر ڪيو ويندو آهي تہ ڪجهہ ماڻهو اجايون ڳالهيون ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويندا آهن ۽ چوندا آهن تہ ياٿرو! ان ڳالهہ کي ڇڏيو اهي رافضيت جون ڳالهيون آهن. مان اهڙن ماڻهن کان الله جي پناهہ گهران ٿو جيڪي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها جي ۽ سندن اولاد جي محبت کي رفض خيال ڪن ٿا. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي آل تي منهنجي پالڻهار جو درود نازل هجي ۽ انهن جاهلن تي الله جي لعنت.)

## امام ابوالحسن علي بن احمد واحديءَ جو شعر

92. امام ابوالحسن علي بن احمد واحدي چيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي اهلبيت جي باري ۾ هي منهنجو پراڻو شعر آهي:

رهط الرسول عليكم صلواتي　　　مترادفات بكرمة و اصيلا

فتشفعون لذي جرائم انه　　　احي الرجاء و صدق التاميلا

(اي رسولِ معظم جا اهلبيت توهان تي منهنجي طرفان مڙني معنائن وارو ملندڙ جلندڙ درود هجي. جيڪي صبح شام گناهگارن جي سفارش ڪندا آهن انهن جو شان اهو آهي تہ انهن اميد کي زنده ڪيو ۽ اميدن کي سچو ڪيو.)

## زينتِ ابرار

93. اصبغ بن نباتہ کان روايت آهي تہ مون عمار بن ياسر رضي الله عنهما کان ٻڌو. جيڪو چئي رهيو هو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "يا علي ان الله قد زينك بزينه لم يزين العباد بزينة احب اليه منها وهي زينة الابرار عندالله و هي الزهد في الدنيا فجعلك لا تزرء من الدنيا شيئا ولا تزرء الدنيا منك شيئا, ووهب لك حب المساكين, فجعلك ترضي بهم اتباعا ويرضون بك اماما." يعني, بيشڪ الله تعاليٰ توکي اهڙي زينت بخشي آهي جنهن سان ٻين ٻانهن کي ڪونہ سينگاريو آهي, جيڪا ان کي سيني کان گهڻي پسند آهي اها الله وٽ ابرارن جي زينت آهي ۽ اها دنيا ۾ زهد اختيار ڪرڻ آهي. انهيءَ ڪري

توکي اهڙو ناهيو آهي جو توکي دنيا کان ۽ دنيا کي توکان ڪجهہ نہ مليو آهي، توکي مسڪينن سان محبت ڪرڻ عطا ڪئي ويئي آهي ۽ توکي انهن جو پيير هجڻ تي راضي ڪيو آهي ۽ انهن کي تنهنجي امام هجڻ تي خوش ڪيو آهي.

## علي (عليہ السلام) امامن پاڪن جو ابو آهي

94. حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مان هڪڙي ڏينهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم سان گڏ هيس تہ اسان ڪجيءَ جي هڪڙي وڻ وٽان گذرياسين تہ ڪجيءَ جي وڻ مان آواز آيو "هذا محمد سيد الانبياء و هاذا علي سيدالاوصياء ابوالائمة الطاهرين" يعني، هي محمد (صلي الله عليہ وآله وسلم) نبين جا سردار ۽ هي علي (عليہ السلام) وصيين جا سردار آهن ۽ امامن سڳورن جا بابا آهن.

پوءِ اسان ڪجيءَ جي هڪڙي ٻئي وڻ وٽان گذرياسين تہ ڪجيءَ جي وڻ مان آواز آيو. "هذا محمد رسول الله و هاذا علي سيف الله" يعني، هي محمد الله جا رسول آهن ۽ هي علي الله جي تلوار آهن.

پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم علي عليہ السلام ڏانهن متوجهہ ٿيا ۽ فرمايو اي علي! صيحاني کي ٻڌئي. حضرت علي عليہ السلام چيو هائو. ان ڏينهن کان ان ڪتل جو نالو صيحاني آهي.

## علي سڀ کان پهريون مومن ۽ صديق الاڪبر ۽ فاروق آهي

95. حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم کي حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ هي فرمائيندي ٻڌو "انت اول من امن بي، وصدقني وانت اول من يصافحني يوم القيامت. وانت صديق الاڪبر. وانت الفاروق الذي يفرق بين الحق والباطل، وانت يعسوب المسلمين والمال يعسوب الڪفار" يعني، تون پهريون شخص آهين جنهن مون تي ايمان آندو ۽ تون پهريون شخص هوندين جيڪو قيامت جي ڏينهن مون سان هٿ ملائيندو ۽ تون صديق الاڪبر آهين ۽ تون فاروق آهين جنهن سيني

ڪان اڳ ۾ حق ۽ باطل ۾ فرق ڪيو ۽ تون مسلمانن جو اڳواڻ (يعسوب) آهين ۽ مال ڪافرن جو يعسوب يعني سردار آهي.

## علي مسلمانن جو سردار ۽ متقين جو امام آهي

96. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم مونکي فرمايو "مرحبا بسيدالمسلمين وامام المتقين" يعني، اي مسلمانن جا سردار ۽ متقين جا امام ڀلي ڪري آيا.

## علي سيدالمومنين ۽ امام المتقين ۽ قائدالغرلمحجلين آهي

97. عبدالله بن حڪيم جهني کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "بيشڪ الله تعاليٰ معراج واري رات مون کي علي (عليہ السلام) جي باري ۾ ٽن ڳالهين جي وحي ڪئي "انه سيدالمومنين وامام المتقين وقائدالغرالمحجلين" يعني، اهو (علي عليہ السلام) مومنن جو سردار، متقين جو امام ۽ سفيد پيشاني وارن جو قائد آهي."

## علي (عليہ السلام) سڀ کان پهريان جنت جو دروازو کڙڪائيندو

98. امام علي رضا عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان حضرت علي ڪرم الله وجہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "يا علي انڪ تقرع باب الجنت فتدخلها بغير حساب" يعني، اي علي! تون جنت جو دروازو کڙڪائيندين ۽ جنت ۾ بغير حساب جي داخل ٿيندين.

## ٽن ڳالهين جو بيان

99. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو، اي علي! توکي ٽي خصوصيتون اهڙيون مليون آهن جيڪي مون کي عطا ڪونہ ٿيون آهن. مون عرض ڪيو تہ يارسول الله! اهي ڪهڙيون آهن. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ توکي مون جهڙو سهرو عطا ٿيو پر مون کي عطا ڪونہ ٿيو توکي فاطمہ جهڙي گهرواري عطا ٿي، مون کي اهڙي گهر واري عطا ڪونہ ٿي ۽ توکي حَسن ۽ حُسين جهڙا پٽ عطا ٿيا.

## علي (عليہ السلام) هدايت جو جهنڊو آهي

100. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم مونکي ابوبرزه اسلمي ڏانهن موڪليو پوءِ مون ٻڌو تہ پاڻ سڳورن ان کي فرمايو اي ابوبرزه! بيشڪ الله جهانن جي پالڻهار علي (عليہ السلام) جي باري ۾ مون کي خبروار ڪيو "انه رايت الهدي ومنارالايمان وامام اوليائي ونور جميع من اطاعني" يعني، بيشڪ علي هدايت جو جهنڊو ۽ ايمان جي نشاني ۽ منهنجي ولين جو امام ۽ انهن سيني جي لاءِ جيڪي منهنجي اطاعت ڪندا نور آهي. اي ابوبرزه! علي قيامت جي ڏينهن منهنجي پالڻهار جي خزانن جي چاٻين جو امين هوندو ۽ قيامت جي ڏينهن منهنجو علمبردار هوندو.

101. حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ جڏهن معراج واري رات مون کي آسمان طرف گهرايو ويو تہ مون عرش جي هيٺان آواز ٻڌو تہ علي (عليہ اسلام) هدايت جو جهنڊو آهي ۽ جنهن مون تي ايمان آندو ان جو حبيب آهي ۽ اها ڳالهہ علي تائين پهچائي ڇڏ. جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم واپس تشريف ڪٺي آيا تہ اها ڳالهہ ٻڌائڻ وساري ويٺا، پوءِ الله تعاليٰ هي آيت نازل ڪئي "يَآيُّهَا الرَّسُوْلُ بَلِّغْ مَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ وَاِنْ لَّمْ تَفْعَلْ فَمَا بَلَّغْتَ رِسَالَتَهٗ وَاللّٰهُ يَعْصِمُكَ مِنَ النَّاسِ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الْكٰفِرِيْنَ (٦٧)" (المائده :67) معنيٰ: اي رسول! جيڪي تنهنجي پالڻهار جي طرفان توڏانهن نازل ٿيو آهي اهو ماڻهن تائين پهچائي ڇڏ ۽ ائين نہ ڪيئي تہ ڄڻ تو ان جو ڪو پيغام نہ پهچايو ۽ الله توکي ماڻهن کان بچائيندو، بيشڪ الله ڪافرن جي قوم کي سڌي راهہ نہ ڏيکاريندو آهي (٦٧)

## علي (عليہ السلام) اميرالمومنين آهي

102. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ اي انس! مونکي وضوءِ ڪراءِ، ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم ٻہ رڪعتون نماز ادا ڪئي ۽ پوءِ فرمايو "يا انس! اول من يدخل عليڪ من هاذا الباب

اميرالمومنين وسيدالمسلمين وقائد اوغرالمحجلين وخاتم الوصيين" يعني، اي انس! هن دروازي مان جيڪو سيني کان پهريان اندر اچي تو وٽ پهچي اهو اميرالمومنين ۽ سيدالمسلمين ۽ سفيد پيشاني وارن جو قائد ۽ وصيين جو خاتم هوندو.

حضرت انس رضہ جو بيان آهي تہ مون سوچيو تہ اي الله! اهو شخص انصارن مان هجي تہ ايتري ۾ حضرت علي ڪرم الله وجہ تشريف کڻي آيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو، اي انس! ڪير آهي. مون عرض ڪيو تہ علي (عليہ السلام) آهي. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم خوشيءَ مان اٿيا ۽ حضرت علي عليہ السلام سان ڀاڪر پائي مليا. پوءِ ان جي چهري جو پگهر پنهنجي چهري مبارڪ تي مليائون ۽ پنهنجي چهري مبارڪ جو پگهر ان جي چهري تي مليائون.

حضرت علي ڪرم الله وجہ عرض ڪيو تہ يارسول الله! مون هن کان اڳ ۾ توهان کي ايئن ڪندي ڪونہ ڏٺو آهي تہ پاڻ سڳورن فرمايو "مون کي ڪهڙي ڳالهہ روڪيو آهي جو مان ايئن نہ ڪريان. تون منهنجي طرف کان قرض ادا ڪندين، تون منهنجو پيغام پهچائيندين ۽ مون کان پوءِ تون ماڻهن جي وچ ۾ اختلاف کي ختم ڪرائيندين."

## علي (عليہ السلام) خاتم الاوصياءَ آهي

103. حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "انا خاتم الانبياء وانت ياعلي خاتم الاوصياء الي يوم الدين" يعني، مان نبين جو خاتم آهيان ۽ اي علي تون قيامت تائين اوصياءَ جو خاتم آهي.

## علي (عليہ السلام) هادي آهي

104. حضرت ابوبرزه اسلمي رضہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي هي فرمائيندي ٻڌو "اِنَّمَآ اَنْتَ مُنْذِرٌ" ووضع يد علي صدر نفسه، ثم وضعها علي يد علي ويقول "وَّلِكُلِّ قَوْمٍ هَادٍ" (رعد: 7) يعني، بيشڪ تون ڊيڄارڻ وارو آهين ۽ پنهنجو هٿ سيني تي رکيو ۽

ان ڪان پوءِ پنهنجو هٿ علي (عليہ السلام) جي هٿ تي رکيو ۽ چيائون، هر قوم جي لاءِ هادي آهي.

105. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما بيان ڪيو تہ جڏهن هي آيت "اِنَّمَآ اَنْتَ مُنْذِرٌ وَّلِكُلِّ قَوْمٍ هَادٍ" (رعد: 7) نازل ٿي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "انا المنذر وعلي الهادي وبڪ ياعلي يهتدي المهتدون بعدي" يعني، مان منذر يعني ڊيڄارڻ وارو آهيان ۽ علي (عليہ السلام) هادي آهي ۽ اي علي! مون کان پوءِ هدايت لهڻ وارا توسان گڏ هدايت لهندا.

## علي جو گوشت منهنجو گوشت ۽ علي جو خون منهنجو خون آهي

106. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها کي فرمايو تہ هي علي بن ابوطالب آهي "لحمهُ لحمي ودمه دمي وهو بمنزله هارون من موسيٰ الا انه لا نبي بعدي" يعني، هن جو گوشت منهنجو گوشت آهي ۽ هن جو رت منهنجو رت آهي ۽ هي مون سان اهائي نسبت رکي ٿو جيڪا هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هئي مگر مون کان پوءِ ڪوئي نبي ڪونهي.

اي ام سلميٰ، هي علي اميرالمومنين آهي، مسلمانن جو سردار (سيد المسلمين) آهي ۽ منهنجو وصي آهي. هي منهنجي عِلم جي صندوق ۽ منهنجو دروازو آهي جنهن مان اندر اچبو آهي. هي دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجو ڀاءُ آهي، هي مقام اعليٰ تي مون سان گڏ هوندو. هي زيادتي ڪرڻ وارن (قاسطين) بيعت ٽوڙڻ وارن (ناڪثين) ۽ حق کان منهن ڦيرڻ وارن (مارقين) کي قتل ڪندو.

## علي (عليہ السلام) منهنجي ولين جو امام آهي

107. حضرت ابوبرزه رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ الله تعاليٰ علي (عليہ السلام) جي باري ۾ مون سان هڪڙو پڪو واعدو ڪيو. مون عرض ڪيو تہ اي پالڻهار! مون کي اهو واعدو ٻڌاءِ، الله تعاليٰ فرمايو تہ ٻڌ. مون عرض ڪيو تہ مان

ٻڌي رهيو آهيان. الله تعاليٰ فرمايو تہ بيشڪ علي هدايت جو جهنڊو آهي، منهنجي ولين جو امام آهي ۽ منهنجي اطاعت ڪندڙن لاءِ نور آهي ۽ اهو اهڙو ڪلمو آهي جنهن کي متقين پاڻ تي لازم ڪري ڇڏيو آهي. جنهن ان سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن ان سان بغض رکيو تہ ان مون سان بغض رکيو. تون ان ڳالهہ جي ان (علي) کي خوشخبري ٻڌاءِ مون ان کي خوشخبري ٻڌائي تہ ان عرض ڪيو تہ يارسول الله ! مان الله جو ٻانهو آهيان جيڪڏهن اهو مون کي عذاب ڏيندو تہ اها ڳالهہ منهنجي گناهہ جي ڪري هوندي. الله تعاليٰ مون کان اها ڳالهہ پوري ڪرائي جنهن جي مون کي خوشخبري ڏني آهي تہ الله مون کان وڌيڪ حق رکي ٿو. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ مون عرض ڪيو اي الله! علي جي دل کي بزرگ بڻاءِ ۽ علي کي ايمان جو سرسبز مقام ڏي. الله تعاليٰ فرمايو تہ مون ايئن ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ فرمايو تہ مون علي کي آزمائشن ۽ امتحانن لاءِ مخصوص ڪيو آهي. مون عرض ڪيو تہ اي منهنجا پالڻهار علي تہ منهنجو ڀاءُ ۽ منهنجو وصي آهي. الله تعاليٰ فرمايو تہ اها ڳالهہ منهنجي قضا ۽ قدر ۾ لکجي چڪي آهي تہ اهو ضرور امتحان ۽ تڪليف ۾ مبتلا ٿيندو.

## ستن باغن مان لنگهڻ

108. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم سان گڏ مديني جي رستن ۾ هلي رهيو هيس تہ اسان هڪڙي باغ ۾ پهتاسين. مون عرض ڪيو تہ يارسول الله! هي باغ ڪيترو خوبصورت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ جنت ۾ تنهنجي لاءِ هن کان بہ وڌيڪ خوبصورت باغ هوندو. پوءِ اسان هڪڙي ٻئي باغ ۾ پهتاسين تہ مون عرض ڪيو تہ هي باغ سيني کان وڌيڪ خوبصورت ۽ سهڻو آهي. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ تنهنجي لاءِ هن کان وڌيڪ خوبصورت ۽ سهڻو باغ جنت ۾ هوندو. حضرت علي عليہ السلام جو بيان آهي تہ اسان هلندا وياسين ايستائين جو ستن باغن مان لنگهياسين، هر باغ مان لنگهڻ تي مون ايئن چيو تہ يارسول الله! هي ڪيترو خوبصورت باغ آهي تہ پاڻ

سڳورا هر دفعي اهو فرمائيندا رهيا تہ جنت ۾ تنهنجي لاءِ ان کان بہ وڌيڪ خوبصورت باغ آهي. رستي ۾ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم مونکي ڀاڪر پائي روئڻ لڳا. مون عرض ڪيو تہ توهان ڇو روئي رهيا آهيو. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو ماڻهن جي دل ۾ تنهنجي لاءِ ساڙ آهي جيڪو مون کان پوءِ ظاهر ڪندا.

## جيڪو علي کي سڀني ماڻهن کان وڌيڪ سٺو نہ سمجهي

109. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "من لم يقل علي خيرالناس فقد ڪفر" يعني، جنهن علي کي ماڻهن کان سٺو نہ سمجهيو ان ڪفر ڪيو.

## علي (عليہ السلام) خيرالبريہ آهي

110. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "علي خير البرية" يعني، علي سڀني ماڻهن کان ڀلو آهي.

## هي ۽ ان جا شيعا قيامت جي ڏينهن ڪامياب آهن

111. حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي خدمت ۾ حاضر هياسين تہ حضرت علي عليہ السلام تشريف کڻي آيا. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ توهان وٽ منهنجو ڀاءُ آيو آهي ۽ ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم ڪعبي ڏانهن ڏٺو ۽ ڪعبت الله جي پٽ تي هٿ هڻي فرمايو تہ ان ذات جو قسم آهي جنهن جي قبضہ قدرت ۾ منهنجي جان آهي "ان هذا وشيعته هم الفائزون يوم القيامة" يعني، بيشڪ هي ۽ هن جا شيعا قيامت جي ڏينهن ڪامياب هوندا.

ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ اهو توهان ۾ مون سان ايمان ۾ پهريون شخص آهي ۽ توهان ۾ سڀني کان وڌيڪ الله تعاليٰ سان واعدي کي پورو ڪرڻ ۾ وفادار آهي ۽ توهان ۾ سڀني کان وڌيڪ الله تعاليٰ جي امر ۾ مضبوط آهي ۽ توهان ۾ سڀني کان وڌيڪ رعيت ۾ عدل ڪرڻ وارو آهي ۽ توهان ۾ ماڻهن ۾ هڪ جيتري ورهاست

ڪرڻ وارو آهي ۽ توهان مان الله تعاليٰ جي نظر ۾ سيني کان وڏيڪ عظمت وارو آهي.

حضرت جابر رضہ جو بيان آهي تہ هي آيت "اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوْا الصّٰلِحٰتِ اُولٰٓئِكَ هُمْ خَيْرُ الْبَرِيَّةِ (٧)" (البينہ: 7) معنيٰ بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون، اهي ئي سموري مخلوق ۾ ڀلا آهن (٧). نازل ٿي تہ نبي سڳوري حضرت محمد صلي الله عليہ وآله وسلم جا اصحابي حضرت علي عليہ السلام کي ايندي ڏسندا هئا تہ چوندا هئا "قد جاء خيرالبرية" يعني، هو خير البريہ اچي ويو.

## هي ڀلن (نيڪن) جو امير آهي

112. عبدالرحمان بن بهمان حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ جي حوالي سان روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم حديبيہ واري ڏينهن حضرت علي عليہ السلام جو هٿ مٿي ڪري فرمايو "هذا اميرالبررت قاتل الفجرت، منصور من نصره، مخذول من خذله" يعني، هي ڀلن جو امير آهي، بدڪارن کي قتل ڪرڻ وارو آهي، ان جي مدد ٿي وئي جنهن هن جي مدد ڪئي، ان کي نظرن مان ڪيرايو ويندو جيڪو هن کي ڇڏي ويجي. حضرت جابر رضہ جو چوڻ آهي تہ جنهن وقت حضور صلي الله عليہ وآله وسلم ايئن فرمائي رهيا هئا تہ سندن آواز وڏو هو.

## علي (عليہ السلام) قرآن جي تاويل تي لڙائي ڪندو

113. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ان منڪم من يقاتل علي تاويل القرآن ڪما قاتلت علي تنزيله" يعني، بيشڪ توهان مان هڪڙو آهي جيڪو قرآن جي تاويل تي لڙائي ڪندو جيئن مان قرآن جي نازل ٿيڻ تي ماڻهن سان لڙائي ڪئي.

حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ يارسول الله! ڇا اهو شخص مان آهيان .حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ نہ. حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ يارسول الله! ڇا اهو

شخص مان آهيان تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ نہ "ولڪن خاصف النعل" يعني، نہ مگر هو جتيءَ کي ڳنڍڻ وارو.

حضرت ابوسعيد خدري رضہ بيان ڪيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي پنهنجي جتي ڳنڍڻ لاءِ ڏني هئي.

114. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ اسان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي انتظار ۾ ويٺا هياسين تہ پاڻ سڳورا پنهنجين گهروارين جي حجرن جي طرف کان نڪتا تہ اسان سندن ادب ۾ بيهي رهياسين. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي جتي لاٿي ۽ علي عليہ السلام کي ڳنڍڻ لاءِ ڏني. پوءِ اسان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ هلڻ لڳاسين تہ پاڻ سڳورا بيهي علي عليہ السلام جو انتظار ڪرڻ لڳا. اسان بہ پاڻ سڳورن سان بيهي رهياسين. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ بيشڪ توهان مان هڪڙو شخص آهي جيڪو قرآن جي تاويل لاءِ لڙائي ڪندو جيئن مون قرآن جي نازل ٿيڻ تي ماڻهن سان لڙائي ڪئي. حضرت ابوسعيد رضہ جو بيان آهي تہ اسان سان حضرت ابو بڪر ۽ حضرت عمر رضہ بہ گڏ هيا .حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن لاءِ چيو تہ نہ پر هو جيڪو جتي ڳنڍي رهيو آهي. حضرت ابوسعيد رضہ وڌيڪ چيو تہ مان ويس ۽ ان (علي عليہ السلام) کي خوشخبري ٻڌائي پر ائين ٿي لڳو تہ اهو اها ڳالهہ اڳيئي ٻڌي چڪو آهي.

## الله تعاليٰ علي جي دل کي ايمان سان پرکي ورتو آهي

115. حضرت علي ڪرم الله وجہ رحبہ جي ماڳ تي بيان فرمايو تہ قريشن جا ماڻهو وفد وٺي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ آيا، انهن ۾ سهيل بن عمرو بہ هو. انهن چيو اي محمد! اسان جا جوان توسان ملي ويا آهن سو انهن کي واپس ڪر. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪاوڙ ۾ اچي ويا ۽ ايترو جو سندن چهري مبارڪ مان ڪاوڙ جا آثار ظاهر ٿيڻ لڳا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اي قريشيو! سڌري وڃو ورنہ الله تعاليٰ توهان تي هڪڙو اهڙو ماڻهو موڪليندو جنهن جي دل کي الله تعاليٰ ايمان سان پرکي ڇڏيو آهي، اهو دين جي لاءِ

توهان جا ڪنڌ ڪپيندو. پڇيو ويو تہ يارسول اللہ! اهو ابوبڪر رضہ آهي، فرمايائون تہ نہ. پوءِ پڇيو ويو تہ عمر رضہ آهي. فرمايائون تہ نہ پر اهو جتي ڳنڍڻ وارو آهي جيڪو حجري ۾ ويٺو آهي.

حضرت علي ڪرم الله وجہ جو بيان آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کان ٻڌو تہ پاڻ سڳورن فرمايو مون تي ڪوڙ نہ هڻو جنهن بہ ڄاڻي واڻي مون تي ڪوڙو هنيو تہ ان جو ٺڪاڻو جهنم آهي.

## علي الله تعاليٰ کان سيني کان وڌيڪ ڊڄڻ وارو آهي

116. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ ماڻهن حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي شڪايت ڪئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو اي ماڻهو! علي جي شڪايت نہ ڪيو الله جو قسم، اهو الله جي ذات ۾ سيني کان وڌيڪ ڊڄڻ وارو آهي.

117. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ ماڻهن حضرت علي عليہ السلام جي شڪايت ڪئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم اٿي بيٺا ۽ فرمايو اي ماڻهو! علي جي شڪايت نہ ڪيو الله جو قسم، اهو الله جي ذات ۾ ۽ الله جي راهہ ۾ سيني کان وڌيڪ ڊڄڻ وارو آهي.

## علي (عليہ السلام) الله جي ذات ۾ فنا آهي

118. اسحاق بن ڪعب بن عجره پنهنجي پيءُ جي حوالي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "لا تسبو عليا فانه ممسوس في ذات الله" يعني، علي (عليہ السلام) کي گاريون نہ ڏيو بيشڪ اهو الله جي ذات ۾ مجذوب آهي.

## اصحابن سڳورن جي فضيلت

119. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو هن امت جو هن امت وارن سان سيني کان وڌو رحمدل انسان ابوبڪر آهي ۽ الله جي دين ۾ سيني کان وڌيڪ مضبوط عمر آهي ۽ امت جو سڀ کان وڌيڪ فرض شناس زيد آهي ۽ انهن ۾ سيني کان وڌو قاضي علي آهي ۽ سيني کان

وڏيڪ حيا وارو عثمان آهي ۽ هن امت جو امين ابوعبيده بن جراح آهي ۽ انهن مان الله جي ڪتاب جو سيني ڪان وڏو قاري ابي بن ڪعب آهي ۽ ابوهريره علم جو ٿانءُ آهي ۽ سلمان ڪي اهڙو علم ڏنو ويو آهي جنهن جي پيو ڪوبہ پروڙ نٿو ڪري سگهي ۽ معاذ بن جبل الله جي حلال ۽ حرام ڪي سيني ماڻهن ڪان وڏيڪ ڄاڻڻ وارو آهي ۽ آسمان ڪنهن بہ اهڙي سچي ماڻهوءَ تي ڇانو ڪونہ وڌو هوندو ۽ نہ زمين مٿان رهندڙ هوندو جيڪو ابوذر غفاري رضہ ڪان وڏيڪ سچو هجي.

## نبي ڪريم ﷺ جو علي عليہ السلام ڪي يمن طرف موڪلڻ

120. حضرت علي عليہ السلام ڪان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم مون ڪي يمن ڏانهن موڪليو تہ مون عرض ڪيو تہ يارسول الله! توهان مونکي اهڙي قوم ڏانهن موڪلي رهيا آهيو جنهن جا ماڻهو مون ڪان عمر ۾ وڏا بہ هوندا، جڏهن تہ مان نوجوان آهيان، مان انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪيئن ڪندس. حضور صلي الله عليہ آله وسلم منهنجي ڇاتيءَ تي هٿ رکيو ۽ دعا ڪئي، اي الله! هن جي دل ڪي روشن ڪر ۽ هن جي زبان ڪي ثابت رک. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ تون وڃ. بيشڪ الله تعاليٰ تنهنجي دل ڪي روشن ڪندو ۽ تنهنجي زبان ڪي حق تي ثابت قدم رکندو.

حضرت علي عليہ السلام جو بيان آهي تہ الله جو قسم جنهن داڻي ڪي چيريو. ان ڪان پوءِ مون ڪي ٻن ماڻهن جي وچ ۾ فيصلو ڪرڻ ۾ ڪڏهن بہ شڪ ڪونہ ٿيو.

## نبين سڀني جون وصفون ۽ ذاتِ علي (عليہ السلام)

121. ابوحمراء ڪان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "من اراد ان ينظر الي آدم في علمه و الي نوح في فهمه و الي ابراهيم في حلمه و الي يحيٰ بن زڪريا في زهده و الي موسي بن عمران في بطشه فلينظر الي علي بن ابي طالب" يعني، جيڪو آدم عليہ السلام ڪي ان جي علم ۾، نوح عليہ السلام ڪي ان جي فهم ۾ ۽ ابراهيم عليہ السلام ڪي ان جي حلم ۾، يحيٰ بن زڪريا عليہ السلام ڪي ان جي زهد ۾

۽ موسيٰ بن عمران عليہ السلام کي ان جي پڪڙ ۾ ڏسڻ گهري تہ ان کي گهرجي تہ اهو علي بن ابوطالب کي ڏسي ڇڏي

## علي عليہ السلام ۽ عيسيٰ عليہ السلام جون نيشانيون

122. حضرت علي عليہ السلام جو بيان آهي تہ مونکي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ تو ۾ عيسيٰ عليہ السلام جهڙيون علامتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. عيسيٰ عليہ السلام سان يهودين بغض ڪيو ايستائين جو ان جي امڙ تي الزام لڳاياڻون ۽ نصارن وري حد کان وڌيڪ محبت ڪئي ايستائين جو ان کي اهڙو مقام ڏنو جيڪو ان جي لاءِ نہ هو.

ان کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ منهنجي حوالي سان ٻن قسمن جا ماڻهو هلاڪ ٿيا. مون سان حد کان وڌيڪ محبت ڪرڻ وارا جن مون ۾ اهڙي ڳالهہ ٻڌائي جيڪا مون ۾ آهي ئي ڪونہ ۽ ٻيا مون سان بغض رکڻ وارا جن مون کي منهنجي مقام کان ڪيرايو ۽ مون تي بهتان مڙهيو.

## ٻن قسمن جا ماڻهو هلاڪ آهن

123. ربيع بن ناجد حضرت علي ڪرم الله وجہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم مون کي سڏ ڪري ارشاد فرمايو اي علي! تو ۾ عيسيٰ عليہ السلام جهڙيون علامتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ان سان يهودين بغض رکيو ايستائين جو ان جي امڙ تي الزام لڳاياڻون ۽ نصارن وري محبت ڪئي ايستائين جو ان کي اهڙو مقام ڏناڻون جيڪو ان لاءِ ڪونہ هو.

ربيع بن ناجد چيو تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو تہ منهنجي حوالي سان ٻن قسمن جا ماڻهو هلاڪ ٿيا، محبت ۾ حد کان لنگهڻ وارا، انهن مون ۾ اهڙي ڳالهہ ٻڌائي جيڪا مون ۾ ڪونهي ۽ ٻيا منهنجي بغض ۾ وڌڻ وارا، انهن مون تي بهتان مڙهيو. خبردار! ڄاڻي ڇڏيو تہ نہ مان نبي آهيان ۽ نہ مون تي وحي آئي، مگر مون الله جي ڪتاب تي عمل ڪيو.

## امام بيهقي رحمت الله عليہ جو قول

124. بيهقي پنهنجي سَنَد سان چيو تہ حڪم بن عبدالملڪ گڏريل روايتن ۾ هي اضافو ڪيو تہ مون الله جي ڪتاب ۽ نبي صلي الله عليہ وآله وسلم جي سنت جي مطابق عمل ڪيو. جيڪڏهن مان توهان کي ڪتاب ۽ سنت جي مطابق الله جي اطاعت جو حڪم ڏيان تہ توهان تي منهنجي اطاعت ضروري آهي، چاهي اها ڳالهہ توهان کي پسند هجي يا نہ هجي، جيڪڏهن مان توهان کي گناهہ جو حڪم ڏيان تہ مان هجان يا ڪوئي مون کان علاوه. گناهہ ۾ ڪنهن جي بہ اطاعت جائز ڪونهي بلڪ اطاعت صرف نيڪي ڪرڻ ۾ آهي.

## علي عليہ السلام مشرڪن کي ساڙائي ڇڏيو

125. عثمان بن مغيره جو بيان آهي تہ مان علي بن ابوطالب وٽ وينو هوس تہ انهن وٽ ڪجهہ ماڻهو آيا ۽ چوڻ لڳا "اَنتَ هُوَ" يعني، توهان اهي آهيو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو "مَن اَنا" يعني، مان ڪير آهيان. انهن ٻيهر چيو تہ "اَنتَ هُوَ" يعني، توهان اهي آهيو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو "مَن اَنا" مان ڪير آهيان. انهن چيو تہ "اَنتَ رَبُنَا" يعني، توهان اسان جا رب آهيو. حضرت علي عليہ السلام انهن کي توبهہ ڪرڻ جو حڪم ڏنو تہ انهن توبهہ کان انڪار ڪيو. علي عليہ السلام انهن کي سزا ڏني ۽ انهن کي باهہ ۾ ساڙائي ڇڏيو. ان کان پوءِ فرمايو:

انی اذا رايت امر منڪرا

او قدت ناري و دعوت قنبرا

(مون جڏهن امر منڪر ڏٺو تہ قنبر کي سڏ ڪرائي انهن کي باهہ ۾ ساڙايو.)

## جيڪو علي عليہ السلام ڏانهن وحي جو قائل هجي ان کي مولا علي عليہ السلام جو جواب

126. ابو يحيٰ جو بيان آهي تہ حضرت علي عليہ السلام جڏهن تہ فجر جي نماز ادا ڪري رهيا هئا تہ غالين مان هڪڙي شخص انهن کي

پڪاريو. غالي چيو "وَلَقَدْ أُوحِيَ إِلَيْكَ وَإِلَى الَّذِينَ مِنْ قَبْلِكَ لَئِنْ أَشْرَكْتَ لَيَحْبَطَنَّ عَمَلُكَ وَلَتَكُونَنَّ مِنَ الْخَاسِرِينَ(٦٥)" (الزمر: 65) معنيٰ: ۽ بيشڪ توڏانهن ۽ جيڪي توکان اڳ هيا انهن ڏانهن وحي موڪليو ويو جيڪڏهن تو الله سان شريڪ مقرر ڪيو تہ ضرور تنهنجا سمورا عمل ڇٽ ٿي ويندا ۽ ضرور تون گهاٽي وارن مان ٿيندين (٦٥).

حضرت علي عليہ السلام نماز جي حالت ۾ ان غالي کي جواب ڏنو "فَاصْبِرْ إِنَّ وَعْدَ اللَّهِ حَقٌّ وَلَا يَسْتَخِفَّنَّكَ الَّذِينَ لَا يُوقِنُونَ (٦٠)" (الروم: 60) معنيٰ: پوءِ صبر ڪر، بيشڪ الله جو واعدو سچو آهي ۽ جيڪي يقين نٿا رکن اهي ماڻهو توکي مايوس نہ ڪن (٦٠)

## حق جو علي عليہ السلام جي پٺيان اچڻ

127. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "رحم الله عليا اللّهم ادرالحق معه حيث دار" يعني، علي تي الله رحم ڪري، اي الله! حق کي اوڏانهن موڙي ڇڏ جنهن طرف علي هجي.

## جيڏانهن علي (عليہ السلام) اوڏانهن حق

128. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "الحق مع علي بن ابي طالب حيث دار" يعني، حق علي سان گڏ آهي جنهن طرف بہ اهو مڙي.

## علي (عليہ السلام) حق ۽ قرآن سان گڏ آهي

129. شهر بن حوشب بيان ڪيو تہ مان حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها وٽ هيس جڏهن هڪڙي شخص اندر اچڻ جي اجازت گهري تہ ان فرمايو تہ تون ڪير آهين. ان شخص چيو تہ مان علي بن ابوطالب عليہ السلام جو غلام ابو ثابت آهيان. حضرت ام سلميٰ رضہ فرمايو اي ابو ثابت! مرحبا. پوءِ انهن فرمايو اي ابو ثابت! جڏهن دليون ڦرڻ لڳيون هيون تہ تنهنجي دل ڪيڏانهن ڦري هئي. ابو ثابت عرض ڪيو تہ علي عليہ السلام سان گڏ هئي. ام المومنين رضہ فرمايو تہ تو نهڪندڙ ڳالهہ ڪئي. مون کي ان ذات جو قسم آهي جنهن جي قبضہ قدرت ۾ منهنجي

جان آهي، مون رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي فرمائيندي ٻڌو تہ علي قرآن ۽ حق سان گڏ آهي ۽ قرآن علي سان گڏ آهي، اهي هڪٻئي کان ڪڏهن بہ جدا ڪونہ ٿيندا ايستائين جو اهي ٻئي مون وٽ حوض ڪوثر تي ايندا.

## اي عمار! ان رستي سان هلجان جيڏانهن علي هجي

130. حضرت علقمہ رضہ ۽ اسود رضہ بيان ڪيو تہ اسان ٻئي حضرت ابوايوب انصاري جي خدمت ۾ حاضر ٿياسين ۽ عرض ڪيو تہ اي ابوايوب! بيشڪ الله تعاليٰ پنهنجي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي ذريعي توهان کي عزت بخشي آهي ۽ الله جي طرف کان اها توهان جي لاءِ فضيلت آهي جنهن سان توهان کي نوازيو ويو. توهان اسان کي ٻڌايو تہ توهان لااله الا الله پڙهڻ وارن جي خلاف علي عليہ السلام سان گڏ لڙائي لاءِ ڇو نڪتا. حضرت ابوايوب انصاري جواب ڏنو مان توهان کي الله جو قسم کڻي ٻڌايان ٿو تہ الله جا رسول صلي الله عليہ وآله وسلم هن ئي گهر ۾ مون سان گڏ تشريف فرما هيا جنهن گهر ۾ هن وقت توهان ٻئي مون سان گڏ آهيو. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کان علاوه علي عليہ السلام حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي ساڄي پاسي تي ويٺا هيا ۽ مان پاڻ سڳورن جي کاٻي پاسي تي ويٺو هيس ۽ انس حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي سامهون بيٺو هيو تہ اوچتو ڪنهن دروازو کولڻ جي ڪوشش ڪئي. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو اي انس! عمار جي لاءِ دروازو کول هي طيب بن طيب آهي. پوءِ انس رضہ دروازو کوليو ۽ عمار رضہ اندر داخل ٿيو ۽ ان رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي سلام ڪيو. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم عمار رضہ کي فرمايو منهنجي امت تي مون کان پوءِ اهڙو خراب وقت ايندو جو هڪٻئي جي خلاف تلوارون کڻي نڪري پوندا ۽ هڪٻئي کي قتل ڪندا ۽ هڪٻئي کان بيزاريءَ جو اعلان ڪندا، جڏهن تون اهڙيون حالتون ڏسين تہ توتي لازمي آهي تہ ان جو دامن پڪڙي رکجان جيڪو منهنجي ساڄي پاسي ويٺو آهي. يعني علي بن ابوطالب. جيڪڏهن سيئي ماڻهو هڪڙي رستي تي هلڻ لڳن ۽ علي

اڪيلو ٿئي رستي تي هلي رهيو هجي ته تون ان رستي سان هلجان جيڏانهن علي هجي ۽ باقي سيني ماڻهن کي ڇڏي ڏجان.

اي عمار! علي توکي هدايت کان پري نه ڪندو ۽ هي تنهنجي باطل ڏانهن رهنمائي نه ڪندو. اي عمار! علي جي اطاعت منهنجي اطاعت آهي ۽ منهنجي اطاعت الله جي اطاعت آهي.

## اي حذيفه! علي جي اطاعت منهنجي اطاعت آهي

131. حضرت حذيفه رضه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو "علي جي اطاعت منهنجي اطاعت آهي ۽ ان جي نافرماني منهنجي نافرماني آهي."

## جنهن جو علي سان تعلق آهي اهوئي جنتي آهي

132. حضرت عبدالله بن مسعود رضه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو "علي بن ابي طالب حلقت معلقت بباب الجنت من تعلق بها دخل الجنت" يعني، علي بن ابوطالب اهو رسو آهي جيڪو جنت جي دروازي سان ٻڌل آهي، جيڪو ان سان گڏ هوندو اهو جنت ۾ داخل ٿي ويندو.

## علي (عليه السلام) جي چهري ڏانهن ڏسڻ عبادت آهي

133. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو "النظر الي وجه علي بن ابي طالب عبادت" يعني، علي بن ابوطالب جي چهري ڏانهن ڏسڻ عبادت آهي.

134. حضرت ثوبان رضي الله عنه کان روايت آهي ته "النظر الي بيت الله عبادت والنظر الي وجه علي عبادت" يعني، بيت الله ڏانهن ڏسڻ عبادت آهي ۽ علي جي چهري ڏانهن ڏسڻ عبادت آهي.

## علي عليه السلام جي لاءِ سج جو موٽڻ

135. حضرت اسماءِ بنت عميس رضه جو بيان آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم تي وحي نازل ٿي رهي هئي جڏهن ته سندن مٿو

مبارڪ علي عليہ السلام جي جھولي ۾ هو. حضرت علي عليہ السلام حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي چورڻ مناسب نہ سمجھيو تان جو سج لهي ويو ۽ ٽيپهري (عصر) جي نماز پڙهي نہ سگهيا. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم تي وحي نازل ٿي پوري ٿي تہ حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ اهو ٽيپهري جي نماز پڙهي نہ سگهيو آهي. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم سج جي موٽڻ لاءِ دعا ڪئي ۽ سج موٽي آيو ۽ ايتري تائين مٿي آيو جيترو شام جي وقت هوندو آهي. حضرت اسماءِ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ پوءِ علي عليہ السلام نماز پڙهي تہ سج وري لهي ويو.

## علي عليہ السلام جو سج سان ڳالهائڻ

136. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ سيدالاولين و آخرين صلي الله عليہ وآله وسلم ان کي فرمايو تہ اي ابوالحسن! سج سان ڳالهاءِ اهو توسان ڳالهائڻ گهري ٿو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو "السلام عليڪ ياايهاالعبد المطيع لله" يعني، اي الله جا فرمانبردار غلام توتي سلام هجي. سج چيو "وعليڪ السلام يا اميرالمومنين وامام المتقين وقائدالغرالمحجلين ياعلي انت وشيعتڪ في الجنت" يعني، اي اميرالمومنين، متقين جا امام، سفيد پيشاني وارن جا قائد توهان تي سلام هجي. اي علي! توهان ۽ توهان جا شيعا جنتي آهن. اي علي! سڀني کان اڳ ۾ زمين جن لاءِ ڦاٽندي اهي محمد صلي الله عليہ وآله وسلم ۽ انهن کان پوءِ توهان آهيو ۽ سڀني کان پهرين جيڪو اٿندو اهي محمد صلي الله عليہ وآله وسلم ۽ انهن کان پوءِ توهان آهيو.

## قضيب احمر سان ڳنڍيل رهڻ گهرو ٿا
## تہ علي (عليہ السلام) سان ڳنڍيل رهو

137. حضرت زيد بن ارقم رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ جيڪو شخص اهو گهري ٿو تہ اهو قضيب احمر، جنهن کي الله تعاليٰ جنت عدن ۾ خود پوکيو آهي، سان ڳنڍيل رهي تہ ان کي گهرجي تہ علي (عليہ السلام) سان محبت ۾ ڳنڍيل رهي.

## علي عليہ السلام جو رڪوع ۾ منڊي ڏيڻ

138. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هڪڙو سوالي مسجد ۾ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ ڪير آهي جيڪو دولتمند ۽ سپ ڪجهہ ڏيڻ واري کي قرض ڏئي. حضرت علي عليہ السلام ان وقت رڪوع ۾ هٿ پوئتي ڪري سوالي کي اشارو ڪيو تہ سندس هٿ مان منڊي لاهي. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت عمر رضہ کي فرمايو واجب ٿي وئي. حضرت عمررضہ عرض ڪيو تہ يارسول الله! منهنجا پيءُ ماءُ توهان تان قربان، ڇا واجب ٿي وئي. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ علي جي لاءِ جنت واجب ٿي وئي. سوالي هتي علي جي هٿ مان منڊي لاٿي هوڏانهن الله تعاليٰ علي (عليہ السلام) کي هر گناهہ ۽ خطا کان الڳ ڪري ڇڏيو.

139. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ عبدالله بن سلام پنهنجي قوم جي انهن ماڻهن سان گڏجي نبي عليہ السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿيو جن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم تي ايمان آندو. انهن عرض ڪيو تہ يارسول الله! اسان جا گهر پري آهن ۽ هن مجلس کان علاوه اسان جي لاءِ ويهڻ جي ڪا بہ جاءِ ڪونهي ۽ نہ وري اسان سان ڪٿي ٻيو ڪو ڳالهائڻ وارو آهي، ڇوتہ جڏهن اسان جي قوم ڏٺو تہ اسان الله ۽ ان جي رسول تي ايمان آندو آهي ۽ اسان ان جي تصديق ڪئي آهي تہ اسان جي قوم اسان کان لاتعلقي اختيار ڪري ڇڏي، انهن پاڻ ۾ اهو واعدو ڪيو آهي تہ اهي اسان سان گڏ نہ ويهندا ۽ نہ اسان سان مٽي ماڻٽي ڪندا ۽ نہ اسان سان ڳالهہ ٻولهہ ڪندا. اسان لاءِ اها ڏکي ڳالهہ ٿي ويئي آهي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم انهن کي فرمايو ”اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللهُ وَرَسُوْلُهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رٰكِعُوْنَ (٥٥)“ (المائده: 55) معنيٰ: الله ۽ ان جي رسول ۽ ايمان وارن کان سواءِ توهان جو ڪو دوست نہ آهي، اهي جيڪي نماز ادا ڪندا آهن ۽ زڪوات ڏيندا آهن ۽ الله جي بارگاهہ ۾ جهڪندا آهن (٥٥)

پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم مسجد شريف ڏانهن تشريف کڻي آيا. اتي ماڻهو نماز پڙهندي قيام ۽ رڪوع ۾ هيا. حضور

صلي الله عليہ وآله وسلم هڪڙي سوالي کي ڏسي فرمايو ڇا توکي ڪنهن ڪجهہ ڏنو. سوالي چيو تہ هائو هڪڙي شخص منڊي ڏني آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ منڊي ڪنهن ڏني آهي. او هو جيڪو نماز پڙهي رهيو آهي. سوالي هٿ سان علي عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪيو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ علي ڪهڙي حالت ۾ توکي منڊي ڏني. سوالي عرض ڪيو تہ ان مون کي رڪوع واري حالت ۾ منڊي ڏني آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم الله اڪبر چيو ۽ پوءِ هن آيت جي تلاوت ڪئي "وَمَنْ يَّتَوَلَّ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا فَاِنَّ حِزْبَ اللّٰهِ هُمُ الْغٰلِبُوْنَ (٥٦)" (مائده: 56) معنيٰ: ۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول ۽ مومنن کي پنهنجو دوست بڻائيندو سو الله جي ٽولي مان ٿيندو بيشڪ الله جي جماعت ئي سيني تي غالب ٿيندي.

ان وقت حضرت حسان بن ثابت رضہ هي شعر پڙهيا:

ابا حسن تفديڪ نفسي و مهجئي — وڪل بطي في الهوي و مسارع
ايذهب مدحي والمحبين ضائعا — وما المدح في جنب الا اله بضائع
فانت الذي اعطيت اذ ڪنت راڪعا — فدتڪ نفوس القوم يا خير راڪع
فانزل فيڪ الله خير ولايت — وبينها في محڪمات الشرائع

(اي ابوالحسن! مان ۽ هر هدايت ۾ دير ڪرڻ وارو هر ماڻهو ۽ اڳرائي ڪرڻ وارو هر ماڻهو توهان تي پنهنجي جان ۽ مال قربان ڪري، ڇا منهنجي مدحت ۽ روشنائي بيڪار ٿي ويندي، منهنجي مدحت الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ ضايع نہ ٿيندي، توهان اهي آهيو جنهن رڪوع جي حالت ۾ منڊي خيرات ڪئي، اي بهترين رڪوع ڪرڻ وارا پوري قوم توهان تي پنهنجي جان قربان ڪري، الله تعاليٰ توهان جي شان ۾ ولايت جو حڪم نازل فرمايو آهي ۽ اها ڳالهہ شريعت جي پڪن حڪمن مان آهي.)

## علي عليہ السلام نيڪن جو قائد آهي

140. عبايت بن ربعي جو بيان آهي تہ اسان عبدالله بن عباس رضي الله عنهما سان گڏ زمزم جي پرسان ويٺا حديثون بيان ڪري رهيا هئاسين تہ اوچتو هڪڙي شخص جنهن پٽڪي جي پلاند سان پنهنجو منهن لڪائي رکيو هو اچي چيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم

فرمائيندا هيا.... عبدالله بن عباس رضہ هڪدم ان کي چيو تہ مان توکي الله جو قسم ڏئي پڇان ٿو تہ تون ڪير آهين. ان شخص پنهنجي چهري تان پٽڪي جو پلاند هٽائيندي چيو تہ اي ماڻهو! جيڪو مون کي سڃاڻي ٿو اهو تہ سڃاڻي ٿو باقي جيڪو نٿو سڃاڻي اهو ٻڌي وٺي تہ مان جندب بن جناده بدري ابوذر غفاري آهيان. مون نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم کان هنن ڪنن سان ٻڌو جي نہ تہ هي ٻوڙا ٿي وڃن ۽ مون هنن ٻن اکين سان ڏٺو جي نہ تہ هي انڌيون ٿي وڃن. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "علي قائدالبررت وقاتل الڪفرت, منصور من نصره, مخذول من خذله" يعني, علي نيڪو ڪارن جو قائد آهي ۽ ڪافرن کي قتل ڪرڻ وارو آهي, اهو ماڻهو سوڀارو آهي جنهن هن جي مدد ڪئي ۽ جيڪو هن کي ڇڏي ويو اهو ڀٽڪيل ٿي ويو.

مان هڪ ڏينهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم سان گڏ ٻيپهري (ظهر) جي نماز پڙهي رهيو هيس تہ هڪڙي سوالي مسجد ۾ سوال ڪيو تہ ڪنهن بہ ان کي ڪجهہ ڪونہ ڏنو. سوالي آسمان ڏانهن پنهنجا هٿ کنيا ۽ چيو اي الله! شاهد رهجان مان رسول الله جي مسجد ۾ سوال ڪيو ۽ مون کي ڪنهن بہ شخص ڪا شي نہ ڏني. حضرت علي عليہ السلام ان وقت رڪوع ۾ هيا, ان پنهنجي ساڄي هٿ جي آڱر سان اشارو ڪيو جنهن ۾ منڊي پاتل هئي, سوالي اڳتي وڌيو ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي سامهون ان جي آڱر مان منڊي لاٿائين.

جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم نماز مان فارغ ٿيا تہ پاڻ سڳورن آسمان ڏانهن مٿي ڏسي فرمايو. اي الله! منهنجي ڀاءُ موسيٰ عليہ السلام توکان سوال ڪيو ۽ چيو "رَبِّ اشْرَحْ لِي صَدْرِي (٢٥) وَيَسِّرْ لِي أَمْرِي (٢٦) وَاحْلُلْ عُقْدَةً مِّن لِّسَانِي (٢٧) يَفْقَهُوا قَوْلِي (٢٨) وَاجْعَل لِّي وَزِيرًا مِّنْ أَهْلِي (٢٩) هَارُونَ أَخِي (٣٠) اشْدُدْ بِهِ أَزْرِي (٣١) وَأَشْرِكْهُ فِي أَمْرِي (٣٢)" (طه : 25 کان 32)

معنيٰ: اي منهنجا رب! مون لاءِ منهنجو سينو کول (٢٥) ۽ منهنجي لاءِ منهنجو ڪم آسان ڪر (٢٦) ۽ منهنجي زبان جي هٻڪ لاهہ (٢٧) جيئن اهي ماڻهو منهنجي ڳالهہ سمجهن (٢٨) ۽ منهنجي گهر وارن مان مون لاءِ هڪڙو وزير مقرر ڪر (٢٩) يعني منهنجي ڀاءُ هارون کي (٣٠)

ان سان منهنجي طاقت مضبوط ڪر (٣١) ۽ ان کي منهنجي ڪم ۾ شريڪ ڪر (٣٢)، اي الله! تو قرآن ناطق جي هي آيت نازل فرمائي "سَنَشُدُّ عَضُدَكَ بِأَخِيكَ وَنَجْعَلُ لَكُمَا سُلْطَانًا فَلَا يَصِلُونَ إِلَيْكُمَا" (قصص: 35) معنيٰ: جلد اسان تنهنجي طاقت کي تنهنجي ڀاءُ سان مضبوط ڪنداسين ۽ توهان ٻنهي کي غلبو ڏينداسين. پوءِ اهي اسان جي نشانين سبب توهان تائين پهچي نہ سگهندا. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو اي الله! مان محمد تنهنجو نبي آهيان ۽ تنهنجو مخلص ٻانهو آهيان. منهنجو سينو ڪشادو ڪر. منهنجي تبليغ واري امر کي آسان ڪر ۽ منهنجي اهل مان علي کي منهنجو وزير بڻاءِ ۽ ان جي ذريعي مون کي سگهہ عطا ڪر.

حضرت ابوذر رضہ وڌيڪ بيان ڪيو تہ الله جو قسم! اڃا رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جا اهي لفظ ختم ڪونہ ٿيا هيا تہ الله جي طرف کان جبرائيل نازل ٿيو ۽ عرض ڪيو اي محمد! پڙهو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ڇا پڙهان. جبرائيل عرض ڪيو تہ پڙهو "اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللهُ وَرَسُوْلُهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رٰكِعُوْنَ (٥٥)" (مائده: 55) معنيٰ: الله ۽ ان جي رسول ۽ ايمان وارن کان سواءِ توهان جو ڪو دوست نہ آهي، اهي جيڪي نماز ادا ڪندا آهن ۽ زڪوات ڏيندا آهن ۽ الله جي بارگاهہ ۾ جهڪندا آهن (٥٥)

141. حضرت زيد بن حسن رضہ پنهنجي ڏاڏي جي حوالي سان روايت ڪئي تہ ان عمار بن ياسر رضہ کي اهو چوندي ٻڌو تہ سوالي علي عليہ السلام کان ان وقت سوال ڪيو جڏهن اهو نفل نماز جي رڪوع ۾ هو انهن پنهنجي منڊي لاٿي ۽ سوالي کي ڏني. سوالي رسول الله صلي الله عليہ واله وسلم وٽ آيو ۽ اها ڳالهہ ٻڌائي تہ ان وقت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم تي هي آيت نازل ٿي "اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللهُ وَرَسُوْلُهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رٰكِعُوْنَ (٥٥)" (مائده:55). ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ جنهن جو مان مولا آهيان ان جو علي مولا آهي. اي الله! ان سان محبت ڪر جيڪو هن سان محبت ڪري ۽ ان سان دشمني رکي جيڪو هن سان دشمني رکي.

## علي عليہ السلام سيد العرب آهي

142. حضرت حسن بن علي عليهم السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو مون وٽ عرب جي سردار کي سڏي اچو يعني علي کي سڏي اچو تہ حضرت ام المومنين سيده عائشہ رضي الله عنها عرض ڪيو تہ ڇا توهان سيدالعرب نہ آهيو. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو مان آدم جي اولاد جو سردار آهيان ۽ علي عرب جو سردار آهي. حضرت علي عليہ السلام کي سڏ ڪريِ آيا تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم ان کي انصارن ڏانهن موڪليو تہ جيئن اهو انهن کي سڏي اچي. انصاري آيا تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم انهن کي ارشاد فرمايو اي انصاري جماعتا! ڇا مان توهان کي اهڙو دليل نہ ڏيان تہ جيڪڏهن توهان ان سان ڳنڍيل رهيا تہ توهان ان کان پوءِ ڪڏهن بہ گمراهہ نہ ٿيندا. انصارن عرض ڪيو تہ يارسول الله! هائو. حضور صلي الله عليہ واله وسلم فرمايو تہ اهو دليل علي آهي. تنهنڪري ان سان محبت ڪريو منهنجي محبت ڪري ۽ ان جي عزت ڪيو منهنجي عزت جي ڪري، مون توهان کي جيڪو چيو آهي ان جو جبرائيل عليہ السلام الله جي طرفان مون کي حڪم ڏنو آهي.

## علي عليہ السلام جا ڪن مبارڪ

143. حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ جڏهن هي آيت نازل ٿي "وَتَعِيَهَآ أُذُنٌ وَّاعِيَةٌ (١٢)" (الحاقة: 12) تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم مون کي فرمايو تہ مون الله کان دعا ڪئي تہ تنهنجي ڪنن کي محفوظ رکڻ وارو بڻائي.

144. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو اي علي! مون کي الله تعاليٰ حڪم ڏنو تہ مان توکي پنهنجي ويجهو ڪريان ۽ توکي تعليم ڏيان تہ جيئن تون ياد رکين تہ ايتري ۾ هي آيت نازل ٿي "وَتَعِيَهَآ أُذُنٌ وَّاعِيَةٌ (١٢)" (الحاقة: 12) معنيٰ: ان کي ياد رکڻ وارو ڪن ٻڌي (١٢)، سو الله توکي منهنجي علم جي لاءِ محفوظ رکڻ وارا ڪن ڏنائين.

## ڪا آيت اهڙي ڪونهي جنهن جو علي کي علم نہ هجي

145. حضرت علي ڪرم الله وجہ جو بيان آهي تہ الله جو قسم! اهڙي ڪابہ آيت نازل ڪونہ ٿي جنهن جو مونکي علم نہ هجي تہ اها ڪنهن جي باري ۾ نازل ٿي، ڪٿي نازل ٿي ۽ ڪنهن وقت نازل ٿي. بيشڪ منهنجي رب مونکي سمجهدار دل ۽ "لسان ناطق" يعني رواني واري زبان عطا ڪئي آهي.

## نبي ڪريم ﷺ وٽ علي عليہ السلام جو مقام

146. حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ منهنجو هڪڙو درجو ۽ مقام هيو جيڪو مائهن مان ٻئي ڪنهن جو بہ نہ هو. مان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ هر روز صبح صادق کان اول ايندو هيس ۽ مان عرض ڪندو هيس، اي الله جا نبي! السلام عليڪم. پوءِ جيڪڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم تسبيح پڙهندا هيا يعني سبحان الله چوندا هيا تہ مان واپس پنهنجي اهل يعني گهر ڏانهن هليو ويندو هيس، ورنہ مان حضورجن وٽ اندر هليو ويندو هيس. هڪڙي رات مان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ آيس تہ سائينجن فرمايو تہ اتي ئي ترسو جيستائين مان توهان وٽ ٻاهر نڪري اچان. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن ٻاهر تشريف کڻي آيا تہ مون عرض ڪيو يارسول الله! توهان جو ڇا حال آهي، توهان اڳ ۾ تہ ڪڏهن مون کي ائين ڪونہ فرمايو آهي جيئن اڄ چيو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جواب ۾ فرمايو مان پنهنجي حجري ۾ ڪنهن جي پيرن جو آواز ٻڌو تہ ٻاهر نڪري آيس ۽ پڇيو تہ ڪير آهي. جواب آيو تہ جبرائيل. مون چيو تہ اندر اچ. جبرائيل عرض ڪيو تہ توهان جي گهر ۾ اهڙي شي آهي جو جنهن بہ گهر ۾ جيستائين اها شي هوندي تہ اتي ملائڪ داخل نہ ٿيندو. مون چيو مون کي خبر ڪونهي تہ ڪو اهڙي ڪا شي منهنجي گهر ۾ هجي. جبرائيل عرض ڪيو وڃو ۽ وري ڏسو. مان ويس ۽ ڏٺو تہ ڪتي جو هڪڙو ٻچڙو (گُلر) حسن ۽ حُسين سان کيڏي رهيو هو. مون جبرائيل کي چيو تہ هن گُلر

کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نٿو اچي ۽ ان سان حسن ۽ حُسين ڪيڏي رهيا آهن. جبرائيل چيو تہ جنهن بہ گھر ۾ تي شيون يا انهن مان ڪا هڪ بہ هوندي تہ ملائڪ ان گھر ۾ داخل نہ ٿيندو. هڪ ڪتو ٻيو ٽڙ وارو ماڻهو ۽ ٽيون ساهواري جي تصوير.

## مان توهان ٻنهي کان افضل آهيان

147. حضرت انس بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ عباس بن عبدالمطلب ۽ شيبہ هڪٻئي تي وڏائي ڪري رهيا هيا. حضرت عباس رضہ ان کي چيو تہ مان توکان افضل آهيان جو مان رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جو چاچو آهيان ۽ پنهنجي پيءِ عبدالمطلب جو وصي آهيان ۽ حاجين کي پاڻي پيارڻ منهنجو منصب آهي. شيبہ ان کي چيو تہ مان توکان افضل آهيان جو مان الله جي گھر تي ان جو امين آهيان ۽ خزانچي آهيان. ڇا توکي ايئن امين بڻايو ويو آهي جيئن مون کي بڻايو آهي. اهي پاڻ ۾ تڪرار ڪندا رهيا. ايستائين جو حضرت علي عليہ السلام اچي ويو تہ حضرت عباس رضہ شيبہ کي چيو تہ توکي هن جو فيصلو قبول آهي. شيبہ چيو تہ ها, مان راضي آهيان. حضرت عباس رضہ حضرت علي عليہ السلام کي چيو تہ شيبہ مون تي وڏائي ڪري ٿو تہ اهو مون کان افضل آهي. حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ چاچا سائين! توهان ان کي ڇا چيو. حضرت عباس رضہ چيو تہ مون ان کي چيو تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جو چاچو آهيان, پنهنجي پيءِ جو وصي آهيان ۽ حاجين کي پاڻي پياريندو آهيان, تنهنڪري مان توکان افضل آهيان. حضرت علي عليہ السلام شيبہ کي چيو تہ توهان ان کي ڇا چيو. شيبہ ٻڌايو تہ مون ان کي چيو تہ مان توکان افضل آهيان. مان امين الله آهيان ۽ بيت الله جو خزانچي آهيان. حضرت علي عليہ السلام انهن ٻنهي کي چيو تہ مان توهان ٻنهي کان افضل آهيان. مان هن امت جي مردن مان سڀني کان پهريان ايمان آندو ۽ هجرت ڪئي ۽ جهاد ڪيو. اهي ٽئي رسول الله صلي الله عليہ و آله وسلم جي بارگاهہ ۾ آيا ۽ ٽنهي پنهنجي پنهنجي فضيلت بيان ڪري ٻڌائي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جواب ڪونہ ڏنو. ايتري ۾

پاڻ سڳورن تي وحي نازل ٿي تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم ٿنهي کي سڏي ڪري هي آيت تلاوت ڪئي "اَجَعَلْتُمْ سِقَايَةَ الْحَاۤجِّ وَعِمَارَةَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ كَمَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَجَاهَدَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ لَا يَسْتَوٗنَ عِنْدَ اللّٰهِ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ (١٩) اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَهَاجَرُوْا وَجٰهَدُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ اَعْظَمُ دَرَجَةً عِنْدَ اللّٰهِ وَاُولٰۤئِكَ هُمُ الْفَاۤئِزُوْنَ (٢٠)" (توبه: 19۽20) معنيٰ: توهان جو رڳو حاجين کي پاڻي پيارڻ ۽ مسجدالحرام جي خدمت ڪرڻ ان شخص جي عملن جي برابر آهي جا جنهن الله ۽ قيامت تي ايمان آندو ۽ الله جي راهہ ۾ جهاد ڪيائين، اهي ٻئي الله وٽ برابر نہ آهن ۽ الله ظالم ماڻهن کي هدايت نہ ڪندو آهي (١٩) جن ايمان آندو ۽ هجرت ڪيائون ۽ پنهنجي مال ۽ جان سان الله جي راهہ ۾ جهاد ڪيائون، الله وٽ انهن جو وڏو درجو آهي ۽ اهي ئي ڪامياب آهن (٢٠)

## علي عليہ السلام جي گهر ڪان سواءِ سڀني جا دروازا بند

148. حضرت بريده اسلمي رضي الله عنہ ڪان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم مسجد نبوي ڏانهن گهرن جا کلڻ وارا دروازا بند ڪرڻ جو حڪم فرمايو تہ اصحابن سڳورن کي ڏک ٿيو. جڏهن اها ڳالهہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي معلوم ٿي تہ پاڻ سڳورن سڀني کي صلواة الجامعہ لاءِ گهرايو ۽ منبر تي تشريف رکيائون. ان ڏينهن حضور صلي الله عليہ وآله وسلم ڪان حمد ۽ ثنا جا لفظ ڪونہ ٻڌا ويا. پاڻ سڳورن فرمايو اي ياڻرو! نہ مان بند ڪندو آهيان ۽ نہ کوليندو آهيان، بلڪ الله تعاليٰ بند ڪندو آهي. پوءِ هي تلاوت ڪيائون "وَالنَّجْمِ اِذَا هَوٰى (١) مَا ضَلَّ صَاحِبُكُمْ وَمَا غَوٰى (٢) وَمَا يَنْطِقُ عَنِ الْهَوٰى (٣) اِنْ هُوَ اِلَّا وَحْيٌ يُّوْحٰى (٤)" (نجم: 1کان 4) معنيٰ: ان چمڪدار تاري (محمد ﷺ) جو قسم آهي جڏهن اهو معراج ڪان لٿو (١) توهان جو هي ساٿي (محمد ﷺ) نڪي غلط راهہ ويو نڪي واٽ مُنجهيو (٢) ۽ هي پنهنجي خواهش سان نہ ڳالهائيندو آهي (٣) مگر جيڪو ڪيس وحي ڪيو ويندو آهي (٤)

هڪڙي شخص چيو تہ اسان کي مسجد ۾ اجازت ڏيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم انڪار ڪري ڇڏيو ۽ صرف حضرت

علي عليہ السلام جي لاءِ مسجد ۾ دروازو کليل رکيو ۽ اهي غسل واجب (تڙ) جي حالت ۾ بہ مسجد ۾ اچي وڃي سگهندا هيا.

149. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي "ان رسول الله امر بالابواب کلها ان تسد الا باب علي" يعني، رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم علي عليہ السلام جي دروازي کان سواءِ سڀ دروازا بند ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

## مسجد ۾ جيڪو منهنجي لاءِ جائز آهي اهو تنهنجي لاءِ بہ جائز آهي

150. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ هڪڙي رات اسان اصحابن جي جماعت جنهن ۾ ابوبڪر، عمر، عثمان، حمزه، طلحہ ۽ زبير رضي الله عنهم بہ شامل هيا. سومهڻي (عشاءِ) جي نماز کان پوءِ مسجد ۾ ويٺا هياسيين تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم تشريف کڻي آيا ۽ فرمايائون تہ مسجد ۾ ايتري دير تائين چو ويٺا آهيو. اصحابن عرض ڪيو يارسول الله! اسان مان ڪو نماز پڙهڻ گهري ٿو ۽ ڪوئي مسجد ۾ سمهڻ گهري ٿو. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ منهنجي مسجد ۾ ڪير بہ سمهي نٿو سگهي. توهان پنهنجي گهر هليا وڃو. جيڪو نماز پڙهڻ گهري ٿو اهو پنهنجي گهر ۾ پڙهي ۽ جيڪو همت نہ ساري تہ وڃي سمهي پوي.

عبدالله بن مسعود رضہ وڌيڪ بيان ڪيو تہ اسان اٿياسين ۽ ڇڙوڇڙ ٿي وياسين. اسان ۾ علي عليہ السلام بہ موجود هيا ۽ اهي بہ اسان سان گڏ اٿي پيا تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم علي عليہ السلام جو هٿ پڪڙيو ۽ فرمايو تہ تنهنجي لاءِ هن مسجد ۾ اهو سڀ ڪجهہ جائز آهي جيڪو منهنجي لاءِ جائز آهي ۽ جيڪو منهنجي لاءِ حرام آهي اهو تنهنجي لاءِ بہ حرام آهي. حضرت حمزه بن عبدالمطلب رضي الله عنہ چيو يارسول الله! مان توهان جو چاچو آهيان ۽ علي (عليہ السلام) کان وڌيڪ توهان جي ويجهو آهيان. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو چاچا سائين! توهان سچ ٿا چئو پر الله جو قسم! هي منهنجي طرفان نہ آهي، بلڪ اهو سڀ ڪجهہ الله جي طرف کان آهي.

## عبدالله بن عمر رضہ جو قول

151. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ علي ڪرم الله وجہ کي ٽي شيون اهڙيون عطا ٿيون جو انهن مان جيڪڏهن هڪڙي بہ مون کي ملي وڃي ها تہ ان کي مهري اٺن کان وڌيڪ پسند ڪيان ها. فاطمہ سلام الله عليها سان شادي ۽ ان مان ٿيڻ واري اولاد. خيبر واري ڏينهن علي کي جهنڊو عطا ٿيڻ ۽ علي عليہ السلام جي دروازي کان سواءِ سيني گهرن جي دروازن کي بند ڪرڻ.

## حديث طَير (پکِي)

152. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم کي هڪڙو ڀڳل پکي هديي ۾ مليو. جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ آله وسلم جي سامهون رکيائون تہ پاڻ سڳورن فرمايو اي الله! مون وٽ ان کي موڪل جيڪو مخلوق ۾ توکي سيني کان وڌيڪ پسند هجي تہ جيئن اهو مون سان گڏ هي گوشت کائي. حضرت انس رضہ جو بيان آهي تہ مون سوچيو تہ اي الله! اهو شخص انصارن مان هجي تہ ايتري ۾ علي عليہ السلام آيو ۽ دروازو کڙڪايائين تہ مون چيو ڪير آهي. جواب آيو تہ مان علي آهيان. مون چيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ آله وسلم ڪنهن ضروري ڪم سان آهن تہ علي عليہ السلام واپس هليو ويو. مان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي خدمت ۾ آيس تہ پاڻ سڳورا ٻيهر فرمائي رهيا هيا تہ اي الله! مون وٽ ان کي موڪل جيڪو مخلوق ۾ توکي سيني کان وڌيڪ پسند هجي تہ جيئن اهو مون سان گڏ هن پکيءَ جو گوشت کائي. مون پنهنجي دل ۾ چيو تہ اي الله! اهو شخص انصارن مان هجي تہ علي عليہ السلام وري اچي دروازو کڙڪايو. مون چيو تہ ڇا توهان کي خبر ڪونهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪنهن ضروري ڪم سان آهن. علي عليہ السلام واپس هليو ويو. مان وري موٽي حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي خدمت ۾ پهتس تہ پاڻ سڳورا فرمائي رهيا هيا اي الله! ان کي مون وٽ موڪل جيڪو تنهنجي مخلوق ۾ توکي سيني

کان وڌيڪ پسند هجي تہ جيئن اهو مون سان گڏ هن پکيءَ جو گوشت کائي. پوءِ علي عليہ السلام آيو ۽ زور سان دروازو کڙڪايائين. نبي عليہ السلام فرمايو تہ دروازو کول. مون دروازو کوليو تہ علي عليہ السلام اندر هليو آيو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جڏهن ان ڏانهن ڏٺو تہ فرمايو اي الله! اهو اچي ويو. حضرت انس رضہ چيو "فجلس مع النبي واکل معه الطير" يعني، علي (عليہ السلام) نبيءَ سان گڏ ويٺو ۽ انهن سان گڏ پکيءَ جو گوشت کاڌو.

153. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي غلام سفينہ رضہ کان روايت آهي تہ هڪڙي انصاري خاتون ٻہ ٻُڳل پکي ٻن مانين ۾ رکي هديي طور رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي خدمت ۾ موڪليا. انس ۽ مون کان علاوه گهر ۾ ڪير بہ ڪونہ هو. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم تشريف کڻي آيا تہ مون کي سڏ ڪيائون. مون عرض ڪيو يارسول الله! هڪڙي انصاري عورت اسان وٽ هي هديو کڻي آئي. مون اهي ٻئي ٻُڳل پکي سندن آڏو رکيا تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم دعا ڪئي، اي الله مون وٽ ان کي موڪل جيڪو تنهنجي مخلوق ۾ توکي ۽ تنهنجي رسول کي سڀني کان وڌيڪ پسند هجي. ايتري ۾ حضرت علي عليہ السلام اچي ويا ۽ دروازو کڙڪايائين تہ مون چيو ڪير آهي. جواب آيو تہ ابوالحسن آهيان. وري زور سان دروازو کڙڪايائين تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو دروازو کول. مون دروازو کوليو تہ علي عليہ السلام اندر هليو آيو ۽ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم سان گڏ ويهي پکين جو گوشت کاڌو.

## اي علي جيڪو مون کي پنهنجي لاءِ پسند آهي اهو ئي تنهنجي لاءِ پسند آهي

154. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو اي علي! مان تنهنجي لاءِ اهوئي پسند ڪندو آهيان جيڪو پنهنجي لاءِ پسند ڪندو آهيان ۽ تنهنجي لاءِ اهوئي ناپسند ڪندو آهيان جيڪو پنهنجي لاءِ پسند نہ هوندو آهي. رڪوع ۽ سجدي جي حالت ۾ قرآت نہ ڪر ۽ وارن جون ڳُتون ٺاهي

نماز نہ پڙهندو ڪر. انهيءَ ڪري جو اهو شيطان جو حصو آهي ۽ پنهي سجدن جي وچ ۾ ٻانهون ڏگهيون ڪري نہ ويهہ ۽ نہ پٽرين سان راند ڪر.

## جيڪو پنهنجي لاءِ سوال ڪيو آهي اهو ئي تنهنجي لاءِ بہ ڪيو آهي

155. عبدالله بن حارث جو بيان آهي تہ مون حضرت علي ڪرم الله وجہ کي عرض ڪيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي نظر ۾ توهان جو جيڪو قدر ۽ منزلت آهي مون کي ان بابت ٻڌايو. انهن چيو ها. مان هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي پرسان ستو پيو هيس جڏهن تہ پاڻ سڳورا نماز پڙهي رهيا هيا. جڏهن حضور صلي الله عليہ وآله وسلم نماز مان فارغ ٿيا تہ پاڻ سڳورن فرمايو اي علي! مون الله جي بارگاهہ ۾ جيڪو پنهنجي لاءِ سوال ڪيو آهي اهوئي تنهنجي لاءِ ڪيو آهي ۽ مون جڏهن هر شي کان پناهہ گهري تہ تنهنجي لاءِ بہ الله کان پناهہ گهري.

## بخشش جا ڪلما

156. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو اي علي! ڇا مان توکي اهڙا ڪلما نہ سيکاريان جو تون انهن کي پڙهين تہ تنهنجو بخشيل هجڻ جي باوجود الله توکي اڃا بہ وڌيڪ بخشي ڇڏيندو اهي هي ڪلما آهن "لااله الا الله العلي العظيم. لا اله الا الله الحليم الڪريم. سبحان الله و تبارڪ الله رب العرش العظيم. والحمد لله رب العالمين" يعني، الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي اهو بلند عظمت وارو آهي، الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي اهو حلم وارو ڪريم آهي. الله پاڪ آهي ۽ برڪت وارو عرش عظيم جو رب ۽ سڀ تعريفون الله جي لاءِ آهن جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي.

## اي علي! اٿو توهان تندرست ٿي ويا آهيو

157. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ هڪڙي ڏينهن مان بيمار هيس تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم مون وٽ

تشريف کٺي آيا. جڏهن پاڻ سڳورا گهر ۾ اندر آيا تہ مان ستو پيو هيس. حضور صلي الله عليہ آله وسلم منهنجي هڪڙي پاسي کان آيا ۽ مون تي ڪپڙو وڌائون جو مون کي بخار ۾ ڪمزور ڏٺائون. پوءِ پاڻ سڳورن مسجد ۾ وڃي نماز پڙهي، جڏهن نماز مان فارغ ٿيا تہ واپس تشريف کٺي آيا ۽ مون تان ڪپڙو لاٿائون. پوءِ فرمايائون، اي علي! اٿو توهان تندرست ٿي ويا آهيو. مان اٿيس تہ پهريان واري تڪليف ڪونہ هئي. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو مون پنهنجي رب کان جيڪو گهريو ان مون کي عطا ڪيو ۽ مون الله کان جيڪو گهريو اهوئي تنهنجي لاءِ گهريو.

## اي ابوطالب جا ٻچڙا! توهان تندرست ٿي ويا آهيو

158. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ هڪڙي دفعي مان بيمار ٿي پيس تہ مان نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿيس. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم مون کي پنهنجي جاءِ تي سمهاريو ۽ پاڻ اٿي بيهي نماز ادا ڪرڻ لڳا. پاڻ سڳورن پنهنجي چادر جو هڪڙو پلو مون تي وڌو ۽ پوءِ فرمايو اي ابوطالب جا ٻچڙا! توهان تندرست ٿي ويا آهيو. هاڻي توکي ڪجهہ بہ نہ آهي ۽ جيڪو ڪجهہ مون الله تعاليٰ کان پنهنجي لاءِ گهريو اهوئي تنهنجي لاءِ گهريو آهي. مون الله کان جيڪو گهريو آهي ان مون کي عطا ڪيو آهي، ليڪن الله تعاليٰ مون کي فرمايو تہ توکان پوءِ نبوت ڪونهي.

## علي (عليہ السلام) الله جو تير آهي

159. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو منهنجي لاءِ ڪڏهن بہ ڪا مهم اهڙي ڏکي ڪونہ ٿي جنهن لاءِ مون ان ۾ الله جو تير اڇليو. عرض ڪيو ويو تہ الله تعاليٰ جو تير ڇا آهي. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ علي بن ابوطالب. مون جنهن مهم ۾ بہ علي کي موڪليو آهي تہ ان جي ساڄي پاسي جبرائيل ۽ کاٻي پاسي ميڪائيل ۽ هڪڙو ملائڪ ان جي اڳيان ڏنو آهي ۽ ڪڪر کي ان مٿان پاڇو ڪندي ڏٺو آهي، تان جو الله تعاليٰ ان جي مدد ڪئي ۽ ڪاميابي عطا ڪئي.

## دليل نبوت

160. حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "اي علي! مان توکي نبوت جي باري ۾ دليل ٻڌايان ٿو ۽ اهو هي تہ مون کان پوءِ نبوت جو سلسلو جاري نہ رهندو. تون ماڻهن کي پنهنجي بيعت لاءِ اهو دليل ڏجان جنهن کي قريشن جو ڪوبہ ماڻهو ڪوڙو چئي نہ سگهي. تون انهن کي چئجان تہ تون انهن سيني کان پهريان الله تعاليٰ تي ايمان آندو ۽ انهن سيني کان وڌيڪ الله سان ڪيل واعدي کي نڀايو ۽ انهن سيني کان وڌيڪ الله جي حڪم تي ثابت قدمي ڏيکاري آهي. انهن سيني کان وڌيڪ برابري جي نموني سان ورهاست ڪرڻ جو مظاهرو ڪيو. انهن سيني کان وڌيڪ رعيت ۾ عدل ۽ انصاف ڪرڻ وارو، فيصلي ۾ سمجهداري جو مظاهرو ڪرڻ وارو ۽ قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ وٽ ڪمالات جي وصفن تي فائز ٿيڻ وارو آهيان."

## الله جو قسم! اسان پوئين پيرين موٽڻ وارا ڪونہ آهيون

161. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضرت علي عليہ السلام نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي زندگي مبارڪ ۾ چوندو هو تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو "اَفَاۡئِنۡ مَّاتَ اَوۡ قُتِلَ انۡقَلَبۡتُمۡ عَلٰۤى اَعۡقَابِكُمۡ" (آل عمران: 144) معنيٰ: جيڪڏهن اهو فوت ٿئي يا شهيد ٿي وڃي تہ ڇا اوهان پوئين پير ڦري ويندا. علي عليہ السلام وڌيڪ چوندو هو، الله جو قسم! اسان الله جي هدايت کان پوءِ پوئين پيرين نہ ڦرنداسين چاهي اهي فوت ٿي وڃن يا قتل ٿي وڃن. الله جو قسم! مان ان جو ڀاءُ آهيان، مان ان جو ولي آهيان، مان ان جو سوٽ آهيان، مان ان جو وارث آهيان ۽ ٻيو ڪير آهي جيڪو ان ڳالهہ لاءِ مون کان وڌيڪ حق رکندو هجي.

## حضرت علي ڪرم الله وجہ جا شعر

162. حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون حضرت علي ڪرم الله وجہ کي رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي شان ۾ هي شعر پڙهندي ٻڌو آهي:

انا اخو المصطفي لاشڪ في نسبي ربيت معه وسبطاه هما ولدي

جدي و جد رسول الله منفرد     وفاطمہ زوجتي لا قول ذي فند

صدقته و جميع الناس في بهمر     من الضلالۃ والاشراڪ والنڪد

الحمد لله شڪرا لاشريڪ له     البر بالعبد والباقي بلامد

(مان محمد مصطفيٰ جو ڀاءُ آهيان ۽ منهنجي نسب ۾ ڪوئي شڪ شبهو ڪونهي، مان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم وٽ پليو آهيان ۽ ان جا ٻئي ڏوهٽا منهنجا پٽ آهن. منهنجو ۽ رسول الله جو ڏاڏو هڪڙو ئي آهي ۽ فاطمہ منهنجي گهر واري آهي، ان ڳالهہ کي ڪير بہ ڪوڙو نٿو ڪري سگهي. مون انهن جي ان وقت تصديق ڪئي جڏهن باقي سڀ ماڻهو گمراهي، شرڪ ۽ گندي زندگي گذاري رهيا هئا. الله تعاليٰ جو حمد ۽ شڪر آهي جو ان جي پنهنجي ٻانهي تي عنايت ۽ نوازشن ۾ ڪوئي شريڪ ڪونهي ۽ باقي ماڻهو بغير مقصد ۽ مراد جي زندگي گذاري رهيا آهن.)

حضرت جابر رضہ جو بيان آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت علي عليہ السلام کي فرمايو. صدقت يا علي يعني، اي علي! تو سچ چيو.

## مان الله جو ٻانهو ۽ ان جي رسول جو ڀاءُ آهيان

163. حضرت زيد بن وهب رضہ کان روايت آهي تہ مون حضرت علي عليہ السلام کي منبر تي چوندي ٻڌو "انا عبدالله وانا اخو رسوله، لم يقلها احد قبلي ولا يقولها احد بعدي الا ڪذاب او مفتر" يعني، مان الله جو ٻانهو ۽ ان جي رسول جو ڀاءُ آهيان. نہ مون کان پهريان ڪير ايئن چئي سگهي ٿو ۽ نہ مون کان پوءِ مگر ڪوڙو يا شرير.

ايتري ۾ هڪڙو شخص اٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ جيئن اهو چيو ويو مان بہ چوان ٿو. اهو شخص ان ئي وقت زمين تي ڪري پيو ۽ مري ويو. ان جي برادري جا ماڻهو آيا ۽ انهن ان مٿان ڪپڙو وڌو. انهن کان پڇيو ويو تہ ڇا هن سان اڳ ۾ بہ ڪڏهن اهڙي حالت ٿي آهي؟ ماڻهن جواب ڏنو تہ نہ.

## تي خصوصيتون دنيا ۾ ۽ ٽي خصوصيتون آخرت ۾

164. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو تہ منهنجي رب مون کي علي (عليہ السلام) لاءِ ڪجهہ دنيا ۾ خصوصيتون ۽ ڪجهہ آخرت ۾ خصوصيتون عطا فرمايون آهن. دنيا ۾ اهو هر مشڪل ۽ سخت حالتن ۾ منهنجو جهنڊو کڻڻ وارو آهي.

دنيا ۾ اهو منهنجون اکيون بند ڪرڻ وارو، مون کي غسل ڏيڻ وارو ۽ مون کي دفن ڪرڻ وارو آهي.

اهو مون کان پوءِ ڪڏهن بہ ڪفر ڏانهن لاڙو نہ رکندو.
آخرت ۾ اهو لواءِ الحمد کڻي منهنجي اڳيان اڳيان هلندو.
قيامت واري ڏينهن حشر جي ڊگهي مدت ۾ اهو منهنجي ٽيڪ هوندو.
آخرت ۾ اهو جنت جون ڪنجيون کڻڻ ۾ منهنجو مددگار هوندو.

## ملائڪن علي عليہ السلام کي سلام ڪيو

165. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ بدر واري رات رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو، ڪير آهي جيڪو اسان کي پاڻي پياري تہ حضرت علي عليہ السلام اٿي پيو ۽ ڏول کنيو ۽ هڪڙي اونهي ۽ اونداهين کوهہ تي آيو ۽ ان مان پاڻي ڀريائين. الله تعاليٰ جبرائيل، ميڪائيل ۽ اسرافيل کي وحي ڪئي تہ اهي محمد صلي الله عليہ وآله وسلم ۽ ان جي جماعت جي مدد لاءِ هيٺ لهي وڃن تہ اهي آسمان مان هيٺ لهي آيا. انهن جي اچڻ جي تيزيءَ جو ايترو شور هو جو جنهن بہ آواز ٻڌو اهو ڊڄي ويو جڏهن ملائڪ کوهہ جي ڀرسان لنگهيا تہ انهن عزت ۽ بزرگي جي ڪري سيني کان آخر ۾ علي عليہ السلام کي سلام ڪيو.

## مان علي (عليہ السلام) تي فخر ڪندس

166. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "يفتخر يوم القيامت آدم بابنه شيث، وافتخر انا بعلي بن ابي طالب" يعني، قيامت جي ڏينهن آدم عليہ

السلام پنهنجي پٽ شيث عليہ السلام تي فخر ڪندو ۽ مان علي بن ابوطالب تي فخر ڪندس.

## اهي پٿريون توهان نہ اڇلايون پر الله اڇلايون

167. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم حضرت علي عليہ السلام کي فرمايو منهنجي هٿ ۾ پٿريون ڏنيون ويون، جڏهن مون اهي قوم جي ماڻهن جي منهن ۾ اڇلايون تہ انهن مان هڪڙو بہ اهڙو ماڻهو ڪونہ هو جنهن جي اکين ۾ اهي نہ پيون هجن. ان وقت الله تعاليٰ هي آيت نازل فرمائي "وَمَا رَمَيْتَ إِذْ رَمَيْتَ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ رَمٰى" (انفال : 17) معنيٰ: اي محبوب! جيڪا مٽي تو ڪافرن ڏانهن اڇلائي سا تو نہ اڇلائي پر الله سٽي هئي.

## علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ امام حسن عليہ السلام جو خطبو

168. حضرت علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ امام حسن عليہ السلام ماڻهن کي خطاب ڪندي فرمايو "اي پائرو! ان شخص دنيا کان موڪلايو آهي جنهن کان نہ پهرين گوءِ ڪنئي هئي نہ پويان ان کان اڳرائي حاصل ڪندا. جڏهن رسول الله صلي الله عليہ آله وسلم ان کي ڪنهن مهم تي موڪليندا هئا تہ جبرائيل ان جي ساڄي پاسي ۽ ميڪائيل ان جي کاٻي پاسي کان جهاد ڪندا هيا. الله جو قسم! ان سون ۽ چاندي جي ڪابہ شي ڪونہ ڇڏي، صرف اٺ سو درهم ڇڏيائين جن سان ان پنهنجي گهر وارن لاءِ هڪڙو غلام خريد ڪرڻ گهريو ٿي.

## عرش جي ٿنڀي تي لکت

169. حضرت ابوالحمراءِ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي فرمائيندي ٻڌو تہ جڏهن مون کي آسمان جو سير ڪرايو ويو "رايت في ساق العرض مڪتوبا لا اله الا الله محمد رسول الله صفوتي من خلقي ايدته بعلي ونصرته به" يعني، مون عرش جي ٿنڀي تي لکيل ڏٺو الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي محمد الله جو رسول ۽ مخلوق ۾ منهنجو صفي آهي، مون ان جي تائيد علي جي ذريعي ڪئي ۽ علي جي ذريعي ان جي مدد ڪئي.

## سائي بادامي

170. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم وٽ هياسين تہ اوچتو هڪڙو پکي آيو ۽ ان جي چهنب ۾ سائي بادامي هئي، ان اها نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي جهولي ۾ اڇي رکي. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم ان کي اٿلائي ڏنو پوءِ ان کي توڙيو تہ ان جي اندر سائو ڪپڙو هيو ۽ ان تي ڦڪن اکرن سان لکيل هو "لا اله الا الله محمد رسول الله ونصرته بعلي وايدته به ما انصف الله من خلقه من لم يرض بقضائه واشڪاه برزقه" يعني، الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي ۽ محمد الله جو رسول آهي، مون علي جي ذريعي ان جي تائيد ۽ مدد ڪئي ۽ مخلوق ۾ جيڪو ان جي قضا تي راضي نہ رهي ۽ رزق جي شڪايت ڪري تہ ان الله سان انصاف نہ ڪيو.

## عرش جي ساڄي ٿنڀي تي لکيل ڏٺو

171. رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي خادم حضرت ابوالحمراء رضي الله عنہ کان راويت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو "ليلة اسري بي رايت علي ساق العرش الايمن مڪتويا: انا الله وحدي لا اله غيري غرست جنت عدن بيدي لمحمد صفوتي ايدته بعلي" يعني، معراج واري رات مون عرش جي ساڄي ٿنڀي تي لکيل ڏٺو مان الله اڪيلو آهيان مون کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي، مون جنت عدن کي خود پنهنجن هٿن سان محمد جي لاءِ تيار ڪيو ۽ علي جي ذريعي ان جي تائيد ڪئي.

## جنت جي ائن ۽ جهنم جي ستن دروازن تي لکت

172. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو جڏهن مون کي آسمان طرف معراج ٿيو تہ الله تعاليٰ حڪم فرمايو تہ جنت ۽ دوزخ کي منهنجي سامهون ظاهر ڪيو وڃي. پوءِ مون پوري جنت ۽ دوزخ کي ڏٺو مون جنت جون نعمتون ڏٺيون ۽ دوزخ جي عذاب جو مشاهدو ڪيو. جڏهن مان

واپس موٽيس تہ جبرائيل مون کي چيو تہ يارسول اللهﷺ! توهان جنت جي دروازن يا دوزخ جي دروازن تي لکيل لکت کي پڙهيو. مون چيو تہ اي جبرائيل، نہ. جبرائيل چيو تہ جنت جا اٺ دروازا آهن ۽ هر دروازي تي چار ڳالهيون لکيل آهن. انهن مان هر جملو سکڻ واري جي لاءِ دنيا ۽ جيڪو ڪجھ ان ۾ آهي ان کان بهتر آهي: ۽ جهنم جا ست دروازا آهن ۽ هر دروازي تي ٽي جملا لکيل آهن، انهن مان هر جملو سکڻ واري ۽ عمل ڪرڻ واري جي لاءِ دنيا ۽ جيڪو ڪجھ ان ۾ آهي ان کان بهتر آهي.

مون چيو تہ اي جبرائيل! تون مون سان گڏ واپس هل تہ جيئن مان اها لکت پڙهان. پوءِ جبرائيل مون سان گڏ واپس ٿيو. جنت جي دروازن کي ڏٺو.

پهرين دروازي کي ڏٺو تہ ان تي لکيل هو "لااله الا الله محمد رسول الله علي ولي الله" يعني، الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي محمد الله جو رسول آهي علي الله جو ولي آهي. وڌيڪ لکيل هو تہ هر شي جي لاءِ حيلو آهي ۽ دنيا جي زندگي ۾ بهترين حيلو چار خصلتون آهن (1) قناعت (2) ڪينو ختم ڪرڻ (3) حسد ڇڏڻ (4) نيڪ ماڻهن جي ڪچهري.

ٻئي دروازي تي لکيل هو. الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي محمد الله جو رسول آهي علي الله جو ولي آهي، هر شي جي لاءِ حيلو آهي ۽ آخرت ۾ حيلي جو دارو مدار چئن خصلتن تي آهي (1) يتيمن جي مٿي تي هٿ رکڻ (2) بيواهن عورتن سان مهرباني ڪرڻ (3) مسلمانن جي ضرورتن لاءِ ڪوشش ڪرڻ (4) فقيرن ۽ مسڪينن کي ڳولڻ.

ٽئين دروازي تي لکيل هو. الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي محمد الله جو رسول آهي علي الله جو دوست آهي، هر شي جي لاءِ حيلو آهي ۽ دنيا ۾ صحت جو حيلو چئن خصلتن تي آهي (1) گهٽ ڳالهائڻ (2) ٿورو سمهڻ (3) گهٽ سفر ڪرڻ (4) گهٽ کائڻ.

چوٿين دروازي تي لکيل هو. الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي محمد الله جو رسول آهي علي الله جو دوست آهي، جيڪو الله تعاليٰ ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو ان کي گهرجي تہ اهو پنهنجي پاڙيسري جي عزت ڪري، جيڪو الله تعاليٰ ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو

ان کي گهرجي تہ اهو پنهنجي مهمان جي عزت ڪري؛ جيڪو الله تعاليٰ ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو ان کي گهرجي تہ اهو پنهنجي والدين سان چڱائي ڪري؛ جيڪو الله تعاليٰ ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو ان کي گهرجي تہ اهو سٺي ڳالهہ ڪري يا ماٺ رهي.

پنجين دروازي تي لکيل هو الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي محمد الله جو رسول آهي علي الله جو ولي آهي، جيڪو ذلت کان، برائي کان ۽ ظلم کان محفوظ رهڻ جو ارادو رکي ۽ جيڪو گهري ٿو تہ اهو مضبوط رسي سان چنبڙيل رهي ان کي گهرجي تہ چوي "لااله الا الله محمد رسول الله علي ولي الله."

ڇهين دروازي تي لکيل هو الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي محمد الله جو رسول آهي علي الله جو دوست آهي، جيڪو گهري تہ ان جي قبر ڪشادي هجي تہ ان کي گهرجي تہ مسجدن کي صاف رکي؛ جيڪو گهري تہ ان کي زمين جي اندر ڪيڙا نہ کائين تہ ان کي گهرجي تہ مسجدن ۾ بهاري ڏئي؛ جيڪو اهو گهري تہ انڌيرن کان محفوظ رهي تہ ان کي گهرجي تہ مسجدن کي روشن ڪري؛ جيڪو اهو گهري تہ زمين جي اندر سلامت رهي ۽ جسم نہ ڳري تہ اهو مسجدن ۾ نُخون وڇائي.

ستين دروازي تي لکيل آهي تہ الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي محمد الله جو رسول آهي علي الله جو ولي آهي ۽ روشن دل جون چار نشانيون آهن (1) مريض جي مزاج پرسي ڪرڻ (2) جنازي سان گڏ وڃڻ (3) ميت لاءِ ڪفن خريد ڪرڻ (4) ميت جو قرض ادا ڪرڻ.

اٺين دروازي تي لکيل آهي، الله کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي محمد الله جو رسول آهي علي الله جو ولي آهي، جيڪو انهن اٺن دروازن مان داخل ٿيڻ گهري ان کي گهرجي تہ چئن خوبين وارو ٿي وڃي (1) سچ ڳالهائڻ وارو (2) سخاوت وارو (3) حسن اخلاق وارو (4) الله جي ٻانهن کي اذيت ڏيڻ کان هٿ روڪي.

پوءِ جهنم جي دروازن وٽ آياسين. پهرين دروازي تي هي جملا لکيل هيا (1) ڪوڙن تي الله جي لعنت (2) بخيلن تي الله جي لعنت (3) ظالمن تي الله جي لعنت هجي.

ٻئي دروازي تي ٽي جملا لکيل آهن (1) جنهن الله ڏي لاڙو رکيو اهو سعادتمند ٿيو (2) جيڪو الله کان ڊڄي اهو امن وارو ٿي ويو (3) مغرور هلاڪ ٿيو جو ان الله ڏي لاڙو نہ رکيو ۽ الله کان سواءِ ٻئي کان ڊنو.

ٽئين دروازي تي لکيل هو جيڪو قيامت ۾ گهري تہ اگهاڙو نہ ٿئي تہ اهو دنيا ۾ مسڪينن کي لباس پارائي. جيڪو گهري تہ قيامت ۾ اجارو نہ رهي تہ اهو دنيا ۾ ماڻهن کي پاڻي پياري.

. چوٿين دروازي تي ٽي جملا لکيل آهن (1) جنهن اسلام جي توهين ڪئي الله ان کي ذليل ڪيو (2) جنهن نبي جي اهلبيت جي توهين ڪئي الله ان کي ذليل ڪيو (3) الله ان کي ذليل ڪيو جنهن مخلوق تي ظلم ڪرڻ ۾ ظالمن جي مدد ڪئي.

پنجين دروازي تي ٽي جملا لکيل آهن (1) خواهشن پٺيان نہ لڳو بيشڪ نفساني خواهشون ايمان کي چٽ ڪري ڇڏينديون آهن (2) جن ڳالهين ۾ توهان جو ڪوئي مقصد نہ هجي انهن ۾ هرويرو نہ ڳالهايو ورنہ توهان پنهنجي رب جي نظرن ۾ ڪري پوندا (3) ظالمن جي مدد نہ ڪر انهيءَ ڪري جو جنت ظالمن لاءِ نہ ٺهي آهي.

ڇهين دروازي تي هي ٽي جملا لکيل آهن (1) مان مجتهدن لاءِ حرام آهيان (2) مان صدقو ڪرڻ وارن لاءِ حرام آهيان (3) مان روزيدارن لاءِ حرام آهيان.

ستين دروازي تي ٽي جملا لکيل آهن (1) ان کان اڳ جو توهان جو محاسبو ڪيو وڃي پنهنجو محاسبو ڪيو (2) ان کان اڳ جو توهان کي دٻايو وڃي پنهنجن نفسن کي دٻايو (3) ان کان اڳ جو توهان کي رد ڪيو وڃي ۽ طاقت نہ رهي الله تعاليٰ کان دعا ڪريو.

## اردو مترجم طرفان:

فضيلتن ۽ درجن ۾ مولاءِ ڪائنات حضرت علي ڪرم الله وجہ لاءِ مختلف لفظن سان روايتون موجود آهن. عرش جي ٿنڀي وارين روايتن ۾ لااله الا الله محمد رسول الله کان بعد علي ڪرم الله وجہ جي مدد ۽ تائيد جو ذڪر آهي. اهڙي طرح هڪڙي روايت ۾ لااله الا الله محمد رسول الله کان پوءِ علي عليہ السلام جي محبوبيت ۽ حضرت سيده خاتون جنت

سلام الله عليها ۽ حسنين ڪريمين عليهم السلام ۽ انهن سان محبت ۽ بغض جو ذڪر آهي. اهڙي طرح محدث سري نگر رحمت الله عليہ موده قربيٰ جي ڇهين مودت (مودت السادسہ) ۾ حضرت عبدالله بن سلام رضي الله عنہ جي روايت کي نقل ڪيو آهي. عبدالله بن سلام رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مون نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي خدمت ۾ عرض ڪيو، يارسول الله! مون کي لواءِ الحمد جي تعريف ۽ ان جي ڪيفيت کان آگاهہ ڪرڻ فرمايو. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو، ان جي ڊيگهہ هزار سالن جي سفر واري واٽ جي برابر هوندي ۽ ان جو ڏنڊو ڳاڙهي ياقوت جو ۽ ان جو مُٺيو سفيد موتين جو ۽ ان جو جهنڊو زمرد جو هوندو ۽ ان جا ٽي پلاند هوندا . هڪڙو پلاند اوڀر ۾ هوندو ۽ ٻيو اولهہ ۾ هوندو ۽ ٽيون دنيا جي وچ تي. ان جي مٿان ٽي سٽون لکيل هونديون. پهرين سٽ بسم الله الرحمان الرحيم ۽ ٻي سٽ الحمد لله رب العالمين ۽ ٽين سٽ لااله الاالله محمد رسول الله علي ولي الله. هر سٽ جي ڊيگهہ هزار ڏينهن جي مسافري جي واٽ جي برابر هوندي، مون عرض ڪيو، يارسول الله! توهان سچ فرمايو. هاڻي اهو فرمايو تہ ان عَلم کي ڪير کڻندو. فرمايائون تہ ان کي اهو شخص کڻندو جيڪو دنيا ۾ منهنجو عَلم کڻندو آهي، يعني علي بن ابوطالب. جنهن جو نالو الله تعاليٰ زمين ۽ آسمان جي پيدا ڪرڻ کان اڳ لکيو آهي. مون عرض ڪيو، يارسول الله! توهان سچ فرمايو. هاڻي اهو فرمايو تہ توهانُ جي ان عَلم جي پاڇي هيٺ ڪهڙا ماڻهو هوندا. فرمايائون تہ مومن، اولياءَ الله ۽ شيعانِ حق ۽ منهنجا شيعہ ۽ منهنجا محب ۽ علي جا شيعہ ۽ ان جا محب ۽ انصاري ان عَلم جي پاڇي هيٺ هوندا . انهن جو حال گهڻو سٺو آهي ۽ انهن جو انجام گهڻو ڀلو آهي ۽ ان شخص لاءِ عذاب آهي جيڪو علي جي باري ۾ مون کي ڪوڙو چوي يا علي کي منهنجي باري ۾ ڪوڙو چوي يا ان مرتبي ۾ ان سان جهڳڙو ڪري جنهن تي الله تعاليٰ ان کي قائم ڪيو آهي.

انهيءَ موجب مولاءِ ڪائنات حضرت علي عليہ السلام جي ولايت صحيح پڪي حديث سان ثابت آهي، ان جو انڪار ڪفر آهي، علي

عليہ السلام جي ولايت تي ايمان رکڻ فرض آهي ۽ مولاءِ ڪائنات جي ولايت اهل سنت جي عقيدن ۾ شامل آهي.

## ملائڪن مون تي ۽ علي تي ست سال درود پڙهيو آهي

173: حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو " لقد صلت الملائكت علي و علىٰ علي سبع سنين لانا كنا نصلي وليس معنا احد يصلي غيرنا" يعني، ملائڪن مون تي ۽ علي تي ست سال درود پڙهيو آهي انهيءَ لاءِ جو اسان ان وقت نماز پڙهي جڏهن اسان کان علاوه ڪير بہ نماز پڙهڻ وارو ڪونہ هو.

## سڀ کان اڳ ۾ نبي ڪريم ﷺ جي علي عليہ السلام پيروي ڪئي

174. حضرت ابورافع رضي الله عنہ کان رايت آهي تہ سڀني کان اڳ ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سومر ڏينهن نماز پڙهي ۽ سومر جي شام جو حضرت خديجہ رضي الله عنها نماز پڙهي ۽ اڱاري ڏينهن فجر کان حضرت علي ڪرم الله وجہ نماز پڙهي، ان کان اڳ ۾ جو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ ڪو بيو نماز پڙهي ها حضرت علي ڪرم الله وجہ ست سال ۽ ڪجھ ڏينهن ڳجهي نموني حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ نماز پڙهي.

175. حضرت انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سومر ڏينهن نبوت جو اعلان ڪيو ۽ اڱاري ڏينهن حضرت علي ڪرم الله وجہ اسلام جي تصديق ڪئي.

## سڀني کان پهريون نمازي

176. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو "ان اول من صلي معي علي" يعني، بيشڪ سڀني کان پهريان مون سان گڏ جنهن نماز پڙهي اهو علي (عليہ السلام) آهي.

## مون ماڻهن کان ست سال پهريان نماز پڙهي آهي

177. يحيٰ بن سلميٰ يعني ابن ڪهيل جو بيان آهي تہ مون پنهنجي پيءُ کي بيان ڪندي ٻڌو جنهن چيو تہ مون حضرت علي ڪرم الله وجہ کي منبر تي مرڪندي ڏٺو ان کان اڳ ۾ مون انهن کي ايترو مرڪندي ڪونہ ڏٺو هو ايستائين جو سندس ڏند ظاهر ٿي ويا ٿي. ان کان پوءِ انهن فرمايو تہ مون کي پنهنجي بابي ابوطالب جو قول ياد اچي ويو مان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ بيٺو هيس ۽ اسان نخلہ وادي ۾ نماز پڙهي رهيا هياسين تہ ايتري ۾ بابا سائين ابوطالب ڏسڻ ۾ آيا. بابا سائين حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي چيو تہ اي ڀائيٽا! توهان ڇا ڪري رهيا آهيو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي نماز جي دعوت ڏني تہ انهن چيو تہ توهان جيڪو ڪجھ ڪريو ٿا ان ۾ ڪوبہ نقصان ڪونهي.

راوي بيان ڪري ٿو تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ پنهنجي بابا سائين جي ان قول جي ڪري مرڪيا. پوءِ مولا علي عليہ السلام هيئن فرمايو اي الله! مان اعتراف ڪريان ٿو تہ بيشڪ هن امت ۾ مون کان اڳ ۾ تنهنجي نبي کان سواءِ ڪنهن بہ تنهنجي عبادت نہ ڪئي آهي. هي جملو انهن ٽي دفعا ورجايو. اي الله! مون ماڻهن طرفان نماز پڙهڻ کان ست سال اڳ نماز پڙهي آهي.

## مان صديق الاڪبر آهيان

178. عباد بن عبدالله اسدي جو بيان آهي تہ حضرت علي عليہ السلام فرمايو "انا عبدالله واخو رسول الله, وانا صديق الاڪبر لايقولها بعدي الاڪاذب صليت قبل الناس سبع سنين" يعني, مان الله جو ٻانهو آهيان ۽ الله جي رسول جو ڀاءُ آهيان ۽ مان صديق الاڪبر آهيان, مون کان پوءِ جيڪو اها دعوا ڪري اهو ڪوڙو آهي, مون ماڻهن کان ست سال پهريان نماز پڙهي آهي.

## لاسيف الا ذوالفقار

179. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ جبرائيل عليہ السلام نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ اچي بيان ڪيو تہ يمن ۾ هڪڙو بت آهي جيڪو لوهہ ۾ لڪل آهي. علي (عليہ السلام) کي اوڏانهن موڪليو ۽ ان کي اکيڙي اهو لوهہ حاصل ڪيو. حضرت علي عليہ السلام جو بيان آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي يمن ڏانهن موڪليو. مون وڃي ان بت کي اکيڙيو ۽ ان جو لوهہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ کڻي آيس. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان لوهہ مان ٻہ تلوارون ٺهرايون. هڪڙي جو نالو ذوالفقار رکيو ۽ ٻي جو نالو مخذوم رکيو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ذوالفقار پاڻ رکي ۽ مخذوم مونکي ڏني. پوءِ وري ذوالفقار مون کي ڏئي ڇڏي. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي ان سان لڙائي ڪندي ڏٺو تہ فرمايو "لاسيف الاذوالفقار لافتيٰ الاعلي" يعني، ذوالفقارجهڙي ڪابہ تلوار ڪونهي ۽ علي جهڙو ڪوبہ جوان ڪونهي.

## حضرت علي عليہ السلام جا شعر

180. اسحاق بن يسار جو قول آهي تہ جڏهن حضرت علي عليہ السلام پنهنجي تلوار حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها کي ڏني تہ هي شعر پڙهيا:

افاطم هاڪ السيف غيرذميم　　　فلست برعديد ولا بلئيم

لعمري لقد اعذرت في نصر احمد　　ومرضات رب بالعباد رحيم

(اي فاطمہ! هي وٺ اها تلوار جنهن ڏانهن ڪير آڱر بہ نٿو کڻي سگهي جو هي سخت آهي. ورنہ نہ تہ مان بزدل آهيان ۽ نہ ڪم ظرف. مون کي منهنجي جان جو قسم، مان هن تلوار کي کڻڻ جو حق رکان ٿو جو مان ان سان احمد مرسل جي مدد ڪريان ٿو ۽ رحيم رب جي ٻانهن جي حمايت جي ذريعي ان جي رضا جو طلبگار آهيان.)

ابن اسحاق چوي ٿو تہ ان ڏينهن هوائن جي شور ۾ اعلان ڪرڻ واري جو هي آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيو:

لا سيف الا ذوالفقار　　　ولافتيٰ الا علي
فاذا ندبتم هالڪا　　　بابڪوا الوفي واخو الوفي

(ذوالفقار کان سواءِ ڪائي تلوار ڪونهي ۽ علي کان سواءِ ڪوئي جوان ڪونهي، جيڪڏهن توهان مرڻ واري تي روئڻ گهرو ٿا تہ ان تي روڄ راڙو ڪيو جيڪو پاڻ بہ وفادار هجي ۽ ان جو ڀاءُ بہ وفادار هجي.)

## احد واري لڙائي ۾ علي عليہ السلام جا حملا

181. حضرت ابورافع پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ احد واري ڏينهن جڏهن علي عليہ السلام اصحاب الويہ کي قتل ڪيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم قريشن جي هڪڙي مشرڪ ٽولي کي ڏٺو تہ علي عليہ السلام کي فرمايو انهن تي حملو ڪر تہ علي عليہ السلام حملو ڪيو ۽ انهن کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيائين ۽ هشام بن اميہ المخزومي کي قتل ڪيائين. ان کان پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم قريشن جي ٻئي ٽولي کي ڏٺو تہ علي عليہ السلام کي فرمايو تہ انهن تي حملو ڪر. علي عليہ السلام انهن تي حملو ڪري انهن کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو ۽ عمرو بن عبد الله جمحي کي قتل ڪيائين.

ان کان پوءِ قريشن جي ٻئي ٽولي کي ڏٺو ويو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام کي فرمايو انهن تي حملو ڪر. حضرت علي عليہ السلام انهن تي حملو ڪري انهن کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو ۽ يشڪر بن مالڪ کي قتل ڪيو.

پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ جبرائيل آيو ۽ چيو بيشڪ هي جان ۽ مال جي قرباني برابر آهي ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "انه مني و انا منه فقال جبرئيل و انا منڪما" يعني، اهو مون مان آهي ۽ مان ان مان آهيان، جبرائيل عليہ السلام چيو مان توهان ٻنهي مان آهيان.

پوءِ هاتفي آواز ٻڌائون "لاسيف الاذوالفقار ولافتيٰ الاعلي" يعني، ذولفقار جهڙي ڪائي تلوار ڪونهي ۽ علي جهڙو ڪو جوان ڪونهي.

## خندق واري لڙائي ۾ علي عليہ السلام طرفان للڪار جو جواب ڏيڻ

182. بهز بن حڪيم پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "لمبارزت علي بن ابي طالب لعمرو بن عبد ود يوم الخندق افضل من عمل امتي الي يوم القيامت" يعني، خندق واري ڏينهن علي عليہ السلام جو عمرو بن عبد ود جي للڪار کي قبول ڪري مقابلو ڪرڻ قيامت تائين منهنجي امت جي اعمالن کان افضل آهي.

## خيبر جي ڏينهن رسول ڪريم ﷺ طرفان علي عليہ السلام کي علم عطا ڪرڻ

183. سهل بن سعد کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم خيبر جي ڏينهن فرمايو "لا عطين هاذا الرايت غدا رجلا يفتح الله علي يديه، يحب الله و رسوله ويحبه الله ورسوله" يعني، سڀاڻي مان عَلم ان مرد کي ڏيندس جنهن جي هٿان الله فتح عطا ڪندو جيڪو الله ۽ ان جي رسول سان محبت ڪري ٿو ۽ الله ۽ ان جو رسول بہ ان سان محبت ڪن ٿا. ماڻهن اها رات انهيءَ اميد تي جاڳي گذاري تہ شايد عَلم ان کي عطا ٿئي. جڏهن صبح ٿيو تہ هر شخص جي تمنا هئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم علم ان کي عطا ڪندا. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو علي ڪٿي آهي. اصحابن عرض ڪيو تہ يارسول الله! ان جون اکيون اٿي پيون آهن. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ان کي مون وٽ وٺي اچو. حضرت علي عليہ السلام آيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي اکين تي پنهنجي لب لڳائي ۽ ان لاءِ دعا ڪئي تہ اهي تندرست ٿي ويا، ڄڻ کين ڪڏهن تڪليف هئي ئي ڪانہ. پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي عَلم ڏنو. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو يارسول الله! مان ان وقت تائين انهن سان لڙائي ڪريان جيسيتائين اهي اسان جهڙا نہ ٿي وڃن. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو الله جو قسم! جيڪڏهن الله تعاليٰ تنهنجي ذريعي

انهن مان ڪنهن هڪڙي کي بہ هدايت ڏني تہ اها ڳالهہ تنهنجي لاءِ مهري ائن کان بہ بهتر آهي.

## سياڻي مان عَلم ان کي ڏيندس جيڪو مڙس ماڻهو هوندو

184. حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضہ کان روايت آهي تہ خيبر واري ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي شخص کي مهم تي موڪليو تہ اهو بزدلي سان واپس موٽي آيو پوءِ محمد بن مسلمہ آيو ۽ عرض ڪيو تہ يارسول الله ! مون اڄ تائين محمود بن مسلمہ جي لڙائي جهڙي جنگ ڪونہ ڏٺي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تون دشمن جي سامهون ٿيڻ جي تمنا نہ ڪر ۽ الله تعاليٰ کان عافيت طلب ڪر. توکي معلوم ڪونهي تہ لڙائي ۾ توکي ڪهڙي آزمائش مان گذرڻو پوي. جڏهن تون دشمن جي سامهون پهچين تہ هيئن چئجانءِ، اي الله! تون اسان جو پالڻهار آهين ۽ انهن جو بہ پالڻهار آهين، اسان جون پيشانيون ۽ انهن جون پيشانيون تنهنجي هٿ ۾ آهن، انهن کي صرف تون ئي قتل ڪري سگهين ٿو. پوءِ تون زمين تي ويهڻ ضروري سمجهجان (يعني حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ناراضگيءَ وارو اظهار ڪيو). جڏهن توتي حملو ڪن تہ اٿي پئجان ۽ الله اڪبر جو نعرو هڻجان.

ان کان پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو سياڻي مان لازمي اهڙي شخص کي عَلم ڏيندس جيڪو مڙس ماڻهو هوندو الله ۽ ان جو رسول ان سان محبت ڪن ٿا ۽ اهو الله ۽ ان جي رسول سان محبت ڪري ٿو ۽ اهو پُٺي ڏئي ڪونہ ڀڄندو. جڏهن ٻئي ڏينهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم آيا تہ علي عليہ السلام جون اکيون اٿيل ڏٺائون. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو يارسول الله! هن تڪليف جي ڪري مان پنهنجن پيرن واري جاءِ بہ ڏسي ڪونہ ٿو سگهان. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام جي اکين ۾ پنهنجي لب لڳائي ۽ ان کي عَلم عطا ڪيو. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو يارسول الله! مان انهن کي ڪهڙي ڳالهہ تي قتل ڪريان. پاڻ سڳورن فرمايو تہ جيستائين اهي لااله الاالله جي شاهدي نہ ڏين ۽ اها شاهدي نہ ڏين تہ مان الله جو رسول آهيان، جيڪڏهن اهي ائين نہ ڪن

تہ انهن جي خون ۽ مال تي اسان جو حق آهي ۽ انهن جو حساب الله تي آهي.

## لعابِ رسول الله ﷺ جي برڪت

185. حضرت ام موسيٰ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ مون حضرت علي عليہ السلام کي اهو چوندي ٻڌو تہ خيبر واري ڏينهن جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم منهنجي چهري تي هٿ گهمايو ۽ منهنجي اکين ۾ لب لڳائي تہ ان کان پوءِ منهنجي اکين ۾ تڪليف ۽ مٿي ۾ سور ڪونہ رهيو ان کان پوءِ مون کي عَلم عطا ٿيو.

186. علي بن عثمان خطالي مغربي بيان ڪيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ خيبر واري ڏينهن جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي عَلم عطا ڪيو تہ ان ڏينهن کان نہ تہ منهنجون اکيون اٿيون آهن ۽ نہ منهنجي مٿي ۾ سور پيو آهي.

187. عبدالرحمان بن ابوليليٰ کان روايت آهي تہ حضرت علي عليہ السلام گرمين ۾ سردي وارو لباس ۽ سردين ۾ گرمي وارو لباس پائيندا هيا. ابوليليٰ کان ان جو سبب پڇيو ويو تہ ان چيو تہ مون حضرت علي عليہ السلام کان ان جو سبب پڇيو تہ انهن فرمايو تہ خيبر واري ڏينهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون وٽ تشريف کڻي آيا. مون عرض ڪيو يارسول الله! منهنجون اکيون اٿي پيون آهن تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم منهنجي اکين ۾ لب لڳائي ۽ دعا ڪئي، اي الله! هن کان گرمي ۽ سردي کي دور ڪر. ان ڏينهن کان نہ مان گرمي محسوس ڪندو آهيان ۽ نہ سردي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ سڀاڻي مان عَلم ان ماڻهوءَ کي ڏيندس جيڪو مرّس ماڻهو هوندو. اهو الله ۽ ان جي رسول سان محبت ڪري ٿو ۽ الله ۽ ان جو رسول ان سان محبت ڪن ٿا. اهو راه فرار اختيار ڪونہ ڪندو. ماڻهن جي خواهش هئي تہ اهو اعزاز انهن کي ملي پر نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام کي سڏيو ۽ ان کي عَلم عطا ڪيو.

188. سويد بن غفلہ جو بيان آهي تہ اسان حضرت علي عليہ السلام سان ملاقات ڪئي تہ ڪين سخت سردي ۾ بہ ڪپڙا پاتل هيا. اسان چيو تہ توهان بي خبري ۾ اسان جي علائقي ۾ هليا نہ اچجو اها سردي واري جاءِ آهي ۽ توهان جي علائقي وانگر گرمي ڪونهي تہ علي عليہ السلام فرمايو تہ مون کي سردي نہ لڳندي آهي. جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي خيبر ڏانهن موڪليو تہ مون عرض ڪيو تہ توهان ڏسي رهيا آهيو تہ پنهنجو دفاع ڪري نہ سگهندس، منهنجون اکيون اٿيل آهن تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم منهنجي اکين ۾ لب لڳائي ۽ مون لاءِ سردي کان محفوظ هجڻ جي دعا ڪئي. ان کان پوءِ نہ مون کي سردي لڳي ۽ نہ منهنجون اکيون اٿيون.

## قلعي جي دروازي کي ڍال بنائڻ

189. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي غلام حضرت ابورافع رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي لشڪر جو عَلم ڏئي خيبر جي قلعي ڏانهن موڪليو تہ مان بہ ان سان گڏ هيس. جڏهن حضرت علي عليہ السلام قلعي جي ويجهو پهتا تہ اتان جا ماڻهو سندن مقابلي ۾ وڙهڻ جي لاءِ نڪتا. حضرت علي عليہ السلام انهن جو مقابلو ڪري رهيا هيا تہ ايتري ۾ هڪڙي يهودي اهڙو وار ڪيو جو سندن هٿ مان ڍال ڪري پئي تہ حضرت علي عليہ السلام قلعي جي دروازي کي ڍال بڻايو. حضرت علي عليہ السلام ان دروازي کي ڍال بڻائي لڙائي ڪندا رهيا ۽ جيستائين لڙائي جاري رهي اهو دروازو سندن هٿ ۾ رهيو ايستائين جو الله تعاليٰ انهن جي هٿان فتح عطا فرمائي. پوءِ حضرت علي عليہ السلام اهو دروازو اڇلائي ڇڏيو. مون ڏٺو تہ مون سان گڏ ٻيا ست ساٿي هيا ۽ اسان سڀني گڏجي ان دروازي کي اٿلائڻ گهريو تہ اسان ڪامياب نہ ٿي سگهياسين.

190. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ بيان ڪيو آهي تہ خيبر واري ڏينهن حضرت علي عليہ السلام قلعي جو دروازو پنهنجي هٿن تي کنيو ايسيتائين جو مسلمان ان کي ڏاڪڻ بڻائي مٿي چڙهيا ۽

پوءِ خيبر جو قلعو فتح ٿيو. لڙائي کان پوءِ ان کي کڻڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ان کي چاليهہ ماڻهو گڏجي کڻي سگهيا.

## موفق بن احمد مڪي اخطب خوارزمي جا شعر

191. امام ضياءُ الدين اخطب خوارزمي موفق بن احمد رحمت الله عليہ هي شعر چيا:

اسد الاله وسيفه وقناته ... ڪالصقر يوم صباله والناب

جاء النداء من السماء وسيفه ... بدم الڪمات بلح في التسڪاب

لا سيف الا ذوالفقار ولا فتيٰ ... الا علي هازم الاحزاب

(الله جي شينهن ۽ ذوالفقار جي تلوار ۽ نيزي اهڙي طرح ڪاميابي حاصل ڪئي جو ماڻهو ان تي عاشق ٿي رهيا هيا ۽ ان ڏينهن ان جي ئي سرداري هئي، آسمان مان هي صدا آئي هن پهلوان جي تلوار ڪارو ۽ ڳاڙهو رت وهائيندي لشڪر جي وچ ۾ پهچي وڃي ٿي ۽ هن ذوالفقار کان سواءِ ڪائي تلوار ڪونهي ۽ علي کان سواءِ ڪوئي جوان ڪونهي جيڪو انهن سيني ٽولن کي شڪست جو منهن ڏيکاري)

## توهان علي (عليہ السلام) کي خليفو ڪندا تہ ان کي هادي ۽ مهدي ڏسندا

192. حضرت حذيفہ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حڪومت ۽ خلافت جو ذڪر ڪيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جيڪڏهن توهان ابوبڪر کي حڪمران بڻائيندا تہ توهان ان کي بدن ۾ ڪمزور ۽ الله جي معاملي ۾ طاقتور ڏسندا ۽ جيڪڏهن توهان عمر کي حڪمران بڻائيندا تہ ان کي بدن ۾ مضبوط ۽ الله جي معاملي ۾ سخت ڏسندا ۽ جيڪڏهن علي کي حڪمران بڻائيندا تہ ان کي هادي ۽ مهدي ڏسندا ۽ اهو توهان کي سڌي واٽ (صراط مستقيم) تي هلائيندو.

## توهان علي جي اطاعت ڪندا تہ اهو توهان کي ضرور جنت ۾ وٺي ويندو

193. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هڪڙي رات اونداهي ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ هياسين. پاڻ سڳورن هڪڙو ٿڌو ساهہ کنيو تہ مون عرض ڪيو يارسول

الله! توهان خيريت سان آهيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مون کي منهنجي جلد وفات جي باري ۾ اطلاع ڪيو ويو آهي. مون عرض ڪيو تہ توهان پنهنجي پٺيان خليفو بڻائي وڃو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ڪنهن کي. مون عرض ڪيو تہ حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کي. پاڻ سڳورا ماٺ ٿي ويا. وري ٿوري دير کان پوءِ پاڻ سڳورن ڊگهو ساهہ کنيو تہ مون عرض ڪيو يارسول الله! منهنجا پيءُ ماءُ توهان تان قربان توهان خيريت سان آهيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي ابن مسعود! مون کي منهنجي جلد وفات جي باري ۾ اطلاع ڏنو ويو آهي. مون عرض ڪيو تہ توهان پنهنجي پٺيان ڪنهن کي خليفو بڻايو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ڪنهن کي. مون عرض ڪيو تہ حضرت عمر رضي الله عنہ کي. پاڻ سڳورا ماٺ ٿي ويا. وري ٿوري دير کان پوءِ پاڻ سڳورن ٿڌو ساهہ کنيو تہ مون عرض ڪيو تہ توهان خيريت سان تہ آهيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي ابن مسعود! مون کي منهنجي جلد وفات جي باري ۾ اطلاع ڪيو ويو آهي. مون عرض ڪيو تہ توهان پنهنجي پٺيان ڪنهن کي خليفو بڻايو تہ پاڻ سڳورن فرمايو ڪنهن کي. مون عرض ڪيو تہ علي بن ابوطالب کي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مون کي ان الله جو قسم جنهن جي قبضہ قدرت ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن توهان ان جي اطاعت ڪندا تہ اهو توهان کي جنت ۾ وٺي ويندو.

## مون سيني کان وڌيڪ پنهنجو فرمانبدار علي کي ڏٺو آهي

194. امام محمد باقر عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو تہ جڏهن مون کي آسمانن جو سير ڪرايو ويو ۽ هڪڙي آسمان کان ٻئي آسمان ۽ پوءِ سدرت المنتهيٰ تائين. جو مان پنهنجي رب جي سامهون وڃي بيٺس. ان مون کي فرمايو اي محمد! مون عرض ڪيو لبيڪ وسعديڪ. ان فرمايو تو منهنجي مخلوق کي آزمايو تہ تو انهن مان ڪنهن کي پنهنجو وڌيڪ اطاعت ڪندڙ ۽ فرمانبدار ڏٺو. مون عرض ڪيو تہ منهنجا رب! مون سيني کان وڌيڪ پنهنجو فرمانبدار

علي کي ڏنو. الله فرمايو اي محمد! تو سچ چيو. ڇا تو پنهنجو ڪو خليفو بڻايو جيڪو تنهنجي طرفان حق ادا ڪري ۽ منهنجي ٻانهن مان جيڪي اڻ ڄاڻ آهن انهن کي منهنجي ڪتاب جي تعليم ڏئي. مون عرض ڪيو اي رب! تون منهنجي لاءِ چونڊ ڪر. الله تعاليٰ فرمايو مون تنهنجي لاءِ علي کي چونڊيو. تون علي کي پنهنجو وصي ۽ خليفو بڻاءِ. اي محمد! علي هدايت جو جهنڊو، منهنجي اطاعت ڪرڻ وارن جو امام ۽ منهنجي ولين (اولياء) جو نور آهي. اهو هڪڙو اهڙو ڪلمو آهي جنهن کي متقين پنهنجي لاءِ لازمي ڪري ڇڏيو آهي. جنهن ان سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي، جنهن ان سان بغض رکيو ان مون سان بغض رکيو. اي محمد! ان (علي) کي خوشخبري ٻڌاءِ!

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم عرض ڪيو اي منهنجا رب! مون ان کي خوشخبري ٻڌائي ڇڏي آهي. ان چيو تہ مان الله جو ٻانهو آهيان اهو مون کي منهنجي انجام تائين پهچائي. ان منهنجي ڪوتاهين جي باوجود مون تي ڪنهن بہ قسم جو ذمو ڪونہ ڪيو. جيڪڏهن اهو منهنجي واعدي کي پورو ڪري تہ اهو منهنجو آقا ۽ منهنجو مولا آهي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم عرض ڪيو اي الله! علي جي دل روشن ڪر ۽ علي جي ذريعي ايمان کي شادابي عطا فرماءِ.

الله فرمايو مون علي جي ولايت ۾ ئي ايمان جي بهار رکي آهي. پر مون هڪڙي آزمائش ان لاءِ مخصوص ڪئي آهي جيڪا ان کان علاوه منهنجي ڪنهن ولي لاءِ ڪونهي.

## نبي ڪريم ﷺ جي علي عليہ السلام سان ڳجهي سرگوشي

195. حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها کان روايت آهي جيڪا نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي انتهائي شفيق ۽ همدرد گهرواري هئي، ان کي نبي ڪريم ﷺ سان سڀني گهروارين کان وڌيڪ محبت هئي، ان جو هڪڙو چاچو جنهن ان کي پاليو هو اهو هر نماز کان اڳ ۾ حضرت علي عليہ السلام کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو هو. هڪڙي ڏينهن حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها پنهنجي ان چاچي کان

پڇيو تہ اي چاچا! تون علي (عليہ السلام) کي گاريون ڇوٿو ڏين. ان جواب ڏنو تہ علي (عليہ السلام) عثمان کي قتل ڪيو هو ۽ اهو ان جي قتل ۾ شريڪ آهي.

حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها چيو جيڪڏهن تون منهنجو چاچو نہ هجين ها ۽ تو مون کي نپايو نہ هجي ها جنهن جي ڪري تنهنجي مون وٽ پي واري عزت ۽ عظمت آهي تہ مان توکي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هن راز کان ڪڏهن بہ واقف نہ ڪريان ها. پر هاڻي ويهہ تہ جيئن مان توکي حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ صرف اهو ٻڌايان جيڪو مون پاڻ پنهنجين اکين سان ڏٺو. حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها فرمايو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم منهنجي واري جي ڏينهن مون وٽ تشريف کڻي آيا ڇوتہ هڪڙو ڏينهن منهنجي حصي ۾ بہ ايندو هو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي جي آڱرين ۾ پنهنجون آڱريون وجهيون تشريف کڻي آيا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي ام سلميٰ! توهان ٻاهر وڃو ۽ اسان ٻنهي کي اڪيلو رهڻ ڏيو. مان ٻاهر نڪري ويس ۽ اهي ٻئي پاڻ ۾ آهستڙي ڳالهيون ڪرڻ لڳا. مان انهن جون ڳالهيون ٻڌي رهي هيس پر سمجهي ڪونہ ٿي سگهيس تہ اهي ٻئي ڇا ڳالهائي رهيا آهن. ايستائين جو گهڻي دير ٿي وئي تہ مان انهن طرف ويس ۽ سلام ڪرڻ کان پوءِ عرض ڪيو تہ ڇا مان اندر اچي سگهان ٿي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو نہ اجا تون اندر نہ ٿي اچي سگهين. پر ٻاهر پنهنجي جاءِ تي موٽي وڃ. انهن ٻنهي ايتري دير تائين سرگوشي ڪئي جو ٻيپهري (ظهر) جو وقت ٿيڻ لڳو تہ مون سوچيو تہ اڄوڪو ڏينهن تہ گذرندو ٿو وڃي ۽ پاڻ سڳورا علي سان مشغول آهن. پوءِ مان هلندي ويس ۽ دروازي تي بيهي سلام ڪرڻ کان پوءِ اندر اچڻ جي اجازت گهري. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو نہ اجا نہ اجا اندر نٿي اچي سگهين. پوءِ مان موٽي ويس ۽ پنهنجي جاءِ تي ويهي رهيس. مان پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳس تہ هاڻي زوال جو وقت ٿي ويو آهي ۽ پاڻ سڳورا نماز پڙهڻ لاءِ ٻاهر نڪرندا. منهنجو ڏينهن گذرندو ٿو وڃي ۽ مان ان کان وڌيڪ صبر

۽ انتظار نٿي ڪري سگهان. پوءِ مان هلندي اچي دروازي تي بيهي رهيس ۽ انهن کي سلام ڪرڻ کان پوءِ اندر اچڻ جي اجازت گهري، نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هائو توهان اندر اچي سگهو ٿا. پوءِ مان اندر ويس تہ ڏٺو تہ حضرت علي جا هٿ رسول الله جي گوڏن تي رکيل هيا ۽ ڪڏهن ان پنهنجو منهن نبي ڪريم جي ڪنن پرسان ٿي ڪيو تہ ڪڏهن نبي ڪريم پنهنجو منهن علي جي ڪنن جي ويجهو ٿي ڪيو ۽ حضرت علي چئي رهيو هو تہ ڇا مان اهڙي طرح زندگي گذاريان ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڪريان. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جواب ڏنو تہ ها. جڏهن مان ڪمري ۾ داخل ٿيس تہ حضرت علي عليہ السلام اٿي بيٺا ۽ منهنجي اندر پهچڻ کان پوءِ ٻاهر هليا ويا.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي پنهنجي پرسان اچڻ لاءِ سڏيو جيئن ڪو مڙس پنهنجي زال لاءِ همدردي ڪندو آهي، ائين نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون سان همدردي ڪرڻ لڳا. پوءِ پاڻ سڳورن مون کي فرمايو اي ام سلميٰ! مون کي ڏوراپو نہ ڏجان، ڇو تہ الله تعاليٰ جي طرفان مون وٽ جبرائيل آيو ۽ چيو تہ الله تعاليٰ هي حڪم ڏنو آهي تہ مان پاڻ کان پوءِ علي کي وصي قرار ڏيان. ان وقت مان جبرائيل ۽ علي جي وچ ۾ ويٺو هيس. منهنجي ساڄي پاسي جبرائيل ۽ کاٻي پاسي علي ويٺو هو. جبرائيل مون کي چيو تہ مون کان پوءِ قيامت تائين هن دنيا ۾ جيڪو ڪجهہ ظاهر ٿيڻ وارو آهي اهو سڀ علي کي ٻڌايان. انهيءَ ڪري مان توسان معذرت ڪريان ٿو ۽ تون ڏوراپو نہ ڏجانءِ جو مون تنهنجي وقت ۾ ان کي پاڻ سان گڏ رکيو. بيشڪ الله تعاليٰ هر امت مان هڪڙو نبي چونڊيو ۽ پوءِ هر نبي جو وصي چونڊيو. هن امت جو مان نبي آهيان ۽ مون کان پوءِ منهنجي امت ۾ منهنجي عترت ۽ اهلبيت ۽ علي وصي آهن.

حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها جو چوڻ آهي تہ اهو سڀ اهو آهي جيڪو مون اڄ تائين خود علي جي باري ۾ مشاهدو ڪيو ۽ مان پاڻ ان جي شاهد آهيان. اي ڇاڇا! تون ان کي گهٽ وڌ ڳالهائين ٿو ۽ هن ڳالهہ کي پاڻ وٽ راز رکجان. ان ڏينهن کان پوءِ ان جو ڇاڇو رات ڏينهن

مناجات ڪندي اهو چوندو هو تہ اي منهنجا پالڻهار! مان علي جي باري ۾ جنهن ڳالهہ کان بيخبر هيس مون کي ان تي بخش. بيشڪ هاڻي حضرت علي جو دوست منهنجو دوست ۽ ان جو دشمن منهنجو دشمن آهي. پوءِ ان سچي ۽ پڪي توبهہ ڪئي.

## سيني لڙاين ۾ مولا علي عليہ السلام حق تي آهي

196. ابوبڪر يعقوب بن احمد الصيرفي کان وجيحہ الشحامي روايت ڪئي ۽ انهن پنهي حاڪم محمد بن عبدالله بن محمد البيع کان روايت ڪئي تہ مسلمانن جو ان ڳالهہ تي يقين آهي تہ اميرالمومنين علي بن ابوطالب عليہ السلام ناڪثين، قاسطين ۽ مارقين جي قتلام ۾ حق تي ۽ صحيح راءِ تي هيا.

رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حڪم جي مطابق خارجين ۽ ناصبين جي قول جي برخلاف مسلمانن تي ان جي معرفت ۽ سڃاڻپ لازمي آهي. جيئن ابودائود سجستاني چيو: احب ابابڪر وعمر ولاتڪن ناصبيا، واحب عليا ولا تڪن رافضيا. (مان ابوبڪر ۽ عمر سان محبت ڪريان ٿو انهي لاءِ مون کي ناصبي نہ چئو ۽ مان علي سان محبت ڪريان ٿو انهي لاءِ مون کي رافضي نہ چئو.)

## خارجين بابت بيان

197. سلمہ بن ڪهيل چيو تہ مون سان زيد بن وهب جهني بيان ڪيو تہ اهو ان لشڪر ۾ شامل هيو جيڪو علي بن ابوطالب عليہ السلام جي اڳواٽي ۾ خارجين سان مقابلو ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو اي ڀائرو! مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو آهي، پاڻ سڳورا فرمائي رهيا هيا تہ منهنجي امت مان هڪڙو گروهہ خروج ڪندو. جيڪي قرآن پڙهندا هوندا، توهان جو پڙهڻ انهن جي سامهون ڪجهہ نہ هوندو ۽ توهان جون نمازون انهن جي سامهون ڪجهہ نہ هونديون، توهان جا روزا انهن جي سامهون ڪجهہ نہ هوندا. اهي قرآن پڙهندا ۽ سمجهندا تہ هي انهن لاءِ آهي ۽ اهوئي گروهہ هوندو جنهن جون نمازون انهن جي ڪنهن بہ ڪم نہ ايندون ۽ دين مان

ائين نڪري ويندا جيئن تير ڪمان مان نڪري ويندو آهي. جيڪڏهن انهن ماڻهن کي جيڪي انهن سان وڙهندا ملين ته اهو معلوم ٿي وڃي ته الله تعاليٰ پنهنجي نبي سڳوري جي زباني انهن جي لاءِ ڪهڙو فيصلو ڪيو آهي ته اهي اهڙو ڪم نه ڪن. ان گروهه جي نشاني هي آهي ته انهن ۾ هڪڙو ماڻهو آهي جنهن جي ٻانهن ڪارائي کان ڪپيل آهي ۽ ان جي ٻانهن تي عورت جي ٻبي جي ٻُبڙي وانگر نشان آهي ۽ ان تي سفيد وار آهن.

ڇا توهان معاويه ۽ شام وارن ڏانهن هليا ويا ۽ انهن ماڻهن کي پنهنجي اولاد ۽ مال ملڪيت ۾ خليفو ڇڏي ويا آهيو. الله جو قسم! مان اميد ڪريان ٿو ته اهي به ان ئي قوم وانگر هوندا جو انهن ناحق رت وهايو آهي ۽ ماڻهن جي جانورن تي به حملو ڪيو آهي. هاڻي توهان الله جي نالي تي هلو.

سلميٰ بن ڪهيل چيو ته مان ۽ زيد بن وهب هڪڙي جاءِ تي لٿاسين ۽ هڪڙي پل تان لنگهي پار ٿياسين. جڏهن اسان جي لڙائي ٿي ته خارجين جو سپهه سالار عبدالله بن وهب راسبي هو. ان انهن کي چيو ته پنهنجا نيزا ايا ڪيو ۽ پنهنجون تلوارون مياڻن مان ڪڍي تاڻي رکو. مون کي توهان لاءِ هن ڳالهه جو ڊپ آهي ته اهي توهان کان قسم وٺندا جيئن انهن حرورا واري ڏينهن قسم ورتو هو. ائين اهي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي اچي ويا ۽ نيزن سان حملو ڪيو ۽ پنهنجون تلوارون تاڻي ورتائون. ماڻهو هڪٻئي کي نيزا هڻڻ لڳا ۽ انهن مان ڪجهه کي قتل ڪيو. ان ڏينهن اسان جي لشڪر مان صرف ٻن ماڻهن کي تڪليف پهتي.

حضرت علي عليه السلام فرمايو انهن ۾ ڊوڪيباز کي ڳوليو. ماڻهن ان کي ڳوليو پر اهو نه مليو ته مولا علي عليه السلام پاڻ اٿي پيا ۽ انهن ماڻهن وٽ آيا جن پاڻ ۾ لڙائي ڪئي هئي ته مولا علي عليه السلام فرمايو ته لاشن کي هتان هٽايو. ماڻهن لاشن کي هٽايو ته ان ماڻهو کي زمين تي ليٽيل ڏٺائون. ان وقت مولا علي عليه السلام الله اڪبر جو نعرو هنيو ۽ فرمايو ته الله تعاليٰ سچ فرمايو ۽ ان جي رسول صلي الله عليه وآله وسلمؐ پهچايو. ان وقت عبيده سلماني اٿيو ۽ عرض ڪيو اي

اميرالمومنين! اهو الله جنهن کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي بيشڪ اسان اها حديث نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌي آهي. مولا علي عليہ السلام فرمايو هائو الله جو قسم! جنهن کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي، ان شخص کان ٽي دفعا قسم ڏئي پڇيائون ۽ ان ٽئي دفعا قسم تي اها حديث ٻڌائي.

198. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي غلام حضرت عبيدالله بن ابورافع رضي الله عنہ کان رويت آهي تہ جڏهن حروريہ وارن خروج ڪيو تہ اهو حضرت علي عليہ السلام سان گڏ هيو. حروريہ وارن چيو لا حڪم الا الله. حڪم صرف الله تعاليٰ جو آهي. حضرت علي عليہ السلام فرمايو اهو ڪلمو حق آهي مگر انهن ماڻهن جي ان مان مراد باطل آهي. بيشڪ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن جون وصفون بيان ڪيون هيون ۽ مان انهن جي نشانين کي سڃاڻان ٿو. جيڪي ان تي متفق آهن اهي حق ڳالهہ پنهنجي زبانن سان تہ چون ٿا ليڪن انهن جي هن جاءِ کان اها ڳالهہ هيٺ نٿي وڃي، علي عليہ السلام پنهنجي نڙي ڏانهن اشارو ڪيو. اهي الله جي نظر ۾ مخلوق ۾ سڀني کان وڌيڪ قابل نفرت آهن. انهن مان هڪڙو شيدي آهي ۽ ان جي ٻانهن عورت جي ٻُبي وانگر لڙي رهي آهي.

جڏهن خارجي قتل ٿي چڪا تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو تہ ان شخص کي ڳوليو. ان کي ڳوليائون پر نہ لڌو تہ حضرت علي عليہ السلام فرمايو واپس موٽي وڃي وري ڳوليو. الله جو قسم! نہ مان ڪوڙو آهيان ۽ نہ مون سان ڪوڙ ڳالهايو ويو آهي، اهو جملو ٻہ يا ٽي دفعا ورجاياائون. آخر وري ڳولا ڪرڻ تي ان جو لاش هڪڙي کڏي ۾ ملي ويو ۽ ان کي کڻي اچي علي عليہ السلام جي سامهون رکيائون. عبيدالله جو بيان آهي تہ مولا علي ڪرم الله وجہ ان جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ فرمايو مان ان وقت اتي موجود هيس.

199. حاڪم ابوعبدالله محمد بن عبدالله نيشاپوري پنهنجي سَنَد سان چيو تہ ان ڏينهن اميرالمومنين علي بن ابوطالب عليہ السلام هڪڙو خطبو ڏنو جنهن ۾ ڪيئي خطبا شامل آهن. ان ۾ انهن رسول الله صلي

الله عليہ وآلہ وسلم طرفان انهن خارجين سان لڙائي ڪرڻ جي حڪم جو ذڪر ڪيو.

## مون کي ٽن گروهن سان لڙائي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو

200. حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو تہ مون کي ٽن گروهن سان لڙائي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ اهي ٽي هي آهن (1) قاسطين(2) ناڪثين (3) مارقين. قاسطين شام وارا آهن، ناڪثين جمل وارا آهن، ۽ مارقين نهروان وارا يعني حروريہ (خارجي) آهن.

201. حضرت عليہ السلام فرمايو تہ مون قوم جي گهرو لڙائي ۾ ماڻهن جي دين کان دوري ۽ حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي نازل ٿيل ڪلام جو انڪار ٿي ڏٺو آهي.

## توهان مان هڪڙو شخص قرآن جي تاويل تي لڙائي ڪندو

202. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ان منڪم من يقاتل علي تاويل القرآن ڪما قاتلت علي تنزيله. قال ابوبڪر انا هُو يارسول الله. قال لا. قال عمر انا هُو يارسول الله. قال لا ولڪن خاصف النعل" يعني، توهان مان هڪڙو شخص قرآن جي تاويل تي لڙائي ڪندو جيئن مان قرآن جي نازل ٿيڻ تي مقابلو ڪيو آهي. حضرت ابو بڪر رضي الله عنہ عرض ڪيو يارسول الله! اهو مان آهيان، پاڻ سڳورن فرمايو نہ. حضرت عمر رضہ عرض ڪيو يارسول الله! ڇا اهو مان آهيان تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو نہ. بلڪ هو جُتي کي ٽانڪا هڻڻ وارو.

حضرت ابوسعيد رضہ جو چوڻ آهي تہ ان وقت پاڻ سڳورن پنهنجي جُتي ٺيڪ ڪرڻ جي لاءِ علي (عليہ السلام) کي ڏني هئي.

## رسول الله ﷺ ناڪثين، قاسطين ۽ مارقين سان جهاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو

203. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان کي ناڪثين، قاسطين ۽ مارقين سان جهاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو. اسان عرض ڪيو، يارسول الله! توهان اسان کي انهن سان جهاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو هي رهنمائي

ڪيو تہ اسان ڪنهن سان گڏ ٿي انهن سان جهاد ڪريون. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو علي بن ابوطالب سان گڏ ٿي. انهن سان جهاد ۾ عمار بن ياسر شهيد ٿيندو.

204. محنف بن سليم کان روايت آهي تہ اسان وٽ حضرت ابوايوب انصاري آيو تہ اسان چيو تہ توهان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏجي مشرڪن خلاف پنهنجي تلوار سان جهاد ڪيو. پوءِ وري توهان مسلمانن سان بہ لڙائي ڪئي. حضرت ابوايوب رضہ فرمايو تہ مون کي رسول الله ناڪثين، قاسطين ۽ مارقين سان جهاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو.

205. عناب بن ثعلبہ جو بيان آهي تہ حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنہ جي خلافت واري دور ۾ حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنہ مون کي ٻڌايو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي علي بن ابو طالب عليہ السلام سان گڏجي ناڪثين، قاسطين ۽ مارقين سان لڙائي ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو.

206. علقمہ حضرت عبدالله رضہ جي حوالي سان روايت ڪئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ام المومنين حضرت زينب رضي الله عنها جي گهر مان نڪتا ۽ ام المومنين حضرت سلميٰ رضي الله عنها جي گهر تشريف کڻي آيا. پوءِ حضرت علي عليہ السلام بہ اتي اچي ويا تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو. ام سلميٰ! الله جو قسم. هي ناڪثين، قاسطين ۽ مارقين کي قتل ڪندو.

207. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٽن گروهن سان جهاد ڪرڻ جو حڪم فرمايو. قاسطين، ناڪثين ۽ مارقين سان. قاسطين شام وارا آهن، ناڪثين جمل وارا آهن ۽ مارقين مان مراد نهروان وارا آهن.

## صفين ۾ حضرت عمار بن ياسر رضي الله عنہ جو قول

208. عمرو بن سلميٰ جو بيان آهي تہ مون صفين واري ڏينهن حضرت عمار بن ياسر رضہ کي ڏٺو هو. اهو قد جو ڊگهو ۽ ڪٽڪ رنگو هو. ان پنهنجي هٿ ۾ برڇي پڪڙي هئي ۽ ان جو هٿ ڏڪي رهيو هو.

اهو چئي رهيو هو تہ ان ذات جو قسم، جنهن جي قبضہ قدرت ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن انهن اسان کي زخم پهچايو تہ اسان انهن جي جان وٺنداسين جو اسان حق تي آهيون ۽ اهي گمراهي تي آهن.

## صفين ۾ جهنڊي کي ڏسي رسول الله ﷺ جي اصحابن کان لڙڪ وهي پيا

209. ذبال بن حرملہ جو بيان آهي تہ مون صعصعہ بن صومان کان ٻڌو تہ جڏهن حضرت علي ڪرم الله وجہ عَلم کڻي اُيو ڪرڻ جو ارادو ڪيو تہ انهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وارو جهنڊو ڪڍيو ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان پوءِ اهو جهنڊو ڪونہ ڏٺو ويو هو. حضرت علي عليہ السلام جهنڊو اپو ڪندي قيس بن سعد بن عباده کي سڏ ڪيو ۽ عَلم ان جي حوالي ڪيو. ان وقت انصاري ۽ بدر ۾ لڙائي ڪرڻ وارا گڏ تي ويا. جڏهن انهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو جهنڊو ڏٺو تہ روئڻ لڳا. ان وقت قيس بن سعد بن عباده هي شعر پڙهي رهيو هو:

هاذا اللواء الذي ڪنا نحف به   دون النبي و جبرئيل لنا مدد

ماضر من ڪانت الانصار عيبه   ان لا يڪون له من غيرهم عضد

(هي اهوئي جهنڊو آهي جنهن جي چوڌاري اسان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ هياسين ۽ جبرائيل اسان جي مدد لاءِ نازل ٿيو هو. جنهن جا انصاري مددگار هجن ان کي ڪير بہ نقصان نٿو پهچائي سگهي، توڙي انصارن کان سواءِ ان جو ڪير بہ ٻانهن ٻيلي نہ هجي.)

## حضرت عمار رضہ جا قاتل باغي آهن

210. حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ بيشڪ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "تقتل عمارالفئت الباغيت" يعني، عمار کي هڪڙو باغي گروهہ قتل ڪندو.

امام ابوبڪر چيو تہ اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ جن ماڻهن حضرت علي عليہ السلام جي خلافت ۾ تڪرار ڪيو اهي سڀ باغي آهن ۽ ان ڳالهہ تي اسان جا مشائخ متفق آهن.

## پل صراط تي علي عليہ السلام جي ولايت جو پروانو

211. امام جعفرصادق بن محمد باقر عليهم السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن پهرين ۽ پوين کي گڏ ڪندو تہ جهنم جي پل تي صراط نصب ڪندو ان کي صرف اهوئي پار ڪري سگهندو جنهن وٽ حضرت علي عليہ السلام جي ولايت جو پروانو هوندو.

212. حضرت عمار بن ياسر رضي الله عنهما جي پوٽي ابوعبيده پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مون کي وصيت ڪئي وئي آهي تہ جنهن مون تي ايمان آندو ۽ ولايت علي بن ابوطالب سان گڏ منهنجي تصديق ڪئي، پوءِ جنهن ان سان محبت ڪئي تہ ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن مون سان محبت ڪئي ان الله سان محبت ڪئي.

## قيامت جي ڏينهن علي عليہ السلام جو قيام

213. حضرت حسن بصري حضرت عبدالله رضہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ علي (عليہ السلام) فردوس جي مٿان قيام ڪندو فردوس هڪڙي پهاڙ جو نالو آهي جيڪو جنت جي مٿان بلند ٿيندو ۽ رب العالمين جو عرش ان جي مٿان هوندو. جنت جون نهرون عرش جي دامن مان وهنديون آهن ۽ اهي نهرون جنت ۾ الڳ الڳ وهنديون آهن. علي (عليہ السلام) نور جي ڪرسي تي ويهندو ۽ سندس سامهون تسنيم (نهر) جاري ٿيندي. صرف اهو شخص پل صراط پار ڪري سگهندو جنهن وٽ علي عليہ السلام جي ولايت ۽ ولايتِ اهلبيت جو پروانو هوندو. علي عليہ السلام پنهنجي دوستن کي جنت ۾ ۽ بغض رکڻ وارن کي دوزخ ۾ موڪليندو.

## جنت ٽن ماڻهن جي شوقين آهي

214. حضرت، انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو "اشتاقت الجنت الي ثلاثت علي و عمار و سلمان" يعني، جنت ٽن ماڻهن جي شوق ۾ آهي علي، عمار ۽ سلمان.

## الله مونکي چئن ماڻهن سان محبت ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي

215. حضرت بريده رضي الله عنہ پنهنجي والد جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو بيشڪ الله تعاليٰ مون کي چئن ماڻهن سان محبت ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي ۽ مون کي خبر ڏني آهي تہ اهو بہ انهن سان محبت ڪري ٿو. پڇيو ويو تہ يارسول الله! اهي ڪير آهن، بيان فرمايو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو انهن مان هڪڙو علي آهي. ان کان پوءِ فرمايو تہ باقي ٽي هي آهن، ابوذر ۽ مقداد ۽ سلمان. مون کي انهن سان محبت ڪرڻ جو حڪم آهي ۽ مون کي خبر ڏني وئي آهي تہ الله بہ انهن سان محبت ڪري ٿو.

## جنت ۾ علي عليہ السلام جو چهرو

216. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "علي يزهر لاهل الجنت كما يزهر ڪوڪب الصبح لاهل الدنيا" يعني، علي (عليہ السلام) جو چهرو جنت وارن لاءِ ائين چمڪندو جيئن دنيا وارن لاءِ صبح جو تارو چمڪندو آهي.

## علي عليہ السلام جو مسلمانن تي حق

217. حضرت عمار بن ياسر رضي الله عنہ ۽ حضرت ابوايوب انصاري رضہ. ٻنهي کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "حق علي عليٰ ڪل مسلم ڪحق الوالد علي ولده" يعني،

علي (عليہ السلام) جو سيني مسلمانن تي اهڙي طرح حق آهي جيئن هڪڙي پي جو پنهنجي اولاد تي حق هوندو آهي.

218. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو "حق علي بن ابي طالب عليٰ هاذه الامت ڪحق الوالد علي الولده" يعني، علي بن ابوطالب جو هن امت تي اهڙي طرح حق آهي جيئن هڪڙي پي جو اولاد تي حَق هوندو آهي.

## جنهن علي کي اذيت ڏني ان مون کي اذيت ڏني

219. عمرو بن شاس اسلمي جيڪو اصحابِ حديبيہ مان آهي، جو بيان آهي تہ مان حضرت علي ڪرم الله وجہ سان گڏ يمن جي سفر لاءِ نڪتس ۽ سفر دوران علي عليہ السلام مون سان سختي سان پيش آيا جنهن ڳالهہ کي مون پنهنجي دل ۾ رکيو. جڏهن مان واپس مديني پهتس تہ مون مسجد ۾ ان ڳالهہ جي ماڻهن سان شڪايت ڪئي ايستائين جو اها ڳالهہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم تائين پهچي وئي ۽ جڏهن مان ٻئي ڏينهن صبح جي وقت مسجد ۾ ويس تہ الله جا رسول پنهنجي اصحابن ۾ موجود هيا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي ڏٺو تہ پنهنجي نظر سان گهوريو ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪيو. آخرڪار مان ويهي رهيس تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي عمرو! الله جو قسم، تو مون کي اذيت ڏني آهي. مون عرض ڪيو اي الله جا رسول! مان ان ڳالهہ کان الله جي پناهہ گهران ٿو جو مان توهان کي اذيت ڏيان. ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "بلي من اذي عليا فقد اذاني" يعني، ها، جنهن بہ علي کي اذيت ڏني ان مون اذيت ڏني.

## جيڪو علي کان الڳ ٿيو اهو مون کان جدا ٿيو

220. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو "من فارق عليا فارقني و من فارقني فارق الله عزوجل" يعني، جيڪو علي کان الڳ ٿيو اهو مون کان جدا ٿيو ۽ جيڪو مون کان جدا ٿيو اهو الله کان جدا ٿيو.

221. حضرت ابوذر رضي الله عنہ کان راويت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو اي علي! جيڪو مون کان جدا ٿيو اهو الله کان جدا ٿيو ۽ جيڪو توکان جدا ٿيو تہ بيشڪ اهو مون کان جدا ٿيو.

## جنهن علي کي گار ڏني ان مون کي گار ڏني

222. ابو عبدالله الجدلي جو بيان آهي تہ مان حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ انهن فرمايو تہ ڇا توهان مان ڪوئي رسول الله کي گاريون ڏئي ٿو. مون عرض ڪيو تہ الله جي پناهہ يا سبحان الله يا اهڙي قسم جو ڪو جملو چيو تہ انهن فرمايو مون رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي فرمائيندي ٻڌو "من سب عليا فقد سبني" يعني، جنهن علي کي گار ڏني ان مون کي گار ڏني.

223. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما قريشن جي هڪڙي ڪچهري وٽان گذريو. ان وقت ان جي اکين جي روشني ختم ٿي چڪي هئي. اهي قريشي علي عليہ السلام کي گاريون ڏئي رهيا هيا. ان چيو تہ مان ڪجهہ ٻڌي رهيو آهيان، اهي ڇا چئي رهيا آهن. هڪڙي شخص چيو تہ اهي حضرت علي عليہ السلام کي گاريون ڏئي رهيا آهن. ان چيو تہ مون کي انهن وٽ وٺي هل. جڏهن اهو انهن وٽ پهتو تہ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما چيو تہ توهان مان ڪير آهي جيڪو الله تعاليٰ کي گاريون ڏئي رهيو هو. انهن چيو سبحان الله! جنهن الله کي گار ڏني ان شرڪ ڪيو. ان کان پوءِ پڇيائين، توهان مان ڪير آهي جنهن رسول الله کي گار ڏني. انهن چيو سبحان الله! جنهن رسول کي گار ڏني ان ڪفر ڪيو. حضرت عبدالله رضہ فرمايو توهان مان ڪير آهي جنهن علي عليہ السلام کي گار ڏني. انهن چيو تہ ڇا علي کي گار ڏيڻ الله ۽ رسول کي گار ڏيڻ آهي. حضرت عبدالله رضہ فرمايو الله جو قسم! مان شاهدي ڏيان ٿو تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کي هي فرمائيندي ٻڌو "من سب عليا فقد سبني و من سبني سب الله عزوجل و من سب الله اڪبه الله علي منخريه في النار" يعني، جنهن علي کي گار ڏني ان مون کي گار ڏني، جنهن مون کي گار ڏني ان الله کي گار

ڏني، جنهن الله کي گار ڏني، الله تعاليٰ ان کي اونڌي منهن دوزخ ۾ اڇلائيندو.

پوءِ اتان وڃڻ لڳا ته عبدالله رضہ پنهنجي ساٿي کان پڇيو ته تو انهن جون ڳالهوين ٻڌيون. ان جواب ڏنو ته انهن ڪجهه به ڪونه ڪڇيو. حضرت عبدالله رضہ پڇيو جڏهن مون ڳالهيون ڪيون ته تو انهن جا چهرا ڏٺا هيا ته ڪيئن هيا ته ان چيو:

نظروا اليڪ باعين محمرت　　　نظرالتبوس الي شفا الجازر

(اهي توهان ڏانهن ڳاڙهين اکين سان ڏسي رهيا هيا جيئن جهنگلي ٻڪر جون نظرون ذبح ڪرڻ واري ڇري جي ڌار کي ڏسنديون آهن.)

حضرت عبدالله رضہ چيو توتان منهنجو پيءُ قربان ٿئي ڪجهه وڌيڪ ٻڌاءِ ته ان چيو:

خزرالعيون نواڪس ابصارهم　　نظرالذليل الي العزيز القاهر

(نظرون جهڪائي تيڏين اکين سان ڏسي رهيا هيا جيئن هڪڙو ذليل ماڻهو سخت بادشاهه جي سامهون نظرون جهڪايون بيٺو هجي.)

حضرت عبدالله رضہ چيو توتي منهنجو پيءُ ماءُ قربان ٿئي وڌيڪ ٻڌاءِ ان چيو ته مان وڌيڪ ته نٿو چئي سگهان، البت انهن جا جيئرا ماڻهو پنهنجن مئل ماڻهن جي لاءِ عار آهن ۽ انهن جا مئل ماڻهو گذريل وقت جا ذليل ماڻهو آهن.

## علي عليہ السلام کي گاريون ڏيڻ وارو ڇريو ٿي ويو

224. حضرت سعد بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي ته ان ڪجهه ماڻهن کي ڏٺو جيڪي هڪڙي شخص جي چوڌاري بيٺا هيا. سعد بن مالڪ پڇيو ته هي ڇا آهي. ماڻهن ٻڌايو ته حضرت علي عليہ السلام کي گاريون ڏيندو آهي. سعد بن مالڪ چيو ته هن کان پري ٿي وڃو تان ته اهو پنهنجي انجام کي پهچي وڃي. سعد بن مالڪ چيو اي الله! جيڪڏهن هي ڪوڙو آهي ته هن جي پڪڙ ڪر. راوي جو بيان آهي ته اهو شخص پنهنجي گهر ڪونه پهتو هو ته هڪڙو شخص آيو ۽ ان ٻڌايو ته جنهن ماڻهوءَ لاءِ بد دعا ڪئي وئي هئي ان تي جنون سوار ٿي ويو ۽ اهو ڇريو ٿي ويو ۽ ان کي قتل ڪري ڇڏيائون.

## علي عليہ السلام جي مخالفت کان توبهہ ڪيائين

225. ابوطفيل عامر بن واثلہ کان روايت آهي تہ اسان مان هڪڙو شخص مٿي جي سخت سور ۾ مبتلا هو ۽ اهو پنهنجي پيءُ سان گڏ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو تہ پاڻ سڳورن ان کي ويهاريو ۽ ان جي پنهي اکين جي وچ تي پنهنجون آڱريون رکيون تہ ان کي سور جي تڪليف کان سڪون اچي ويو. پر جتي حضور عليہ السلام آڱر رکي هئي اتي ڪوئي جي وارن وانگر ڊگها ڊگها وار ڦٽي آيا. جڏهن خارجين سان مولا علي عليہ السلام جي لڙائي ٿي تہ ان شخص مولا علي عليہ السلام جي مخالفت ۾ خارجين سان شامل ٿيڻ جو ارادو ڪيو. عامر بن واثلہ جو بيان آهي تہ ان جا وار ان جي اکين آڏو ڪري پيا ۽ ان کي ان ڳالهہ کان گهبراهٽ ٿي. ان جي گهر وارا پريشان هيا تہ ان کي ٻڌايو ويو تہ هي انهي ڪري ٿيو آهي جو تو مولا علي عليہ السلام جي خلاف وڃڻ جو ارادو ڪيو تہ ان استغفار پڙهي ۽ توبهہ ڪئي ۽ ارادو ختم ڪري ويهي رهيو. عامر بن واثلہ جو چوڻ آهي تہ ان کان پوءِ وار ان جي اکين کان هٽي واپس ٿي ويا. ابوطفيل عامر جو چوڻ آهي تہ جڏهن وار ڪري اکين سامهون آيا هيا ان وقت بہ مون ڏٺا هيا ۽ جڏهن واپس هٽي ويا تڏهن بہ مون ڏٺو.

## علي عليہ السلام کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ واري جو ڪنڌ ڀڄي پيو

226. سدي کان روايت آهي تہ مان مديني ۾ ننڍي عمر جو هيس ۽ زيتون جي وٽن پرسان پيل پٿرن سان کيڏي رهيو هيس تہ هڪڙو شخص اٺ تي سوار ٿي آيو ۽ بيهي مولا علي عليہ السلام کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. ماڻهو اتي گڏ ٿي ويا ۽ ان کي ڏسڻ لڳا. جڏهن اهو گهٽ وڌ ڳالهائي رهيو هو تہ اوچتو اتي حضرت سعد رضہ اچي ويو ۽ ان هي بد دعا ڪئي، اي الله! جيڪڏهن هي ڪنهن صالح ماڻهوءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائي رهيو آهي تہ مسلمانن کي هن جي ذلت ڏيکار. سدي جو بيان آهي تہ ان شخص جو اٺ اتان ڀڳو ۽ اهو هيٺ ڪري پيو ۽ ان جو ڪنڌ ڀڄي پيو.

## جنت ۾ وڃڻ لاءِ ايمان شرط آهي

227. امام علي رضا عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان حضرت علي ڪرم الله وجہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو الله تعاليٰ جو فرمان آهي تہ جنهن مون تي ايمان آندو ۽ منهنجي نبي تي ۽ منهنجي ولي تي ايمان آندو اهو عمل ۾ جهڙو بہ هجي مان ان کي جنت ۾ داخل ڪندس.

## جنت جي خوشخبري

228. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو منهنجي رب جي طرف کان مون وٽ جبرائيل آيو ان چيو تہ منهنجو رب توهان کي سلام چئي ٿو ۽ توهان لاءِ فرمائي ٿو تہ توهان انهن مومنن کي جن توهان تي ايمان آندو آهي ۽ نيڪ عمل ڪيا ۽ پنهنجن اهلبيت کي بہ جنت جي خوشخبري ڏئي ڇڏيو جو مون وٽ انهن جي لاءِ بهترين جزا آهي ۽ اهي جلد جنت ۾ داخل ٿيندا.

## بخشش ڪنهن جي لاءِ آهي

229. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي علي! بيشڪ الله توکي ۽ تنهنجي اهلبيت ۽ تنهنجي شيعن کي ۽ تنهنجي شيعن سان محبت ڪرڻ واري کي ۽ انهن سان محبت ڪرڻ وارن کي بخشي ڇڏيو آهي، تون انزع البطين ۽ شرڪ کان پاڪ ۽ عِلم سان ڀريل آهين.

## خوش قسمتي ۽ بدبختي

230. امام علي رضا عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان حضرت علي ڪرم الله وجہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي علي! اهو شخص خوش قسمت آهي جنهن توسان محبت ڪئي ۽ تنهنجي تصديق ڪئي، ۽ اهو شخص هلاڪ ٿيو جنهن توسان بغض رکيو ۽ توکي ڪوڙو چيو.

اي علي! توسان محبت ڪرڻ وارا ستن آسمانن ۽ ستن زمينن ۾ انهن جي وچ ۾ سڃاتا ويندا آهن. اهي اهل يقين ۽ اهل تقويٰ آهن. سڌي واٽ وارا ۽ حُسن وارا آهن. الله تعاليٰ جي لاءِ نوڙت ڪرڻ وارا آهن. انهن جي اکين ۾ نماڻائي ۽ انهن جون دليون الله جي ذڪر سان روشن آهن. اهي تنهنجي ولايت جي حق کي سڃاڻن ٿا. انهن جون زبانون تنهنجي فضيلت بيان ڪنديون آهن ۽ انهن جون اکيون تنهنجي محبت ۾ روئڻ واريون آهن ۽ تنهنجي اولاد ۾ جيڪي امام آهن انهن لاءِ به روئينديون آهن.

## مان اها ڳالهه چوان ٿو جيڪا نه ڪنهن پهريان چئي ۽ نه ڪير بعد ۾ چئي سگهندو

231. بنوهاشم جي غلام علي بن نزار بن حبان پنهنجي ڏاڏي جي حوالي سان روايت ڪئي آهي ته مون حضرت علي ڪرم الله وجه کي فرمائيندي ٻڌو ته مان اها ڳالهه چوان ٿو جيڪا نه ته مون کان پهريان ڪنهن چئي ۽ نه مون کان پوءِ ڪير چوندو مگر ڪوڙو ئي اهڙي جرئت ڪندو. مان الله جو ڀانهو ۽ ان جي رسول صلي الله عليه وآله وسلم جو ڀاءُ آهيان، نبي رحمت جو وزير آهيان. مون هن امت جي عورتن جي سردار خاتون سان شادي ڪئي ۽ مان خيرالوصيين آهيان.

## مولاءِ ڪائنات عليه السلام جو قريشن ۽ انصارن کي خطاب

232. سليم بن قيس الهلالي کان روايت آهي ته مون حضرت عثمان رضي الله عنه جي خلافت واري دور ۾ حضرت علي ڪرم الله وجه کي رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي مسجد ۾ ڏٺو جڏهن اتي هڪڙي جماعت ٻي جماعت سان عِلم ۽ فقهه ۾ گڏيل مذاڪرو ڪري رهي هئي. هڪڙي جماعت قريشن ۽ انهن جي فضيلت ۽ انهن جي اوليت (سابقيت) ۽ انهن جي حجت هجڻ ۽ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم انهن جي فضيلت ۾ جيڪو فرمايو هو ان جو ذڪر ڪيو. مثال طور، رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جو هي فرمان ته اڳواڻ قريش مان هوندا ۽ ماڻهن ان ڳالهه جي تابعداري ڪئي ۽ قريش عربن جا سردار آهن ۽ اهو ته قريشن کي گار نه ڏيو ۽ هڪڙو قريشي غيرقريشي جي

مقابلي ۾ ٻين مردن جيتري طاقت رکي ٿو ۽ جنهن قريشن سان بغض رکيو ان الله سان بغض رکيو ۽ جنهن قريشن جي توهين ڪئي ان الله جي توهين ڪئي.

ٻي جماعت وري انصارين جي فضيلت ۽ انهن جي اوليت (سابقيت)، انهن طرفان مدد ۽ انهن جي تعريف ۾ الله تعاليٰ جيڪو پنهنجي ڪتاب ۾ فرمايو ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم انهن جي حق ۾ جيڪو ڪجهه فرمايو ان جو ذڪر ڪيو، اسان ۾ فلاڻا فلاڻا جيئرا آهن.

قريشن چيو ته اسان ۾ رسول الله آهن، اسان ۾ حمزه رضه، جعفر طيار رضه، عبيده بن حارث رضه، زيد بن حارث رضه، ابوبڪر رضه، عمر رضه، عثمان رضه، ابوعبيده رضه ۽ ابو حذيفه جو ساٿاري (موليٰ) سالم ۽ ابن عوف آهن. قريشن مان هڪ سَو کان وڌيڪ ماڻهو جن ۾ علي بن ابوطالب عليهم السلام، سعد بن ابي وقاص رضه، عبدالرحمان بن عوف رضه، طلحه رضه، زبير رضه، مقداد رضه، ابوذر رضه، هاشم بن عتبه رضه، عبدالله بن عمر رضه، حسن بن علي عليهم السلام، حسين بن علي عليهم السلام، عبدالله بن عباس رضه، محمد بن ابوبڪر رضه ۽ عبدالله بن جعفر طيار رضه موجود هيا.

انصارن جي ٽولي ۾ ابي بن ڪعب رضه، زيد بن ثابت رضه، ابوايوب انصاري رضه، ابوالهيثم بن التيهان رضه، محمد بن مسلمه رضه، قيس بن سعد بن عباده رضه، جابر بن عبدالله رضه، انس بن مالڪ رضه، زيد بن ارقم رضه، عبدالله بن ابي اوفي رضه ۽ ابوليليٰ رضه ۽ ان سان گڏ ان جو پٽ عبدالرحمان رضه موجود هيا. عبدالرحمان پنهنجي پيءُ ابوليليٰ جي پاسي ۾ ويٺو هو ۽ خوبصورت چهري وارو ڇوڪرو هو. اتي ابوالحسن بصري به اچي ويو ۽ ان سان گڏ ان جو پٽ حَسن به هو جيڪو نوجوان ڇوڪرو ۽ خوبصورت چهري وارو ۽ وچولي قد جو هو.

سليم بن قيس جو بيان آهي ته مان ان ڏانهن به ڏسڻ لڳس ۽ عبدالرحمان بن ابوليليٰ ڪي به ڏسڻ ۾ محو ٿي ويس. مون کي خبر ڪونهي ته انهن ٻنهي ڇوڪرن مان وڌيڪ خوبصورت ڪير هو فرق

صرف اهو هو تہ حَسن ان کان ڪجھ ڊگھو ۽ وڏو هو. ماڻهو تمام گھڻا گڏ ٿي ويا ۽ اهو بحث صبح کان منجهند تائين هلندو رهيو. حضرت عثمان رضي الله عنہ گهر ۾ هو ۽ ان کي انهي ڪچهريءَ جي باري ۾ خبر ڪونہ هئي ۽ مولا علي ڪرم الله وجہ بہ ماٺ ڪيون ويٺا هيا ۽ ڪجھ ڪونہ ٿي چيائون ۽ نہ وري اهلبيت حضرات مان ڪنهن ڪجھ چيو.

آخرڪار ماڻهن مولا علي عليہ السلام ڏانهن ڏيان ڏنو ۽ عرض ڪيائون، اي ابوالحسن! توهان کي ڳالهائڻ کان ڪهڙي ڳالھ روڪي ٿي. انهن ارشاد فرمايو ٻنهي قبيلن جون جيتريون بہ فضيلتون هيون اهي سڀ بيان ڪيون ويو آهن. بس مان توهان کان پڇان ٿو تہ اي قريشو ۽ انصاريو اهي فضيلتون الله تعاليٰ توهان کي ڪنهن جي ڪري عطا ڪيون آهن. ڇا توهان جي پنهنجي ڪري ۽ قبيلي جي ڪري يا توهان جي گهر وارن جي ڪري يا توهان کان علاوه ڪنهن ٻئي سبب؟ سڀني چيو تہ اسان کي اهي فضيلتون الله تعاليٰ عطا ڪيون ۽ اسان تي محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خاندان جي ڪري احسان ڪيو نہ ڪي اسان جي پنهنجي ڪري، نہ وري اسان جي قبيلن ۽ خاندانن جي ڪري ايئن ٿيو. ان تي مولا علي ڪرم الله وجہ فرمايو اي قريشيو ۽ انصاريو! توهان سچ چيو. ڇا توهان کي خبر آهي تہ بيشڪ دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي مان جيڪو بہ توهان کي مليو آهي اهو خاص طور تي اسان اهلبيت جي ڪري مليو آهي. بيشڪ منهنجو سوٽ جيڪو الله جو رسول آهي، انهن فرمايو تہ بيشڪ مان ۽ منهنجا اهلبيت هڪڙو نور هياسين، جيڪو آدم عليہ السلام جي تخليق کان چوڏهن هزار سال پهريان الله تعاليٰ جي سامهون موجود هو. جڏهن الله تعاليٰ آدم عليہ السلام کي پيدا ڪيو تہ الله تعاليٰ ان نور کي ان جي پٺيءَ ۾ رکيو ۽ ان کي زمين تي لاٿائين. پوءِ الله تعاليٰ ان نور کي نوح عليہ السلام جي پٺيءَ ۾ ٻيڙيءَ تي کنيو پوءِ ان نور کي ابراهيم عليہ السلام جي صلب ۾ رکي باھ ۾ اڇلايو. پوءِ الله تعاليٰ ان نور کي سٺين پيڙهين ۽ پاڪ نسبن ۾ منتقل ڪندو رهيو. پيءُ ۽ ماءُ جي حوالي سان انهن پيڙهين ۽ نسبن ۾ هڪڙي بہ منتقلي زناڪار ۾ ناهي ٿي. اهو ٻڌي سڀني اولين ۽ شروعاتي

اصحابن، اهلِ بدر ۽ اهلِ اُحد گڏجي چيو تہ هائو اها حديث اسان بہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌي آهي.

پوءِ مولا علي ڪرم الله وجہ فرمايو مان توهان کي الله جو قسم ڏئي پڇان ٿو تہ ڇا توهان کي خبر ڪونهي تہ بيشڪ الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ پهرين (سابق) کي پوين (مسبوق) تي بغير ڪنهن نشاني جي فضيلت ڏني آهي ۽ بيشڪ هن امت ۾ الله جي طرف ۽ ان جي رسول طرف مون کان اڳ ۾ پهچڻ وارو ڪير بہ ڪونهي. سينئي چيو تہ الله جو قسم هائو.

مولا علي عليہ السلام فرمايو توهان کي الله جو قسم ڏئي پڇان ٿو تہ ڇا توهان کي خبر ڪونهي تہ جڏهن هي آيت نازل ٿي "وَالسّٰبِقُوْنَ الْاَوَّلُوْنَ مِنَ الْمُهٰجِرِيْنَ وَالْاَنْصَارِ" (توبه: 100) ۽ ٻي آيت "وَالسّٰبِقُوْنَ السّٰبِقُوْنَ(١٠) اُولٰٓئِكَ الْمُقَرَّبُوْنَ (١١)" (واقعہ: 10، 11) تہ انهن ٻنهي آيتن جي باري ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پڇيو ويو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو الله تعاليٰ پنهنجو ذڪر نبين ۽ وصين ۾ نازل فرمايو. مان الله جي نبين ۽ رسولن ۾ افضل آهيان ۽ علي بن ابوطالب منهنجو وصي آهي ۽ سينئي وصين کان افضل آهي. سينئي چيو تہ الله جو قسم هائو.

پوءِ مولا علي عليہ السلام فرمايو مان توهان کي الله جو قسم ڏئي پڇان ٿو تہ ڇا توهان کي خبر ڪونهي تہ جڏهن هي آيت نازل ٿي "يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَطِيْعُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ وَاُولِي الْاَمْرِ مِنْكُمْ" (نساء : 59) ۽ جڏهن هي آيت نازل ٿي "اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رٰكِعُوْنَ(٥٥)" (مائده: 55) ۽ جڏهن هي آيت نازل ٿي "اَمْ حَسِبْتُمْ اَنْ تُتْرَكُوْا وَلَمَّا يَعْلَمِ اللّٰهُ الَّذِيْنَ جٰهَدُوْا مِنْكُمْ وَلَمْ يَتَّخِذُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلَا رَسُوْلِهٖ وَلَا الْمُؤْمِنِيْنَ وَلِيْجَةً" (توبه: 16) تہ ماڻهن پڇيو تہ يارسول الله! ڇا هي آيتون خاص خاص مسلمانن جي لاءِ آهن يا عام مسلمانن جي لاءِ آهن تہ الله تعاليٰ پنهنجي نبيءَ کي حڪم ڏنو تہ اهو ان جي امر جي ولايت جي باري ۾ انهن کي ٻڌائي ۽ انهن سان تفصيل بيان ڪري تہ انهن جي نمازن، انهن جي زڪوات ۽ ان جي محبت جي حوالي سان ڪهڙو

تفسير بيان ڪيو ويو آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي غدير خم جي ماڳ تي ماڻهن جي سامهون اٺاري بيهاريو ۽ خطبو ڏيندي فرمايو:

اي ياڻرو! بيشڪ الله تعاليٰ مون کي هڪڙو پيغام ڏنو آهي جيڪو منهنجي دل تي هڪڙو بار آهي، مون کي شڪ ٿو پوي تہ ماڻهو مون کي ڪوڙو چوندا. پر الله تعاليٰ مون کان واعدو ورتو آهي تہ مان اهو ماڻهن تائين ضرور پهچايان، ورنہ الله تعاليٰ منهنجي پڪڙ ڪندو. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم آذان ڏيڻ ۽ نماز پڙهڻ جو حڪم ڏنو. ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم خطبو ارشاد فرمايو. اي ياڻرو! ڇا توهان کي خبر آهي تہ بيشڪ الله تعاليٰ منهنجو مولا آهي ۽ مان مومنن جو مولا آهيان ۽ مان مومنن جي جانين تي انهن کان وڌيڪ حق رکان ٿو. سيني چيو تہ يارسول الله! توهان حق چيو- پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم چيو تہ اي علي! اٿ، مان اٿي بيٺس تہ پاڻ سڳورن فرمايو "من ڪنت مولاه فعلي هذا مولاه" يعني جنهن جو مان مولا آهيان ان جو هي علي بہ مولا آهي. اي الله! ان کي دوست رک جيڪو علي کي دوست رکي ۽ ان کي دشمن رک جيڪو علي کي دشمن رکي.

ان تي سلمان رضي الله عنہ اٿي بيٺو هو ۽ عرض ڪيو هو يارسول الله! هي ولايت ڪهڙي آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هو هي ولايت منهنجي ولايت جهڙي آهي. سو جنهن جي جان کان مان وڌيڪ آهيان ان جي جان کان علي بہ وڌيڪ آهي تہ الله تعاليٰ هي آيت نازل فرمائي "اَلۡيَوۡمَ اَكۡمَلۡتُ لَكُمۡ دِيۡنَكُمۡ وَاَتۡمَمۡتُ عَلَيۡكُمۡ نِعۡمَتِىۡ وَرَضِيۡتُ لَكُمُ الۡاِسۡلَامَ دِيۡنًا" (مائده: 3) تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم الله اڪبر جو نعرو هنيو هو ۽ فرمايو هو الله اڪبر. منهنجي نبوت جي تڪميل ۽ الله جي دين جو اختتام آهي. مون کان پوءِ علي جي ولايت آهي.

پوءِ حضرت ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ اٿي بيٺا هيا ۽ عرض ڪيو هو يارسول الله! ڇا هي آيت خاص طور تي علي جي لاءِ آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو. هائو ان جي باري ۾ آهي ۽ قيامت تائين منهنجي وصين جي باري ۾ آهي. ٻنهي بزرگن عرض ڪيو هو يارسول

الله! ان جي اسان جي لاءِ وضاحت ڪيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو علي منهنجو ڀاءُ آهي، منهنجو وزير، منهنجو وارث ۽ منهنجي امت ۾ منهنجو خليفو آهي، مون کان پوءِ هر مومن جو ولي آهي. پوءِ منهنجا ٻئي پٽ حَسن ۽ حُسين ولي آهن، پوءِ حُسين جي اولاد ۾ نَوَ شخص هڪڙي کان پوءِ ٻيو ولي (امام) ٿيندا. قرآن انهن سيني سان گڏ آهي ۽ اهي سڀ قرآن سان گڏ آهن، اهي قرآن کان پري ڪونہ ٿيندا ۽ نہ قرآن انهن کان الڳ ٿيندو ايستائين جو اهي سڀ مون سان حوض ڪوثر وٽ اچي ملندا. ٽيا اهو سڀ ڪجهہ توهان ٻڌو آهي تہ سيني چيو تہ الله جو قسم! هائو اسان سيني ٻڌو آهي ۽ جيئن توهان فرمايو صحيح آهي، اسان ان تي شاهد آهيون. انهن مان ڪجهہ ماڻهن چيو تہ اسان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي فرمان مان اهم ڳالهيون ياد ڪري ورتيون هيون، البت اسان سڀ ڳالهيون ياد رکي ڪونہ سگهياسين. اهي ماڻهو جن سڀ ڳالهيون ياد ڪري رکيون آهن اسان جا ڀائر آهن ۽ اسان ۾ افضل آهن.

مولا علي عليہ السلام فرمايو توهان سچ چيو، ڇوتہ يادگيري ۾ سڀ ماڻهو هڪجهڙا نہ هوندا آهن، مان توهان کي الله جي ياد ڏياريان ٿو تہ جنهن بہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جون اهي ڳالهيون ٻڌي ياد رکيون آهن اهو اٿي ان جي شاهدي ڏئي تہ زيد بن ارقم رضہ ۽ براء بن عازب رضہ، سلمان رضہ، ابوذر رضہ ۽ عمار رضہ اٿي بيٺا ۽ چيو تہ اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ اسان مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان ياد رکيو آهي، جڏهن پاڻ سڳورا منبر تي بيٺا هيا ۽ اي علي! توهان ان جي پر ۾ بيٺا هيا ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائي رهيا هيا، اي ڀائرو! بيشڪ الله تعاليٰ مون کي حڪم ڏنو آهي تہ مان توهان جي امام کي اٿاري بيهاريان ۽ پاڻ کان پوءِ پنهنجو قائم مقرر ڪريان ۽ پنهنجو وصي ۽ خليفو مقرر ڪريان، اهو جنهن جي اطاعت کي الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ مومنن تي فرض ڪيو آهي ۽ ان جي اطاعت کي پنهنجي ۽ منهنجي اطاعت سان ملايو آهي ۽ توهان کي ان جي ولايت جو حڪم ڏنو آهي. بيشڪ مان منافقن جي طعنن جي خوف کان ۽

انهن طرفان ڪوڙو چوڻ جي خوف کان پنهنجي رب جي پناهہ گهران ٿو. الله تعاليٰ مون کان واعدو ورتو تہ مان اها ڳالهہ ضرور پهچايان ورنہ اهو منهنجي پڪڙ ڪندو. اي ياٺرو! بيشڪ الله تعاليٰ توهان کي پنهنجي ڪتاب ۾ نماز جو حڪم ڏنو جيڪو مون توهان سان بيان ڪري ڇڏيو ۽ تفسير سان سمجهايو ۽ مون توهان کي زڪوات، روزن ۽ حج جو حڪم پهچايو ۽ مون توهان کي ولايت جو حڪم ڏنو بيشڪ مان توهان کي شاهد بڻايان ٿو تہ اها ولايت خاص هن ئي شخص جي لاءِ آهي. پنهنجو هٿ علي بن ابوطالب جي ڪلهي تي رکيو ۽ پوءِ فرمايو. ان کان بعد ان جي پٽن لاءِ آهي، پوءِ انهن پنهي کان بعد ان جي اولاد مان اوصياء جي لاءِ آهي. اهي قرآن کان جدا ڪونہ ٿيندا ۽ قرآن انهن کان الڳ نہ ٿيندو. ايستائين جو اهي سڀ حوض ڪوثر تي پهچندا.

اي ياٺرو! مون توهان جي لاءِ پاڻ کان پوءِ توهان جي دانهن ٻڌڻ واري کي چٽي نموني سان ظاهر ڪري بيان ڪري ڇڏيو آهي ۽ توهان جي امام ۽ توهان جي دليل ۽ توهان جي هادي کي بيان ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهو منهنجو ڀاءُ علي بن ابوطالب آهي. اهو توهان ۾ منهنجي درجي تي آهي، تنهنڪري پنهنجي دين ۾ ان جي تقليد ڪيو ۽ مڙني معاملن ۾ ان جي پيروي ڪيو. بيشڪ ان وٽ اهو سڀ ڪجهہ آهي جيڪو الله تعاليٰ پنهنجي حڪمت ۽ عِلم سان مون کي نوازيو آهي. تنهنڪري ان کان پڇو، ان کان سکو ۽ ان کان پوءِ ان جي اوصياء کان سکو. باقي توهان ان کي سيکارڻ جي ڪوشش نہ ڪريو ۽ نہ انهن کان مقدس ٿيو. اهي سڀ حق کان جدا نہ ٿيندا ۽ نہ حق انهن کان جدا ٿيندو. (اها روايت بيان ڪرڻ کان پوءِ اصحابي سڀ ڳوڙها ويهي رهيا)

سليم بن قيس جو بيان آهي تہ پوءِ مولا علي عليہ السلام فرمايو اي ياٺرو! ڇا توهان کي خبر آهي تہ بيشڪ الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ نازل فرمايو "اِنَّمَا يُرِيْدُ اللهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا(٣٣)" (احزاب: 33) ۽ پوءِ آقا عليہ السلام مون کي، فاطمہ ۽ منهنجي ٻنهي پٽن حَسن ۽ حُسين کي گڏ ڪيو ۽ پوءِ اسان جي مٿان چادر وڌي ۽ هيئن فرمايو اي الله! هي منهنجا اهلبيت آهن، هي منهنجو گوشت آهن، اهو

شخص مون کي تڪليف ڏيندو جيڪو انهن کي تڪليف ڏيندو اهو شخص مون کي تنگ ڪندو جيڪو انهن کي تنگ ڪندو اي الله! انهن کان پليتي کي دور ڪر ۽ انهن کي مڪمل طرح پاڪ ڪر تہ ام سلميٰ رضي الله عنها عرض ڪيو يارسول الله! مان. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تون خير تي آهين. هي آيت صرف منهنجي، منهنجي ڌيءَ، منهنجي ڀنهي پُٽن ۽ منهنجي ڀاءُ علي بن ابوطالب جي باري ۾ نازل ٿي آهي، ان ۾ اسان سان ڪير بہ شريڪ ڪونهي. ان تي سڀني اصحابن چيو تہ اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها اها حديث اسان سان بيان ڪئي آهي، جڏهن اسان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان معلوم ڪيو تہ انهن بہ ساڳي ئي حديث بيان فرمائي، جيئن اسان کي حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها ٻڌائي هئي.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو مان توهان کي الله جي ياد ڏياريان ٿو تہ ڇا توهان کي خبر ڪونهي تہ بيشڪ الله تعاليٰ نازل فرمايو "يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوْا اللهَ وَكُوْنُوْا مَعَ الصّٰدِقِيْنَ (١١٩)" (توبه: 119) تہ سلمان رضہ عرض ڪيو هو يارسول الله! هي حڪم عام آهي يا خاص تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مومنين جو لفظ تہ سڀني مومنن لاءِ آهي، ليڪن صادقين لفظ خاص طور تي منهنجي ڀاءُ علي ۽ ان کان پوءِ قيامت تائين منهنجن اوصياء جي لاءِ خاص آهي. سڀني اصحابن چيو تہ هائو.

پوءِ موليٰ علي عليہ السلام فرمايو مان توهان کي الله جي ياد ڏياريان ٿو ڇا توهان کي اها خبر ڪونهي تہ مون تبوڪ واري لڙائي ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي عرض ڪيو هو تہ توهان مون کي ڇو پوئتي رهڻ لاءِ ڇڏيو آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هو تہ بيشڪ مدينو مون کان سواءِ يا توکان سواءِ ٺيڪ ناهي رهندو (يعني مديني شهر جو امن يا مان ٺيڪ رکي سگهان ٿو يا توکان ممڪن آهي) ۽ تون منهنجي لاءِ اهو درجو رکين ٿو جيڪو هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هو بس فرق صرف اهو آهي تہ مون کان پوءِ ڪوبہ نبي ڪونهي. سڀني چيو تہ هائو.

پوءِ مولا علي عليہ السلام فرمايو مان توهان کي الله تعاليٰ جي ياد ڏياريان ٿو تہ ڇا توهان کي هي خبر آهي تہ بيشڪ الله تعاليٰ سورت حج

۾ نازل فرمايو "يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا ارْكَعُوْا وَاسْجُدُوْا وَاعْبُدُوْا رَبَّكُمْ وَافْعَلُوا الْخَيْرَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ(٧٧) وَجَاهِدُوْا فِي اللهِ حَقَّ جِهَادِهٖ هُوَ اجْتَبٰىكُمْ وَمَا جَعَلَ عَلَيْكُمْ فِي الدِّيْنِ مِنْ حَرَجٍ مِلَّةَ اَبِيْكُمْ اِبْرٰهِيْمَ هُوَ سَمّٰىكُمُ الْمُسْلِمِيْنَ مِنْ قَبْلُ وَفِيْ هٰذَا لِيَكُوْنَ الرَّسُوْلُ شَهِيْدًا عَلَيْكُمْ وَتَكُوْنُوْا شُهَدَآءَ عَلَى النَّاسِ فَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ وَاعْتَصِمُوْا بِاللهِ هُوَ مَوْلٰىكُمْ فَنِعْمَ الْمَوْلٰى وَنِعْمَ النَّصِيْرُ (٧٨) " (حج :78,77) تہ حضرت سلمان اٿي بيٺو ۽ عرض ڪيو هو تہ يارسول الله! اهي ڪهڙا ماڻهو آهن جن تي توهان شاهد آهيو ۽ اهي وري ٻين ماڻهن تي شاهد آهن جن کي الله چونڊيو آهي ۽ انهن تي دين ۾ ڪائي تنگي نہ ڪئي آهي ۽ اهي ملتِ ابراهيم تي آهن تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هو مون کان وٺي خاص طور تي تيرهن ماڻهو مراد آهن مون سان گڏ منهنجو ڀاءُ علي بن ابوطالب ۽ يارهن ماڻهو ان جي اولاد مان آهن. سڀني چيو تہ هائو اسان کي خبر آهي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ايئن فرمايو هو. پوءِ مولا علي عليہ السلام فرمايو مان توهان کي الله جي ياد ڏياريان ٿو تہ ڇا توهان کي هن ڳالهہ جي خبر آهي تہ بيشڪ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم خطبو ڏيڻ لاءِ اٿي بيٺا هيا، جنهن کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٻيو خطبو ڪونہ ڏنو پاڻ سڳورن فرمايو هو تہ بيشڪ مان توهان ۾ ٻہ قيمتي شيون ڇڏي وڃان ٿو. هڪ الله جوڪتاب ۽ ٻيا منهنجا اهلبيت، انهن ٻنهي سان پوريءَ طرح منسلڪ رهو تہ توهان هرگز گمراهہ نہ ٿيندا. بيشڪ لطيف ۽ خبير الله مون کي خبر ڏني آهي ۽ مون سان واعدو ڪيو آهي تہ اهي ٻئي ڪڏهن بہ جدا نہ ٿيندا، ايستائين جو ٻئي مون سان حوض ڪوثر تي اچي ملندا. حضرت عمر رضہ اٿي بيٺو هو ڇڻ ڪاوڙ ۾ هجي ۽ عرض ڪيو هو يارسول الله! ڇا توهان جا سڀ اهلبيت. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هو تہ نہ پر انهن ۾ منهنجا اوصياء آهن جن ۾ پهريون منهنجو ڀاءُ، منهنجو وزير، منهنجو

منهنجي امت ۾ خليفو ۽ مون کان پوءِ هر مومن جو ولي آهي. ان کان پوءِ ان جو پٽ حَسن، پوءِ ان جو پٽ حُسين، پوءِ حُسين جي اولاد مان، هڪ کان پوءِ ٻئي جي حساب سان نَوَ ماڻهو آهن، ايستائين جو اهي حوض ڪوثر تي اچي مون سان ملندا. هي الله جي زمين تي ان جا شاهد

آهن ۽ ان جي مخلوق تي حجت آهن ۽ ان جي عِلم جو خزانو آهن ۽ ان جي حڪمت جي ڪاڻ آهن. جيڪو انهن جي اطاعت ڪندو اهو الله جي اطاعت ڪندو. جيڪو انهن جي نافرماني ڪندو اهو الله جي نافرماني ڪندو.

سيني اصحابن چيو تہ اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ايئن ئي فرمايو هو. پوءِ علي عليہ السلام سوال پڇڻ لڳا. ايستائين جو پاڻ پنهنجي آخري لقب تي پهتا ۽ اهي فرمان جيڪي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي فرمايا هيا. اهي ججهي تعداد ۾ هيا ۽ موجود اصحابي سيني سوالن جي تصديق ڪندا رهيا ۽ شاهدي ڏيندا رهيا تہ اهي فرمان حق ۽ سچ آهن.

## اصحابِ شوريٰ سان علي عليہ السلام جو احتجاج

233. عامر بن واثلہ کان روايت آهي تہ شوريٰ واري ڏينهن مان دروازي تي بيٺل هيس. جڏهن ماڻهن جي پاڻ ۾ ڳالهائڻ جا آواز بلند ٿيا تہ مون ٻڌو حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمائي رهيا هيا، ماڻهن ابوبڪر جي بيعت ڪئي پر الله جو قسم مان ان کان وڌيڪ حقدار هيس تہ بہ مون اطاعت ڪئي، ڇوتہ مون کي ان ڳالهہ جو خوف هو تہ ماڻهو ڪفر طرف موٽي ويندا ۽ تلوار سان هڪ ٻئي جا ڪنڌ ڪپيندا. پوءِ ماڻهن عمر جي بيعت ڪئي ۽ الله جو قسم مان ان ڳالهہ جو ان کان وڌيڪ حقدار هيس پر پوءِ بہ مون مجبوءِ اطاعت ڪئي، ڇوتہ مون کي ان ڳالهہ جو خوف هو تہ ماڻهو ڪفر طرف موٽي ويندا ۽ تلوار سان هڪ ٻئي جا ڪنڌ ڪپيندا. هاڻي توهان گهرو ٿا تہ عثمان جي بيعت ڪيان تہ مان ان جي اطاعت نہ ڪندس ۽ عمر شوريٰ جي پنجن اميدوارن سان گڏ مون کي ڇهون اميدوار رکيو اهو ڪنهن اصلاح جي حوالي سان اسان جي فضيلت کي نٿو ڄاڻي ۽ هي ماڻهو بہ منهنجي فضيلت کي نٿا ڄاڻن، ڄڻ تہ اسان سڀ شوريٰ ۾ برابر آهيون. الله جو قسم! جيڪڏهن مان ڳالهہ ڪرڻ گهران تہ عرب ۽ عجم، دوست ۽ مشرڪ ڪير بہ منهنجين خوبين جو انڪار نہ ڪري سگهندو.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو، مان توهان پنجن ئي کي الله جو قسم ڏئي پڇان ٿو تہ ڇا توهان ۾ مون کان علاوه ڪوئي آهي جنهن جو چاچو

منهنجي چاچي حمزه بن عبدالمطلب جهڙو هجي، جيڪو الله جو شير ۽ ان جي رسول جو شير آهي. سيني چيو ته، نه.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ ڇا توهان ۾ منهنجي ڀاءُ جعفرطيار جهڙو ڪنهن جو ڀاءُ آهي، جيڪو ٻن پرن سان سينگاريل ۽ جنت ۾ ملائڪن سان گڏ اڏرندو هجي. سيني چيو ته، نه.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ ڇا توهان ۾ ڪوئي آهي جنهن جي زال منهنجي گهر واري فاطمہ جهڙي هجي، جيڪا رسول الله جي نياڻي هئي ۽ هن امت جي عورتن جي سردار آهي. سيني چيو ته، نه.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ ڇا توهان مان ڪنهن جا پٽ حَسن ۽ حُسين جهڙا آهن، جيڪي رسول الله جا ٻچڙا آهن. سيني چيو تہ نہ.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ توهان مان ڪو آهي جنهن مون کان اڳ ۾ قريش جي مشرڪن کي قتل ڪيو هجي. سيني چيو ته، نه.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ ڇا توهان ۾ ڪوئي آهي جنهن مون کان اڳ ۾ الله تعاليٰ جي هيڪڙائي جي شاهدي ڏني هجي. سيني چيو ته، نه.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ ڇا توهان ۾ مون کان علاوه ڪوئي آهي جنهن جي مودت جو الله تعاليٰ حڪم ڏنو هجي. سيني چيو تہ نہ.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ ڇا توهان ۾ ڪوئي آهي جنهن مون کان اڳ ۾ رسول الله کي غسل ڏنو هجي. سيني چيو ته، نه.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ توهان ۾ مون کان علاوه ڪوئي آهي جنهن کي تڙ جي حالت ۾ بہ مسجد نبوي ۾ رهڻ جي اجازت مليل هجي، سيني چيو تہ نہ.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ توهان ۾ مون کان علاوه ڪوئي آهي جنهن جي لاءِ سج لهي وڃڻ کان پوءِ واپس موٽي آيو هجي، ايستائين جو ٽيپهري (عصر) جي نماز پڙهي هجي ۽ سيني چيو تہ نہ.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ ڇا توهان ۾ ڪوئي آهي جنهن جي لاءِ رسول الله فرمايو هجي، جڏهن انهن کي ڀڳل پکي پيش ڪيو ويو. تہ اي الله! ان کي موڪل جيڪو تنهنجي نظر ۾ مخلوق ۾ سيني کان

وڏيڪ محبوب هجي، اهو مون سان گڏ کائي. پوءِ مان آيس پر مون کي خبر ڪونہ هئي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڇا فرمائي چڪا هيا. مان انهن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ پاڻ سڳورن فرمايو اي منهنجا رب! منهنجي لاءِ بہ، اي منهنجا رب! منهنجي لاءِ بہ (يعني منهنجي لاءِ بہ پوري مخلوق ۾ اهو ئي محبوب آهي). سيني چيو تہ، نہ.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ توهان ۾ ڪوئي آهي جيڪو مشڪل گهڙيءَ ۾ جيڪا بہ رسول الله تي آئي مون کان وڏيڪ مشرڪن سان مقابلو ڪيو هجي. سيني چيو تہ، نہ.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ ڇا توهان ۾ مون کان علاوه ڪير آهي جيڪو رسول الله جي طرف کان وڏيڪ بي پرواهہ هجي، جڏهن مان انهن جي بستري تي ستو هيس ۽ مون پنهنجي جان جي وسيلي ان جي جان بچائي هئي ۽ پنهنجي سموري طاقت لڳائي هئي. سيني چيو تہ، نہ.

پوءِ علي عليہ السلام چيو تہ ڇا توهان ۾ مون کان ۽ فاطمہ کان علاوه ڪوئي آهي جنهن کي الله جي ڪتاب پاڪ ڪيو هجي، ايستائين جو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سيني مهاجرن جا دروازا بند ڪرائي ڇڏيا ۽ مون لاءِ مسجد جو دروازو کليل رکيو. ايستائين جو اسان جا ٻئي چاچا حمزه ۽ عباس اٿي بيٺا ۽ عرض ڪيو يارسول الله! توهان اسان جا دروازا بند ڪرائي ڇڏيا ۽ علي جو دروازو کليل رکيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو نہ مون علي جو دروازو کليل رکيو آهي ۽ نہ مون توهان جا دروازا بند ڪرايا آهن. بلڪ الله تعاليٰ علي جو دروازو کليل رکرايو ۽ توهان جا دروازا بند ڪرايا آهن. سيني چيو تہ، نہ.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ ڇا توهان مان ڪير آهي جنهن جي لاءِ الله تعاليٰ آسمان مان نور کي مڪمل ڪيو هجي ۽ ايئن فرمايو "وَاٰتِ ذَا الْقُرْبٰى حَقَّهٗ" (بني اسرائيل: 26) معنيٰ: ويجهڙن مائٽن کي انهن جو حق ڏي؛ سيني چيو تہ، نہ.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ ڇا توهان ۾ مون کان علاوه ڪير آهي جنهن رسول الله سان سورهن دفعا سرگوشيون ڪيون هجن،

ايستائين جو هي آيت نازل ٿي "يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِذَا نَاجَيْتُمُ الرَّسُوْلَ فَقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَیْ نَجْوٰكُمْ صَدَقَةً" (مجادلہ: 12) معنيٰ: اي ايمان وارو! جڏهن توهان رسول سان ڪن ۾ ڪا ڳالهہ ڪرڻ گهرو تہ پنهنجي ڳالهہ کان اڳ ۾ ڪجهہ خيرات ڏيو. سيني چيو تہ نہ.

پوءِ حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ توهان ۾ مون کان علاوه ڪوئي آهي جنهن کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وفات وقت اکيون بند ڪرڻ جي سعادت ملي هجي. سيني چيو تہ نہ.

پوءِ علي عليہ السلام فرمايو تہ توهان ۾ مون کان علاوه ڪوئي آهي جنهن جو آخري واعدو رسول الله سان هجي، حالانڪ پاڻ سڳورن کي قبر ۾ رکيو ويو هو. سيني چيو تہ نہ.

## الله جو قسم! مان علي سان گهڻي محبت ڪيان ٿو

234. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مان ۽ منهنجو بابو عباس رضہ ٻئي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ ويٺا هياسين تہ علي بن ابو طالب بہ اچي ويو. ان سلام ڪيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سلام جو جواب ڏنو ۽ خوشي مان ان جي لاءِ اٿي بيٺا. ان سان ڀاڪر پائي مليا ۽ ان جي پيشاني تي چمي ڏنائون ۽ ان کي پنهنجي ساڄي پاسي تي ويهاريائون. حضرت عباس رضہ عرض ڪيو. يارسول الله! ڇا توهان هن سان محبت ڪيو ٿا تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو. اي الله جي رسول جا چاچا! الله جو قسم، هن سان الله ڪارڻ گهڻي محبت ڪيان ٿو "ان الله تعاليٰ جعل ذريت ڪل نبي من صلبه وجعل ذريتي في صلب هٰذا" يعني، بيشڪ الله تعاليٰ هر نبيءَ جي ذريت ان جي پنهنجي پيڙهي ۾ رکي ۽ منهنجي ذريت کي هن جي پيڙهي (صلب) ۾ رکيو.

## علي جنت ۽ دوزخ ورهائڻ وارو آهي

235. حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو "يا علي انڪ قسيم النار وانڪ تقرع باب الجنت فتدخلها بلا حساب" يعني، اي علي!

بيشڪ تون دوزخ ورهائڻ وارو آهين ۽ تون جنت جو دروازو کڙڪائيندين ۽ ان ۾ بغير ڪنهن حساب جي داخل ٿيندين.

236. حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو "انا قسيم النار اذا ڪان يوم القيامت: قلت هذا لڪ و هٰذالي." يعني، جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ مان دوزخ کي ورهائيندس، مان چوندس هي تنهنجي لاءِ ۽ هي منهنجي لاءِ.

علي عليہ السلام جو اهو قول تہ مان دوزخ ورهائڻ وارو آهيان، ان جو مطلب اهو آهي تہ ان جا ساٿي ۽ محب ٻن ٽولن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا هدايت وارا ۽ ٻيا گمراهہ. ان معنيٰ ۾ پاڻ دوزخ ورهائڻ وارا آهن. يعني، انهن مان هڪڙي حصي لاءِ دوزخ آهي ۽ ماڻهن جو ٻيو حصو انهن سان گڏ جنت ۾ هوندو. اهي ماڻهو جيڪي گمراهہ آهن اهي دوزخ جي باهہ ۾ هوندا ۽ اهي جيڪي علي عليہ السلام جي رهنمائي ۾ هدايت وارا ٿي ويا اهي جنت نعيم ۾ هوندا.

امام شافعي رحمت الله عليہ سندن مدحت ۾ هيئن چيو:

علي حبہ جنت　　قسيم النار والجنت

وصي المصطفيٰ حقا　　امام الانس والجنت

(علي جي محبت ڍال آهي، علي جنت ۽ دوزخ جي ورهاست ڪرڻ وارا آهن. بيشڪ اهي وصي مصطفيٰ آهن ۽ جنن ۽ انسانن جا امام آهن.)

## ماڻهوان جا عيب ڳولين ٿا جنهن جهڙو ڪو آهي ئي ڪونہ

237. عمرو بن ميمون جو بيان آهي تہ مان عبدالله بن عباس رضي الله عنهما وٽ ويٺو هيس تہ نون ماڻهن جو هڪڙو ٽولو آيو ۽ چوڻ لڳو اي ابوالعباس! ڇا تون اسان سان اٿي هلندين يا اسان جي ڪري انهن کي ٻاهر ڪڍي اڪيلو ٿيندين. راوي جو بيان آهي تہ ابن عباس چيو تہ مان ئي توهان سان ٻاهر هلان ٿو. پوءِ چوي ٿو تہ اهو واقعو حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي نظر ختم ٿيڻ کان اڳ جو آهي، جڏهن پاڻ صحيح سلامت هو. پوءِ انهن ماڻهن ڳالهہ ٻولهہ شروع ڪئي تہ ابن عباس کي انهن ڳالهين جي اڳ ۾ خبر ڪونہ هئي جيڪي انهن ڪيون. راوي

جو بيان آهي تہ ابن عباس پنهنجا ڪپڙا ڇنڊيندي واپس آيو ۽ چيائين تہ افسوس آهي تہ اهي ماڻهو ان شخص ۾ عيب ڳولي رهيا آهن جنهن جون ڏهہ فضيلتون تہ اهڙيون آهن جيڪي ان کان علاوه ٻئي ڪنهن جون بہ نہ آهن.

هي ماڻهو ان شخص ۾ عيب ڳولي رهيا آهن جنهن لاءِ خيبر واري ڏينهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هو تہ مان صبحاڻي اهڙي شخص کي موڪليندس جنهن کي الله ڪڏهن بہ ناڪام نہ ڪندو. جيڪو الله ۽ ان جي رسول سان محبت ڪري ٿو ۽ الله ۽ ان جو رسول ان سان محبت ڪن ٿا. پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان شخص کي ڳوليو جيڪو ان عزت جي لائق هو. پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو علي ڪٿي آهي تہ اصحابن سڀورن ٻڌايو تہ اهو جنڊ تي ان پيهي رهيو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ان کان علاوه ٻيو ڪونهي جيڪو جنڊ هلائي.

راوي جو بيان آهي تہ علي عليہ السلام آيو تہ ان جون اکيون اٿيل هيون ۽ ان کي ڪجهہ بہ نظر ڪونہ ٿي آيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي اکين ۾ لب وڌي. پوءِ عَلم کي ٽي ڀيرا لهرايو ۽ ان کي عطا ڪيو.

عبدالله بن عباس رضي الله عنهما وڌيڪ چيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي شخص کي سورت توبه ڏئي موڪليو ۽ وري ان جي پٺيان مولا علي عليہ السلام کي موڪليو تہ ان کان اها سورت واپس وٺي اچ. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ان کي صرف اهو شخص وٺي ويندو جيڪو مون مان آهي ۽ مان ان مان آهيان.

عبدالله بن عباس رضي الله عنهما ٻڌايو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجن سوٽن کان پڇيو تہ توهان مان ڪير آهي جيڪو دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجو ولي ٿيندو. مولا علي عليہ السلام بہ انهن سان گڏ ويٺا هيا تہ سڀني انڪار ڪيو. پوءِ مولا علي عليہ السلام عرض ڪيو مان دنيا ۽ آخرت ۾ توهان جو مددگار ٿيندس. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جواب تي توجهہ نہ ڏيندي انهن مان هڪڙي ٻئي شخص ڏانهن متوجهہ ٿيا. پوءِ فرمايائون، توهان مان ڪير آهي جيڪو دنيا ۽

آخرت ۾ منهنجو ولي ٿيندو تہ ان بہ انڪار ڪيو. مولا علي عليہ السلام پيهر عرض ڪيو. مان دنيا ۽ آخرت ۾ توهان جو ولي ٿيندس. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تون دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجو ولي آهين.

عبدالله بن عباس رضي الله عنهما اهو بہ ٻڌايو تہ مولا علي عليہ السلام حضرت خديجہ رضي الله عنها کان پوءِ پهريون شخص آهي جنهن ماڻهن کان سڀ کان پهريان ايمان آندو. ان کان پوءِ چيو علي عليہ السلام پنهنجي جان وڪڻي ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو لباس پائي ان جي جاءِ تي سمهي رهيا. مشرڪ ان کي نبي سمجهي پٿر هڻندا رهيا. پوءِ حضرت ابوبڪر اچي سڏ ڪيو يا نبي الله تہ مولا علي ان کي ٻڌايو تہ الله جو نبي تہ بيئرميمون طرف هليا ويا آهن. توهان وڃو ۽ ان کي پهچو تہ حضرت ابوبڪر هليو ويو ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان وڃي غار ۾ مليو. حضرت عبدالله جو چوڻ آهي تہ مولا علي عليہ السلام کي مشرڪ پٿر هڻندا رهيا جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي پٿر هڻي رهيا هجن. علي عليہ السلام ڦٿڪندا رهيا ۽ پنهنجو منهن ڪپڙي سان لڪائي رکيو ايستائين جو صبح ٿي وئي. پوءِ علي عليہ السلام منهن تان ڪپڙو لاٿو تہ مشرڪ چوڻ لڳا تون، تون ڌوڪيباز آهين. تنهنجو آقا تہ ڦٿڪندو ڪونہ هو حالانڪ اسان ان کي پٿر هڻندا هياسين ۽ تون ڦٿڪي رهيو هئين، ان ڪري اسان کي اڳ ۾ ئي شڪ ٿيو هو.

عبدالله بن عباس رضي الله عنهما وڌيڪ ٻڌايو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم تبوڪ واري لڙائي لاءِ نڪتا، ٻيا ماڻهو بہ حضور سان گڏ هيا تہ مولا علي عليہ السلام پڇيو تہ مان بہ توهان سان گڏ هلان. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ نہ. علي عليہ السلام جون اکيون لڙڪن سان پرجي ويون تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو چا تون ان ڳالهہ تي راضي نہ آهين تہ تون منهنجي لاءِ ان درجي ۾ آهين جنهن ۾ هارون عليہ السلام موسيٰ عليہ السلام جي لاءِ هيو. صرف اهو فرق آهي تہ مون کان پوءِ ڪوئي نبي ڪونهي. منهنجو وڃڻ ان صورت ۾ مناسب آهي تہ تون منهنجو خليفو آهين. حضرت عبدالله بن عباس

رضہ وڏيڪ چيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مولا علي عليہ السلام کي فرمايو تون مون کان پوءِ هر مومن ۽ مومنياڻي جو ولي آهين.

ان کان پوءِ عبدالله بن عباس رضہ چيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام جي دروازي کان سواءِ ٻين سڀني جا مسجد ڏانهن کلندڙ دروازا بند ڪرائي ڇڏيا، علي عليہ السلام تڙ جي حالت ۾ بہ مسجد ۾ داخل ٿي ويندو هو ڇوتہ اهو مسجد وارو ئي رستو ان جي گهر جو رستو هو ان کان علاوه ٻيو ڪو رستو ڪونہ هو.

ان کان پوءِ چيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جنهن جو مان مولا آهيان ان جو علي مولا آهي.

ان کان پوءِ چيو الله تعاليٰ اسان کي قرآن ۾ خبر ڏني آهي تہ اهو اصحابِ شجره کان راضي آهي ۽ جيڪو انهن جي دلين ۾ آهي ان کي معلوم آهي، تہ ڇا پوءِ اسان کي الله تعاليٰ اها خبر ڏني آهي تہ اهو بعد ۾ انهن کان ناراض ٿي ويو. عبدالله بن عباس رضہ ٻڌايو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت عمر رضہ کي فرمايو هو جڏهن ان عرض ڪيو هو تہ مون کي اجازت ڏيو تہ مان ان جو ڪنڌ ڪپيان يعني حاطب جو. تہ ڇا توکي خبر ڪونهي تہ الله تعاليٰ مون کي بدر وارن جي باري ۾ اطلاع ڏنو آهي تہ اهي جيڪو وڻي ڪن.

## علي عليہ السلام رسول الله ﷺ جي بستري تي

238. حضرت علي (امام زين العابدين) بن حسين عليهم السلام فرمايو بيشڪ سڀني کان پهريان جنهن الله جي رضا خاطر پنهنجي جان وڪڻي اهو علي بن ابو طالب عليہ السلام آهي. جڏهن علي عليہ السلام رسول الله جي بستري تي ستو هو تہ هي شعر چيا هيا:

وقيت بنفسي خير من وطاء الحصي ومن طاف بالبيت العتيق و بالحجر
رسول الله خاف ان يمڪروا يه فنجاه ذوالطول الا له من المڪر
وبات رسول الله في الغار آمنا موقي و في حفظ الاله و في ستر
وبت اراعيهم وما يثبتوني وقد وطنت نفسي علي القتل والاسر

(مون پنهنجي جان کي مشڪل ۾ وجهي اهڙي هستي کي بچايو جيڪا هستي زمين تي گهمڻ ڦرڻ وارن انسانن ۾ سڀني کان بهترين

آهي ۽ جنهن هستي ڪعبي ۾ حجر اسود جو طواف ڪيو آهي، الله جي رسول ڪي انديشو هو تہ مڪي جا قريشي انهن سان چالون هلندا، ڪرم واري معبود انهن ڪي قريشن جي مڪر ۽ فريب کان ڇوٽڪارو ڏياريو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سڪون سان غار ۾ سمهي پيا، ڇوتہ الله تعاليٰ ان جي حياتي محفوظ رکي ۽ اهي هڪڙي پردي جي اوٽ ۾ حفاظت ۾ هيا، مان انهن ڪافرن ۽ مشرڪن جو مقابلو ڪندس ۽ منهنجي ثابت قدمي جي اڳيان اهي بيهي ڪونہ سگهندا، ڇوتہ مون پاڻ کي ٻئي جي قتل ۽ قيد ڪرڻ تي مائل ڪيو آهي.)

## شاهد رهجو علي منهنجي سنت کي زنده ڪرڻ وارو آهي

239. حضرت عبدالله رضي الله عنہ کان علقمہ روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت زينب بنت جحش رضہ جي گهر مان نڪتا ۽ حضرت ام سلميٰ رضہ جي گهر تشريف کڻي ويا. ان ڏينهن ان جو وارو هو. پاڻ اڃا وينا ڪونہ هيا تہ علي عليہ السلام اچي دروازو کڙڪايو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کڙڪي جو آواز ٻڌو پر حضرت ام سلميٰ رضہ انڪار ڪيو تہ ڪو دروازي جو کڙڪو ٿيو آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اٿ ۽ ان جي لاءِ دروازو کول. ان عرض ڪيو يارسول الله! اهو ڪير آهي؟ جيڪو ايڏي بلند مرتبي تي پهتو آهي (يعني مون کان وڌيڪ اهم آهي) مان ان جي لاءِ دروازو نہ کوليندس. ڇا توهان مون کي نظرانداز ڪري ان سان ملندا، حالانڪ ڪالهہ ٿي منهنجي باري ۾ قرآن جي آيت نازل ٿي آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪاوڙ ۾ ان کي فرمايو بيشڪ رسول جي اطاعت الله جي اطاعت آهي، جنهن رسول جو چوڻ نہ مڃيو ان الله جي حڪم کي ٺڪرايو بيشڪ دروازي تي ڪوئي بي عقل ماڻهو ڪونهي ۽ نہ طيش ۾ اچڻ وارو آهي، اهو الله ۽ ان جي رسول سان محبت ڪندو آهي، الله ۽ ان جو رسول ان سان محبت ڪن ٿا. البت، ان لاءِ بہ مناسب نہ هو تہ جيستائين اسان ڪچهري ڪيون ها داخل نہ ٿئي ها (بهرحال دروازو کول). حضرت ام سلميٰ رضہ جو بيان آهي تہ اها اٿي ۽ سندس هلڻ ۾ آڪڙ هئي ۽ چئي رهي هئي، خبر ڪونهي اهو ڪير

آهي، جيڪو الله ۽ ان جي رسول سان محبت ڪري ٿو ۽ الله ۽ ان جو رسول ان سان محبت ڪن ٿا. مون دروازو کوليو ۽ دروازي جا ٻئي طاق پڪڙي بيٺس پر ڪوئي آواز ڪونہ ٻڌو. مان اندر پردي ۾ هلي ويس تہ اهو شخص اجازت وٺي اندر هليو آيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي ام سلميٰ! تون هن کي سڃاڻين ٿي. مون عرض ڪيو تہ هائو هي علي بن ابوطالب آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تو سچ چيو هي سردار آهي، مان ان سان محبت ڪريان ٿو. هن جو گوشت منهنجو گوشت آهي، هن جو رت منهنجو رت آهي، هي منهنجي عِلم جو رازدان آهي. هاڻي تون ٻڌي ڇڏ ۽ شاهد رهجان تہ هي واعدو ٽوڙڻ وارن، ظلم ڪرڻ وارن ۽ دين مان نڪري وڃڻ وارن جو مون کان پوءِ قتل ڪندو.

اهو بہ ٻڌي ڇڏ ۽ شاهد رهجان تہ هي منهنجا واعدا پورا ڪرڻ وارو آهي، الله جو قسم! هي منهنجي سنت کي زنده ڪرڻ وارو آهي، هي ٻڌي ڇڏ ۽ شاهد رهجان تہ جيڪڏهن هڪڙو شخص هزار سال الله جي عبادت ڪري ۽ هزار سال رڪن يماني ۽ حجر اسود جي وچ ۾ عبادت ڪري، پوءِ اهو الله سان ملاقات ڪرڻ وقت علي جو بغض کڻي اچي ۽ منهنجي عترت سان بغض رکندو هجي تہ الله تعاليٰ ان کي قيامت جي ڏينهن جهنم جي باهہ ۾ اونڌي منهن اڇلائيندو.

## علي عليہ السلام کي جيڪي فضيلتون عطا ٿيون آهن اهي ڪنهن کي ڪونہ ٿيون

240. نبيط بن شريط جو بيان آهي تہ مان حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام سان گڏ ٻاهر نڪتس ۽ حضرت عبدالله بن عباس رضہ بہ اسان سان گڏ هو. جڏهن اسان انصارن جي هڪڙي باغ جي ويجهو پهتاسين تہ اسان اتي حضرت عمر رضہ کي ڏٺو تہ اهو هٽ سان زمين کوٽي رهيو هو. مولا علي عليہ السلام ان کان پڇيو اي اميرالمومنين! ڪهڙي ڳالهہ توهان کي هتي اڪيلو ويهاري ڇڏيو آهي. ان چيو تہ هڪڙي ڳالهہ مون کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي. مولا علي عليہ السلام پڇيو تہ ڇا توهان اسان مان ڪنهن کي ٻڌائڻ پسند ڪندا.

حضرت عمر رضہ چيو تہ جيڪڏهن عبدالله ٻڌڻ گهري تہ. راوي جو بيان آهي تہ عبدالله بن عباس رضہ ان وٽ ويهي رهيو ۽ مان مولا علي عليہ السلام سان گڏ هليو ويس. عبدالله بن عباس رضہ اسان وٽ اچڻ ۾ گهڻي دير لڳائي ڇڏي جڏهن اسان سان اچي مليو تہ مولا علي عليہ السلام ان کان پڇيو تہ ڇا ٿيو. عبدالله چيو اي ابوالحسن! عجائبن مان هڪڙو عجوبو آهي. مولا علي عليہ السلام فرمايو تہ اميرالمومنين توکي خبر ٻڌائي ۽ مون کان لڪائي. فرمايائون تہ وري ڳالهہ ڪر. عبدالله چيو اي علي! جڏهن توهان پوئتي موٽيا تہ حضرت عمر رضہ توهان کي پٺيان ڏسي رهيو هو ۽ هاءِ افسوس چئي رهيو هو. مون چيو اي اميرالمومنين! توهان ڇا جي ڪري افسوس ڪري رهيا آهيو. ان جواب ڏنو تہ تنهنجي سوٽ علي جي ڪري، اي ابن عباس علي کي جيڪي فضيلتون عطا ڪيون ويون آهن، اهي آلِ نبي مان ڪنهن کي بہ نہ مليون آهن. جيڪڏهن ٽي ڳالهيون نہ هجن ها تہ هن امر (خلافت) جو ان کان وڌيڪ ڪوبہ حقدار ڪونہ هو. مون چيو اي اميرالمومنين! اهي ڪهڙيون ڳالهيون آهن. حضرت عمر رضہ چيو تہ هڪڙو تہ ان جو گهڻو ڪل ڀوڳ ڪرڻ واري طبيعت، ٻيو قريشن جو ان سان بغض ڪرڻ ۽ ٽيون تہ ان جو ننڍي عمر وارو هجڻ. مون (عبدالله) چيو تہ اي اميرالمومنين! گهڻي ڪل ڀوڳ ڪرڻ جي طبيعت واري جيڪا ڳالهہ آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ ڪل ڀوڳ ڪندا هيا. توهان ان وقت ڪٿي هيا جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي چوڌاري ٻار بہ هيا، نوجوان بہ هيا، جوان بہ هيا ۽ ڪراڙا بہ هيا ۽ پاڻ سڀورا هڪڙي ٻار کي چئي رهيا هيا وڏيل پيٽ واري هر ڪنهن کي جيڪو الله سيڪاريو هوندو آهي اهو ٿي ان جي دل ۾ هوندو آهي.

رهي قريشن جو ان سان بغض واري ڳالهہ تہ ان ڪڏهن بہ قريشن جي بغض جي پرواهہ ڪونہ ڪئي آهي، جڏهن ڪان انهن الله جي راهہ ۾ جهاد ڪيو آهي ۽ الله تعاليٰ پنهنجي دين کي غلبو عطا ڪيو آهي ۽ قريشن جي غرور ۽ بتن کي ٽوڙيو آهي ۽ انهن جي عورتن ۽ ٻارن کي بيوه ۽ يتيم ڪيو آهي، ان کي اهو ٿي ملامت ڪري سگهي ٿو جيڪو پاڻ ملامت جي لائق آهي.

باقي رهي اها ڳالهہ تہ ان جي عمر ننڍي آهي تہ توهان کي معلوم آهي تہ جڏهن الله تعاليٰ سورت توبه نازل ڪئي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجو ڇهرو پنهنجي دوست (ابوبڪر) ڏانهن ڪيو تہ جيئن اهو هن سورت جي مڪي وڃي تبليغ ڪري تہ الله تعاليٰ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي حڪم ڪيو تہ هن سورت جي تبليغ اهو ڪري جيڪو سندس اهلبيت مان هجي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي ڪرم الله وجہ ڏانهن توجهہ ڪيو هو. تہ ڇا الله تعاليٰ کي عليءَ جي ننڍي عمر جي خبر ڪونہ هئي.

ان تي حضرت عمر رضہ چيو تہ اها ڳالهہ مون پنهنجي :ل ۾ لڪائي رکي هئي. جيڪڏهن اهو جواب توکان سواءِ ڪنهن ٻئي کان ٻڌان ها تہ مان مديني جي ڪنهن بہ ڪنڌ ۾ سمهي نہ سگهان ها.

## جيڪڏهن علي (عليہ السلام) نہ هجي ها تہ عمر هلاڪ ٿي وڃي ها

241. حضرت علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ هڪڙي شخص کي حضرت عمر رضہ وٽ وٺي آيا، وٺي اچڻ وارن ٻڌايو تہ اسان هن شخص کان پڇيو تہ تنهنجي صبح ڪيئن ٿي تہ هن شخص جواب ڏنو تہ منهنجي صبح اهڙي حالت ۾ ٿي تہ مان فتني سان محبت ڪريان ٿو حق کي پسند نٿو ڪريان، يهودين ۽ نصارن جي تصديق ڪريان ٿو ۽ ان تي ايمان رکان ٿو جيڪو مون نہ ڏٺو آهي ۽ جيڪا شي اڃا پيدا ڪونہ ٿي آهي ان جو اقرار ڪريان ٿو.

حضرت عمر رضہ حضرت علي ڪرم الله وجہ کي سڏ ڪرايو. حضرت علي عليہ السلام تشريف کڻي آيا تہ اهي ڳالهيون ٻڌي فرمايو هن شخص سچ چيو آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي "وَاعْلَمُوٓا اَنَّمَآ اَمْوٰلُكُمْ وَاَوْلٰدُكُمْ فِتْنَةٌ" (انفال: 28) معنيٰ: بيشڪ توهان جو مال ۽ اولاد فتنو آهن. هي شخص حق کي پسند نٿو ڪري ان مان مراد موت آهي. الله تعاليٰ فرمايو "وَجَآءَتْ سَكْرَةُ الْمَوْتِ بِالْحَقِّ" (ق: 19) معنيٰ: ۽ موت جي سختي سچ پچ اچڻي آهي. يهودين ۽ نصارن جي تصديق ڪري ٿو الله تعاليٰ فرمايو

آهي "وَقَالَتِ الْيَهُودُ لَيْسَتِ النَّصٰرٰى عَلٰى شَيْءٍ وَّقَالَتِ النَّصٰرٰى لَيْسَتِ الْيَهُودُ عَلٰى شَيْءٍ" (البقره: 113) معني: ۽ يهودي چون ٿا تہ نصارا ڪنهن دين تي نہ آهن ۽ نصارا چون ٿا تہ يهودي ڪنهن دين تي نہ آهن. هي ان تي ايمان رکي ٿو جنهن کي هن ڏٺو نہ آهي ان مان مراد الله تعاليٰ آهي ۽ جيڪا شي پيدا ڪونہ ٿي آهي ان جو اقرار ڪري ٿو ان مان مراد قيامت آهي.

حضرت عمر رضہ اهو ٻڌي چيو "لولا علي لهلڪ عمر" يعني، جيڪڏهن علي نہ هجي ها تہ عمر هلاڪ ٿي وڃي ها.

## آيت ۾ شاهد مان مراد علي عليہ السلام آهي

242. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ الله جي هن قول "اَفَمَنْ كَانَ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّهٖ وَيَتْلُوْهُ شَاهِدٌ مِّنْهُ" (هود: 17) معنيٰ: ڀوءِ جيڪو پنهنجي رب جي طرف کان پڌري دليل تي هجي ۽ ان لاءِ الله کان شاهد بہ اچي ويو هجي، هن آيت ۾ شاهد لاءِ خاص طور تي علي عليہ السلام مراد آهي.

243. زادان جو بيان آهي تہ مون حضرت علي ڪرم الله وجہ کي فرمائيندي ٻڌو اهو جنهن داڻي کي ڦاڙيو ۽ روح کي پيدا ڪيو ان جو قسم! جيڪڏهن منهنجي لاءِ مسند وڇائي وڃي ۽ مان ان تي ويٺس تہ تورات وارن جي وچ ۾ تورات جي مطابق ۽ انجيل وارن جي وچ ۾ انجيل جي مطابق ۽ زبور وارن جي وچ ۾ زبور جي مطابق ۽ قرآن وارن جي وچ ۾ قرآن جي مطابق فيصلو ڪندس.

قريشن مان هڪڙو شخص اٿي بيٺو ۽ چيو اي اميرالمومنين! توهان جي شان ۾ ڪهڙي آيت نازل ٿي. علي عليہ السلام فرمايو "فَمَنْ كَانَ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّهٖ وَيَتْلُوْهُ شَاهِدٌ مِّنْهُ" (هود: 17). ان مطابق رسول الله پنهنجي رب جي طرف کان روشن دليل آهن ۽ مان انهن جو شاهد آهيان. مان ان سان ڳنڍيل آهيان ۽ مان ان جي تابعداري ڪرڻ وارو آهيان.

244. حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام فرمايو قريشن ۾ ڪوبہ اهڙو ماڻهو ڪونهي جنهن جي حق ۾ هڪڙي يا ٻہ آيتون نازل ٿيون هجن. علي عليہ السلام کان هڪڙي شخص پڇيو. توهان جي حق ۾

ڪهڙي آيت نازل ٿي. حضرت علي عليہ السلام ان شخص کي چيو تہ تو سورت هود جي هي آيت ڪونهي پڙهي "وَيَتۡلُوۡهُ شَاهِدٌ مِّنۡهُ" (هود: 17)

## ان ڪان اڳ جو مان توهان ۾ نہ رهان مون ڪان پڇي وٺو

245. ابوالبختري کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سوٽ حضرت علي ڪرم الله وجہ کي ڏٺو تہ اهي ڪوفي جي مسجد ۾ منبر تي تشريف کڻي ويا. جڏهن تہ کين رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي قميص پاتل هئي. انهن جي تلوار مياڻ ۾ وڌل، انهن جو پٽڪو مٿي تي سجايل ۽ انهن کي آڱر ۾ منڊي پاتل هئي. پاڻ منبر تي تشريف رکڻ کان پوءِ پنهنجي اندر ۾ لڪل ڳالهہ کي ظاهر ڪندي فرمايو ان کان اڳ جو توهان مون کي وڃائي ويهو توهان مون کان جيڪو پڇڻو هجي پڇي وٺو. بيشڪ هن سيني ۾ عِلم جون ڇوليون هٽندڙ سمنڊ آهي، اهو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لعاب جو اثر آهي، هي عِلم غيرعِلم وحي آهي.

الله جو قسم! جيڪڏهن منهنجي لاءِ قاضي جي مسند وڇائي وڃي تہ مان ان مسند تي ويهي تورات وارن کي تورات، انجيل وارن کي انجيل جي مطابق فيصلو ٻڌائيندس، جو تورات ۽ انجيل رڙ ڪري چوندا تہ علي صحيح چيو آهي ۽ توهان کي ان مطابق فيصلو ٻڌايو آهي جيڪو حڪم اسان ۾ نازل ٿيو آهي ۽ توهان ڪتاب جي تلاوت ڪيو ٿا مگر ان ۾ غور ڪونہ ڪندا آهيو. الله تعاليٰ جو قول آهي "وَيَتۡلُوۡهُ شَاهِدٌ مِّنۡهُ" (هود: 17)

## احرام جي حالت ۾ اٺ پکيءَ جا
## آنا کائڻ تي علي عليہ السلام جو فيصلو

246. محمد بن زبير جو بيان آهي تہ مان دمشق جي مسجد ۾ داخل ٿيس تہ مون اتي هڪڙي بزرگ کي ڏٺو مون غور ڪيو تہ ان جي ڇيلهہ ٻڍاپي جي ڪري جهڪيل هئي. مون ان کان پڇيو تہ توهان ڪنهن سان ملاقات جو شرف حاصل ڪيو آهي. ان بزرگ ٻڌايو تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو اصحابي آهيان. مون پڇيو تہ ڪهڙي لڙائي ۾ شريڪ ٿيا. ان جواب ڏنو تہ يرموڪ ۾. مون عرض ڪيو تہ ڪا

حديث بيان ڪيو جيڪا توهان ٻڌي هجي. ان چيو تہ مان حاجين سان گڏ سفر ڪيو ۽ اسان احرام جي حالت ۾ اٺ پکيءَ جا آنا کاڌا. جڏهن اسان حج جا رڪن پورا ڪري ورتا تہ اسان کي انهن آنن کائڻ ڪري ڪجھ شڪ ٿيو. اسان اهو مسئلو اميرالمومنين عمر بن خطاب رضہ کي ٻڌايو تہ اهو پٺي ڦيري هلڻ لڳو چيو تہ منهنجي پٺيان اچو. اسان ان سان گڏ هلڻ لڳاسين، ايتري تائين جو اسان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حجرن وٽ آياسين تہ ان هڪڙي حجري جو در کڙڪايو تہ هڪڙي عورت پڇيو تہ ڇا ڳالھ آهي. حضرت عمر رضہ پڇيو تہ ابوالحسن گهر ۾ آهن تہ ان جواب ڏنو تہ نہ. اهي ڪنهن ڪم سان ويا آهن. حضرت عمر رضہ واپس موٽيو ۽ چيو تہ منهنجي پٺيان اچو. اسان ان سان گڏ هلڻ لڳاسين، ايتري تائين جو اسان حضرت علي ڪرم الله وجہ وٽ پهچي وياسين. ان وقت علي عليہ السلام سان گڏ ٻہ شيدي غلام بہ هيا ۽ مولا علي عليہ السلام پنهنجي هٿ سان مٽي سڌي ڪري رهيا هيا. حضرت عمر رضہ انهن کي ٻڌايو تہ هي ماڻهو عڪ ۽ اشعر جا رهاڪو آهن ۽ انهن احرام جي حالت ۾ اٺ پکيءَ جا آنا کاڌا آهن. علي عليہ السلام فرمايو تہ اهي نر اٺ کي ڏاچي تي آنن جي تعداد برابر چڙهائين. ان مان جيڪو ٻچو حاصل ٿئي اهو هديو ڏين. حضرت عمر رضہ معلوم ڪيو تہ اٺ ڪڏهن ڏوڪو بہ ڏئي ويندو آهي، يعني، ڏاچي ڍُڪي ڪونہ ٿيندي آهي. علي ڪرم الله وجہ فرمايو تہ آنو بہ تہ ڪڏهن ٻچي پوڻ ڪري هارجي ويندو آهي.

جڏهن حضرت عمر رضہ واپس وڃڻ لڳو تہ چيو اي الله! علي مون سان گڏ نہ هجي تہ مون تي ڪا آزمائش نہ موڪلجان.

### حضرت عمر رضہ جي قول مطابق
### علي عليہ السلام جون فضيلتون

247. حضرت جابر رضہ کان روايت آهي تہ حضرت عمر رضہ فرمايو حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن ۾ 18 فضيلتون آهن، انهن مان تيرهن صرف علي عليہ السلام ۾ آهن ۽ باقي پنجن ۾ بہ اهو ٻين سان شريڪ آهي.

## مونکي اهڙي مشڪل ۾ نہ وجهہ جنهن جي حل لاءِ علي نہ هجي

248. حضرت سعيد بن مسيب رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون حضرت عمر رضي الله عنہ کي اهو چوندي ٻڌو "اللّهم لاتبقني لمعضله ليس لها ابن ابي طالب حيا" يعني، اي الله! مون کي اهڙي مشڪل لاءِ باقي نہ رک جنهن جي حل لاءِ علي بن ابوطالب زنده نہ هجي.

249. حضرت سعيد بن مسيب رضہ کان روايت آهي تہ حضرت عمر بن خطاب رضہ چيو "اعوذبالله من معضلت ليس لها ابوالحسن" يعني، مان اهڙي مشڪل کان الله جي پناهہ گهران ٿو جنهن جي حل لاءِ ابوالحسن، يعني، علي بن ابوطالب نہ هجي.

## جيڪڏهن ٽي خصوصيتون ملي وڃن ها
## تہ مهري اٺن کان بہ وڌيڪ محبوب هيون

250. حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ حضرت عمر بن خطاب رضہ چيو تہ حضرت علي عليہ السلام کي ٽي اهڙيون خصوصيتون عطا ٿيون آهن، جيڪڏهن مون کي انهن ٽن مان هڪڙي بہ خصوصيت ملي وڃي ها تہ مان ان کي مهري اٺن جي عطا کان وڌيڪ محبوب سمجهان ها. ان کان پڇيو ويو اي اميرالمومنين! اهي ڪهڙيون خصوصيتون آهن. حضرت عمر رضہ چيو ان جي گهر واري فاطمہ بنت رسول آهي، ان جو مسجد رسول ۾ رهڻ ۽ ان جي لاءِ اها ڳالهہ جائز هجڻ جيڪا رسول الله لاءِ جائز آهي ۽ خيبر واري ڏينهن عَلم عطا ٿيڻ.

## ماٺهو ديڙا هٽڻ وارا هيا تہ علي عليہ السلام پهچي ويا

251. ابوالاسود جو بيان آهي تہ حضرت عمر رضہ جي دربار ۾ هڪڙي اهڙي عورت کي وٺي آيا جنهن شادي جي ڇهن مهينن کان پوءِ ٻار ڄڻيو هو. ماڻهو ان کي ديڙا هڻڻ وارا هيا تہ حضرت علي عليہ السلام پهچي ويا. انهن فرمايو تہ هن کي ديڙا نٿا هڻي سگهجن. جڏهن حضرت عمر رضہ کي ان واقعي جي خبر ملي تہ انهن حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ هڪڙي شخص کي موڪليو جيڪو ان باري ۾ معلوم ڪري اچي. حضرت علي ڪرم الله وجہ جواب ڏنو تہ ارشاد باري تعاليٰ

آهي "وَالْوَالِدٰتُ يُرْضِعْنَ اَوْلَادَهُنَّ حَوْلَيْنِ كَامِلَيْنِ لِمَنْ اَرَادَ اَنْ يُّتِمَّ الرَّضَاعَةَ" (بقره: 233 ) معنيٰ: ۽ مائرون پنهنجن ٻارن کي پورا ٻه سال ٿڃ پيارين، اهو حڪم انهيءَ لاءِ آهي جيڪو ٿڃ پيارڻ جي مدت پوري ڪرڻ گھري، ۽ ٻئي جاءِ تي الله تعاليٰ جو ارشاد آهي "حَمْلُهٗ وَفِصٰلُهٗ ثَلٰثُوْنَ شَهْرًا" (احقاف: 15) معنيٰ: اميدواري ۽ ٿڃ پيارڻ جي وچ ۾ ٽيهه مهينا هوندا آهن. ان مطابق ڇهه مهينا اميد سان ۽ پورا ٻه سال ٿڃ پيارڻ جا آهن. انهيءَ ڪري اهڙيءَ عورت تي حد جاري نه ٿيندي، اهو ٻڌي حضرت عمر رضه ڇيو ان عورت کي ڇڏي ڏيو.

## منهنجي ڳالهه ڪي علي (عليه السلام) جي قول ڏانهن موٽايو

252. مسروق جو بيان آهي ته حضرت عمر رضه جي درٻار ۾ هڪڙي اهڙي عورت کي وٺي آيا جنهن عدت جا ڏينهن ختم ٿيڻ کان اڳ ۾ ڪنهن شخص سان شادي ڪئي هئي. تنهنڪري حضرت عمر رضه حڪم ڏنو ته انهن ٻنهي کي جدا ڪيو وڃي ۽ مهر جي رقم ان شخص کان وصول ڪري بيت المال ۾ جمع ڪئي وڃي. ڇوته ناجائز شادي جو مهر جائز ڪونهي ۽ اهي ڪڏهن به گڏ رهي نٿا سگهن. جڏهن حضرت علي عليه السلام اتي پهتا ته انهن فرمايو ته مهر هرحال ۾ عورت جو حق آهي، ڇوته اهو شخص ان سان حق ادا ڪري چڪو. البت، انهن ٻنهي کي الڳ ڪيو وڃي، مگر عدت جا ڏينهن گذرڻ کان پوءِ ان شخص کي حق هوندو ته هن عورت جي گھر ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري، حضرت عمر رضه ماڻهن کي خطاب ڪيو ۽ ڇيو جهالتن کي سنت طرف ۽ منهنجي ڳالهه ڪي علي (عليه السلام) جي قول طرف موٽايو.

## اي ڪملي وارا! منهنجي مدد ڪيو

253. ابن سيرين جو بيان آهي ته حضرت عمر رضه ماڻهن کان پڇيو ته بادشاهه ڪيترين شاديون ڪري سگهي ٿو. پوءِ علي عليه السلام کان پڇيو اي ڪملي وارا! (ڇو ته ان وقت علي عليه السلام جي ڪلهن تي چادر هئي) توهان منهنجي مدد ڪيو. حضرت علي عليه السلام جواب ڏنو ته ٻه.

## حضرت عمر رضہ جي مشڪل ڪشائي

254. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسان هڪڙي جنازي ۾ هياسين تہ حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام پنهنجي غلام جي ماءُ جي مڙس کي چيو تہ پنهنجي زال کي ويجهو نہ وڃجان تہ حضرت عمر رضہ پڇيو پنهنجي زال کان پري ڇو ٿئي، ان جي وضاحت ڪرڻ فرمايو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو اي اميرالمومنين! اسان گهرون ٿا تہ اها استبراءِ رِحم ڪري، يعني، عورت پنهنجي رِحم کي صاف ڪري تہ جيئن ان ۾ ڪو ٻار نہ هجي، ورنہ اهو پنهنجي پاءُ جي ميراث جو حقدار هوندو. حالانڪ ان جي ميراث ڪابہ ڪانهي. حضرت عمر رضہ چيو "اعوذ بالله من معضلت لا علي لها" يعني، مان اهڙي مشڪل کان الله جي پناهہ گهران ٿو جنهن جي مشڪل ڪشائي لاءِ علي (عليہ السلام) نہ هجي.

## الله اسان کي تہ ان جي ذريعي هدايت ڪئي

255. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جو بيان آهي تہ هڪڙو شخص جيڪو حضرت علي ڪرم الله وجہ سان بغض رکندو هو حضرت عمر رضہ وٽ آيو جڏهن تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ بہ حضرت عمر رضہ وٽ ويٺا هيا. حضرت عمر رضہ حضرت علي عليہ السلام کي مخاطب ٿيندي چيو اي ابوالحسن! توهان اٿو ۽ پنهنجي مخالف سان ويهي مناظرو ڪيو. حضرت علي عليہ السلام اٿيا ۽ ان شخص پرسان وڃي آمهون سامهون مناظرو ڪيو ايستائين جو حضرت علي عليہ السلام جو مخالف هارائي موٽي ويو ۽ حضرت علي عليہ السلام ٻيهر اچي ان جاءِ تي ويٺا جتي پهريان ويٺا هيا. حضرت عمر رضہ سندن چهري جو رنگ بدليل ڏٺو تہ پڇيو اي ابوالحسن! ڪهڙو سبب آهي جو مان توهان کي بدليل ڏسي رهيو آهيان، ڇا جيڪو ڪجهہ ٿيو آهي توهان کي اهو پسند ڪونہ هو. حضرت علي عليہ السلام جواب ڏنو ها! حضرت عمر رضہ پڇيو ڇو؟ حضرت علي عليہ السلام فرمايو ڇوتہ تو منهنجي مخالف جي سامهون مون کي چيو تہ

علي اٿ ۽ پنهنجي مخالف سان ويهي مناظرو ڪر. اهو ٻڌي حضرت عمر رضہ حضرت علي عليہ السلام جي مٿي کي پڪڙي ان جي پيشاني تي چمي ڏئي چيو منهنجا پيءُ ۽ ماءُ توهان تان قربان الله تعاليٰ اسان کي توهان جي ذريعي هدايت بخشي ۽ توهان جي ذريعي اسان کي اونداهين مان ڪڍي روشني ۾ آڻي بيهاريو.

256. يحيٰ بن عقيل جو بيان آهي تہ مولا علي عليہ السلام کان جيڪو بہ مسئلو پڇبو هو ان کي اهي حل ڪندا هيا تہ حضرت عمر بن خطاب رضہ چوندو هو "لا ابقاني الله بعدڪ يا علي" يعني، اي علي! توکان پوءِ الله مون کي باقي نہ رکي.

## هڪڙي پاڳل عورت جو فيصلو

257. هڪڙي پاڳل عورت کي حضرت عمر رضہ وٽ وٺي آيا هيا، جنهن زنا جو عمل ڪيو هو. حضرت عمر رضہ ان کي ديڙا هڻڻ جو حڪم ڏنو تہ حضرت علي عليہ السلام ان کي مخاطب ٿيندي فرمايو ڇا تو ان بابت رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان ڪونہ ٻڌو آهي. حضرت عمر رضہ پڇيو تہ ان بابت رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڇا فرمايو هو. حضرت علي عليہ السلام چيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ ٽن ماڻهن تي قانون جي حد لاڳو نٿي ٿئي (1) پاڳل شخص جيستائين اهو ٺيڪ ٿي وڃي (2) ٻار جيستائين اهو بالغ ٿي وڃي (3) ستل شخص جيستائين اهو سجاڳ ٿي وڃي.

## هڪڙي ٻار سان پيٽ واري عورت جو فيصلو

258. حضرت زيد بن علي (امام زين العابدين)، حضرت علي عليہ السلام جو فيصلو بيان ڪيو تہ حضرت عمر رضہ جي دور حڪومت ۾ هڪڙي پيٽ ۾ ٻار سان عورت کي وٺي آيا تہ ان کان حضرت عمر رضہ ان کي پيٽ ٿيڻ جي باري ۾ معلوم ڪيو. ان گناهہ جو اعتراف ڪيو. ان تي حضرت عمر بن خطاب رضہ ان عورت کي ديڙا هڻڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن ان عورت کي ديڙا هڻڻ لاءِ وٺي وڃي رهيا هيا تہ سامهون حضرت علي عليہ السلام اچي رهيا هيا، انهن معلوم ڪيو تہ هن عورت کي

ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيا آهيو. ماڻهن جواب ڏنو تہ حضرت عمر رضہ
هن کي ديڙا هڻڻ جو حڪم ڏنو آهي. حضرت علي عليہ السلام فرمايو
هن عورت کي ڇڏي ڏيو. پوءِ حضرت عمر رضہ کي مخاطب ڪري
چيائون، ڇا توهان هن کي ديڙا هڻڻ جو حڪم ڏنو آهي. حضرت عمر
رضہ جواب ڏنو تہ ها، ڇوتہ ان منهنجي سامهون زنا ڪرڻ جو اعتراف
ڪيو آهي. حضرت علي عليہ السلام فرمايو. توهان جي سلطاني ۾
حاڪميت هن عورت تي آهي پر اهو ٻار جيڪو هن عورت جي پيٽ ۾
آهي ان تي حاڪميت ڪرڻ جو توهان کي ڪنهن حق ڏنو آهي. پوءِ
حضرت علي عليہ السلام فرمايو. توهان هن عورت تي رعب ڪيو هوندو
۽ دابا ڏنا هوندا. يا ان کي ڊيڄاري اهو اعتراف ڪرايو هوندو. حضرت
عمر رضہ چيو. جي ها، ايئن ئي آهي. حضرت علي عليہ السلام فرمايو
ڇا توهان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اهو فرمائيندي ڪونہ
ٻڌو تہ آزمائش ۽ مصيبت کان پوءِ گناهہ جو اعتراف ڪرڻ واري تي حد
جاري نہ ٿيندي آهي ۽ جنهن کي قيد ڪيو ويو هجي يا ڊيڄاريو
ڌمڪايو ويو هجي تہ ان جي اقرار ڪرڻ جي ڪابہ اهميت نہ هوندي
آهي. اهو ٻڌي حضرت عمر رضہ ان عورت کي ڇڏي ڏنو ۽ چيو تہ عورتون
علي بن ابوطالب جهڙو پٽ ڄڻڻ کان عاجز آهن. جيڪڏهن علي نہ
هجي ها تہ عمر هلاڪ ٿي وڃي ها.

## اچو اسان جو هي کاڌو کائو

259. سويد بن غفلہ جو بيان آهي تہ مان حضرت علي عليہ السلام
جي حجري تي حاضر ٿيس تہ حضرت علي عليہ السلام ويٺا هيا ۽ انهن
جي سامهون هڪڙو پيالو پيو هو جنهن ۾ کير هو ۽ ان ۾ جَوَ ۽ اٽو مليل
هو. مون کي ان جي کٽاڻ پري کان محسوس ٿي. انهن جي هٿ ۾ ماني جو
هڪڙو ٽڪرو هو ۽ مون کي سندن ڇهري تي جَوَن جا ذرا ڏسڻ ۾ پئي آيا.
علي عليہ السلام ماني جو ٽڪرو گوڏي تي رکي ڀڃو ۽ کير ۾ اڇلايو. مون
کي فرمايائون تہ ويجهو ٿي ويهہ ۽ اسان جو هي کاڌو کاءُ. مون عرض
ڪيو تہ مون کي روزو آهي. انهن فرمايو مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ
وسلم کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جنهن شخص کي روزو ان شي کائڻ

کان روڪي جنهن شي کي اهو ڪائڻ گهرندو هجي ته الله تعاليٰ جي ذمي ڪرم آهي ته اهڙي ٻانهي کي جنتي ڪاڏو ڪارائي ۽ جنتي شربت پياري. پوءِ مون علي عليہ السلام جي ٻانهي کي چيو جيڪا سندن ويجهو ويٺي هئي، تنهنجو خانو خراب ڇا تون هن بزرگ جي معاملي ۾ الله کان نٿي ڊڄين، تون هن جي ڪاڏي کي ڇاڻي ۽ پيهي پيش ڇو نٿي ڪرين. مون ان جي ڪاڏي ۾ ڇاڻ جا ذرا ڏٺا آهن. مولا علي عليہ السلام مون کان پڇيو تو ان کي ڇا چيو. مون کين سڀ ڪجهه ٻڌايو ته فرمايائون ته منهنجا پي ماءُ ان هستي تان قربان وڃن جن جو ڪاڏو ڇاڻي پيهي پيش نه ڪيو ويندو هو ۽ جنهن ڪڏهن به ڪٽڪ جي ماني تي ڏينهن لاڳيتو نه ڪاڌي، ايستائين جو الله تعاليٰ انهن کي پاڻ ڏانهن گهرائي ورتو.

## علي عليہ السلام گوڏ ٻڌي

260. علي بن ربيعہ جو بيان آهي ته مون حضرت علي عليہ السلام کي مختصر ڪپڙن ۾ ڏٺو مون انهن کي صرف گوڏ ۾ به ڏٺو.

261. بنو ڪاهل جي هڪڙي شخص جو بيان آهي ته مون حضرت علي عليہ السلام کي ڏٺو ته ان کي گوڏ ٻڌل هئي، مون سوچيو ته ڪيترو سنو ڪپڙو آهي جيڪو اوگهڙ کي ڍڪي رکي ٿو ۽ ان سان تڪليف به گهٽ ٿئي ٿي.

## يهودي ڇوڪري جا سوال ۽ علي عليہ السلام جا جواب

262. ابوطفيل جو بيان آهي ته جنهن ڏينهن حضرت ابوبڪر رضہ فوت ٿيو مان ان جي جنازي ۾ حاضر هيس، ۽ مان ان ڏينهن به موجود هيس جڏهن حضرت عمر رضہ جي بيعت ڪئي وئي. مولا علي عليہ السلام هڪڙي ڪنڊ ۾ ويٺا هيا ته هڪڙو يهودي ڇوڪرو آيو. ان کي خوبصورت ڪپڙا پاتل هيا ۽ اهو حضرت هارون عليہ السلام جي اولاد مان هو ايستائين جو اهو ڇوڪرو حضرت عمر رضہ جي بلڪل پرسان اچي بيٺو ۽ چيائين، اي اميرالمومنين! ڇا توهان هن امت ۾ انهن جي ڪتاب ۽ ان جي نبيءَ جي حڪمن کي ڄاڻڻ وارا وڏا عالم آهيو. حضرت عمر رضہ پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. ڇوڪري وري عرض

ڪيو توهان منهنجي مدد ڪيو ۽ ڳالهہ کي وري ورجايو تہ حضرت عمر رضہ ان کان پڇيو ڪهڙو مسئلو آهي؟ ان ڇوڪري عرض ڪيو مان پنهنجي طور تي پنهنجي دين مان ڪجهہ شڪ شبها کڻي آيو آهيان. حضرت عمر رضہ ان کي حضرت علي عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ ان نوجوان ڏانهن وڃ. ان ڇوڪري وري پڇيو اهو نوجوان ڪير آهي. حضرت عمر رضہ چيو اهو علي بن ابوطالب آهي، رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو سوٹ آهي، حَسن ۽ حُسين جو ابو آهي، رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي حضرت فاطمہ سلام الله عليها جو مڙس آهي.

اهو يهودي ڇوڪرو علي بن ابوطالب عليہ السلام ڏانهن ويو ۽ وڃي پڇيائين تہ ڇا اوهان جو اهو تعارف آهي. علي عليہ السلام فرمايو هائو. ان ڇوڪري چيو تہ مان توهان کان ٽي، ٽي ۽ هڪڙو سوال ڪرڻ گهران ٿو. مولا علي عليہ السلام مرڪيا ۽ فرماياٿون. اي هاروني! توکي ست چوڻ کان ڪهڙي ڳالهہ روڪي ٿي. ان چيو تہ مان ٽي ڳالهيون پڇندس، جيڪڏهن توهان کي معلوم هوندو تہ پوءِ بعد واريون ڳالهيون پڇندس. جيڪڏهن توهان کي پهريون ٽي ڳالهيون معلوم نہ هونديون تہ مون کي خبر پئجي ويندي تہ توهان وٽ عِلم ڪونهي. مولا علي عليہ السلام فرمايو خبردار! بيشڪ توکي ان ذات جو واسطو ڏئي پڇان ٿو جنهن جي تون عبادت ڪندو آهين، جيڪڏهن مون تنهنجي سوالن جا جواب ڏئي ورتا تہ ڇا تون پنهنجو دين ڇڏي منهنجي دين ۾ داخل ٿي ويندين. ان ڇوڪري چيو تہ مان آيو ئي ان لاءِ آهيان. مولا علي عليہ السلام فرمايو تہ سوال پڇ. ان ڇوڪري چيو تہ مون کي ان پهرين ڦڙي جي باري ۾ ٻڌايو جيڪو زمين تي ڪريو، اهو ڪهڙو ڦڙو هو. ٻيو تہ ان پهرين اک جي باري ۾ ٻڌايو جيڪا زمين تي رُني، اها ڪهڙي اک هئي. ٽيون تہ ان پهرين شي جي باري ۾ ٻڌايو جيڪا زمين تي حرڪت ۾ آئي. اميرالمومنين علي عليہ السلام جواب ڏنا تہ ان ڇوڪري چيو تہ توهان بعد وارين ٽن ڳالهين بابت ٻڌايو. مون کي محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي باري ۾ ٻڌايو تہ ان کان پوءِ ڪيترا عادل امام هوندا ۽ اهي

ڪھڙي جنت ۾ ھوندا ۽ انھن سان جنت ۾ ڪير گڏ ھوندو. علي عليہ السلام فرمايو ھاروني! بيشڪ محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا عادل امام ٻارھن ھوندا، انھن جي بي ادبي ڪرڻ وارو انھن کي ڪوبہ نقصان پھچائي نہ سگھندو ۽ نہ اھي پنھنجي مخالفت جي مخالفت کان ڊڄندا، اھي دين لاءِ زمين ۾ موجود بلند جبلن کان بہ وڌيڪ ثابت قدم ھوندا ۽ محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنھنجي جنت ۾ انھن عادل ٻارھن امامن سان گڏ رھندا. ان ڇوڪري چيو توھان سچ فرمايو ۽ الله تعاليٰ جو قسم جنھن کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونھي، مون اھا ڳالھہ پنھنجي بابا ھارون عليہ السلام جي ڪتاب ۾ ڏٺي آھي، جنھن کي انھن پنھنجي ھٿ سان لکيو ھو ۽ موسيٰ عليہ السلام لکرايو ھو. ان ڇوڪري چيو تہ ھڪڙي آخري ڳالھہ بہ ٻڌايو مون کي محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وصي جي باري ۾ ٻڌايو انھن کان پوءِ وصي ڪيترو عرصو زندہ رھندو ڇا اھو وفات ڪندو يا شھيد ڪيو ويندو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو اي ھاروني! اھو انھن کان پوءِ ٽيھہ سال زندھہ رھندو ھڪڙو ڏينھن نہ گھٽ، نہ وڌ. پوءِ علي عليہ السلام پنھنجي ڪنڌ ڏانھن اشارو ڪندي فرمايو ھتي ڌڪ ھنيو ويندو ۽ ھي ڏاڙھي رت سان ڳاڙھي ٿي ويندي. راوي چوي ٿو تہ اھو ٻڌي ھاروني ڇوڪرو رڙ ڪري اٿيو ۽ تسبيح ٽوڙي ڇڏي ۽ ڪلمو پڙھيو.

## علي عليہ السلام قرآن جي ظاھر ۽ باطن کي ڄاڻن ٿا

263. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آھي تہ بيشڪ قرآن ستن اکرن تي نازل ٿيو آھي ۽ انھن ۾ ڪو اھڙو اکر ڪونھي جنھن جو ھڪ ظاھر ۽ ھڪ باطن نہ ھجي. بيشڪ علي بن ابوطالب عليہ السلام وٽ ان جي ظاھر جو بہ عِلم آھي ۽ ان جي باطن جو بہ عِلم آھي.

## مولاءِ ڪائنات جو الله جي راھہ ۾ خرچ ڪرڻ

264. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنھما، الله تعاليٰ جي ھن فرمان "اَلَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ بِالَّيْلِ وَالنَّهَارِ سِرًّا وَّعَلَانِيَةً فَلَهُمْ اَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ(٢٧٤)" (بقره: 274) معنيٰ: ۽ جيڪي ماڻھو

پنهنجو مال رات ۽ ڏينهن ۾ لڪل ۽ ظاهر طور چڱائي لاءِ خرچ ڪندا آهن تن لاءِ سندن پالڻهار وٽ انهن جو اجر آهي ۽ انهن کي نہ ڊپ هوندو ۽ نہ اهي غمگين ٿيندا (٢٧٤) جي متعلق فرمايو تہ هي آيت حضرت علي ڪرم الله وجہ جي شان ۾ نازل ٿي. علي عليہ السلام وٽ چار دينار هيا. هڪڙو دينار رات جو خرچ ڪيائين، هڪڙو دينار ڏينهن جو خرچ ڪيائين، هڪڙو دينار خيرات ۾ لِڪي ڏنائين ۽ هڪڙو دينار ظاهر ظهور الله جي راهہ ۾ خرچ ڪيائين.

## آيتِ نجويٰ تي علي عليہ السلام کان سواءِ ڪنهن بہ عمل نہ ڪيو

265. امام واحدي الله جي هن فرمان "يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِذَا نَاجَيْتُمُ الرَّسُوْلَ فَقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيْ نَجْوٰىكُمْ صَدَقَةً " (مجادلہ: 12) معنيٰ: اي ايمان وارو! جڏهن توهان رسول سان ڪن ۾ ڪا ڳالهہ ڪرڻ گهرو تہ پنهنجي ڳالهہ کان اڳ ۾ ڪجهہ خيرات ڏيو جي باري ۾ ٻڌايو تہ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مسلمان ڪثرت سان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سوال پڇڻ لڳا. ايستائين جو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اها ڳالهہ گهڻي ڏکي لڳي تہ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب تي هلڪائي ڪرڻ جي ارادي سان اها آيت نازل فرمائي. جڏهن اها آيت نازل ٿي تہ ماڻهو گهڻا سوال پڇڻ کان رڪجي ويا. امام واحدي جو چوڻ آهي تہ مفسرين جي قول مطابق ماڻهن کي سرگوشي کان روڪيو ويو جيستائين اهو صدقو نہ ڏين.

266. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ الله جي ڪتاب ۾ هڪڙي آيت آهي جنهن تي نہ مون کان اڳ ۾ ڪنهن عمل ڪيو ۽ نہ ڪوئي بعد ۾ عمل ڪندو ۽ اها آيتِ نجويٰ آهي. مون وٽ هڪڙو دينار هو مون اهو خرچ ڪيو. مان جڏهن بہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ڪن ۾ ڪا راز جي ڳالهہ پڇندو هيس تہ هڪڙو درهم خيرات ڪندو هيس. اهڙي طرح مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ڏهہ مسئلا پڇيا. پوءِ هن آيت سان ان آيت جو حڪم منسوخ ٿي ويو. "ءَاَشْفَقْتُمْ اَنْ تُقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيْ نَجْوٰىكُمْ صَدَقٰتٍ" (مجادلہ: 13) معنيٰ: ڇا

توهان هن کان ڊچي ويا تہ پنهنجي ايئن ڳالهہ ڪرڻ کان اڳ ۾ ڪجهہ خير ڏيو.

## اهي ڏهہ ڳالهيون جن لاءِ علي عليہ السلام سرگوشي ڪئي

267. اهي ڏهہ ڳالهيون جن لاءِ حضرت علي ڪرم الله وجہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان سرگوشي ڪئي، انهن جي باري ۾ امام حسام الدين محمد بن عثمان بن محمد علي آبادي پنهنجي تفسير مطلع المعاني ۾ لکيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ انهن ڏهہ دفعا رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان ڏهن ڳالهين لاءِ سرگوشي ڪئي ۽ ان کان اڳ ڏهہ دفعا صدقو ڏنو. علي عليہ السلام پهريون سوال ڪيو تہ وفا ڇا آهي؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو توحيد ۽ لا اله الا الله جي شاهدي ڏيڻ. پوءِ حضرت علي عليہ السلام سوال ڪيو تہ فساد ڇا آهي؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ الله سان شرڪ ۽ ڪفر ڪرڻ. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو حق ڇا آهي؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اسلام ۽ قرآن ۽ ولايت. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو چالاڪي ڇا آهي؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هوشياري ترڪ ڪرڻ. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو مون تي ڇا فرض آهي؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو الله جي اطاعت ۽ ان جي رسول جي اطاعت. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو مان الله کان ڪيئن دعا گهران؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو صدق ۽ يقين سان. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو مان الله کان ڇا گهران؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو عافيت. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو مان ڪهڙو ڪم ڪريان جنهن سان منهنجي ذات کي ڇوٽڪارو ملي؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو حلال کاءِ ۽ سچ ڳالهاءِ. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو سُرور ڇا آهي؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جنت. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو راحت ڇا آهي؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو الله جي ملاقات. پوءِ جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي ڪرم

الله وجہ جي سوالن جي جوابن کان فارغ ٿيا تہ رسول الله ﷺ سان سرگوشي ڪرڻ کان اڳ صدقو ڏيڻ وارو حڪم منسوخ ٿي ويو.

## نبي ڪريم ﷺ علي عليہ السلام سان ستر واعدا ڪيا

268. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسان بيان ڪندا هياسين تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي ڪرم الله وجہ سان ستر واعدا ڪيا آهن، انهن کان علاوه ٻئي ڪنهن سان بہ ايترا واعدا نہ ڪيائون.

## رسول الله ﷺ جيترا واعدا علي عليہ السلام سان ڪيا ايترا واعدا ڪنهن سان بہ نہ ڪيا

269.۔ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسان محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن جي جماعت بيان ڪندا هياسين تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام سان 80 واعدا ڪيا، ايترا واعدا انهن کان سواءِ ٻئي ڪنهن سان بہ ڪونہ ڪيائون.

## حديبيہ واري ڏينهن جو ناهہ لکندڙ علي عليہ السلام آهي

270. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جو بيان آهي تہ حديبيہ واري ڏينهن ناهہ لکڻ وارو حضرت علي عليہ السلام هو. عبدالرزاق جي قول مطابق هڪڙي ٻيڙي شخص چيو مون زبيري کان ان متعلق پڇيو تہ اهو کليو يا مرڪيو ۽ چيو اهو علي عليہ السلام هيو ۽ جيڪڏهن تون انهن کان يعني بنو اميہ کان پڇين ها تہ اهي چون ها تہ اهو عثمان رضي الله عنہ هو.

## علي عليہ السلام جون چار خوبيون جيڪي عرب ۽ عجم جي ڪنهن بہ شخص ۾ نہ آهن

271. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جو بيان آهي تہ علي عليہ السلام ۾ چار خوبيون اهڙيون آهن جيڪي عرب ۽ غيرعرب ڪنهن ۾ بہ ڪونہ آهن. اهي هي تہ حضرت علي عليہ السلام عربن ۽ اجمين (غيرعرب) ۾ پهريان شخص آهن جنهن سيني کان پهريان نبي

ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ نماز پڙهي. علي عليہ السلام اهي آهن جو هر لڙائي ۾ رسول الله ﷺ جو جهنڊو ان وٽ هوندو هو. حضرت علي عليہ السلام اهي آهن جيڪي اُحد واري ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ ثابت قدم رهيا. جڏهن تہ ان کان سواءِ ٻيا ماڻهو ثابت قدم نہ رهيا. حضرت علي عليہ السلام اهي شخص آهن جنهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي غسل ڏنو ۽ قبر ۾ سمهاريو.

## صالح المومنين مان مراد علي بن ابو طالب آهي

272. حضرت اسماء بنت عميس رضہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي هي آيت پڙهندي ٻڌو "وَاِنْ تَظٰهَرَا عَلَيْهِ فَاِنَّ اللّٰهَ هُوَ مَوْلٰىهُ وَجِبْرِيْلُ وَصَالِحُ الْمُؤْمِنِيْنَ" التحريم: 4) معنيٰ: ۽ جيڪڏهن ان ڳالهہ تي زور ڏينديون تہ بيشڪ الله ان پيغمبر جو مددگار آهي ۽ جبرائيل ۽ سُڌريل (صالح) مومن بہ. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو صالح المومنين علي بن ابوطالب آهي.

## وعدًا حسنا مان مراد علي عليہ السلام ۽ حمزه رضہ آهن

273. مجاهد کان روايت آهي تہ قرآن شريف جي هي آيت "اَفَمَنْ وَّعَدْنٰهُ وَعْدًا حَسَنًا فَهُوَ لَاقِيْهِ كَمَنْ مَّتَّعْنٰهُ" (القصص:61) معنيٰ: پوءِ اهو جنهن سان اسان سٺو واعدو ڪيو آهي جيڪو ان کي ملڻ وارو بہ آهي سو ان جهڙو آهي ڇا جنهن کي اسان دنياوي زندگيءَ جي سامان سان آسودو ڪيوسين. حضرت علي ڪرم الله وجہ ۽ حضرت حمزه رضي الله عنہ جي باري ۾ نازل ٿي. "ڪمن متعناه" مان دنياوي زندگيءَ جو نفعو آهي ۽ مان ان مان ابوجهل مراد وٺان ٿو.

## اميرالمومنين علي عليہ السلام جون خوبيون

274. عيسيٰ بن عبدالله پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي حوالي سان روايت ڪئي آهي تہ هڪڙو شخص حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما وٽ حاضر ٿيو ۽ چيو سبحان الله! حضرت علي عليہ السلام جا مناقب ۽ فضيلتون تمام گهڻيون آهن. مون ان جو حساب ڪيو آهي تہ اهي ٽي هزار آهن. حضرت عبدالله بن عباس رضہ فرمايو. تون ايئن نہ چئو بلڪ

چئو ته حضرت علي عليه السلام جون فضيلتون ۽ مناقب ٽيهه هزار جي لڳ ڀڳ آهن.

## منافق جي سڃاڻپ علي عليه السلام سان بغض جي ڪري ٿيندي هئي

275. ابوالذناد جو بيان آهي ته انصاري حضرات چوندا هيا ته اهڙو شخص جيڪو پنهنجي پيءُ مان نه پر ڪنهن غير مان حرامي هوندو هو ته اسان ان کي علي عليه السلام سان بغض ڪري سڃاڻندا هياسين.

276. حضرت ابوسعيد رضه کان روايت آهي ته اسان رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي زماني ۾ منافقن کي علي عليه السلام سان بغض ڪري سڃاڻندا هياسين.

277. حضرت ابوسعيد خدري رضه کان روايت آهي ته اسان منافقن کي عليه السلام سان بغض ڪري سڃاڻندا هياسين.

## علي عليه السلام جي باري ۾ حضرت عائشه رضه کان سوال

278. عوام بن حوشب چيو ته مون سان منهنجي ماسات. جنهن جو تعلق بنوحرث سان هيو بيان ڪيو ته مان پنهنجي امڙ سان حضرت عائشه رضه وٽ ويس ته منهنجي امڙ ان کي چيو ته توهان جي جنگ جمل بابت ڪهڙي راءِ آهي. حضرت عائشه رضه چيو ته بس، اهو الله جي طرف کان ٿيڻو هو. پوءِ منهنجي امڙ حضرت عائشه رضه کان حضرت علي عليه السلام جي باري ۾ پڇيو ته ان چيو. تو اهڙي شخص جي باري ۾ پڇيو آهي جيڪو ماڻهن ۾ سڀني کان وڌيڪ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم کي پيارو هو. مون ڏٺو هو ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم علي، فاطمه حسن ۽ حسين عليهم السلام کي گڏ ڪري انهن مٿان چادر وڌي ۽ ان کان پوءِ فرمايائون، اي الله! اهي ئي منهنجا اهلبيت آهن. تون انهن کان هر ناپاڪائي کي پري ڪيدي ڇڏ ۽ انهن کي پاڪ ۽ پاڪيزه ڪري ڇڏ. حضرت عائشه رضه چيو ته مون عرض ڪيو. يارسول الله! مان توهان جي اهلبيت مان آهيان ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو تون ڀلائي تي آهين.

## علي (عليہ السلام) توهان سيني کان وڌيڪ سنت ڄاڻڻ وارو آهي

279. جسره جو بيان آهي تہ حضرت عائشہ رضہ فرمايو تہ توهان کي عاشوري ڏينهن جي روزي جي ڪنهن فتوا ڏني. اسان چيو تہ علي بن ابوطالب عليہ السلام تہ حضرت عائشہ رضہ فرمايو"هو اعلم بالسنة." يعني علي توهان سيني کان وڌيڪ سنت کي ڄاڻڻ وارو آهي.

## عِلم جا ڇهہ حصا آهن

280. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما فرمايو تہ عِلم جا ڇهہ حصا آهن. انهن مان علي عليہ السلام وٽ پنج حصا آهن ۽ باقي سيني ماڻهن وٽ صرف هڪ حصو آهي ۽ ان ڇهين حصي ۾ بہ علي عليہ السلام اسان سان شريڪ آهي، ايترو جو اهو ان هڪڙي حصي ۾ بہ اسان کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو.

## مع الصادقين مان مراد علي بن ابوطالب آهي

281. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما هن آيت "يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَكُوْنُوْا مَعَ الصّٰدِقِيْنَ(١١٩)" (توبه: 119) معنيٰ: اي ايمان وارو! الله کان ڊڄو ۽ سچن سان گڏ ٿي وڃو جي متعلق فرمايو تہ "مع" لفظ ۾ علي عليہ السلام ۽ ان جا ساٿي آهن. يعني علي ۽ ان جي اصحابن سان گڏ ٿي وڃو.

282. حضرت امام محمد باقر عليہ السلام جو هن آيت "وڪونو مع الصادقين" معنيٰ تہ سچن سان گڏ ٿي وڃو جي باري ۾ قول آهي مع آل محمد يعني آلِ محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ ٿي وڃو.

## آيت ۾ نسب ۽ صهر مان مراد علي بن ابوطالب آهي

283. ابو قتيبہ تيمي بيان ڪيو تہ مون ابن سيرين کي الله تعاليٰ جي هن آيت "وَهُوَ الَّذِيْ خَلَقَ مِنَ الْمَآءِ بَشَرًا فَجَعَلَهٗ نَسَبًا وَّ صِهْرًا وَكَانَ رَبُّكَ قَدِيْرًا(٥٤)" (فرقان: 54) معنيٰ: ۽ اهو الله آهي جنهن پاڻي منجهان انسان کي پيدا ڪيو پوءِ ان کي پيڙهي ۽ ساهراڻن جي ماڻٽي وارو ڪيائين، ۽ تنهنجو پالڻهار وس وارو آهي (٥٤)، جي باري ۾ چوندي ٻڌو تہ هي آيت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي بن ابوطالب عليہ

السلام جي باري ۾ نازل ٿي جو علي عليہ السلام حضرت فاطمہ سلام الله عليها جا مڙس آهن. يعني نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا سوٽ ۽ انهن جي نياٽيءَ جا مڙس آهن. وڪان نسبا، وڪان صهرا، وڪان ربڪ قديرا يعني نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نسب ۽ صهر جو سبب آهن.

## علي (عليہ السلام) کان پڇو اهو مون کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو

284. قيس بن ابوحازم جو بيان آهي تہ هڪڙو شخص معاويہ وٽ آيو ۽ هڪڙو مسئلو پڇيو تہ معاويہ چيو تون علي بن ابوطالب کان پڇ، اهو مون کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو. ان شخص چيو تہ مان توهان کان جواب گهران ٿو. معاويہ چيو، توتي حيف هجي، ڇا تون ان شخص کان ڪراهت ڪرين ٿو جنهن کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم عِلم سان پري ڇڏيو ۽ جنهن جي باري ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو، تون مون سان اهائي نسبت رکين ٿو جيڪا هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هئي. عمر بن خطاب بہ ان کان پڇندو هو ۽ جواب وٺندو هو. عمر رضہ کي جڏهن بہ ڪا مشڪل پيش ايندي هئي تہ چوندو هو تہ هتي علي عليہ السلام آهي.

## علي عليہ السلام جي شهادت تي معاويہ جو انا لله چوڻ

285. مغيره جو بيان آهي تہ جڏهن معاويہ کي حضرت علي عليہ السلام جي وفات جي خبر ملي تہ ان چيو انا لله وانا اليه راجعون . ان وقت اهو پنهنجي زال بنتِ قرظہ سان ڳالهائي رهيو هو. ان چيو تہ ماڻهو عِلم، فضل ۽ خير وڃائي ويٺا. اهو ٻڌي ان جي زال چيو تون علي جي وفات تي انا لله چئي رهيو آهين. ان جواب ڏنو توتي افسوس ٿئي ٿو توکي خبر آهي تہ اڄ ان جي عِلم، فضل ۽ خير ۾ گوءِ کٽي وڃڻ سان گڏ ڇا ڇا وڃائجي ويو.

286. جڏهن حضرت علي عليہ السلام جي وفات جي خبر معاويہ تائين پهتي تہ اهو پنهنجي زال سان ستل هو. پوءِ ويهي انا لله وانا اليہ راجعون چيو. ان جي زال فاختہ بنت قرظہ معاويہ کي چيو تہ تون ڪالهہ تائين ان کي گاريون ڏيندو هئين ۽ اڄ ان لاءِ روئين ٿو. معاويہ چيو تہ

توتي افسوس آهي، مان ان لاءِ روئان ٿو جو ماڻهن مان عِلم ۽ حلم ختم ٿي ويو.

## هي ٽيلهي ان کي ڏيندس جيڪو علي جي باري ۾ سچي ڳالهه چوندو

287. طرماح طائي، هشام مرادي ۽ محمد بن عبدالله حميري، معاويه سان گڏ ويٺا هيا ته معاويه درهمن جي هڪڙي ٽيلهي ڪڍي ۽ اها سامهون رکي چيو اي عرب جا شاعروا توهان علي جي باري ۾ اها ڳالهه چئو جيڪا حق سچ هجي ۽ مان هي ٽيلهي ان کي ڏيندس جيڪو علي جي باري ۾ سچي ڳالهه چوندو. طرماح اٿيو ۽ ان حضرت علي عليه السلام جا عيب ڳولڻ شروع ڪيا ته معاويه چيو ويهي رهه الله تنهنجي نيت کي ڄاڻي ٿو ۽ تنهنجي حالت کي ڏسي رهيو آهي. ان کان پوءِ هشام مرادي اٿيو ۽ اهو عيب ڳولڻ لڳو. معاويه چيو ته پنهنجي ساٿي سان ويهي رهه الله توهان ٻنهي جي نيت کان واقف آهي. ان کان پوءِ عمرو بن عاص محمد بن عبدالله حميري کي چيو جيڪو ان جو خاص ماڻهو هو هاڻي تون علي جي باري ۾ اها ڳالهه چئو جيڪا حق هجي. حميري اٿيو ۽ چيو اي معاويه تو چيو آهي ته مان ٽيلهي ان کي ڏيندس جيڪو علي (عليه السلام) جي باري ۾ حق ڳالهه چوندو. معاويه چيو ته هائو مان صخر بن حرب جي لاجواب ڪرڻ گهران ٿو. مان هي ٽيلهي صرف علي جي باري ۾ حق ڳالهه چوڻ واري کي ئي ڏيندس. پوءِ محمد بن عبدالله اٿيو جيڪو حضرت علي المرتضيٰ عليه السلام جي ابي ڏاڏي جي نسل مان هو ان هيٺن چيو:

| | |
|---|---|
| بحق محمد قولوا بحق | فان الافک من شيم للئام |
| ابعد محمد بابي و امي | رسول الله ذي الشرف التمام |
| اليس علي احلم خلق ربي؟ | و اشرف عند تحصيل الکلام |
| ولايته هي الايمان حقا | فذرني من اباطيل الانام |
| فطاعت ربنا فيها و فيها | شفاء للقلوب من السقام |
| علي امامنا بابي و امي | ابوالحسن المطهر من آثام |
| امام هدي مهيب الناس خير | به عرف الحلال من الحرام |

فلواني قتلت النفس حبا　له ما كان فيها من آثام
يحل النار قوم ابغضوه　وان صلوا و صاموا الف عام
فلا والله لا تزكو صلوات　بغير ولايت العدل الامام
اميرالمومنين بک اعتصامي　وبعدک بالائمت لي اعتصام
فهذالقول لي دين و هذا　الي لقياک يا ربي کلام

(توکي محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو واسطو آهي حق ڳالهہ چئو انهيءَ کري جو ڪوڙ ڳالهائڻ ڪميڻن ماڻهن جي خصلت آهي. ڇا محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جنهن تي منهنجا پيءُ ماءُ قربان وڃن، کان پوءِ علي عليہ السلام سيني ماڻهن کان وڌيڪ شرف وارو ڪونہ آهي، ڇا علي عليہ السلام منهنجي رب جي مخلوق ۾ سيني کان وڌيڪ حلم وارو ڪونهي، ۽ گفتگو ڪرڻ وقت اڃا وڌيڪ شرف وارو ڪونهي، ان جي ولايت کي مڃڻ ئي سچو ايمان آهي، تنهنڪري مون کي مخلوق جي باطل عقيدن کان الڳ رکو اسان جي رب العالمين جي اطاعت ان جي ولايت ۾آهي ۽ ان ۾ بيمارين جي شفا آهي، علي عليہ السلام اسان جو امام آهي، منهنجا پيءُ ماءُ ان تي قربان، اهو ابوالحسن آهي ۽ پليتين کان پاک آهي، اهي هدايت جا امام آهن ۽ ماڻهن کي خير عطا ڪرڻ وارا آهن. انهن جي ئي سبب حلال ۽ حرام کي سڃاتو ويو جيڪڏهن مان ان جي محبت ۾ پنهنجي جان قربان ڪريان تہ ان ۾ ڪوئي نقصان ڪونهي، اهڙي قوم جي لاءِ دوزخ جي باهہ حلال آهي جيڪا ان سان بغض رکي توڙي اهي ماڻهو هزارين سال نمازون پڙهن ۽ روزا رکن. الله جو قسم! بغير امام عدل جي ۽ ولايت مڃڻ جي نمازون قبول ڪونهن. اميرالمومنين علي عليہ السلام! توهان سان منهنجو مضبوط تعلق آهي ۽ توهان کان پوءِ پاک امامن سان منهنجي وابستگي هوندي، اهو قول منهنجي لاءِ دين آهي ۽ اي منهنجا پالڻهار تنهنجي ملاقات تائين منهنجو اهوئي عقيدو آهي.)

معاويہ چيو تو ان جي باري ۾ سچ چيو هي ٿيلهي وٺ.

## صفين ۾ مولا علي عليہ السلام جڏهن معاويہ کي ميدان ۾ سڏيو

288. تاريخدانن ذکر ڪيو آهي تہ صفين جي لڙائي واري ڏينهن اميرالمومنين علي بن ابوطالب عليہ السلام سان ربيعہ جي لشڪر مان

ڏھہ کان ٻارھن ھزارن مجاھدن جو لشڪر ھو. پاڻ انھن جي اڳيان دلدل نالي خچر تي سوار ھيا. جڏھن پاڻ شامي لشڪر تي حملو ڪيائون ۽ انھن سان گڏ ھڪڙي ٻئي شخص بہ حملو ڪيو تہ شامي لشڪر مان ھڪڙي بہ قطار اھڙي ڪونہ ھئي جيڪا چڙوچڙ تي پڇڻ نہ لڳي ھجي. جڏھن علي عليہ السلام معاويہ جي خيمي وٽ پھتا تہ فرمايائون:

اضر بھم ولا اري معاويہ الا خزر العين العظيم الخاويہ

يھوي بہ في النار ام ھاويہ

(مان انھن کي ماري رھيو آھيان پر مون کي معاويہ نظر نٿو اچي، جيڪو ڇُچين اکين وارو آھي ۽ وڏو نقصان کڻڻ وارو آھي، جنھن کي ام ھاويہ يعني دوزخ باھہ ۾ گِھليو آھي.)

پوءِ مولاءِ ڪائنات علي بن ابوطالب عليہ السلام پڪاريو اي معاويہ! اختلاف منھنجي ۽ تنھنجي وچ ۾ آھي، ماڻھو ڇوڻو مارائين. اچ تہ اسان الله کي حاڪم بڻايون ٿا تہ اسان مان ڪير آھي جيڪو پنھنجي مخالف کي قتل ڪري ٿو ۽ ان کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٿو. عمرو بن عاص معاويہ کي چيو تہ انصاف ڪر. يعني ھو جنگ جي ميدان ۾ آھي ۽ تون خيمي ۾ آرام سان ويٺو آھين. معاويہ عمرو بن عاص کي چيو تہ تون ان ڳالھہ کي چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو تہ علي (عليہ السلام) جنھن کي بہ للڪاريو آھي تہ ان کي قتل ئي ڪيو آھي. عمرو ان کي چيو تہ توکي علي (عليہ السلام) جي للڪار ضرور قبول ڪرڻ گھرجي.

شرقي بن قطامي جو بيان آھي تہ جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ معاويہ عمرو کي چيو تہ ڇا تو مون کي مصلحت جي خلاف مشورو نہ ڏنو ھو. عمرو چيو تہ نہ. معاويہ چيو تہ ڪيئن نہ ڏنو ھو جنھن ڏينھن تو مون کي علي (عليہ السلام) جي للڪار قبول ڪرڻ لاءِ چيو ھو جڏھن تہ توکي خبر ھئي تہ علي (عليہ السلام) ڪھڙي شي آھي.

## ابو تراب کي گھٽ وڌ ڳالھائڻ کان توکي ڪنھن روڪيو

289. معاويہ بن ابوسفيان حضرت سعد رضہ کي حڪم ڏيندي چيو تہ ابوتراب کي گھٽ وڌ ڳالھائڻ کان توکي ڪھڙي ڳالھہ روڪيو آھي. حضرت سعد رضہ چيو تہ مون کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ

وسلم جون علي عليہ السلام جي حق ۾ تي ڳالهيون ياد آهن، جنهن جي ڪري مان علي عليہ السلام کي ڪڏهن بہ گار نہ ڏيندس. انهيءَ ڪري جو جيڪڏهن انهن مان هڪڙي بہ مون کي ملي وڃي تہ مون کي مهري اٺن کان بہ وڌيڪ پياري هوندي، مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي علي عليہ السلام جي باري ۾ فرمائيندي ٻڌو جڏهن مولا علي عليہ السلام کي ڪنهن لڙائي ۾ پوئتي رهڻ لاءِ ڇڏيو تہ مولا علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ يارسول الله! توهان مون کي ٻارن ۽ عورتن ۾ ڇڏيون ٿا وڃو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي فرمايو. ڇا تون راضي نہ آهين تہ تون مون سان اهائي نسبت رکين ٿو جيڪا هارون عليہ السلام کي موسيٰ عليہ السلام سان هئي، البت مون کان پوءِ ڪوئي نبي ڪونهي.

ٻيو تہ مون خيبر واري ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اهو فرمائيندي ٻڌو جو پاڻ سڳورا فرمائي رهيا هيا. صبحاڻي مان ان شخص کي جهنڊو ڏيندس جيڪو مڙس ماڻهو هوندو الله ۽ ان جو رسول ان سان محبت ڪن ٿا ۽ اهو بہ الله ۽ ان جي رسول سان محبت ڪندڙ آهي، اسان مان سيني جي خواهش هئي تہ جهنڊو مون کي ملي، صبح جو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ علي (عليہ السلام) کي مون وٽ سڏي اچو. اسان ان کي سڏ ڪيو تہ اهو هليو آيو. جڏهن تہ ان جون اکيون اٿيل هيون. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي اکين ۾ لب لڳائي ۽ ان کي جهنڊو عطا ڪيو. پوءِ الله تعاليٰ ان جي هٿاران فتح عطا ڪئي.

## ابوطالب کان پوءِ فاطمہ بنت اسد مون سان سيني کان وڌيڪ سٺي هئي

290. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن حضرت علي ڪرم الله وجہ جي امڙ فوت ٿي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي قميص لاهي ان کي پارائي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي قبر ۾ سُتا ۽ جڏهن ان جي قبر تي مٽي کي سڌو ڪيائون تہ ڪجهہ اصحابن عرض ڪيو تہ يارسول الله! جيڪي ڳالهہ اسان هتي ڏٺي آهي اها ٻئي ڪنهن جي لاءِ ڪونہ ڏٺي آهي. حضور

صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مون ان کي پنهنجي قميص پارائي تہ جيئن ان کي جنت جو لباس پارايو وڃي ۽ مان ان جي قبر ۾ سُتس تہ جيئن ان تي قبر جي سختي آسان ٿي وڃي. اها ابوطالب کان پوءِ الله جي مخلوق ۾ مون سان سڀني کان وڌيڪ سٺي هئي.

## علي بن ابوطالب جي فضيلت واري باب ۾ امام احمد بن حنبل جو قول

291. هارون حضرمي جو بيان آهي تہ مون امام احمد بن حنبل کان ٻڌو، جنهن چيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن مان ڪنهن جا بہ ايترا فضائل ڪونہ آهن جيترا علي بن ابوطالب عليہ السلام جا فضائل آهن.

## حضرت جنيد بغدادي جو قول

292. حضرت جنيد بغدادي رضي الله عنہ کان جڏهن حضرت علي عليہ السلام جي عِلم تَصوَف جي باري ۾ پڇيو ويو تہ ان فرمايو جيڪڏهن علي ڪرم الله وجہ لڙاين مان فارغ هجي ها تہ انهن کان اهو علم ايترو نقل ٿئي ها جو دليون ان جو بار کڻي نہ سگهن ها.

## صفين ۾ علي عليہ السلام جو حوشب الحميري جي ڳالهہ جو جواب

293. عبدالواحد قريشي جو بيان آهي تہ حوشب الحميري صفين واري لڙائي جي ڏينهن علي عليہ السلام کي رڙ ڪري چيو تہ اي ابن ابوطالب! اسان کان منهن موڙي وڃ، مان توکي پنهنجي خون ۽ تنهنجي خون لاءِ الله تعاليٰ جو واسطو ڏيان ٿو. اسان تنهنجي ۽ پنهنجي وچ ۾ عراق کي ڇڏي ڏيون ٿا ۽ تون اسان جي ۽ پنهنجي وچ ۾ شام کي خالي ڪري وڃ، ايئن اسان مسلمانن جي خون کي محفوظ ڪري وٺنداسين.

حضرت علي عليہ السلام فرمايو ام ظليم جا پٽ! الله جو قسم ڪاش توکي معلوم ٿي وڃي تہ جي الله تعاليٰ جي دين ۾ ڊوڪو ڏيڻ مون کي سونهين ها تہ مان ضرور ايئن ڪريان ها ۽ مصلحت يقيني طور منهنجي لاءِ آسان هئي، پر الله تعاليٰ اهل قرآن کي ڊوڪو ڏيڻ تي ۽ خاموش رهڻ تي راضي نہ ٿيندو آهي، بلڪ الله تعاليٰ مخالفت ڪندو آهي.

## الله جو قسم! الله جي ترڪش مان ماڻهن هڪڙو تير گم ڪري ڇڏيو آهي

294. عنسبہ النحوي جو بيان آهي تہ مان حسن بن ابوالحسن وٽ ويٺو هيس تہ ڪنهن ڳوٺ مان هڪڙو ماڻهو آيو ۽ ان چيو اي ابوسعيد! اسان وٽ اها ڳالهہ پهتي آهي تہ توهان اهو چئو ٿا تہ جيڪڏهن علي عليہ السلام مديني جي ٿڌي هوا کائيندو رهي ها تہ اهو ان لاءِ ان ڪم کان بهتر هو جيڪو ان ڪيو. امام حسن عليہ السلام فرمايو اي پاٽتيا! اها باطل ڳالهہ آهي، جنهن جي ذريعي سان خون محفوظ ڪيو ويو آهي. الله جو قسم! ماڻهن الله جي ترڪش مان هڪڙو تير گم ڪري ڇڏيو آهي. الله جو قسم! ان (علي عليہ السلام) کي، الله جي حڪم کان ڪابہ ڳالهہ روڪڻ واري ڪونہ هئي. قرآن جا عظيم مقصد ان کي ڏنا ويا هيا. ان جي ذمي لازم هو تہ اهو حلال کي حلال چوي ۽ حرام کي حرام چوي، ايستائين جو اهو عمل ان کي مٺي حوض ۾ صاف باغن تائين وٺي وڃي ها. اي بيوقوف! ان کي ٿي علي بن ابوطالب چيو ويندو آهي.

## تون هن امت جي رباني عالم جي باري ۾ سوال ٿو اٿارين

295. عوف اعرابي جو بيان آهي تہ هڪڙي شخص حضرت امام حسن عليہ السلام کي چيو تہ توهان علي عليہ السلام جي باري ۾ ڇا ٿا چئو تہ انهن فرمايو ڇا تنهنجي ماءُ ڪونهي جو تون هن امت جي رباني عالم جي باري ۾ سوال ڪري رهيو آهين. الله جو قسم! اهو الله جي حقن مان چوري ڪرڻ وارو ڪونہ هو. انهن کي يقيني طور قرآن پاڪ جي عظيم مقصدن جي ذميواري ڏني وئي هئي، ايستائين جو انهن کي اها ذميواري صاف باغن ۾ مٺي پاڻي تائين ڪٽي وڃي ها. اي بيوقوف! ان کي ٿي علي بن ابوطالب چيو ويندو آهي.

## ٿوري عرصي کان پوءِ تنهنجا بہ ساٿي توکان جدا ٿي ويندا

296. حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي وفات کان ٽي ڏينهن پهريان حضرت علي

عليہ السلام کي فرمائيندي ٻڌو پاڻ سڳورن فرمايو الله جو قسم! ٿوري عرصي کان پوءِ تنهنجا ٻہ ساٿي توکان جدا ٿي ويندا ۽ الله جو قسم! منهنجي خلافت تنهنجي ذمي آهي.

حضرت جابر رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم دنيا مان رحلت فرمائي تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو تہ اهو پهريون ساٿي آهي جنهن جي باري ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هو ۽ جڏهن حضرت حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها وفات ڪئي تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو هي ٻيو ساٿي آهي جنهن جي باري ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي فرمايو هو.

## علي عليہ السلام وحيد شهيد آهي

297. حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ڏٺو تہ پاڻ سڳورن حضرت علي عليہ السلام کي ڀاڪر ۾ وٺي چڱيو آهي ۽ علي عليہ السلام کي چمي رهيا آهن ۽ فرمائي رهيا آهن منهنجو پيءُ قربان، علي وحيد شهيد آهن.

### ڇا مان توهان کي ٻن بدترين ماڻهن جي خبر نہ ڏيان

298. حضرت عمار بن ياسر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مان ۽ علي عليہ السلام ذات العشيره جي لڙائي ۾ گڏ هياسين. جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اتي تشريف فرما ٿيا تہ اسان بنومدلج جي ڪجھ ماڻهن کي هڪڙي ڪجين جي باغ ۾ هڪڙي چشمي تي ڪجھ ڪم ڪندي ڏٺو. حضرت علي عليہ السلام مون کي فرمايو اي ابويقظان! جيڪڏهن تنهنجو خيال هجي تہ اسان انهن جي ويجهو وڃي ڏسون تہ اهي ڇا ڪري رهيا آهن. اسان انهن ڏانهن وياسين ۽ ڪجھ دير تائين انهن کي ڏسندا رهياسين. پوءِ اسان کي ننڊ اچي ورتو ۽ اسان باغ ۾ مٽي جي ڍير تي سمهي پياسين. الله جو قسم! اسان کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سواءِ ڪنهن بہ سجاڳ نہ ڪيو. پاڻ سڳورن پنهنجي پير سان اسان کي لوڏيو اسان مٽي ۾ ڀريل هياسين.

رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام کي مٽي ۾ ڀريل ڏٺو تہ فرمايو اي ابوتراب! اٿو. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ڇا مان توهان کي ٻن بدترين ماڻهن جي خبر نہ ڏيان. اسان عرض ڪيو جي هائو يارسول الله. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هڪڙو تہ ثمود جي قوم جو احيمر آهي جنهن حضرت صالح عليہ السلام جي ڏاچي جون ڪچون ڪپيون هيون ۽ ٻيو اهو آهي، اي علي! جيڪو تنهنجي مٿي تي ڪاري وارو ڌڪ هڻندو جو رت سان تنهنجي ڏاڙهي ڳاڙهي ٿي ويندي.

299. ضحاڪ بن مزاحم کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي علي! ڇا توکي خبر آهي تہ اڳين ماڻهن ۾ سيني کان وڏيڪ بدبخت ڪير هو؟ حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو الله ۽ ان جو رسول بهتر ڄاڻن ٿا. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو حضرت صالح عليہ السلام جي ڏاچيءَ جون ڪچون ڪپڻ وارو. پوءِ ارشاد فرمايو ڇا توکي خبر آهي تہ اچڻ وارن ماڻهن ۾ سيني کان وڏو بدبخت ڪير هوندو؟ حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو الله ۽ ان جو رسول بهتر ڄاڻن ٿا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي علي! تنهنجو قاتل.

## حضور ﷺ علي علہ السلام جي ايمان جي سلامتي جي خبر ڏني

300. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي ڪرم الله وجہ کي فرمايو جلد مون کان پوءِ توکي سخت امتحان مان گذرڻو پوندو. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو ڇا منهنجو دين سلامت رهندو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ تنهنجو دين سلامت رهندو.

## حضور ﷺ جي چيل ڳالهہ کي حضرت علي عليہ السلام نہ وساريو

301. حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ جڏهن مون عراق جو ارادو ڪيو ۽ گهوڙي تي سوار ٿيڻ لڳس تہ عبدالله بن سلام اچي مون کي

چيو تہ توهان عراق نہ وڃو ڇا توهان عراق ان لاءِ وڃي رهيا آهيو تہ اتي توهان کي تلوار جي ڌار جو زخم لڳي. حضرت علي عليہ السلام فرمايو الله جو قسم! توکان اڳ ۾ مون سان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اها ڳالهہ فرمائي چڪا آهن.

ابوالاسود جو بيان آهي تہ منهنجي دل ۾ خيال آيو تہ الله جو قسم! مون اڄ وانگر اڳ ۾ ڪنهن تجربيڪار شخص کي نہ ڏٺو آهي جنهن ماڻهن سان اهڙي ڳالهہ ڇئي هجي.

## هن امت جو بدبخت ترين انسان

302. زيد بن اسلم جو بيان آهي تہ ابو سنان دوئلي ان کي ٻڌايو تہ اهو حضرت علي عليہ السلام جي طبيعت پڇڻ لاءِ ويو ۽ عرض ڪيو اي اميرالمومنين! اسان کي توهان جي هن بيماري مان ڊپ ٿو لڳي. انهن فرمايو تہ مون کي پنهنجي جان جي باري ۾ هن بيماري کان ڪوبہ ڊپ ڪونهي، ڇوتہ مون صادق مصدق رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان اهو ٻڌو تہ توتي هتي وار ڪيو ويندو انهن پنهنجي مٿي ڏانهن اشارو ڪيو ۽ تنهنجي مٿي مان ايترو رت وهندو جو ان سان تنهنجي ڏاڙهي رنگجي ويندي اهو وار ڪرڻ وارو بدبخت هن امت جو بدبخت ترين انسان هوندو، جيئن ثمود جي قوم ۾ حضرت صالح عليہ السلام جي ڏاچي جا کچ ڪپڻ وارو گذريل امت جو بدبخت هو.

## مان جيستائين قتل نہ ٿيان ڪونہ مرندس

303 ـ فضالہ انصاري کان روايت آهي تہ مان پنهنجي بابي سان ينبع نالي ماڳ تي حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام جي طبيعت پڇڻ لاءِ وياسين جو اهي بيمار هيا. منهنجي پيءُ انهن کي عرض ڪيو توهان هتي ڇا جي لاءِ رهيا پيا آهيو جيڪڏهن توهان هتي فوت ٿي ويا تہ جهينہ جي جهنگلي بدوئن کان سواءِ توهان کي ڪير بہ دفن ڪونہ ڪندو. مان توهان کي مديني وٺي ٿو هلان. جيڪڏهن توهان اتي وفات ڪئي تہ توهان جا دوست ساٿي توهان جي ڪفن دفن جو بندوبست ڪندا ۽ توهان تي جنازي جي نماز پڙهندا. حضرت علي عليہ السلام فرمايو منهنجي حبيب ۽ منهنجي سوٽ محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم

مون کي خبر ڏني هئي تہ جيستائين مان قتل نہ ٿيان، ڪونہ مرندس، ايستائين جو منهنجي ڏاڙهي منهنجي رت سان ڳاڙهي نہ ٿي وڃي، علي عليہ السلام پنهنجي هٿ سان ڏاڙهي ۽ مٿي ڏانهن اشارو ڪيو ۽ فرمايو اها قضا اچڻ واري آهي ۽ وقت مقرر ٿي چڪو آهي.

## مون وٽ الله جو امر پهچي چڪو آهي

304. عثمان بن مغيره کان روايت آهي تہ جڏهن چاليهہ هجري جو رمضان مهينو آيو تہ حضرت علي عليہ السلام هڪڙي رات امام حسن عليہ السلام وٽ، هڪڙي رات امام حسين عليہ السلام وٽ ۽ هڪڙي رات حضرت عباس علمدار عليہ السلام وٽ گذاريندا هيا. پاڻ ٽن گرانهن کان وڌيڪ ڪونہ کائيندا هيا ۽ فرمائيندا هيا تہ مون وٽ الله جو امر پهچي چڪو آهي، مان گهران ٿو تہ بکايل رهان، مان هن دنيا ۾ هڪڙو يا ٻہ ڏينهن آهيان.

## اميرالمومنين علي عليہ السلام 21 رمضان تي شهيد ٿيا

305. معتمر بن سليمان جو بيان آهي تہ مون کي پنهنجي والد ٻڌايو تہ ان حريث بن مخش کان ٻڌو جنهن بيان ڪيو تہ حضرت علي عليہ السلام رمضان جي 21 تاريخ صبح جو شهيد ٿيا. مون حسن بن علي عليهم السلام کان ٻڌو جو انهن خطبو ارشاد فرمايو ۽ حضرت علي عليہ السلام جي فضيلتن جو ذڪر ڪيو ۽ فرمايو تہ انهن کي ان رات ۾ شهيد ڪيو ويو جنهن رات ۾ قرآن نازل ٿيو. هي اها ئي رات آهي جنهن ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام بن مريم کي سير ڪرايو ويو ۽ راوي چيو تہ يا حضرت موسيٰ عليہ السلام جو نالو ورتو ويو.

## ظاهري خلافت جو عرصو ۽ دفن ٿيڻ جي جاءِ

306. عثمان بن سعيد دارمي جو بيان آهي تہ مون ابوبڪر بن ابوشيبہ کان ٻڌو جنهن چيو تہ حضرت علي عليہ السلام پنج سال حڪومت ڪئي ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هجرت کان چاليهہ سال پوءِ شهيد ٿيا. ان وقت انهن جي عمر ٽيهٺ سال هئي، انهن تي 21 رمضان جمع ڏينهن وار ڪيو ويو ۽ ڇنڇر ڏينهن فوت ٿيا. کين ڪوفي ۾ دفن ڪيو ويو.

## علي عليہ السلام جي شهادت جي ڏينهن بيت المقدس ۾ هر پٿر هيٺان تازو رت هو

307. ابن شهاب جو بيان آهي تہ مان دمشق ويس ۽ منهنجو ارادو عراق ڏانهن وڃڻ جو هو. مان عبدالملڪ بن مروان وٽ سلام ڪرڻ لاءِ ويس تہ مون ان کي هڪڙي چبوتري ۾ هڪڙي طرف ويٺل ڏٺو ۽ ماڻهو ان جي دسترخوان تي ويٺا هيا. مون سلام ڪيو ۽ ويهي رهيس. عبدالملڪ مون کي چوڻ لڳو اي ابن شهاب! توکي معلوم آهي تہ جنهن ڏينهن علي بن ابوطالب شهيد ٿيا هيا. ان ڏينهن صبح جو بيت المقدس ۾ ڇا ٿيو هو. مون چيو تہ مون کي معلوم آهي. عبدالملڪ چيو تہ مون ڏانهن اچ. مان ماڻهن جي پٺيان هلندو چبوتري جي پٺئين پاسي کان ان وٽ ويس. ان مون ڏانهن منهن ڪري چيو تہ ڇا ٿيو هو. مون چيو تہ ان ڏينهن بيت المقدس جو اهڙو ڪوبہ پٿر ڪونہ هو جنهن جي هيٺان تازو رت نظر نہ آيو هجي. عبدالملڪ چيو تہ مون کان ۽ توکان سواءِ انهي راز جي ڪنهن کي بہ خبر نہ پوڻ گهرجي ۽ تون اها ڳالهہ ڪنهن کي بہ نہ ٻڌاءِ.

ابن شهاب زهري جو بيان آهي تہ مون عبدالملڪ جي مرڻ تائين ان ڳالهہ جو ذڪر ڪنهن سان بہ نہ ڪيو.

308. اسماء الانصاريہ جو بيان آهي تہ جڏهن حضرت علي عليہ السلام قتل ٿيا تہ اهو ڪوبہ پٿر ڪونہ هو جنهن کي کنيو هجي ۽ ان جي هيٺان رت نہ نڪتو هجي.

حافظ ابوبڪر احمد بن حسين بيهقي جو بيان آهي تہ مان چوان ٿو تہ جنهن طريقي سان اهي بہ روايتون زهري صحيح سند سان پيش ڪيون آهن ۽ اهو معاملو ان وقت ٿيو جڏهن امام حسين عليہ السلام شهيد ٿيا ۽ اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ پي ۽ پٽ ٻنهي جي شهادت تي پٿرن جي هيٺان رت نڪتو هجي.

## علي عليہ السلام جي قاتل جي هن دنيا ۾ سزا

309. سليم بن منصور بن عمار جو بيان آهي تہ مون کي پنهنجي پي ٻڌايو تہ مان درياء جي ڪناري تي هيس. مون اتي گرجا گهر ۾ هڪڙي راهب کي ڏٺو. مان راهب سان مليس ۽ ان کان پڇيو تہ تنهنجي

لاءِ ڪاڏو ڪٽان ايندو آهي. راهب چيو هڪڙي مهيني جي پنڌ تان. مون چيو تہ ڪو عجيب و غريب واقعو جيڪو توهان هن درياء ۾ ڏٺو هجي، اهو مون کي ٻڌايو. راهب هڪڙي پٿر ڏانهن اشارو ڪندي چيو اهو پٿر ڏسين ٿو. مون چيو هائو. ان چيو هن درياء مان روزانو هڪڙو سِرڻ جهڙو وڏو پکي نڪرندو آهي ۽ هن پٿرتي ايندو آهي. پوءِ سڌو بيهي قي ڪندو آهي جنهن سان هڪڙي ماڻهوءَ جو ڪنڌ ڪرندوآهي، وري قي ڪندو آهي جنهن مان ماڻهوءَ جا هٿ ڪرندا آهن. وري قي ڪندو آهي جنهن مان ماڻهوءَ جا پير ڪرندا آهن. پوءِ اهي سيئي عضوا گڏ ٿي ويندا آهن ۽ پورو انسان اٿي بيهندو آهي. مان اهو ڏسي گهڻو فڪرمند ٿي ويس. پوءِ اهو پکي ان ماڻهوءَ جي سِسي ڪٽي اڏري ويندو آهي. اهڙي طرح هڪڙو هڪڙو عضوو ڪٽي اڏري ويندو آهي، جيئن اهو قي جي ذريعي هيٺ ڪيرائيندو آهي. هڪڙي ڏينهن مون ان ماڻهوءَ کان پڇيو تہ تون ڪير آهين. ان مون ڏانهن ڏسي چيو مان عبدالرحمان بن ملجم آهيان. مون علي بن ابوطالب کي قتل ڪيو هو. الله تعاليٰ مون تي هي پکي مسلط ڪري ڇڏيو آهي، جيڪو قيامت تائين مون کي اهو عذاب ڏيندو رهندو.

## امام جعفر صادق عليہ السلام سجدي ۾ ڪري پيا

310. حڪم بن عباس ڪلبي حضرت زيد رضي الله عنہ جي شهادت تي هي شعر پڙهيو:

صلبنا لڪم زيدا علي جذع نخلت — ولم ارمهديا علي الجذع يصلب

و قسم بعثمان عليا سفاهت — و عثمان خير من علي و اطيب

(اسان توهان جي زيد کي کجيءَ جي وڻ تي ڦاسي ڏني ۽ مون ڪوبہ مهدي ڪونہ ڏٺو جنهن کي وڻ تي ڦاسي ڏني وڃي. توهان بيوقوفي ڪري علي کي عثمان کان وڏو سمجهيو حالانڪ عثمان تہ علي کان وڌيڪ پاڪ ۽ بهتر هو.)

حڪم بن عباس جي اها ڳالهہ ابوعبدالله جعفر بن محمدالباقر وٽ پهتي تہ ان پنهنجا هٿ آسمان ڏانهن کنيا ۽ سندس هٿ ڏڪي رهيا هيا. ان عرض ڪيو اي الله! جيڪڏهن اهو شخص ڪوڙو آهي تہ ان تي

پنهنجو ڪتو مسلط ڪر. جڏهن بنواميہ ان شخص کي ڪوفي ڏانهن موڪليو تہ رستي ۾ هڪڙي شينهن ان کي چيري ڦاڙي ڇڏيو. جڏهن اها خبر امام جعفر صادق عليہ السلام کي ملي تہ اهي سجدي ۾ ڪري پيا ۽ فرمايو الحمد لله، سڀ تعريفون الله جي لاءِ آهن جنهن اسان سان ڪيل واعدي کي پورو ڪيو.

## علي عليہ السلام پنجن ڳالهين جي هدايت ڪئي

311. دائود بن ابوعمره کان روايت آهي تہ حضرت علي عليہ السلام فرمايو مون کان پنج ڳالهيون ٻڌي ذهن ۾ ويهاريو (1) توهان مان هرهڪ پنهنجي گناهہ کان علاوه ڪنهن کان بہ نہ ڊڄي (2) پنهنجي پالڻهار کان علاوه ڪنهن ۾ اميد نہ رکو (3) جيڪو شخص ڄڻ هجي اهو تعليم حاصل ڪرڻ ۾ شرم محسوس نہ ڪري (4) جيڪو شخص عالم يا ڄاڻوگر هجي پر ان کان ڪنهن اهڙي ڳالهہ بابت سوال ڪيو وڃي جنهن جو ان کي علم نہ هجي تہ اهو ائين چوڻ ۾ شرم محسوس نہ ڪري تہ مون کي ان جي خبر ڪونهي، الله ئي بهتر ڄاڻي ٿو (5) صبر جي ايمان سان اهائي نسبت آهي جيڪا منڍيءَ جي جسم سان آهي، جيڪڏهن صبر هليو وڃي تہ ايمان بہ هليو ويندو آهي، جيئن منڍي ڪپجي وڃي تہ جسم بہ ختم ٿي ويندو آهي.

## الله جو قسم! توهان قيامت تائين بابت جيڪو بہ پڇندا مان توهان کي ٻڌائيندس

312. ابوطفيل جو بيان آهي تہ مان شاهدي ڏيان ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام خطبو ڏيندي ارشاد فرمايو مون کان پڇو الله جو قسم، توهان قيامت تائين بابت جيڪو بہ مون کان پڇندا مان توهان کي ٻڌائيندس. مون کان الله جي ڪتاب جي باري ۾ سوال ڪيو اهڙي ڪابہ آيت ڪونهي، جنهن جو مون کي علم نہ هجي تہ اها رات جو نازل ٿي يا ڏينهن جو ميدان ۾ نازل ٿي يا جبل تي.

ابوطفيل عامر بن واثلہ جو بيان آهي تہ ابن ڪوا سوال ڪرڻ گهريو حالانڪ مان ان ۽ علي عليہ السلام جي وچ ۾ ويٺو هيس ۽ سوال ڪرڻ وارو منهنجي پٺيان ويٺو هو. ان "وَالذّٰرِيٰتِ ذَرْوًا (١) فَالْحٰمِلٰتِ وِقْرًا

(٢) فَالْجٰرِيٰتِ يُسْرًا (٣) فَالْمُقَسِّمٰتِ اَمْرًا (٤)" (الذاريات: 1 کان 4) معنيٰ: اڏائي پکيڙڻ وارين هوائن جو قسم آهي (١) پوءِ پاڻي جو بار کڻي هلندڙ ڪڪرن جو قسم آهي (٢) پوءِ ٻيڙين کي آرام سان هلائڻ وارين هوائن جو قسم آهي(٣) پوءِ الله جو حڪم پهچائڻ وارن ملائڪن جو قسم آهي (٤). آيتن جي باري ۾ پڇيو ته مولا علي عليہ السلام فرمايو ته اهو ڪجهه پڇ جنهن سان تنهنجو ڪو مقصد هجي ۽ بيمقصد ڳالهين کي ڇڏي ڏي. سوالي چيو ته الله جو قسم! اهو پڇڻ ڪنهن مقصد سان ئي آهي. علي عليہ السلام فرمايو "الذاريات ذروا" مان مراد هوائون آهن. "فالحاملات وقرا" مان مراد ڪڪر آهن. "فالجاريات يسرا" مان مراد ٻيڙيون آهن ۽ "فالمقسمات امرا" مان مراد ملائڪ آهن.

ان سوالي ٻيو سوال ڪيو ته چنڊ ۾ جيڪو ڪارو ٽڪو آهي، اهو ڇا آهي؟ علي عليہ السلام فرمايو ته انڌي اوندهہ جي باري ۾ پڇيو آهي، مون الله تعاليٰ جو فرمان ٻڌو آهي "وَجَعَلْنَا الَّيْلَ وَالنَّهَارَ اٰيَتَيْنِ فَمَحَوْنَآ اٰيَةَ الَّيْلِ" (بني اسرائيل: 12)" معنيٰ: اسان رات ۽ ڏينهن کي ٻه نشانيون ڪيو آهي پوءِ رات جي نشاني کي اونداهون ڪيو آهي. ان مطابق الله تعاليٰ طرفان اونداهون ڪرڻ اهو ڪارو ٽڪو آهي جيڪو چنڊ ۾ آهي.

ان وري سوال ڪيو ته ذوالقرنين جي باري ۾ ڪهڙي راءِ آهي، ڇا اهو نبي هو يا بادشاهہ؟ مولاءِ ڪائنات عليہ السلام فرمايو ته ٻنهي مان ڪجهه به نه هو پر اهو الله جو نيڪ ٻانهو هو جيڪو الله سان محبت ڪندو هو ۽ الله تعاليٰ ان سان محبت ڪندو هو اهو الله تعاليٰ جي لاءِ خالص هو ۽ الله تعاليٰ ان جي لاءِ خاص هو ان پنهنجي قوم کي هدايت جي دعوت ڏني ته انهن ان جي هڪڙي سِنگ تي ماريو پر ان جا سنگ ڏاند جي سنگن وانگر ڪونه هيا.

ان سوالي وري سوال پڇيو ته قوس قزح جي باري ۾ توهان جي ڪهڙي راءِ آهي، اهو ڇا آهي؟ علي عليہ السلام فرمايو ته اها نوح عليہ السلام ۽ ان جي پالڻهار جي وچ ۾ غرق ٿيڻ کان امان جي نشاني هئي.

سوالي پڇيو ته اهو بيت المعمور ڇا آهي، توهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟ علي عليہ السلام فرمايو ته اها هڪڙي جاءِ آهي، جيڪا ستن

آسمانن کان مٿي عرش جي هيٺان آهي، جتي روزانو ستر هزار ملائڪ طواف ڪندا آهن، پوءِ قيامت تائين انهن مان ڪوبہ موٽي ڪونہ ايندو يعني انهن مان وري ڪنهن جي طواف ڪرڻ جو وارو ڪونہ ايندو.

سوالي پڇيو "اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ بَدَّلُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ كُفْرًا وَّاَحَلُّوْا قَوْمَهُمْ دَارَ الْبَوَارِ(٢٨)" (ابراهيم: 28) معنيٰ: ڇا توکي انهن ماڻهن جو علم نہ آهي جن الله جي نعمت کي ناشڪريءَ سان مٽايو ۽ پنهنجي قوم کي تباهي جي گهر ۾ لاٿائون (28)، مان مراد ڪهڙا ماڻهو آهن؟ علي عليہ السلام فرمايو تہ اهي قريشن جا بہ بدڪار ماڻهو بنواميہ ۽ بنومخزوم آهن ۽ مون انهن کي بدر واري ڏينهن سبق سيکاري ڇڏيو هو.

ان سوالي وري پڇيو "اَلَّذِيْنَ ضَلَّ سَعْيُهُمْ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَهُمْ يَحْسَبُوْنَ اَنَّهُمْ يُحْسِنُوْنَ صُنْعًا(١٠٤)" ڪهف: 104) معنيٰ: اهي جن پنهنجي محنت دنيا جي زندگيءَ ۾ اجائي وڃائي ۽ اهي هن خيال ۾ آهن تہ پاڻ چڱا ڪم ڪري رهيا آهن (104)، مان مراد ڪهڙا ماڻهو آهن؟ علي عليہ السلام فرمايو تہ ان مان مراد اهل حرورا وارا آهن.

## حقيقي فقيهہ جي سڃاڻپ

313. عاصم بن ضمره کان روايت آهي تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو ڪن لڳائي ٻڌو تہ ڇا مان توهان کي اهڙي فقيهہ جي خبر نہ ڏيان جيڪو حقيقت ۾ فقيهہ آهي. ماڻهن عرض ڪيو تہ اي اميرالمومنين، هائو. علي عليہ السلام فرمايو تہ جنهن ماڻهن کي الله تعاليٰ جي رحمت کان مايوس نہ ڪيو ۽ الله تعاليٰ جي نافرماني ۾ انهن کي ڍيل بہ نہ ڏني ۽ الله تعاليٰ جي عذاب کان انهن کي بي فڪر نہ ڪيو.

314. ابو مليڪ ۽ ابواسحاق حضرت علي عليہ السلام کان روايت ڪئي آهي تہ بيشڪ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ڇا مان توهان کي مڪمل فقيهہ جي باري ۾ نہ ٻڌايان. سڀني عرض ڪيو يارسول الله! هائو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جنهن ماڻهن کي الله جي رحمت کان مايوس نہ ڪيو ۽ ان کان حاصل ٿيڻ واري راحت ۽ آسائش کان نااميد نہ ڪيو ۽ الله تعاليٰ جي عذاب کان انهن کي بي فڪر نہ ڪيو ۽ قرآن کي ڇڏي ڪنهن ٻي ڳالهہ ڏانهن لاڙو نہ ڪيو.

خبردار! ان عبادت ۾ ڪابہ ڀلائي ڪونهي جنهن جي حقيقت ۾ غوروفڪر نہ هجي ۽ قرآن جي تلاوت جو ڪوبہ فائدو ڪونهي جنهن ۾ سوچ ويچار نہ هجي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ "فَلَا يَأْمَنُ مَكْرَ اللهِ اِلَّا الْقَوْمُ الْخٰسِرُوْنَ (٩٩)" (اعراف: 99) معنيٰ: الله جي رٿ کان خساري واري قوم کان سواءِ ٻيا ٻي خوف نہ ٿيندا آهن. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ "اِنَّهٗ لَا يَايْئَسُ مِنْ رَّوْحِ اللهِ اِلَّا الْقَوْمُ الْكٰفِرُوْنَ(٨٧)" (يوسف: 87) معنيٰ: الله جي رحمت کان ڪافر ماڻهن کان سواءِ ٻيو ڪوئي نااميد نہ ٿيندو آهي.

## اي ڪميل! مان جيڪو ڪجهہ چوان ان کي ياد ڪري ڇڏ

315. حضرت ڪميل بن زياد نخعي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ منهنجو هٿ پڪڙيو ۽ مون کي جبان ڏانهن وٺي ويا. جڏهن پاڻ ريگستان ۾ پهتا تہ ويهي رهيا ۽ هڪڙو ڏگهو ساهہ کنيائون ۽ پوءِ فرمايائون. اي ڪميل بن زياد! مان توکي جيڪو ڪجهہ چوان ان کي ياد ڪري ڇڏ. اهي دل کي روشن ڪرڻ واريون ڳالهيون آهن. ماڻهن مان بهترين اهي آهن جيڪي انهن ڳالهين کي ياد رکن. ماڻهو ٽن قسمن جا آهن: هڪڙا عالم رباني، ٻيا تعليم حاصل ڪرڻ وارا جيڪي ڇوٽڪاري جي واٽ تي هلڻ وارا آهن ۽ ٽيان اهي ماڻهو آهن جيڪي بيڪار ۽ بيوقوف آهن جيڪي هر هڪلڻ واري جي حڪم تي هلندا آهن ۽ هر ماحول ۾ رلمل ٿي ويندا آهن. انهن علم جي نور جي ذريعي روشني حاصل نہ ڪئي آهي ۽ اعتبار جوڳي ماڻهوءَ کي پنهنجو رهنما نہ بڻايو آهي.

اي ڪميل! علم مال دولت کان گهڻو بهتر آهي. علم تنهنجي حفاظت ڪندو آهي، جڏهن تہ مال جي تون حفاظت ڪندو آهين. علم خرچ ڪرڻ سان وڌندو آهي، جڏهن تہ مال خرچ ڪرڻ سان گهٽبو آهي، عالم جي محبت اها ڳالهہ آهي جنهن تي الله تعاليٰ ثواب ڏيندو ۽ ان جي ذريعي انسان پنهنجي زندگيءَ ۾ اطاعت ڪندو آهي. (ابو عبدالله حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام جي روايت ۾ هيئن آهي: عالم جي صحبت اها ڳالهہ آهي جنهن جي ذريعي زندگيءَ ۾ اطاعت ڪئي ويندي آهي ۽ مرڻ کان پوءِ چڱيون يادون باقي رهنديون آهن. علم حاڪم جڏهن

تہ مال محڪوم آهي. مال گڏ ڪرڻ وارا زندگيءَ ۾ مري ويندا آهن) اي ڪميل! مال کي گڏ ڪرڻ وارا مري ويندا آهن ليڪن عالم دنيا جي پڇاڙي تائين باقي رهندا آهن انهن جا جسم تہ اکين کان اوجهل ٿي ويندا آهن پر انهن جون تصويرون دلين ۾ نقش ٿي وينديون آهن.

پوءِ علي عليہ السلام پنهنجي سيني ڏانهن اشارو ڪندي فرمايو، هاءِ افسوس! هتي تمام گهڻو علم موجود آهي، جيڪڏهن هن بار کي کڻڻ وارا ملي وڃن تہ مان انهن کي منتقل ڪريان. البت، اهڙا ماڻهو ملن ٿا جيڪي هن علم جي لاءِ امانت دار (امين) ڪونہ آهن ۽ اهي دين کي دنيا جو هٿيار بنائين ٿا. اهي الله جي احسانن جي ذريعي ان جي ٻانهن تي غلبو حاصل ڪرڻ گهرن ٿا. اهي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي اهل حق سان دشمني رکڻ وارا آهن. انهن کي علم جي جيارڻ جي ڪابہ سمجهہ ڪونهي ۽ انهن کي جيڪو شبهو پيش اچي ٿو تہ ان جي ڪري انهن جي دل ۾ شڪ پيدا ٿئي ٿو اهي علم جو بار کڻڻ جي قابل نہ آهن. بلڪ اهي دنيا جي لذتن جي حرص ۾ مبتلا آهن. (ابو عبدالله امام جعفر صادق عليہ السلام جي روايت ۾ هيئن آهي: دنيا نرمي سان خواهشن ڏانهن ڇڪي وڃي ٿي، اهي ماڻهو مال گڏ ڪرڻ ۽ ذخيرو ڪرڻ جي ڏوڪي ۾ اچي ويا آهن، اها ڳالهہ دين جي ڪنهن بہ حصي ۾ ڪونهي.) انهن جي لاءِ زياده بهتر تشبيهہ اها آهي تہ اهي جهنگ ۾ چَرڻ وارن جانورن وانگر آهن، ايئن علم انهن ماڻهن جي مرڻ سان گڏ ختم ٿي ويندو.

البت، زمين ڪڏهن بہ اهڙي شخص کان خالي نٿي رهي سگهي جيڪو الله جي حجت کي قائم رکي تہ جيئن الله جون حجتون ۽ چٽيون نشانيون ماڻهن کان گم نہ ٿي وڃن. اهڙا ماڻهو تعداد ۾ تہ ٿورا آهن پر الله جي نظر ۾ قدر ۽ منزلت جي لحاظ کان گهڻو بلند آهن. الله تعاليٰ انهن جي ذريعي پنهنجي دين جي حفاظت ڪندو آهي، ايستائين جو اهي عالم انهن علمن ۽ معرفتن کي پاڻ جهڙن تائين پهچائيندا آهن ۽ پاڻ جهڙن شخصن جي دلين ۾ انهن جي نشونما ڪندا آهن. انهن تي حقيقي علم جا راز کلڻ جي ڪري اهي ڳالهيون آسان ٿي وينديون آهن جو جن کي آسائش ۾ پليل ماڻهو مشڪل سمجهندا آهن. هي انهن

ڳالهين سان مانوس هوندا آهن جن کان جاهل پري ڀڄندا آهن. اهي پنهنجن جسمن سان ته دنيا ۾ رهندا آهن پر انهن جا روح عالم اعليٰ سان تعلق رکندا آهن. اهي ماڻهو الله تعاليٰ جي ٻانهن ۾ ان جا نمائندا آهن ۽ ان جي دين ڏانهن دعوت ڏيڻ وارا آهن. آهه! انهن ماڻهن کي ڏسڻ جو ڪيترو نه شوق آهي، مان الله تعاليٰ کان پنهنجي لاءِ ۽ تنهنجي لاءِ مغفرت جو طلبگار آهيان ۽ جڏهن تنهنجي دل گهري ته هتان اٿي وڃي سگهين ٿو.

## دنيا ۽ آخرت پنجن ڪلمن ۾ جمع آهن

316. ابراهيم کان روايت آهي ته حضرت علي ڪرم الله وجه فرمايو ته دنيا ۽ آخرت پنجن ڪلمن ۾ گڏ ٿيل آهن. اهي پنج ڪلما هي آهن: اللّهم اني اسئلڪ من الدنيا وما فيها ما اسدد به لساني واحصن به فرجي واودي به امالتي واصل به رحمي واتجر به لآخرتي" يعني، اي الله! مان توکان دنيا ۽ ان ۾ جيڪو ڪجهه آهي منجهان ان شي جو سوال ڪريان ٿو جنهن سان منهنجي زبان کي سچ ڳالهائڻ جي قوت نصيب ٿئي ۽ جنهن مان پنهنجي اوگهڙ جي برائي کان حفاظت، پنهنجي امانت جي ادائگي ۽ صله رحمي ڪري سگهان ۽ ان جي ذريعي پنهنجي آخرت جي سامان جو بندوبست ڪري سگهان.

## حڪمت وارا قول

317. نزال بن سبره جو بيان آهي ته حضرت علي عليه السلام فرمايو ته جيڪو پنهنجي خوراڪ جي ابتدا لوڻ سان ڪري ته الله تعاليٰ ان کان ستر قسم جون بيماريون دور ڪري ٿو ۽ جيڪو شخص روزانو ست عجوه ڪتل کائي ته اها ڪتل ان جي پيٽ جي هر ڪيڙي (جيت) کي ماري ڇڏيندي

- جيڪو شخص روزانو ايڪويهه ڳاڙها انجير کائي ته ان جي جسم ۾ ڪابه اٽوندڙ شي نه رهندي.
- گوشت، گوشت کي پيدا ڪندو آهي.
- ثريد عربن جو کاڌو آهي.

- بشارجات، جيڪو هڪڙو وڻ آهي ۽ ان جو ميوو واڱڻ وانگر ٿيندو آهي، پيٽ وڏو ڪندو آهي ۽ عمر کي گهٽائيندوآهي.
- ڳائي گوشت ۾ بيماري آهي، پر ڳئون جي کير ۾ شفا آهي ۽ ان جو گيهہ دوا آهي. ماڻهو ڪنهن بہ شي مان شفا حاصل ڪرڻ گهرن اها ڳائي گيهہ کان وڌيڪ افضل نہ هوندي.
- مڇي جسم کي ڪمزور ڪندي آهي.
- قرآن جي تلاوت ۽ ڏندڻ ڏين بلغم ختم ڪندا آهن.
- نفاس واريون عورتون آلي ڪتل کان وڌيڪ ڪنهن بہ شي سان شفاياب نہ ٿينديون آهن.
- مرد پنهنجي طاقت جي حساب سان ڪوشش ڪندو آهي ۽ تلوار پنهنجي ڌار جي حساب سان ڪپيندي آهي.
- جيڪو شخص ڊگهي عمر گهري ان کي بقا ڪونہ ملندي، سواءِ ان جي تہ نيرن جلدي ڪري، عورتن سان زنا گهٽ ڪري ۽ چادر هلڪي رکي. پڇيو ويو تہ ڊگهي حياتي ۾ هلڪي چادر رکڻ جو مطلب ڇا آهي تہ فرماياٺون، قرض.

318. حضرت سعد رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جيڪو شخص نيراني ست ڳڙيون عجوه ڪتل جون کائي تہ ان ڏينهن زهر ۽ جادو ان کي نقصان نہ پهچائيندا.

319. مولاءِ ڪائنات علي ڪرم الله وجہ پنهنجن شيعن کي فرمايو توهان ماکيءَ جي مکين وانگر ٿي وڃو. اڏرڻ وارن ساهوارن ۾ ڪوبہ اهڙو ڪونهي جيڪو ان کان ڪمزور هجي، مگر جيڪڏهن پکي ان جي پيٽ ۾ موجود برڪت کي ڄاڻي وڃن تہ اهي ان سان اهڙو ورتاء نہ ڪن. ماڻهن سان پنهنجي زبان ۽ جسم سان ملو ۽ پنهنجي دل ۽ عمل سان پاڻ ڌانهن ڇڪيو بيشڪ هر شخص لاءِ اهوئي آهي جيڪو اهو ڪمائي ٿو ۽ اهو قيامت جي ڏينهن ان سان گڏ هوندو جنهن سان اهو محبت ڪري ٿو.

320. فتح بن شرف جو بيان آهي تہ مون خواب ۾ حضرت علي ڪرم الله وجہ کي اهو فرمائيندي ٻڌو نوڙت فقير کي بلند ڪري ڇڏيندي آهي. ان کان وڌيڪ بهتر اهو آهي تہ مالدار ماڻهو فقيرن سان نوڙت سان پيش اچي.

321. بشر بن حارث جو بيان آهي تہ مون حضرت علي ڪرم الله وجہ کي خواب ۾ ڏٺو تہ مون عرض ڪيو اي اميرالمومنين! توهان مون کي اهڙي ڳالهہ ٻڌايو جنهن سان الله تعاليٰ مون کي نفعو پهچائي.

علي عليہ السلام فرمايو دولتمند جو الله تعاليٰ جي رضا خاطر فقيرن تي مهرباني ۽ شفقت ڪرڻ بهترين عمل آهي ۽ ان کان بہ بهتر اهو آهي تہ فقير الله جي ذات تي ڀروسو ڪندي دولتمندن ڏانهن لاڙو رکڻ کان پاسو ڪري.

مون عرض ڪيو اي اميرالمومنين! اسان جي لاءِ اجا ڪجهہ وڌيڪ فرمايو تہ علي عليہ السلام فرمايو:

قد ڪنت ميتا فصرت حيا　　وعن قليل نصير مينا

عز بدارالفناء بيت　　فابن بدارالبقا بيتا

(تون بيجان هئين تہ الله تعاليٰ توکي زندگي عطا ڪئي ۽ ٿورڙي عرصي کان پوءِ تون وري بيجان ٿي ويندين. فاني گهر ۾ پنهنجي لاءِ مضبوط گهر تعمير ڪيو تہ هميشہ رهڻ واري جهان ۾ تنهنجو گهر ڪٿي هوندو!)

## دنيا جو قيام چئن شخصن تي آهي

322. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مان اميرالمومنين حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ ڪجهہ ڳالهين لاءِ حاضر ٿيس. مون کين سلام ڪيو ۽ پاڻ سلام جي جواب کان پوءِ مون ڏانهن نهاريو ۽ فرمايو:

اي جابر بن عبدالله انصاري! دنيا جو قيام چئن شخصن تي آهي: (1) اهو عالم جيڪو پنهنجي علم کي استعمال ڪري (2) اهو جاهل جيڪو علم حاصل ڪرڻ کان انڪار نہ ڪري (3) اهو سخي جيڪو پنهنجين نيڪين ۾ بخيلي نہ ڪري (4) اهو فقير جيڪو پنهنجي آخرت کي دنيا جي بدلي نہ وڪڻي.

اي جابر! جڏهن عالم پنهنجي علم کي برباد ڪندو تہ جاهل ان کي حاصل ڪرڻ ۾ عار سمجهندو. جيڪڏهن مالدار نيڪي ۽ احسان ڪرڻ ۾ بخيلي ڪندو تہ فقير بہ آخرت کي دنيا جي بدلي وڪڻڻ تي

راضي ٿي ويندو. اي جابر! جڏهن ايئن ٿيندو تہ پوءِ هلاڪت ئي هلاڪت آهي. اهي لفظ علي عليہ السلام گهڻا ڀيرا چيا.

اي جابر! جنهن تي الله تعاليٰ جون نعمتون گهڻيون هونديون آهن تہ ماڻهن جون ان ۾ اميدون بہ گهڻيون ٿي ويندون آهن. تنهنڪري جيڪو شخص پنهنجي مال تي قائم ٿيڻ وارن فرضن ۽ حقن کي الله تعاليٰ جي رضا خاطر ادا ڪندو تہ اهو ايئن ان جي بقا ۽ گهڻي عرصي تائين رهڻ جو سامان فراهم ڪندو آهي ۽ جيڪو انهن فرضن کي پورو نہ ڪندو آهي اهو ان کي زوال ۽ فنا جي رستي تي لڳائي ڇڏيندو آهي.

حضرت جابر رضہ جو بيان آهي تہ ان کان پوءِ اميرالمومنين علي عليہ السلام هي شعر پڙهيا:

ما احسن الدنيا واقبالها اذا اطاع الله من نالها

من لم يواس الناس من فضله عرض للادبار اقبالها

فاحذر زوال الفضل يا جابر واعط من دنياک من سالها

فان ذا العرش جزيل العطا بضعف بالحبت امثالها

(جيڪو شخص دنيا جي ملڻ تي الله جي اطاعت ڪري تہ دنيا ۽ ان جو قبول ڪرڻ ڪيتري قدر سٺو آهي، جيڪو شخص پنهنجي رزق مان ماڻهن جي مدد نہ ڪري تہ ان دنيا جي نعمتن کي پٺي ڏئي ڇڏي، اي جابر! رزق ۽ نعمتن جي زوال کان ڊڄ ۽ دنيا جي مال مان سوالي جيڪو گهري تہ تون ان کي ڏئي ڇڏ. بيشڪ عرش عظيم جو مالڪ نيڪيءَ جو سٺو بدلو ڏيڻ وارو آهي ۽ جنت ۾ ان جو بدلو گهڻا ڀيرا وڌيڪ عطا ڪندو.)

حضرت جابر رضہ جو بيان آهي تہ پوءِ علي عليہ السلام مون کي ٻانهن کان پڪڙي ايئن ڇڪيو جو مون کي ايئن لڳو جڻ ٻانهن ڪُلهي مان نڪري وئي. پوءِ انهن فرمايو

اي جابر بن عبدالله! ماڻهن جي ضرورتن جو توسان وابستہ هجڻ توتي الله جي نعمتن مان هڪڙي نعمت آهي. تنهنڪري نعمتن کان ڪڏهن بہ بيزار نہ ٿي، ورنہ توتي ان جون سختيون ۽ مصيبتون نازل ٿينديون ۽ ياد رک. بهترين مال اهو آهي جنهن کي ڪمائڻ ۾ تنهنجي تعريف ڪئي وئي هجي ۽ ان کي خرچ ڪرڻ تي توکي اجر ۽ ثواب ملي.

پوءِ علي عليہ السلام هي شعر پڙهيا:

| | |
|---|---|
| لا تحضعن لمخلوق علي طمع | فان ذالک وهن منک في الدين |
| وسل الهک مما في خزائنه | فانما هي بين الکاف والنون |
| اما تري کل من ترجو و تامله | من البريت مسکين ابن مسکين |
| ما احسن الجود في الدنيا و في الدين | واقبح البخل ممن صيغ من طين |

(مخلوق جي سامهون لالچ ۽ مطلب لاءِ نہ جهڪ اها ڳالهہ تنهنجي دين جي لاءِ نقصانڪار آهي، پنهنجي معبود کان ان جي خزاني مان رزق جي طلب ڪر ڇوتہ اهو ڪاف ۽ نون (ڪُن) جي وچ ۾ آهي، ڇا تون نٿو ڏسين تہ جيڪو مخلوق سان اميدون وابستہ ڪري ٿو اهو مسڪين ابن مسڪين آهي، دين ۽ دنيا ۾ سخاوت ڪيتري خوبصورت ۽ تعريف جي لائق آهي ۽ بخيلي ڪرڻ وارو جنهن مٽي مان پيدا ٿيو هجي ان جي برائي ۽ مذمت ڪئي ويندي آهي.)

حضرت جابر بن عبدالله رضہ جو بيان آهي تہ مون عرض ڪيو تہ مان سمجهي ويو آهيان، هاڻي مون کي وڃڻ جي اجازت ڏيو. علي عليہ السلام فرمايو مان بہ توسان گڏ هلان ٿو. پوءِ انهن پنهنجي جتي پيرن ۾ پاتي ۽ ڪلهن تي جبو رکيو. جڏهن اسان ڪوفي ۾ جبانہ وٽ پهتاسين تہ علي عليہ السلام قبر وارن کي سلام ڪيو تہ مون اتي رڙيون ۽ دانهون ٻڌيون. مون عرض ڪيو اي اميرالمومنين! اهي رڙيون ۽ دانهون ڇا جون آهن؟ انهن فرمايو اهي اسان جا پائر آهن جيڪي ڪالهہ تائين اسان سان گڏ هيا ۽ اڄ اسان کان جدا ٿي چڪا آهن. هاڻي اسان جي انهن پائرن جي ملاقات لاءِ ڪير بہ نٿو اچي.

ان کان پوءِ اميرالمومنين پنهنجي جتي لاٿي ۽ پنهنجو مٿو اگهاڙو ڪيو ۽ قميص جون ٻانهون مٿي ڪنجيون. پوءِ فرمايو

اي جابر بن عبدالله! پنهنجي فاني دنيا مان باقي رهڻ واري آخرت جي لاءِ ڪجهہ خيرات ڪر. پنهنجي زندگيءَ مان موت واري پنهنجي تنگدستيءَ جي لاءِ ڪجهہ خرچ ڪر، ڇوتہ اڄ تون پنهنجي گهر ۾ آهين ۽ سياڻي انهن قبرن ۾ هوندين ۽ تنهنجي ڪمن جو موٽڻ الله ڏانهن آهي.

پوءِ اميرالمومنين هي شعر پڙهيا:

سلام علي اهل القبور الدوارس　　كانهم لم يجلس في المجالس
ولم يشربوا من باردالماء شربت　　ولم ياكلوا من كل رطب و يابس

(انهن قبرن وارن تي سلام هجي جن جا آثار متجي چڪا آهن جڻ اهي ڪڏهن اوطاقن ۾ ويٺا ئي ڪونہ هيا ۽ ائين لڳي ٿو جڻ انهن ڪڏهن ٿڌو پاڻي نہ پيتو هجي ۽ خشڪ ۽ تر خوراڪ مان ڪجھ نہ کاڌو هجي.)

حضرت جابر رضہ جو بيان آهي تہ علي عليہ السلام فرمايو تہ هي اهو سڀ ڪجھ آهي جيڪو مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان تحفي ۾ پڌو.

## مولا علي عليہ السلام جا فرمان

323. حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو تہ توهان کي معلوم هجي تہ اسلام کان وڌيڪ ڪوبہ شرف ڪونهي، تقويٰ کان وڌيڪ ڪابہ عزت ڪونهي، پرهيزگاري کان وڌيڪ ڪابہ عقلمندي ڪونهي ۽ توبھ کان وڌيڪ ڪوبہ شفيع ڪونهي ۽ عافيت کان وڌيڪ ڪوئي خوبصورت لباس ڪونهي ۽ ڪوئي تحفظ سلامتيءَ کان وڌيڪ دفاع ڪرڻ وارو ڪونهي ۽ ڪوئي خزانو قناعت کان وڌيڪ غني ڪونهي ۽ ڪوبہ مال روزي تي راضي رهڻ کان وڌيڪ بُکن کي دور ڪرڻ وارو ڪونهي، توهان کي معلوم هجي تہ ڪوبہ شرف اسلام کان وڌيڪ اعليٰ ڪونهي ۽ ڪوبہ ڪرم تقويٰ کان وڌيڪ معزز ڪونهي.

- جيڪو شخص ٿوري روزي تي ڪفايت ڪندو تہ جڻ ان راحت جو انتظام ڪيو ۽ خوشحالي کي پنهنجو ٽڪاڻو بڻايو.
- رغبت ٿڪاوٽ جي چاٻي ۽ ٿڪاوٽ جي سواري آهي، لالچ تباهي ۾ پوڻ ۽ گناھ ڪرڻ جي دعوت ڏيندي آهي ۽ ان جو شر سڀني عيبن جي برابر آهي.
- گهٽائي خواهشون ڪرڻ وارا خساري ۾ آهن ۽ گهٽائي اميد لڳائڻ وارا ڪوڙا آهن، اميد ڪرڻ محرومي ڏانهن وٺي وڃي ٿي ۽ نفعو ڪمائڻ نقصان ڏانهن وٺي وڃي ٿو.

- جنهن ڪم جي انجام ڏانهن نظر نہ ڪندي ان ۾ ڪثرت ڪئي تہ ان کي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو.
- حسد دين جي آفت آهي ۽ سرڪشي هلاڪت ڏانهن وٺي ويجي ٿي.
- پاڪدامن مومن لاءِ خراب ڳڻ قرض جو بار آهي.
- دل خطرن جو محل آهي.
- عقل خبردار ڪندو ۽ روڪيندو آهي.
- تجربا علم جي شروعات آهن.
- اعتبار توکي پلائي ڏانهن وٺي ويندو.
- تنهنجو پنهنجي نفس لاءِ ايترو خيال ئي ڪافي آهي، جيڪو تون ٻين لاءِ پسند نٿو ڪرين.
- تنهنجي ڀاءُ جي لاءِ توتي ايترو ئي لازم آهي جيترو ان تي تنهنجي لاءِ لازم آهي.
- خزانن مان گهٽي نفعي واري دلين جي محبت آهي.
- جيڪو پنهنجي راءِ کان بي پرواهہ ٿيو خطري ۾ پيو.
- عمل کان اڳ تدبير توکي شرمساري کان بچائيندي
- جيڪو فضول ڳالهين کان بچندو رهندو ان جي راءِ عقل وارن جي نظر ۾ وزني هوندي.
- جيڪو حڪمت جي ڪري مشهور آهي ان کي نظرون عزت سان ڏسنديون آهن.
- بي نيازي ۾ سڀني کان اشرف خواهشن جو ترڪ ڪرڻ آهي.
- جيڪو زماني جي گردش کي سڃاڻي ويو اهو تياري کان غافل ڪونهي.
- صبر بک جي جنت آهي.
- لالچ سُڃائي جي علامت آهي.
- بردباري ڪرڻ ذلت کان بچڻ آهي.
- محبت ۾ فائديمند ويجهڙائي آهي.
- شروع کان ئي غريب هجڻ شاهوڪاري ڏسڻ کان پوءِ غريب هجڻ کان بهتر آهي.
- نصيحت ان جي لاءِ هڪڙو غار آهي جيڪو ان ۾ داخل ٿيندو.
- جنهن پنهنجو پرپاسو ڪليل ڇڏيو ان جو افسوس وڌيڪ ٿيندو.

- جنهن شخص اهڙي ماڻهوءَ سان محبت ڪئي جنهن ڪي اهو سچائي نٿو تہ اهو پنهنجو پاڻ سان مذاق ڪرڻ وارو آهي.
- جنهن پاڻ کي شهوت کان بچايو ان پنهنجي عزت محفوظ ڪئي.
- جنهن شخص جي زبان بي قابو آهي تہ ان جي قوم ان کي حڪم ڏيندي.
- گهڻا جملا اهڙا هوندا آهن جيڪي نعمت کان محروم ڪري ڇڏيندا آهن.
- جنهن جو اخلاق بگڙيل آهي ان کان گهر وارا بہ بيزار هوندا آهن.
- جنهن مقصد حاصل ڪيو جڻ ان جي حياتي وڌي آهي.
- جنهن جون حالتون بدلبيون رهنديون آهن اهو ماڻهن جي جوهر کي خوب چاڻي وٺندو آهي.
- ٿوريون خواهشون آهن جيڪي توکي انصاف ڏياريندون آهن.
- زماني جي گردش توکي لڪل خوشين کان روڪيندي
- عاجزي توکي سلامتيءَ جو لباس پارائيندي
- اخلاق جي وسعت ۾ رزق جا خزانا آهن.
- هر ساهواري جي روزي آهي ۽ توهان موت جي روزي آهيو ۽ وجود رکڻ واري هر شيءِ لاءِ موت آهي.
- توبهہ جو در کليل آهي، بخشش گهرڻ ۾ ڪو نقصان ڪونهي. گناهن جا عادي گهڻائي ماڻهو پنهنجي عمر جي آخري حصي ۾ توبهہ ڪندا آهن.
- جيڪو شخص حياء کي پنهنجو لباس بڻائيندو تہ ماڻهن جي نظرن ۾ ان جا عيب گهٽ ٿي ويندا.
- جيڪو پنهنجي مقصد لاءِ ڪوشش ۾ رهندو آهي ان کي محنت گهٽ ڪرڻي پوندي آهي.
- نفس جي مخالفت ۾ هدايت آهي.
- صبر مشڪلات کان دفاع ڪندو آهي جڏهن تہ بي صبري زماني جي مشڪلاتن جي مددگار آهي.
- سخاوت ماڻهن جي عزتن جي محافظ آهي.
- بردباري بيوقوف جو ادب آهي.

- مشورو ڪرڻ سان ئي صحيح رستو ملندو آهي، جيڪو ڳالهين تي سوچ ويچار ڪندو آهي اهو لڪل ڳالهيون سمجهي ويندو آهي.
- پنهنجي حصي ڪان وڌيڪ بندوبست ڪرڻ ڪاوڙ ڪرڻ ڪان بهتر آهي.
- تجربي کي محفوظ ڪرڻ بہ دانائي آهي.
- آزمائڻ کان اڳ مطمئن ٿي وڃڻ عقلمندي جو ضد آهي.
- آيت پڪي نشاني (قطعي) جو دليل چوندڙ ڪرڻ آهي.
- تنگدل تي ڪڏهن بہ احسان نہ ڪيو.
- تنهنجي دوست جو جدا ٿيڻ تنهنجي عضون مان ڪنهن جي ڪپجي وڃڻ جي برابر آهي.
- ٻين جي عيبن کي نظرانداز ڪيو ورنہ توهان ڪڏهن بہ راضي نہ رهي سگهندا.
- مڪافات عمل مان خراب ترين بدلو ڪنهن سان خراب سلوڪ ڪرڻ آهي.
- مرد جو پنهنجي عقل سبب پاڻ کي پسند ڪرڻ پنهنجي عقل کي ختم ڪرڻ وارن سببن مان هڪ آهي.
- جنهن جو اخلاق سٺو ڪونهي ان جو ادب بہ قابل قبول ڪونهي.
- جنهن جو ٿڙ نرم هجي ان جون ٽاريون ڳوريون هونديون آهن.
- جنهن جي طبيعت سخت هجي ان جو اڱڻ ويران هوندو آهي.
- مرد جو بچڙو ترين رويو ان جي جهالت آهي.
- واندڪائي سان ئي شوق پيدا ٿيندو آهي.
- مخالفت راءِ کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي.
- ڪڏهن ڪڏهن گمان بہ درست ثابت ٿي ويندو آهي.
- برابري جي سبب توکي اهو بہ ملي ويندو جيڪو تون وڃائي چڪو آهين.
- گندو ڳالهائڻ بلندي کي وڃائي ڇڏيندو آهي.
- شڪر ڪرڻ انتقام کان حفاظت ڪندو آهي.
- عقل عِلم جي ڪنجي آهي.
- عدل پسنديده فعل آهي ۽ خواهش جي پيروي ڪرڻ ظلم آهي.

- جيڪو شخص جلدي جي گهوڙي تي سوار هجي اهو ڪرڻ کان بچي نٿو سگهي.
- دوري همت کي وڌائيندي آهي.
- انصاف تي پائيچارو مضبوط ٿيندو آهي.
- دوست جو حسد ڪرڻ محبت جي بيماري آهي.
- اخلاق جو جوهر رکڻ واري کي معاشرو محروم رکندو آهي.
- عقل رغبت جون سواريون آهن.
- عقل جا اڪثر ڌوڪا چمڪ ڌمڪ جي ڪري ٿيندا آهن.
- جيڪو پنهنجي موقف تي ضد ڪيون بيٺو رهي ان جي محبت ڪڏهن بہ پائيدار نہ هوندي آهي.
- سڀ ماڻهو هٿ ملائي هلاڪت ۾ پوندا آهن.
- هڪبئي سان مرڪي ملڻ جي خوبي تنهنجي بغاوت کان حفاظت آهي.
- خوبصورت ماڻهو دشمني جي باهہ کي وسائيندو آهي.
- نرمي مخالفت جي گرمي کي ٿڌو ڪندي آهي.
- عنايت ڪرڻ مودت جي علامت آهي.
- خوار ٿيل شخص ماڻهن جي زبان تي ڪڏهن بہ عزت نٿو ڪمائي سگهي ۽ تون ان وقت عزت وارو آهين جيستائين قناعت جو دامن هٿ مان نہ ڇڏين.
- اهو شخص ذليل آهي جنهن کي ماڻهن سان ڪا حاجت هجي.
- باهمي مدد ڪرڻ کان وڌيڪ ڪابہ شي عظيم قدر واري ڪانهي.
- سخت مزاجي جي سزا سيني جو ڇڏي وڃڻ آهي.
- هر گهڙي هڪڙو خطرو آهي ۽ خطرو هر حرڪت جو اصل آهي ۽ شڪ جي وقت رڪجي وڃڻ عقلمندي آهي.
- گهٽيون ئي محبتون اهڙيون آهن جو هڪڙي گهڙي ۾ پيدا ٿي وينديون آهن ۽ گهٽا ئي جهڳڙا اهڙا آهن جيڪي هڪڙي لفظ سان پڙڪي پوندا آهن.
- دنيا ۽ آخرت آدم جي اولاد لاءِ پيدا ڪيا ويا آهن.
- حڪمت وارو آهي اهڙو شخص جيڪو قدرت جي فيصلي تي حيران نہ ٿئي.

- اهي مضبوط دل وارا آهن جيڪي مخلوق جي دل ۾ لهي وڃن ٿا.
- تون اڄ جو پٽ آهين سڀاڻي تنهنجي لاءِ ڪونهي، خوشي واري طرف ۾ خوشي ڪامل ڪونهي هوندي.
- اميد جي مدت اڄ ۽ ڪالهه ۾ آهي، وقت گذري وڃي ته ماٺ ڪر ۽ تي سگهي ٿو ته سڀاڻي توڪان سواءِ ڪنهن ٻئي جو هجي.
- گهڻا ماڻهو پنهنجي ننڊ ۾ ئي هلاڪ ٿيا ڇو ته انهن جي دل بيمارين جو ڳڙهه هئي.
- جيڪڏهن تو پاڻ وٽ موجود شي تي قناعت نه ڪئي ته بي نيازي توڪان پري هلي ويندي.
- پنهنجي نفس کي قناعت جو عادي بڻاءِ ۽ ان کي اميد ڏياريندو رهه ۽ سٺي اميد الله تعالىٰ جي رحمت آهي.
- مصيبتن کي مخلوق ۾ برابر ورهايو ويو آهي.
- هر اچڻ واري گهڙي سمجهو ته اچي وئي آهي.
- مدت پوري ٿيڻ کان پهريان ڏنل مهلت ۾ پنهنجو پاڻ کي تبديل ڪر.
- اک ۾ خواهش رکڻ اهڙي شي کي چَٽَڻ آهي جيڪا تنهنجي مخالف کي ملي آهي.
- زبان جي پاڪيزگي خاموشي آهي پر ڪڏهن ڳالهائڻ به پنهنجي مخالف کي آڻ مڃائيندو آهي.
- عزت وارن ڪمن مان گهٽي عزت وارو ڪم ان ڳالهه کان درگذر ڪرڻ آهي جنهن جي توکي خبر هجي.
- جيڪو چڱي نيت ۾ اڳيرو هجي ان کي توفيق ملي ويندي
- سخت طبيعت واري کي نه ته ڪير گڏ ڪٽندو آهي نه وري ڪير ڪيس دوست بڻائيندو آهي.
- ڪوئي حيلو ڪري پاڻ ڪم ڪري وڃڻ وسيلو تلاش ڪرڻ کان بهتر آهي.
- شرف وارن جي لاءِ بلند شان ادب ڪرڻ آهي.
- پنهنجي حرمت ۽ عزت کان بي فڪري ڪمال درجو آهي.
- جڏهن محبوب نرم مزاج هوندو ته دل جي محبت وارا جوش ماٺ نه رهندا.

- انسان ان وقت تائين سچو ڪونهي جيستائين اهي ڳالهيون نہ لڪائي جن جي ان کي خبر آهي.
- ماڻهن سان انهن جي عقلن مطابق ويجهڙائي رکو ان سان توهان انهن جي بيهودين ڳالهين کان محفوظ رهندا.
- بيشڪ دليون انهن ماڻهن کان ڌوڪو کائي ويندديون آهن جيڪي انهن کان بلند هوندا آهن.
- هر ڳالهائڻ واري زبان جو هڪڙو قائد هوندو آهي، عاجزي ۾ چوتڪارو آهي.
- مضبوط جبلن کي پنهنجي جاءِ تان هٽائڻ دلين کي راضي ڪرڻ کان وڌيڪ آسان آهي.
- حسد ورثي ۾ غم ڏيندو آهي ۽ ان سان جسم جون سڀ بيماريون لڳنديون آهن، مون ڪو اهڙو حاسد ڪونہ ڏٺو آهي جيڪو ڪنهن کي سلامتي ۾ ڏسي سگهندو هجي.
- صحيح تجربي سان مڙني مشڪلاتن تي قابو پائي سگهو ٿا.
- تنهنجي بردباري بيوقوف خلاف تنهنجي مدد وڌيڪ ڪندي آهي.
- سچائي ۽ وفاداري ماڻهن جي لاءِ تحفظ آهن.
- بدڪردار ماڻهن جا زمانو مثال ڏيندو آهي.
- هر ڏينهن توکي ڪا نہ ڪا ڇاڻ ڏيندو آهي.
- ماڻهن مان الله تعاليٰ تي راضي هجڻ جو حق سيني کان وڌيڪ ان کي آهي جنهن دنيا جي نقصان کي سمجهي ورتو.
- هر دل جي لاءِ ڪائي مصروفيت هوندي آهي.
- ماڻهن جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ جي خواهش عضون ۾ قوت پيدا ڪندي آهي ۽ جيڪو شخص خواهش جي پيروي ڪندو اهو يقيني طور گمراهہ ٿيندو.

نوٽ: مٿيون ڳالهيون امام بيهقي جي ڪتاب فضائل اميرالمومنين علي ڪرم الله وجہ تان نقل ڪيون ويون آهن.

## پنهنجن اصحابن کي هي دعا تعليم فرمايائون

324. عاصم بن ضمره جو بيان آهي تہ هي اهي ڳالهيون آهن جيڪي حضرت علي ڪرم الله وجہ پنهنجن اصحابن کي تعليم فرمايون ۽ انهن اسان کي هي دعا بہ تعليم فرمائي: اي منهنجا معبود! تو

پنهنجو نور مڪمل ڪري ڇڏيو مون هدايت پاتي، تنهنجي لاءِ تعريف آهي ۽ تنهنجو حلم عظيم آهي، تو معاف ڪري ڇڏيو ۽ تنهنجي لاءِ ئي واکاڻ آهي. تو پنهنجي قدرت وارو هٿ کوليو ۽ عطا ڪري ڇڏيو تنهنجي لاءِ حمد آهي. اي اسان جا پالڻهار! تنهنجي ذات ڇهرن کي عزت ڏيندي آهي ۽ تنهنجي وجاهت بهترين وجاهت آهي ۽ تنهنجي عطا ڪرڻ بليغ عطا آهي ۽ بغير تڪليف ڪرڻ جي حاصل ٿيڻ واري آهي. اي اسان جا پالڻهار! تنهنجي اطاعت ڪئي وڃي ٿي تون ان کي قبول ڪرين ٿو. اي اسان جا پالڻهار! تنهنجي نافرماني ڪئي وڃي ٿي پر تون معاف ڪري ٿو ڇڏين ۽ تون مجبور جي دعا قبول ڪرين ٿو ۽ تڪليفون دور ڪرين ٿو ۽ تون بيمارين کان شفا ڏين ٿو ۽ درد کان ڇوٽڪارو ڏين ٿو ۽ توبهہ قبول ڪرين ٿو ۽ گناهہ معاف ڪرين ٿو. ڪير بہ تنهنجي نعمتن جو بدلو نٿو ڏئي سگهي ۽ نہ تنهنجي نعمتن کي ڳڻي سگهي ٿو.

## طواف جي دوران الله جي پاڻهي جي دعا

325. محمد بن جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو تہ مان بيت الله جو طواف ڪري رهيو هيس تہ اوچتو هڪڙو شخص ڪعبي جي غلاف کي چنبڙي هي چئي رهيو هو: اي اها ذات، جنهن کي سوالين جي گهڻائي مغالطي ۾ وجهي نٿي سگهي، اي اها ذات، جنهن کي وري وري سوال ڪرڻ وارن جو اصرار بيزار نٿو ڪري سگهي، مون کي پنهنجي معافي جي ٿڌاڻ جو ذائقو چکاءِ ۽ پنهنجي رحمت جي مٺاڻ جو ذائقو چکاءِ.

مولاءِ ڪائنات علي عليہ السلام فرمايو تہ مون ان کي چيو اي ادا! اها دعا وري پڙهہ. ان چيو تہ ڇا تون ٻڌندين؟ مون چيو هائو تہ ان چيو هن دعا کي هر نماز کان پوءِ پڙهندو ڪر. قسم آهي ان ذات جو جنهن جي قبضہ قدرت ۾ خضر جي جان آهي جيڪڏهن تنهنجي ڪاتي ۾ بارش جي ڦڙن جيترا بہ گناهہ هوندا ۽ زمين تي موجود پٿرين ۽ مٽي جي ذرن برابر بہ هوندا تہ اهو ان کي ضرور معاف ڪري ڇڏيندو.

## اميرالمومنين علي عليہ السلام جا ارشاد

326. عاصم کان روايت آهي تہ حضرت علي عليہ السلام ارشاد فرمايو تہ الله تعاليٰ حڪمت کان وڌيڪ معزز ڪابہ شي پيدا نہ ڪئي آهي ۽ ان کي الله تعاليٰ صرف عاجزي واري دل ۾ ئي رکيو آهي.

- بهترين بي نيازي خواهشن کي ترڪ ڪرڻ آهي.
- جيڪو شخص الله تعاليٰ جي ڏنل رزق تي راضي رهيو اهو بي نياز ٿي ويو.
- جنهن حسد کي دل مان ڪڍي ڇڏيو ۽ ان کي مقصد وارن ڪمن ۾ مصروف رکيو تہ ان جي دل مان بيمقصد ڳالهيون ڪڍيون وينديون.
- جنهن شخص پنهنجي نفس کي دنياوي خواهشن کان روڪي رکيو تہ اهو ڇڙ آزاد آهي.
- جنهن شخص حسد کي دل مان ڪڍي ڇڏيو تہ ان جي لاءِ محبت ظاهر ٿيندي
- جنهن تنگدستي جي ڏينهن ۾ صبر ڪيو اهو دائمي نعمتن تائين پهتو.
- جنهن الله تعاليٰ جي اطاعت جي مناڻ ناهي چکي ان دنيا ۾ زهد ڪونہ ڏٺو.
- ڪوبہ ماڻهو هڪڙي خوبي کان سواءِ الله تعاليٰ جي خدمت ۾ مشغول نٿو ٿي سگهي۽ چئني ڪتابن توريت، انجيل، زبور ۽ قرآن اها خوبي بيان ڪئي آهي ۽ اها خوبي هر عقلمند ۽ سچي انسان جي سنت آهي. پڇيو ويو تہ اها خوبي ڪهڙي آهي تہ علي ڪرم الله وجہ فرمايو اها صبحاڻي جي غم کي پنهنجي دل مان ڪڍي ڇڏڻ آهي.
- توبهہ ڪرڻ وارو زاهد جي چراگاهہ ۾ چرندو آهي يعني، فيض حاصل ڪندو آهي ۽ زاهد عارف جي چراگاهہ ۾ چرندو آهي ۽ عارف الله جي چراگاهہ ۾ چرندو آهي.
- عارف هن دنيا ۾ ماڻهن کان مختلف آهي ۽ آخرت ۾ بہ ماڻهن کان مختلف هوندو.

## پاڻيرو پنج ڳالهيون ياد ڪري ڇڏيو

327. حضرت علي عليہ السلام فرمايو اي پاڻيرو! توهان مون ڪان پنج ڳالهيون ياد ڪري ڇڏيو (1) توهان مان هر هڪ پنهنجي گناهہ ڪان سواءِ ڪنهن ڪان بہ ڊپ نہ ڪري. (2) پنهنجي پالڻهار ڪان سواءِ ڪنهن ۾ بہ اميد نہ رکو (3) توهان مان جيڪو شخص جاهل آهي اهو علم حاصل ڪرڻ ۾ شرم محسوس نہ ڪري. (4) توهان مان ڪنهن شخص ڪان اهڙو سوال پڇيو وڃي جنهن جو ان کي علم نہ هجي تہ اهو ائين چوڻ ۾ شرم محسوس نہ ڪري تہ ان جو مون کي علم ڪونهي (5) بيشڪ صبر جو ايمان سان اهو تعلق آهي جيڪو ڪنڌ کي جسم سان، جيڪڏهن ڪنڌ جدا ٿي وڃي تہ جسم ختم ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن صبر هليو وڃي تہ ايمان هليو ويندو آهي.

ان ڪان پوءِ علي عليہ السلام فرمايو صحيح فقيهہ اهو آهي جنهن ماڻهن کي الله جي رحمت ڪان مايوس نہ ڪيو ۽ ان جي طرف ڪان ملڻ واري راحت ڪان نااميد نہ ڪيو ۽ الله تعاليٰ جي عذاب ڪان انهن کي بي فڪر نہ ڪيو ۽ ماڻهن کي الله تعاليٰ جي نافرماني ۾ نہ ڦاسايو ۽ نہ عارفين موحدين کي جنت ۾ لاٿو ۽ نہ بدڪارن ۽ گناهگارن کي دوزخ ۾ لاٿو جيستائين الله تعاليٰ انهن جي وچ ۾ فيصلو نہ ڪري ۽ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ "فَلَا يَأْمَنُ مَكْرَ اللهِ اِلَّا الْقَوْمُ الْخٰسِرُوْنَ (٩٩)" (اعراف: 99) معنيٰ: الله جي رٿ ڪان رخساري واري قوم ڪان سواءِ ٻيا بي خوف نہ ٿيندا آهن. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ "اِنَّهٗ لَا يَايْئَسُ مِنْ رَّوْحِ اللهِ اِلَّا الْقَوْمُ الْكٰفِرُوْنَ(٨٧)" (يوسف: 87) معنيٰ: الله جي رحمت ڪان ڪافر ماڻهن ڪان سواءِ ٻيو ڪوئي نااميد نہ ٿيندو آهي.

## دنيا ۾ ڏک ضروري آهن

328. حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان حضرت علي عليہ السلام جي روايت بيان ڪئي آهي تہ مولاءِ ڪائنات عليہ السلام فرمايو:

عش موسرا ان شعت او معسرا      لابست في الدنيا من الغم

(زندگي خوشحالي واري گذار يا تنگدستي واري، دنيا ۾ غم ضروري آهي.)

وعيشک بالهم مقرونت فلا نقطع الدهر الا بهم
حلاوت دنياک مسمومت فلا تاکل الشهد الا بسم
محامدک اليوم مذمومت فلا تکسب الحمد الابذم
اذا تم امر بدا نقصه تسوقع زوالا اذا قيل تم
اذا کنت في نعمت فارعها فان المعاصي تزيل النعم
وداوم عليها بشکر الا له فان الا له سريع النقم

(تنهنجي زندگي غم سان گڏيل آهي توکي قطع تعلق ڪرڻ کان پوءِ بہ ان سان گڏ رهڻو آهي، تنهنجي دنيا جو مٺاڻ زهريلو آهي سو هي ماکي زهر سان ملائي کائڻي پوندي، تنهنجي اڄ دنيا جي تعريف بُري آهي سو توکي پنهنجي تعريف غمن واري ئي ڪمائڻي پوندي، جڏهن ڪو ڪم مڪمل ٿيندو تہ ان جو نقص شروع ٿي ويندو جڏهن توکي چيو وڃي تہ ڪم مڪمل ٿي ويو آهي تہ پوءِ ان جي زوال جي اميد رک. جڏهن تون ڪنهن نعمت جي مزي ۾ آهين تہ ان تي ڪفايت ڪر جو گناهہ نعمت کي ختم ڪري ڇڏيندا آهن، سدائين پنهنجي معبود جو شڪر ادا ڪريو ڇوتہ معبود گهڻو جلد بدلو ڏيڻ وارو آهي.)

## تڪليفن کان درگذر ڪر

329. عاصم بن ضمره کان روايت آهي تہ مون حضرت علي عليہ السلام کي اهو فرمائيندي ٻڌو:

وکن معدنا للحلم واصفح عن الا ذي فانک لاق ما عملت و سامع
واحبب اذا احببت حبا مقاربا فانک لا تدري متي الحب نافع
وابغض اذا ابغضت بغضا مقاربا فانک لا تدري مني الحب راجع

(عِلم جو خزانو ٿي وڃ ۽ تڪليفن کي درگذر ڪر، ڇوتہ تون پنهنجي عملن کي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ وارو آهين. انهيءَ لاءِ جڏهن بہ تون ڪنهن ويجهڙن سان محبت ڪندين تہ توکي خبر ڪونهي تہ محبت ڪهڙي وقت فائديمند آهي (انهيءَ ڪري هروقت محبت ڪر)، ۽ نفرت ڪر جڏهن تون ڪنهن ويجهڙي سان نفرت ڪندين تہ توکي خبر ڪونهي تہ ان جي محبت ڪڏهن موٽي اچي.)

## تقويٰ سان ڪيل عمل ٿورو نہ هوندو آهي

330. قيس بن ابوحازم ڪان روايت آهي تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو تہ عمل جي قبوليت جي لاءِ سخت بندوبست ڪيو. انهيءَ ڪري جو تقويٰ سان ڪيل عمل هرگز ٿورو نہ هوندو آهي ۽ مقبول ٿيڻ وارو عمل ٿورو ڪيئن ٿو ٿي سگهي.

331. عبدخير ڪان روايت آهي تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو نيڪي ۽ خير اهو ڪونهي تہ توهان جي اولاد ۽ دولت گهڻي هجي، بلڪ نيڪي ۽ خوبي اها آهي تہ توهان جو عمل گهڻو هجي ۽ توهان جو حلم وڏو هجي ۽ توهان ماڻهن تي پنهنجي رب جي عبادت تي ناز ڪري سگهو ۽ جيڪڏهن توهان چڱو ڪم ڪيو تہ الله تعاليٰ جي تعريف ڪيو ۽ ڪو گناهہ ٿي وڃي تہ توبهہ استغفار ڪيو.

دنيا ۾ صرف ٻن ماڻهن لاءِ ڀلائي آهي، هڪڙو اهو جيڪو گناهہ ڪري تہ توبهہ سان ان جي تلافي ڪري ۽ ٻيو اهو شخص جيڪو نيڪ ڪم ۾ تڪڙو هجي. تقويٰ سان ڪيل عمل ٿورو نہ هوندو آهي ۽ مقبول ٿيڻ وارو عمل ٿورو ڪيئن ٿو ٿي سگهي.

## گناهہ جي ذلت ۽ تقويٰ جي عزت

332. حضرت علي ڪرم الله وجہ ڪان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو الله تعاليٰ جنهن کي گناهہ جي ذلت ڪان ڪڍي تقويٰ جي عزت ۾ داخل ڪندو آهي تہ ان کي بغير ڏن دولت جي شاهوڪار ڪندو آهي ۽ خاندان ڪان سواءِ ئي معزز ڪندو آهي ۽ پيار ڪرڻ وارن ڪان سواءِ ئي ان کي پيارو ڪندو آهي. جيڪو الله ڪان ڊنو تہ الله تعاليٰ هر شي ۾ ان جو ڊپ وجهي ڇڏيندو آهي ۽ جيڪو الله ڪان نہ ڊڄندو آهي تہ ان جي اندر ۾ هر شي جو ڊپ وجهي ڇڏيندو آهي.

جيڪو ٿوري رزق تي الله ڪان راضي رهيو تہ الله ان جي ٿوري عمل تي بہ راضي رهندو آهي، جنهن دنيا ۾ زهد اختيار ڪيو الله تعاليٰ ان جي دل ۾ حڪمت ۽ دانائي پختي ڪندو آهي ۽ ان جي زبان تي حڪمت وارن گفتن کي جاري ڪندو آهي ۽ اهو دنيا مان صحيح سلامت نڪري آخرت واري گهر ۾ پهچندو آهي.

## نبي سڳورا ۽ فقيهہ

333. حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو نبي سڳورا اڳواڻ آهن ۽ فقيهہ سردار آهن ۽ انهن جي مجلس ثواب جي گهڻائي جو سبب آهي. رات ۽ ڏينهن جي گردش ۾ توهان جا عمل ڳڻيل آهن ۽ عمل محفوظ آهن ۽ توهان وٽ موت اوچتو اچڻو آهي، تنهن ڪري جنهن ڀلائي پوکي اهو ڀلائي لڻندو جنهن برائي پوکي اهو برائي لڻندو.

امام تاج الاسلام رحمت الله عليہ جو بيان آهي تہ حديث شريف جليل القدر نبين سڳورن عليهم السلام جي صفت ۽ فقيهن جي نعت تي مشتمل آهي ۽ انهن جي علمي خزاني مان نفعو حاصل ڪرڻ جي ترغيب پيدا ڪري ٿي ۽ اهڙي واعظ تي مشتمل آهي جيڪو دنيا ۽ آخرت جي مصلحتن کي گهيريون پيو آهي.

هن حديث کي امام القفال الشاشي پنهنجي ڪتاب ”جوامع الڪلم و بوالغ الحڪم“ ۾ امام المتقين و قدوت المهتدين جي حديثن مان ظاهر ڪيو آهي. اهو امام جيڪو خفيہ لقبن جو مالڪ آهي، بلند مرتبن ۽ پسنديده اڳراين ۽ پسنديده لاحقن جو مالڪ آهي، جيڪو مشڪلات حل ڪرڻ وارو ۽ مبهم ڳالهين کي پڌرو ڪرڻ وارو آهي. انهن ڳالهين جو بيان ڪرڻ حلال ۽ حرام سان تعلق رکي ٿو ۽ انهن جو بيان اسلام جو برهان آهي. ان خاص باريڪين جي باري ۾ خبر ڏني ۽ توحيد جون حقيقتون ظاهر ڪيون. ان آخرت جي رغبت پيدا ڪئي تہ ان جي لاءِ عطا وچائي ڇڏي ۽ دنيا ۾ زهد اختيار ڪيو تہ ان تان پردو کڻي ڇڏيو ۽ اهي نبوت واري وڻ جو حصو آهن جنهن جون ٽاريون عظمت جي نشانين سان ٺمٺار آهن ۽ شرعي فتوائن جي پهاڙ جي چوٽيءَ جو حصو آهن، جنهن جا ڪارناما ڪرامت سان ڀريل آهن، جنهن کي الله تعاليٰ سعادت جو لباس پارايو آهي، پوءِ اهي سعادت جي پوشاڪن جي خوبصورتي ۾ ناز سان هلندو آهي ۽ الله تعاليٰ ان کي سرداري جي

جبل تي چڙهايو آهي سو اهو ان سرداري جي جبل جي چوٽين جي چمڪ ۾ چمڪي ٿو.

باقي رهي مخلوق ته الله تعاليٰ مخلوق کي حسن ڏنو ۽ ڏينهن جي چهري کي روشن ڪيو ۽ اخلاق جيئن اسلام تقاضا ڪري ٿو اهڙا اخلاق حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم جا آهن ۽ رهي وصايت ته ان جي ڳچيءَ ۾ رسو وجهي ڇڏيو ۽ رهي خلافت ته ان جي لاءِ سرسبز رفرف وڇايو خوبصورت عبقري جو بندوبنست ڪيو جيڪو مشڪل کي کولڻ وارو آهي ۽ ان شان سان مشرف آهن ته "انت مني بمنزله هارون من موسيٰ". شريعت جا سردار آهن ۽ ان جو اهڙو دروازو آهن جنهن جي باري ۾ چيو ويو "انا مدينت العلم وعلي بابها".

انهن ڪابه للڪار اهڙي ڪونه ڪئي جنهن ۾ ڪامياب نه ٿيا هجن ۽ نه ڪو اهڙو مليو جيڪو هارائي واپس نه ٿيو هجي. اهي مال دولت کان ائين منهن موڙيندا هيا جو ان کان علاوه ٻئي لاءِ مشڪل آهي ۽ ان لاءِ آسان آهي. ايستائين جو انهن جي باري ۾ آيت نازل ٿي "قُل لَّآ أَسۡـَٔلُكُمۡ عَلَيۡهِ أَجۡرًا إِلَّا ٱلۡمَوَدَّةَ فِي ٱلۡقُرۡبَىٰ" (شوريٰ:23). الله تعاليٰ بلندي جي قسمن ۾ انهن جو حصو گهڻو مقرر ڪيو ۽ انهن کي مخلوق ۾ بلند مرتبو ڏنو ۽ انهيءَ جي باري ۾ انهيءَ پاڪ اولاد جي باري ۾ هي آيت "إِنَّمَا يُرِيدُ ٱللَّهُ لِيُذۡهِبَ عَنكُمُ ٱلرِّجۡسَ أَهۡلَ ٱلۡبَيۡتِ وَيُطَهِّرَكُمۡ تَطۡهِيرٗا(٣٣)" (احزاب: 33) نازل ڪئي.

مجتهدن ۽ فقهي امامن مان ڪو هڪڙو به اهڙو ڪونهي جنهن جي انهن دين ۾ حاجت روائي نه ڪئي هجي ۽ قبوليت ۾ انهن ڏانهن مائل نه هجي.

امام اعظم ابوحنيفه رحمت الله عليه به پاڪ اهلبيتن جي ولايت سان وابستا هو ۽ انهن اهلبيتن مان لڪل ۽ ظاهر حضرات تي خرچ ڪرڻ جي قرباني ڏيڻ وارن مان هڪڙو هو. ايستائين چيو ويو آهي ته ابوحنفيه پنهنجي زماني ۾ اهليبت جي هڪڙي لڪل ياتي تي ان جي عزت خاطر هڪ هزار درهم هڪڙي ڀيري موڪلي ڏنا ۽ پاڻ پنهنجن شاگردن ۽ دوستن کي اهلبيت سان سٺو سلوڪ ڪرڻ، انهن جي گُهرجن جي خبرچار لهڻ ۽ انهن جي حديثن مان فائدو وٺڻ ۽ انهن جي نور سان هدايت حاصل ڪرڻ جو حڪم ڏيندا هئا.

امام شافعي مطلبي رحمت الله عليہ اهلبيت جي شيعن جي باري ۾ وضاحت ڪئي آهي. ان کان پڇيو ويو تہ انهن جو ڪهڙو شان آهي تہ امام شافعي ان جي جواب ۾ چيو:

قالوا: ترفضت قلت: ڪلا ماالرفض ديني ولا اعتقادي

لڪن توليت غير شڪ خير امام و خير هادي

ان ڪان حب الولي رفضا فانني ارفض العبادي

(اهي چون ٿا تہ مان رافضي آهيان مان چوان ٿو تہ هرگز رافضيت منهنجو دين ۽ اعتقاد ڪونهي، پر مان بهترين امام ۽ بهترين هادي جي ولايت جو بغير شڪ جي قائل آهيان، جيڪڏهن ولي جي محبت رافضيت آهي تہ مان ٻانهن ۾ سڀني کان وڏو رافضي آهيان.)

امام شافعي رحمت الله عليہ وڌيڪ چيو:

يا راڪبا قف بالمحصب من منيٰ واهتف بقاعد خيفها والناهض

سحرًا اذا فاض الحجيج الي منيٰ فيضا ڪملتطم الفرات الفائض

اني احب بني النبي المصطفيٰ واعده من واجبات فرائضي

لوڪان رفضا حب آل محمد فليشهد الثقلان اني رافضي

(اي سوار منيٰ جي ماڳ تي بيهي اتان جي رهاڪن کي آواز ڏي، جڏهن صبح جي وقت حاجي سڳورا منيٰ ڏانهن فرات جي درياءَ وانگر چوليون هڻندا وڃن. ٻڌاءِ تہ مان نبي جي پٽن سان محبت ڪندو آهيان ۽ ان محبت کي واجبن ۽ فرضن ۾ ڳڻيندو آهيان، جيڪڏهن آل محمد صلي الله وآلہ وسلم جي محبت رافضيت آهي تہ سڄي جن ۽ انسان شاهد رهجو تہ مان رافضي آهيان.)

## اميرالمومنين علي عليہ السلام پنهنجو نسب بيان ڪيو

334. حضرت حسن بصري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ اميرالمومنين علي عليہ السلام منبر تي تشريف فرما ٿيا ۽ فرمايو اي ماڻهو! ڇا منهنجي نسب جي خبر اٿو جنهن کي منهنجي نسب جي خبر آهي اهو تہ خبروار آهي، جنهن کي خبر ڪونهي تہ ان لاءِ مان پاڻ بيان ڪريان ٿو. مان زيد بن عبدمناف بن عامر بن عمرو بن مغيره بن زيد آهيان.

ابن الڪواءِ نالي هڪڙو شخص اٿيو ۽ عرض ڪيو مان ان نسب
ڪان علاوه توهان کي ڪونہ ٿو سڃاڻان تہ توهان علي بن ابوطالب بن
عبدالمطلب بن هاشم بن عبدمناف بن قصي آهيو. حضرت علي عليہ
السلام فرمايو اي لڪع! منهنجي ابي پنهجي ڏاڏي قصي جي نالي تي
منهنجو نالو زيد رکيو ۽ منهنجي ابي جو نالو عبدمناف آهي پر ان جي
ڪنيت ان جي نالي کان وڌيڪ مشهور ٿي وئي ۽ عبدالمطلب جو نالو
عامر آهي پر ان جو لقب ان جي نالي کان وڌيڪ مشهور ٿي ويو ۽ هاشم
جو نالو عمرو آهي پر ان جو لقب ان جي نالي کان وڌيڪ مشهور ٿي ويو
۽ عبدمناف جو نالو مغيره آهي پر ان جو لقب ان جي نالي کان وڌيڪ
مشهور ٿي ويو ۽ قصي جو نالو زيد آهي، اهو عربن کي جمع ڏينهن قصي
کان وٺي اچي مڪي ۾ گڏ ڪندو هو. پوءِ ان جو لقب ان جي نالي کان
وڌيڪ مشهور ٿي ويو.

چيو ويو آهي تہ عبدمناف هڪڙي فيصلي ۾ پنهنجي قوم کان پري
هو جڏهن اهو واپس آيو تہ قريشي قبيلن ۾ ڇڙوڇڙ هيا. ان سيني کي
ڪعبي جي چوڌاري گڏ ڪيو ۽ عبدالمطلب جي ڪنيت ابوالحارث
آهي ۽ نالو شيبہ آهي شيبۃ الحمد بہ چيو ويندو آهي ۽ هاشم جو نالو
عمرو آهي جيئن شاعر جو قول بہ ان تي شاهد آهي:

عمروالعلا هشم الثريد لقومه ورجال مڪه مستون عجاف

(عمرو بلند شان وارو آهي، ان پنهنجي قوم جي لاءِ ثريد بڻايو ۽
مڪي جا ماڻهو ڏڪار ۾ ورتل هيا ۽ بک سبب ڪمزور هيا.)

علي عليہ السلام جي امڙ فاطمہ بنت اسد بن هاشم بن عبدمناف
پهرين هاشمي عورت آهي جنهن جي هاشمي خاندان ۾ شادي ٿي ۽ ان
هاشمي ٻچي کي ڄڻيو.

## حضور ﷺ پنهنجي قميص
## حضرت فاطمہ بنت اسد کي پارائي

335. روايت آهي تہ حضرت فاطمہ بنت اسد رضي الله عنها کي
جڏهن ويم جا سور محسوس ٿيڻ لڳا تہ اها ڪعبت الله شريف ۾ اندر
داخل ٿي وئي ۽ رات جو ڪجهہ دير کان پوءِ حضرت علي ڪرم الله وجہ

الڪريم چاوا ”لَم يُولد في الڪعبہ الاعلي“ يعني، حضرت علي عليہ السلام کان علاوه ڪير بہ ڪعبي اندر ڪونہ ڄائو آهي.

حضرت فاطمہ بند اسد رضي الله عنها اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ مديني هجرت ڪئي ۽ مديني ۾ ئي وفات ڪئي. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي شاهدي ڏني، ان جي جنازي نماز پڙهايائون ۽ ان کي دفن ڪيائون ۽ پنهنجي قميص ان جي ڪفن طور ڏنائون ۽ ان جي قبر ۾ ليٽيا. جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي قبر تي مٽي سڌي ڪري رهيا هيا تہ پاڻ سڀني کان پڇيو ويو تہ يارسول الله! اسان جيڪا ڳالهہ فاطمہ بنت اسد جي لاءِ ڏٺي آهي اها توهان طرفان ڪنهن ٻئي لاءِ نہ ڏٺي آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مون ان کي پنهنجي قيمص پارائي تہ جيئن ان کي جنت جو لباس پارايو وڃي ۽ مان ان جي قبر ۾ ليٽيس تہ جيئن ان تي قبر جي سختيءَ ۾ گهٽتائي ٿئي، ڇوتہ ابوطالب کان پوءِ الله جي مخلوق مان اها منهنجي لاءِ سيني کان وڌيڪ سٺي هئي.

حضرت علي ڪرم الله وجہ خوبصورت چهري وارا هيا ۽ پري کان اهي گهرو ڪڪ رنگائون ڏسڻ ۾ ايندا هيا ۽ ويجهڙائي کان اهي ڳاڙهاڻ مائل نظر ايندا هيا. قد وچولو هين ۽ پرون الڳ ٿيل هيا. پيشاني وٽ مٿي جا وارا ڪٽل هيا. پيٽ ڪجهہ وڌيل هو ۽ ڏاڙهي گهاٽي ۽ ڪلهن تائين پکڙيل هئي. هڪڙو دفعو ڳاڙهي مينڌي لڳائي هئائون. سندن عضوا گهٽو پورا پنا ۽ خوبصورت هيا.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اعلان نبوت کان اڳ ۾ جڏهن مڪي ۾ ڏڪار پيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي پاڻ سان گڏ رهايو ۽ ان جي تربيت ۽ سارسنڀال ڪئي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ئي کين تعليم ڏني ۽ هڪڙي قول جي مطابق جڏهن علي عليہ السلام اسلام جو اعلان ڪيو تہ ان جي عمر ست کان ڏهہ سال هئي. صحيح اهو آهي تہ انهن بالغ ٿيڻ واري عمر کان اڳ اسلام جي تصديق ڪئي.

## معاويہ بن ابوسفيان جي خط جو جواب

336. حضرت علي عليہ السلام کي معاويہ بن ابوسفيان خط لکيو: بيشڪ منهنجو پيءُ جهالت واري زماني ۾ سردار هو ۽ مان اسلام ۾

بادشاهہ تي ويس ۽ مان مومنن جو مامو آهيان ۽ مان ڪاتب وحي آهيان ۽ رسول الله جو سالو آهيان.

حضرت علي عليہ السلام فرمايو اهو جيرو چباڙڻ واري جو پٽ مون مٿان فخر ڪري ٿو. اي قنبر! لک تہ اسان وٽ بدري تلوارون آهن ۽ هاشمي تير آهن ۽ مان بدر واري ڏينهن تنهنجي مائٽن ۽ قبيلي وارن تي لڳندڙيالن جي ڏار ڪي ڇاڻان ٿو. اي قنبر. ان کان پوءِ لک:

| | |
|---|---|
| محمد النبي اخي و صهري | و حمزت سيدالشهداء عمي |
| و جعفر الذي يضحي و يمسي | يطير مع الملائڪت ابن امي |
| و بنت محمد سڪي و عرسي | منوط لحمها بدمي و لحمي |
| وسبطا احمد ولداي منها | فمن لڪم له سهم ڪسهمي |
| واوصاني النبي علي اختيار | لا منه رضي منه بحڪمي |
| و اوجب لي ولايته عليڪم | رسول الله يوم غدير خم |
| سبقتڪم الي الاسلام طرا | غلاما ما بلغت او ان حلمي |

(محمد نبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم منهنجو ڀاءُ ۽ منهنجو سهرو آهي. سيد الشهداءِ حضرت حمزه رضي الله عنہ منهنجو چاچو آهي ۽ جعفر جيڪو صبح شام جنت ۾ ملائڪن سان گڏ اُڏرندو رهي ٿو منهنجي امڙ ڄائو آهي ۽ محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله عليها منهنجي گهر واري آهي جن جو گوشت منهنجي رت ۽ گوشت سان مليل آهي. احمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا ٻئي ٻچڙا حَسن ۽ حُسين منهنجي گهرواري فاطمہ سلام الله عليها مان منهنجا پٽ آهن، ڇا توهان مان ڪنهن بہ شخص جو حصو منهنجي حصي جهڙو ٿي سگهي ٿو؟ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي وصيت لاءِ چونڊيو ۽ پنهنجي امت جي لاءِ منهنجي حاڪميت لاءِ راضي ٿيا. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم غدير خم جي ماڳ تي منهنجي ولايت کي مڃڻ توهان لاءِ واجب ڪري ڇڏيو هو. مان اجا جواني واري عمر ۾ ڪونہ پهتو هيس تہ توهان سيني کان اڳ ۾ اسلام ڏانهن گوءِ کٽي ويو هئس.)

## ليکڪ جي ڳالھ:

ليکڪ جو چوڻ آهي تہ هي فوائدالشريف ۽ ڪلمات منفيعہ منهنجي بابي شيخ الاسلام سعدالحق والدين محمد بن المويد حمويني قدس الله سره جي خاص دوستن جيڪي انهن جي نظر ۾ تمام گهڻو معزز هيا ۽ جن بابا سائين کان پوءِ انهن جي لکيل مسودن جي شرح ڪئي انهن مان شيخ الامام عزالدين جمال الاسلام ابراهيم بن محمد طائوسي قزويني الله تعاليٰ پنهنجي رحمت سان ان کي بهترين جزا عطا فرمائي، مون کي ٻڌائي تہ منهنجي بابي ان سان بيان ڪيو تہ اميرالمومنين حضرت علي بن ابوطالب ڪرم الله وجہ جي صورتحال نبي ڪريم صلي الله علي وآلہ وسلم جي هن قبول مبارڪ جهڙي هئي جنهن ۾ پاڻ سڳورن فرمايو " لي مع لله وقت لا يسعني فيه ملڪ مقرب ولا نبي مرسل" يعني، منهنجو الله تعاليٰ سان هڪڙو وقت مقرر آهي جيڪو نہ ڪنهن ملائڪ مقرب کي ۽ نہ ئي ڪنهن نبي ۽ رسول کي حاصل آهي. جيڪڏهن توهان غور ڪيو تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ جي نالي "علي" ۾ "ع" جو اشارو عين معين ڏانهن آهي جنهن کي خاص معيت الاهي حاصل آهي، "ع" کان پوءِ بہ اکر آهن "ل" ۽ "ي" جيڪي اضافت، نسبت، مالڪ هجڻ ۽خاص هجڻ جي لاءِ آهن، جن جي گڏجڻ سان لفظ "لي" نهي ٿو جنهن جو اشارو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي قول مبارڪ "لي مع الله وقت" ڏانهن آهي. جڏهن الله تعاليٰ علي ڪرم الله وجہ جي چهري مبارڪ کي عزت بخشي تہ روح ڪشف جا سمورا جزا ان ۾ شامل ٿي ويا تہ روح ڪشف ان جي ملڪيت ٿي وئي ۽ اها ڪرامت علي عليہ السلام لاءِ خاص ٿي وئي ۽ الله تعاليٰ "ل" جيڪو ملڪيت هجڻ ۽ خاص هجڻ لاءِ آهي، ان جي نالي ۾ رکيو ۽ پنهنجي مطلوب ۽ محبوب کي قدس جي پردن ۾ ۽ محبت جي نظرن سان ملايو ۽ ان ئي راز ۾ ان کي معبود سان گڏ ساٿ نصيب ٿيو. ان ۾ ڪو حرج ڪونهي تہ جڏهن انهن کي ويجهڙائي جو شرف ملي ويو تہ ائين اهي نسبت ۾ اچي ويا، رباني ۽ صمداني ٿي ويا، امي ٿي ويا ۽ مناسبت جي حصول ۾ ۽ معائني ۽ مشاهدي جي حصول ۾ڪتاب جا امام ۽ عاقلن

جي عاقل ڏانهن منسوب ٿي ويا. الله تعاليٰ ”ي“ نسبت ۽ اضافت کي علي ڪرم الله وجہ جي نالي مبارڪ جي آخر ۾ رکيو ۽ اها ئي ”ي“ سندن ولايت جي ڪرسي آهي ۽ سندن هدايت ۽ سعادت جو چشمو آهي.

راوي جو بيان آهي تہ مولاءِ ڪائنات جي خادمن مان هڪڙي روايت بيان ڪئي تہ علي جي نالي جي ”ي“ نبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو نالو آهي ۽ توهان کي خبر هجي تہ ٻڌڻ (سماعت) جي صفت امرونهي مڃائڻ ۽ ثابت رکڻ جي هيٺ داخل آهي ۽ امر ڪرم جو خزانو آهي ۽ ڪم (فعل) کان رڪجي وڃڻ نهي جي مڪانن مان هڪ مڪان آهي، بيشڪ جيڪو شخص نهي کان باز رهيو تہ ڇڻ معافي جي جاين کي ڪرم جي خزاني ۾ جذب ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن اهو امر کي عمل ۾ آڻي ٿو تہ الله تعاليٰ ان جي چهري کي عزت ڏيندو آهي، انهيءَ ڪري جو اهو ان عمل جي سبب پنهنجي نفس ۽ شيطان تي غالب اچي ويندو آهي ۽ اميرالمومنين علي عليہ السلام مڪرم الوجہ هيا، انهيءَ ڪري جو اهي پنهنجي نفس ۽ شيطان تي غالب هيا، خطاب کي سمجهڻ ۽ لکت کي شايع ڪرڻ جي واسطي سان انهن کي هيئن چيو ويندو آهي: ڪرم الله وجہ يعني الله تعاليٰ ان جي چهري کي عزت عطا فرمائي.

# منقبت

علي شاهہ حيدر اماما كبيرا
کہ بعد از نبي شد بشيرا نذيرا

زمين، آسمان، عرش و كرسي بحُكمش
علي دان علي كل شيءٍ قديرا

علي ابنِ عم محمد رسول است
چون موسيٰ اخي گفت هارون وزيرا

علي اولياء را دليل است برحق
علي انبياء را وليا نصيرا

ز تو هست روشن مہ و مير و كوكب
توئي دوجهان است سراجا منيرا

بہ جنگ أُحد چون نبي ماند تنها
خدائش فرستاده نادِ علي را

ز تو نيست پوشيده احوال جامي
کہ هستي بمعني سميعا بصيرا

(حضرت عبدالرحمان جامي رحہ)

# فهرست

## مقدمو: ليکڪ

سڀ تعريفون الله جي لاءِ آهن جنهن پنهنجي ڪبريائي جي سبب پنهنجي بارگاهہ کي انهن شين کان پاڪ رکيو جيڪي ان جي لائق نہ هيون ۽ اهو برڪت وارو آهي ۽ پنهنجي پاڪيزگي ۾ اڪيلو آهي، ان ڳالهہ کان گهڻو مٿانهون آهي جو ان جو ڪو همسر، ڪو ضد، ڪو برابر ڳالهہ ڪرڻ وارو يا ڪو شريڪ هجي. ان لطف کي ملامتون ڪرڻيون پون ٿيون ان ڪري جو ان جي ٻانهن مان پنهنجي احوال ۾ گناهن ۽ سرڪشي کي شامل ڪرڻ جي سبب ڪرم ۽ لطف کي فاسد ڪري ڇڏيندا آهن. پر ان جو ڪرم ان جو تدارڪ ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ان جي ڳجهي ڪرم جو آواز هر ڀٽڪيل، خواهشن جي پٺيان لڳل کي ٻڌڻ ۾ ايندو آهي تہ منهنجي طرف اچو ۽ پنهنجي گهر کي غنيمت سمجهو. ازلي عنايت جي مدد مسلسل جاري آهي ۽ الله تعاليٰ ان سبب سان ڀلائي ۽ جنتن کي تنهنجي منزل ۽ تنهنجو گهر بڻايو آهي.

خاتم الانبياءَ والمرسلين حضرت محمد صلي الله عليہ وآله وسلم تي درود سلام ۽ برڪت هجي، جنهن هميشہ الله تعاليٰ جي اطاعت ڪئي ۽ ان جي مخلوق تي شفقت فرمائي ۽ سڌي واٽ جي هدايت ڪئي. الله تعاليٰ ان جو سينو کولي ڇڏيو ۽ ان تان ان جو بار هلڪو ڪري ڇڏيو ۽ مولا علي عليہ السلام کي انهن جي ڇيلهہ جو سندرو ڪيو ۽ ان لاءِ ان جو ذڪر بلند ڪيو ۽ غيب جي پردن مان ڇيو. اسان تنهنجو مقام ۽ شان بلند ڪري ڇڏيو آهي ۽ تنهنجا مرتبا ۽ قدر (اقدار) بلند ڪري ڇڏيا آهن ۽ اسان تنهنجي رازن ۽ رمزن کي صاف سٿرو ڪري ڇڏيو آهي ۽ تنهنجي مقصدن ۽ حاجتن جي لاءِ اسان ڪافي آهيون ۽ اسان تنهنجي ڪنارن کي نيڪي ۽ احساس سان ڍاول ڪري ڇڏيو آهي ۽ اسان تنهنجي رفعت ۽ بلندي ظاهر ڪري ڇڏي آهي ۽ اسان تنهنجي نزول جي جاءِ ۽ مزار ويجهو ڪري ڇڏيا آهن ۽ اسان تنهنجو بلند ۽ بالا وسيلو تنهنجو محل ۽ جاءِ قرار بڻائي ڇڏيا آهن ۽

دنيا ۽ آخرت ۾ تنهنجا نور وکيري ڇڏيا آهن. اسان تنهنجي اوصاف کي صفتن جي امان ۾ ۽ هر باطل کان جدا آسان فياضي وارين صفتن جي رکڻ ۾ سيني کان وڌيڪ حسن ڏئي ڇڏيو آهي.

جڏهن کان الله تعاليٰ پاڻ سڳورن کي چونڊيو آهي ۽ کين پسند فرمايو آهي ۽ کين محبوب بڻايو آهي ۽ سندن چونڊ ڪئي آهي، تڏهن کان دليون ۽ روح پاڻ سڳورن سان محبت ڪرڻ لڳا آهن ۽ پاڻ سڳورن جي وسيلي خوشي محسوس ڪرڻ لڳيون آهن ۽ سندن سنتن ۽ حديثن کي ٻڌڻ جون خواهشمند آهن ۽ الله تعاليٰ منهنجي ارادي کي پنهنجي رضا جي ڳولا تي موقوف ڪري ڇڏيو آهي ۽ پنهنجي ذات ۽ صفات ۾ حيرانگي جي ڏاڪن ۾ ترقي تي موقوف ڪيو آهي ۽ پاڻ سڳورن جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي سگهه کي حق جي ڪلمي کي ٻڌڻ ۽ پنهنجي ملڪيت ۽ بادشاهت جا عجائبات ڏسڻ جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي ۽ الله تعاليٰ پاڻ سڳورن کي پنهنجي مدد سان نوازيو ۽ پنهنجي نصرت سان عزت ڏني آهي ۽ آسماني ملائڪن جي ذريعي سندن مدد ڪئي ۽ انهن کي پنهنجي لشڪر ۾ شامل ڪيو آهي ۽ جيئن الله تعاليٰ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي تخليق خوبصورت بڻائي، ايئن پاڻ سڳورن جو اخلاق خوبصورت بڻايو ۽ زهد ۽ تقويٰ کي سندن شعار ۽ علامت بڻايو ۽ کين گهڻيون ئي برڪتون وڌيڪ ڪري عمر عطا ڪئي ۽ سندن منزل ۽ گهر ۾ خيرات جي امداد جو سلسلو جاري فرمايو ۽ پاڻ سڳورن جي نور ۽ پاڪ اولاد کي ڪائنات جو حسن ۽ عالم موجودات جو زيور بڻايو. پاڻ سڳورن کي ۽ سندن اهلبيت کي پاڪ ڪيو ۽ انهن تي درود موڪليو ۽ انهن تي برڪتون نازل فرمايون جيئن پاڻ سڳورن تي درود موڪليائين ۽ برڪت عطا فرمائي.

الله تعاليٰ جو درود هجي حضور صلي الله عليہ وآله وسلم تي ۽ پاڻ سڳورن جي آل تي ۽ پاڻ سڳورن جي انهن اصحابن تي جن کي پاڻ سڳورن پنهنجو دوست بڻايو ۽ انهن جا ولي بڻيا. اهي ٻنهي جهانن ۾ ڪامياب ٿيا ۽ مالڪ بڻيا ۽ جن کان حضور صلي الله عليہ وآله وسلم پري رهيا ۽ جن سان مخالفت ڪئي تہ انهن ماڻهن پنهنجي طرف

بدبختي کي سڏيو ۽ هلاڪ تي ويا. دائمي شوق وارو درود هجي، بازارن ۾ قائم رهڻ وارو هجي، بلنديءَ جا ڏاڪا چڙهڻ وارو هجي ۽ رڳن کي پاڪ ڪرڻ وارو هجي، اهڙو درود هجي جيڪو مقابلي جي ميدان ۾ ماڻهن جي ٽولي سان مقابلو ڪري ۽ قبوليت ۾ جهگڙو ڪري. الله تعاليٰ جو سلام هجي ۽ اهڙي رحمت هجي جيڪا خوشبو پکيڙڻ واري هجي، مينهن وانگر وسندڙ هجي ۽ ان تي ڀڙڪندڙ هجي ۽ انهن جي آل تي ٻه ان وقت تائين جيستائين ڪڪرن جي وسڻ سان باغ خوشبودار ٿيندا رهن ۽ مرڪندا رهن.

الله تعاليٰ جي حمد کان پوءِ جنهن پنهنجي نبي حضرت محمد صلي الله عليہ وآله وسلم ۽ سندن آل کي پسنديدگي، پاڪائي ۽ تڪريم جي لاءِ خاص فرمايو ۽ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم ۽ سندن آل تي اهڙي طرح درود پڙهڻ جو حڪم ڏنو جيئن ان حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ ان جي آل تي درود پڙهڻ جو حڪم ڏنو ۽ انهن جي معرفت کي دوزخ کان ڇوٽڪاري جو ذريعو بڻايو ۽ انهن جي محبت کي پل صراط تي ثابت قدم رهڻ جو وسيلو بڻايو ۽ انهن جي ولايت کي دردناڪ عذاب کان امن جو واسطو بڻايو ۽ حضرت محمد عربي جيڪي نبي امي آهن تي درود ۽ سلام کان پوءِ جيڪي خلق عظيم تي فائز آهن ۽ مومنن تي مهربان ۽ رحيم آهن ۽ انهن جي ڀاءُ (علي) تي درود کان پوءِ جيڪي امام اولياءَ آهن ۽ انهن جي اولاد تي درود ۽ سلام کان پوءِ جيڪي هر باطل کان جدا ۽ شريف آهن ۽ امام مهدي عليہ السلام تي درود کان پوءِ جنهن جو نالو خاتم الانبياء رکيو ۽ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي گهر وارين مومنن جي مائرن تي ۽ انهن جي اولاد تي درود ۽ سلام کان پوءِ ۽ پاڻ سڳورن جي اهلبيت، عترت ۽ سندن اصحابن تي درود جيڪو احسان ۽ پنهنجي پڙهڻ وارن جي لاءِ دنيا ۽ آخرت جي سعادت کڻي ڪري چڙهي آهي ان وقت تائين جيستائين خوشبودارمهڪ واري بادِ نسيم گهلندي رهي ۽ جيستائين ڪوثر ۽ تسنيم جي منارڻ باقي رهي.

درود ۽ سلام کان پوءِ عرض تہ ڪتاب "فرائدالسمطين" جي هي ٻي لڙي آهي جيڪا انهن حديثن تي مشتمل آهي جيڪي سيدالثقلين کان علي المرتضيٰ، بتول ۽ حسنين ڪريمين عليهم السلام جي باري ۾ وارد ٿيون آهن، جن ڪڏهن بہ پنهنجي مرضي سان گفتگو نہ ڪئي ۽ جيڪي فضيلت وارا ماڻهو اهل ڪرامت ۽ تقويٰ آهن، مخلوق جو خلاصو ۽ بشريت جي طهارت آهن. هي اهي آهن جن جي ذڪر سان بلائون ۽ مصيبتون ٽري وينديون آهن ۽ جن جي ذڪر ڪرڻ سان ڏکي قضا ۽ بري تقدير کان پناهہ گهري ويندي آهي ۽ جن جي ذڪر سان ماحول ۾ بارش جي نفعي کي طلب ڪيو ويندو آهي ۽ مڙني حاجتن جي نااميدي جي صورت ۾ انهن جي ذڪر سان فيصلو طلب ڪبو آهي.

جمال ذِاالارض ڪا نوفي الحيات وهم
بعدالممات جمال الڪتب والسير

(اهي اهڙا قدسي نفس آهن جيڪي پنهنجي زندگي ۾ زمين وارن جي خوبصورتي آهن ۽ وصال کان پوءِ ڪتابن ۽ سيرتن جي خوبصورتي آهن.)

## آيتِ تطهير جو نزول

حضرت اسماعليل بن عبدالله بن جعفر رضي الله عنہ پنهنجي بابي کان روايت ڪئي آهي تہ جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم آسمان مان رحمت کي نازل ٿيندي ڏٺو تہ فرمايو ڪير سڏي ايندو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهو جملو ٻہ ڀيرا چيو. حضرت زينب رضي الله عنها عرض ڪيو تہ يارسول اللہ! مان. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مون وٽ علي، فاطمہ حسن ۽ حسين کي سڏي اچ. انهن کي سڏ ڪيو تہ اهي تشريف کڻي آيا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم حسن کي ساڄي پاسي ۽ حسين کي کاٻي پاسي جهوليءَ ۾ ويهاريو ۽ علي ۽ فاطمہ کي پنهنجي سامهون ويهاريو. پوءِ انهن جي مٿان خيبري چادر وڌي ۽ فرمايو تہ بيشڪ هر نبي جا اهلبيت آهن ۽ هي منهنجا اهلبيت آهن. الله تعاليٰ هي آيت نازل فرمائي "اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا(۳۳)" (احزاب:33) تہ حضرت زينب رضي الله عنها عرض ڪيو يارسول اللہ! ڇا مان بہ توهان سان گڏ اندر ٿيان تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو پنهنجي جاءِ تي هج. انشاءَاللہ! تون ڀلائي تي آهين.

## آيت تطهير پنجتن پاڪ جي شان ۾ نازل ٿي

1. حضرت ابوسعيد خدري رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو هي آيت "اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا(۳۳)"(احزاب:33) پنجن شخصن يعني مان، علي، فاطمہ، حسن، ۽ حسين جي شان ۾ نازل ٿي.

## منصور الفقيهہ جو اظهارِ حقيقت

2. منصور الفقيهہ چيو:

ان ڪان حبي خمست زڪت بهن فرائضي
ويغض من عاداهم رفضا فاني رافضي

(پنجتن پاڪ سان منهنجي محبت فرضن جو تزڪيو ڪندي آهي ۽ انهن جي دشمنن سان بغض جيڪڏهن رافضيت آهي تہ بيشڪ مان رافضي آهيان.)

## ابن عباده جو اظهارِ حقيقت

3. عزالدين نجاح جو بيان آهي تہ مان پنهنجي تڏي جي ڪناري تي ويٺو هيس ۽ ناصرالدين جي چوڌاري ان جي ساٿين جون بہ قطارون هيون ۽ اهو انهن سان گڏ ويٺو هو. ساٿين ۽ ان جي وچ ۾ گفتگو ٿي رهي هئي تہ اوچتو هڪڙي ماڻهوءَ صاحب بن عباده جي لاءِ هي شعر پڙهيا :

مناڻح الله عندي جاوزت املي فليس يدرڪها شڪري ولا علمي

لڪن افضلها عندي و اڪملها محبتي الامير المومنين علي

(الله جون نعمتون مون وٽ آهن جيڪي اميدن کان بہ گهڻيون آهن پر منهنجو شڪر ۽ عمل ان جو ادارڪ نٿو ڪري سگهي، ليڪن ان ۾ افضل و اڪمل نعمت مون وٽ اها آهي تہ مون کي امير المومنين علي سان محبت آهي.)

اهو ٻڌي اهو خوش ٿيو ۽ ڪجهہ دير سوچڻ کان پوءِ خود شعر چيو:

ياذا المعارج ان قصرت في عملي وغرني من زماني ڪثرت الامل

وسيلتي احمد و ابناه و ابنته اليڪ ثم اميرالمومنين علي

(اي عروج وارا توڙي جو منهنجو عمل ٿورو آهي ڪثرت خواهش مون کي منهنجي وقت کان غافل ڪري ڇڏيو آهي مگر تنهنجي بارگاهہ ۾ منهنجو وسيلو احمد مختيار صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ انهن جا بہ ٻچڙا يعني حَسن ۽ حُسين ۽ انهن جي نياڻي يعني فاطمہ سيده خاتون جنت ۽ ان کان پوءِ اميرالمومنين علي آهي.)

## آيت مودت

4. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنها کان روايت آهي تہ جڏهن هي آيت "قُل لَّآ اَسْـَٔلُكُمْ عَلَيْهِ اَجْرًا اِلَّا الْمَوَدَّةَ فِى الْقُرْبٰى"(شوريٰ :23) معنيٰ: کين چئو تہ مان توهان کان پيغام پهچائڻ تي ڪوبہ اجورو نٿو گهران مگر پنهنجن ويجهڙن مائٽن جي محبت. نازل ٿي تہ اصحابن سڀني عرض ڪيو، يارسول اللهﷺ من هولاءِ الذين امرنا الله بمودتهم؟ يعني

يارسول الله! اهي ڪير آهن جن سان محبت (مودت) جو الله اسان کي حڪم فرمايو آهي. قال: علي، فاطمہ و ولدهما يعني، رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو علي ،فاطمہ ۽ انهن جا ٻہ پٽ يعني حَسن ۽ حُسين.

## اي الله هي ئي منهنجا اهلبيت آهن

5. يوسف بن عبدالحميد جو بيان آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي غلام حضرت ثوبان رضي الله عنہ مون کي ٻڌايو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم تشريف فرما هيا ۽ امام حسن ۽ امام حسين عليهم السلام حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جهولي ۾ ٻنهي پاسن تي ويٺا هيا ۽ حضرت فاطمہ سلام الله عليها سندن ڀرسان ويٺي هئي، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اللّهم ان هٰؤلاءِ اهل بيتی يعني، اي الله! هي ئي منهنجا اهلبيت آهن.

## سج، چنڊ، زهره ۽ تارا

6. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو شمس (سج) کي تلاش ڪيو. جڏهن اهو غائب ٿي لهي وڃي تہ قمر(چنڊ)کي تلاش ڪيو جڏهن اهو غائب ٿي وڃي تہ زهره کي تلاش ڪيو جڏهن اهو غائب ٿي وڃي تہ فرقدين (چند جي ساڄي ۽ کاٻي پاسي هڪڙو وڏو تارو ۽ ٻيو ننڍو تارو) کي تلاش ڪيو. اسان عرض ڪيو يارسول الله! سج ڪير آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اهو مان آهيان. اسان عرض ڪيو چنڊ مان مراد ڪير آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اهو علي آهي. اسان عرض ڪيو زهره ڪير آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اها فاطمہ آهي. اسان عرض ڪيو فرقدين (ٻہ تارا)مان مراد ڪير آهن تہ پاڻ سڳورن فرمايو اهي حَسن ۽ حُسين آهن.

## حسنين جنت جي نوجوانن جا سردار آهن

8. حضرت حذيفہ بن يمان کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ سفيد لباس ۾ هڪڙي شخص کي ڏٺو.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ڇا تو ان ماڻھوءَ کي ڏٺو. مون عرض ڪيو تہ هائو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو. اهو ملائڪن مان هڪڙو ملائڪ آهي، اهو زمين تي ڪونہ ايندو آهي مگر پنهنجي رب جي اجازت سان منهنجي زيارت جي لاءِ آيو ان کي حڪم مليو تہ مون کي خوشخبري ٻڌائي."ان الحسن والحسين سيداشباب اهل الجنت و امهما سيدت النساء اهل الجنت" يعني، بيشڪ حسن ۽ حسين جنت جي نوجوانن جا سردار آهن ۽ انهن ٻنهي جي امڙ جنت جي عورتن جي سردار آهي.

9. شداد بن عمار کان روايت آهي تہ مان واثلہ بن اسقع وٽ ويس تہ اتي ڪجھہ ماڻهو ويٺا هيا ۽ اهي حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ ڳالهائي رهيا هيا. جڏهن اهي اٿي هليا ويا تہ واثلہ مون کي چيو تہ مان توکي ان ڳالهہ جي خبر نہ ڏيان جيڪا مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ڏٺي. مون عرض ڪيو تہ ڇونہ! ان ٻڌايو تہ مان فاطمہ الزهرا سلام الله عليها وٽ ويس تہ انهن کان مولا علي عليہ السلام جي باري ۾ معلوم ڪيان تہ انهن فرمايو اهي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏانهن ويل آهن.

راوي جو وڏيڪ بيان آهي تہ مان ان جي انتظار ۾ ويهي رهيس ايستائين جو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم تشريف کڻي آيا ۽ انهن سان علي، حسن ۽ حسين بہ گڏ هيا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهڙي نموني داخل ٿيا جو ٻنهي نينگرن کي پنهنجي هٿ سان پڪڙي رکيو هو. پاڻ سڳورن مولا علي ۽ بي بي فاطمہ کي ويجهو ڪري ٻنهي کي پنهنجي سامهون ويهاريو ۽ حسن ۽ حسين کي پنهنجي جهولي ۾ ويهاريو. پوءِ انهن مٿان چادر وڌي ۽ هي آيت تلاوت ڪئي "اِنَّمَا يُرِيْدُ اللهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا(٣٣)"(احزاب: 33)

ان کان پوءِ دعا گهرياٺون، اي اَللهُ هي ئي منهنجا اهلبيت آهن ۽ منهنجا اهلبيت ئي ان پاڪائي جا حقدار آهن.

## عاقب ۽ طيب کي اسلام جي دعوت ۽ آيت مباهلہ جو نزول

10. حضرت جابر رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ عاقب ۽ طيب نالي نصارا آيا. پاڻ سڳورن انهن کي

اسلام جي دعوت ڏني تہ انهن چيو اي محمد! اسان توکان اڳ ۾ ئي اسلام قبول ڪري چڪا آهيون. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ توهان چاهيو تہ مان توهان کي ان ڳالهہ جي خبر ٻڌايان تہ توهان کي ڪهڙي ڳالهہ اسلام کان روڪي ٿي. انهن چيو تہ ها اسان کي ٻڌايو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو توهان جي صليب سان محبت، شراب پيئڻ ۽ سوئر جو گوشت کائڻ جي محبت.

حضرت جابر رضہ جو بيان آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن ٻنهي کي وري گڏ ويهي ملاقات جي دعوت ڏني. انهن ٻنهي ان شرط تي واعدو ڪيو تہ اهي ٻئي ڏينهن صبح جو ايندا. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم صبح جو مولا علي، فاطمہ، حسن ۽ حسين عليهم السلام جو هٿ پڪڙيون آيا ۽ انهن ٻنهي يعني عاقب ۽ طيب کي سڏيو تہ انهن اچڻ کان انڪار ڪيو ۽ جزيو ڏيڻ قبول ڪيو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ان ذات جو قسم جنهن مونکي حق سان موڪليو آهي،جيڪڏهن اهي ٻئي ائين ڪن ها تہ الله تعاليٰ انهن تي وادي ۾ باهہ وَسائي ها.

امام شعبي جو قول آهي تہ حضرت جابر رضہ فرمايو تہ انهن جي ئي باري ۾ هي آيت نازل ٿي "تَعَالَوْا نَدْعُ اَبْنَآءَنَا وَاَبْنَآءَكُمْ وَنِسَآءَنَا وَنِسَآءَكُمْ وَاَنْفُسَنَا وَاَنْفُسَكُمْ" (آل عمران:61) معنيٰ: اسان پنهنجي پٽن کي ۽ توهان پنهنجن پٽن کي، اسان پنهنجين عورتن کي ۽ توهان پنهنجين عورتن کي ۽ اسان پنهنجن جانين کي ۽ اوهان پنهنجن جانين کي سڏيون، جنهن ۾ انفسنا مان مراد رسول الله ۽ مولا علي آهن، نسائنا مان مراد حضرت فاطمہ الزهرا آهن ۽ ابنائنا مان مراد حسن ۽ حسين آهن.

## پنجتن پاڪ سان محبت ڪرڻ واري جو درجو

11. حضرت علي بن جعفر صادق بن محمد باقر پنهنجي ڀاءُ امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام طرفان پنهنجي ابي ڏاڏي جي سلسلي سان حضرت علي عليہ السلام جي روايت بيان ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حَسن ۽ حُسين عليهم السلام جو هٿ پڪڙي رکيو هو ۽ پاڻ سڳورن فرمايو "من احبني و احب هذين واباهما وامهما

ڪان معي في درجتي يوم القيامت" يعني، جنهن مون سان ۽ انهن ٻنهي حسن ۽ حسين سان ۽ انهن جي بابي سان ۽ انهن جي امڙ سان محبت ڪئي اهو قيامت جي ڏينهن جنت ۾ مون سان گڏ هوندو.

## پنجتن پاڪ قيامت جي ڏينهن هڪڙي مڪان ۾

12. مولاءِ ڪائنات حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان وٽ تشريف کڻي آيا تہ مان بستري ۾ ستل هيس. ايتري ۾ حسن ۽ حسين حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پيئڻ جي لاءِ ڪجھ گهريو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان جي هڪڙي ٻڪري ڏانهن ويا جنهن ۾ کير ٿورو هوندو هو ان مان ڪجھ کير ڪڍيائون تہ اهو پهريان کان ڪجھ وڌيڪ هو. حسين ويجهو آيا تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کير ان کي ڏنو تہ بي بي فاطمہ سلام الله عليها عرض ڪيو يارسول الله! لڳي ٿو تہ هي حسين ٻنهي ڀائرن مان توهان کي وڌيڪ پيارو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو نہ بلڪ ان پهريان گهريو هو انهيءَ ڪري پهريان ان کي ڏنو. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "اني واياڪ وهذين وهاذالراقد في مڪان واحد يوم القيامت" يعني مان، تون ۽ هي ٻئي ۽ هي جيڪو ستو پيو آهي قيامت جي ڏينهن هڪڙي جاءِ تي هونداسين.

## مسجد نبوي جو هر تڙ واري ماڻهوءَ ۽ حيض واري عورت لاءِ حرام ٿيڻ

13. حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو. خبردار ٿي وڃو تہ منهنجي مسجد مون (محمد ﷺ) ۽ منهنجي اهلبيت يعني علي، فاطمہ، حسن ۽ حسين کان سواءِ سيني حيض وارين عورتن ۽ هر تڙ واري ماڻهوءَ لاءِ حرام آهي.

## اهلبيت سان محبت ڪرڻ وارا يقينن جنتي آهن

14. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون پنهنجن ڪنن سان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو،

ائين نہ هجي تہ ڪن ٻوڙا ٿي وڃن. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "انا شجرت و فاطما حملها و علي لقاحها والحسن والحسين ثمرها والمحبون اهل البيت ورقها من الجنت حقا حقا" يعني، مان وڻ آهيان ۽ فاطمہ ان جو ٿُڙ آهي ۽ علي ان جي ٽاري ۽ حسن ۽ حسين ان جو ميوو آهن ۽ اهلبيت سان محبت ڪرڻ وارا ان جا پن آهن. اهي يقينن جنتي آهن.

## اسان عبدالمطلب جي اولاد جنت جا سردار آهيون

15. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اسان عبدالمطلب جي اولاد جنت وارن جا سردار آهيون: مان ۽ حمزه، جعفر ۽ علي ۽ حسن، حسين ۽ مهدي

## جنهن اهلبيت سان صلح ڪيو

16. حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي، حضرت فاطمہ، حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين عليهم السلام جي لاءِ ارشاد فرمايو "انا سلم لمن سالمتم و حرب لمن حاربتم" يعني، جنهن سان توهان صلح ڪيو ان سان مون صلح ڪيو ۽ جيڪو توهان سان لڙائي ڪندو مان ان سان لڙائي ڪندس.

17. حضرت زيد بن يثيع جو بيان آهي تہ مون حضرت ابو بڪر بن ابوقحافہ کان ٻڌو، ان فرمايو تہ مون ڏٺو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙو خيمو کوڙيو ۽ پاڻ سڳورا ان ۾ ٽيڪ لڳايون ويٺا هيا ۽ خيمي ۾ پاڻ سڳورن کان علاوه علي، فاطمہ، حسن ۽ حسين بہ موجود هيا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي مسلمان جماعتا منهنجو انهن سان صلح آهي جنهن جو هنن خيمي وارن سان صلح آهي ۽ منهنجي ان سان لڙائي آهي جيڪو انهن سان لڙائي ڪري، جيڪو انهن سان محبت ڪندو ان سان محبت ڪندس ۽ انهن سان اهوئي محبت ڪندو جيڪو سعادتمند ۽ حلالي ڄائو هوندو ۽ انهن سان بغض اهو رکندو جيڪو نسلي نياڳو، بدبخت ۽ حرام ڄائو هوندو.

هڪڙي شخص چيو اي زيدا! ڇا تو واقعي حضرت ابوبڪر رضہ کان اها ڳالهہ ٻڌي آهي. ان چيو تہ هائو مون کي ڪعبي جي رب جو قسم آهي تہ مون حضرت ابوبڪر رضہ کان بلڪل اهوئي ٻڌو.

## جنت جي نوجوانن جا سردار

18. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو حسن ۽ حسين سواءِ منهنجي ماسي جي پٽن يعني يحيٰ ۽ عيسيٰ جي جنت جي نوجوانن جا سردار آهن. ۽ انهن جي امڙ سواءِ مريم بنت عمران (حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي امڙ) جي جنت جي عورتن جي سردار آهي.

19. حضرت زيد بن علي (امام زين العابدين) عليهم السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ حضرت علي عليہ السلام رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاھ ۾ شڪايت ڪئي تہ ماڻهو مون سان ساڙ ڪن ٿا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ڇا تون راضي نہ آهين تہ تون چئن مان چوٿون هجين. سڀ کان پهريان مان ۽ تون ۽ حسن ۽ حسين جنت ۾ داخل ٿينداسين ۽ اسان جون گهرواريون اسان جي ساڄي ۽ کاٻي پاسي تي هونديون ۽ اسان جي اولاد (ذريت) اسان جي گهروارين جي پٺيان هوندي ۽ اسان جا شيعا اسان جي پٺيان هوندا.

## چار عورتون

20. حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ ٻنهي جهانن جي عورتن ۾ چئن کي فضيلت عطا ڪئي وئي آهي (1)مريم بنت عمران (حضرت عيسيٰ جي امڙ). (2)آسيہ زال فرعون. (3)خديجہ بنت خويلد. (4)فاطمہ بنت رسول الله.

## فاطمہ منهنجي وجود جو حصو آهي

21. حضرت مسور بن مخرمہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "فاطمہ شجنت مني يبسطني مايبسطها ويقبضني

ما يقبضها“ يعني، ناطمہ منهنجي وجود جو حصو آهي جيڪا ڳالهہ ان
کي خوش رکي ٿي اها ئي مون کي خوش ڪندي آهي ۽ جيڪا ڳالهہ ان
کي ڏکويل ڪندي آهي اها ئي مون کي ڏکويل ڪندي آهي.

## بيشڪ الله فاطمہ جي ڪاوڙ سبب ڏمر جي ٿو

22. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ”ان الله ليغضب لغضب فاطمه و يرضيٰ لرضاها“ يعني، بيشڪ الله تعاليٰ فاطمہ جي ڪاوڙ سبب ڏمر ڪري ٿو ۽ ان جي راضپي سبب راضي ٿئي ٿو.

23. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو منهنجي نياڻي فاطمہ انساني حور آهي، اها حيض ۽ نفاس کان پاڪ آهي، ان جو نالو فاطمہ رکيو ويو آهي ”لان الله عزوجل فطمها ومحبيها من النار“ يعني، انهي ڪري الله تعاليٰ فاطمہ کي ۽ ان سان محبت ڪرڻ وارن کي باھ کان الڳ رکيو آهي.

## قيامت جي ڏينهن فاطمہ سلام الله عليها جو احترام

24. حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ عرش وٽان پڙهو ڏيڻ وارو پڪاريندو اي محشر وارو! پنهنجا ڪنڌ هيٺ جهڪائي ڇڏيو ۽ اکيون بند ڪري ڇڏيو ايسيتائين جو فاطمہ بنت محمد پل صراط تان گذري وينديون ۽ انهن سان گڏ ستر هزار حورالعين جون ٻانهيون هونديون.

## جنت ۾ جبرائيل نبي ڪريم ﷺ کي صوف ڏنو

25. حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي عرض ڪيو تہ توهان کي ڇا ٿي ويو آهي جو توهان جڏهن بہ فاطمہ سان ملندا آهيوتہ توهان پنهنجي زبان ان جي وات ۾ وجهندا آهيو ڄڻ توهان ماکي چٽي رهيا هجو.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي عائشہ! جڏهن مون کي آسمانن جو سير ڪرايو ويو تہ مان جبرائيل سان گڏ جنت ۾ داخل ٿيس تہ ان مون کي هڪڙو صوف ڏنو. مون اهو صوف وٺي کاڌو تہ منهنجي صلب ۾ اهو نطفوءَ نور بڻجي ويو. جڏهن مان واپس آيس تہ فاطمہ پنهنجي ماءُ خديجہ ۾ منتقل ٿي. جڏهن مون کي جنت جي سڪ لڳندي آهي تہ اي عائشہ! مان فاطمہ کي چمندو آهيان، فاطمہ انساني حور آهي.

## اهو الله جي طرف کان آهي

26. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم گهڻن ڏينهن کان ڪجهہ بہ نہ کاڌو تہ کين گهڻي هيڻائي محسوس ٿي. پاڻ سڀورا پنهنجي گهروارين جي حجرن ۾ تشريف کڻي آيا پر انهن مان ڪنهن وٽ بہ کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ هو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت فاطمہ سلام الله عليها وٽ تشريف کڻي آيا تہ فرمايائون، اي ٻچڙي! ڇا توهان وٽ کائڻ لاءِ ڪجهہ آهي، مون کي بک لڳي آهي. حضرت فاطمہ سلام الله عليها عرض ڪيو الله جو قسم! مون وٽ کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونهي. جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اتان ٻاهر نڪتا تہ حضرت فاطمہ سلام الله عليها ڏانهن هڪڙي ٻانهي بہ مانيون ۽ ڪجهہ گوشت موڪليو تہ ان اهو کاڌو ان کان وٺي هڪڙي ٿانوءَ ۾ رکيو ۽ ان کي ڍڪي ڇڏيائين ۽ چيو الله جو قسم! مان هر حال ۾ پنهنجي ذات تي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ترجيح ڏينديس، حالانڪ اهي سڀ گهرياتي کاڌي جي طلب ۾ هيا. حسن عليہ السلام يا حسين عليہ السلام کي موڪليو ويو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سڏي اچن. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن وٽ آيا تہ بي بي فاطمہ سلام الله عليها عرض ڪيو الله تعاليٰ اسان کي ڪجهہ عطا ڪيو آهي، اهو مون توهان لاءِ سنڀالي رکيو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو کڻي اچو. سائڻ ٿانو تان ڍڪ هٽايو تہ ڏٺو تہ اهو مانين ۽ گوشت سان ڀريل آهي. بي بي فاطمہ ڀريل ٿانوءَ ڏسي گهڻو حيران ٿي ويون ۽ سمجهي ويون تہ اها الله تعاليٰ جي طرفان برڪت آهي. پوءِ ان الله تعاليٰ جو حمد بيان ڪيو نبي ڪريم

صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي درود پڙهيو تہ پاڻ سڳورن فرمايو اي منهجي ٻچڙيءَ تو وٽ ڪٿان آيو.

ان عرض ڪيو تہ اهو الله تعاليٰ جي طرف کان آهي. بيشڪ الله تعاليٰ جنهن کي گهري بيحساب رزق ڏيندو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم دعا ڪئي، سڀ تعريفون ان الله جي لاءِ آهن جنهن توکي بني اسرائيل جي عورتن جي سردار مريم عليہ السلام جي شبيهہ بڻايو آهي، بيشڪ ان جو اهوئي طريقو هو جڏهن بہ ان کي الله تعاليٰ رزق ڏيندو هو ۽ ان کان پڇيو ويندو هو تہ اها اهوئي چوندي هئي تہ اهو الله تعاليٰ جي طرف کان آهي "اِنَّ اللّٰهَ يَرْزُقُ مَنْ يَّشَآءُ بِغَيْرِ حِسَابٍ(٣٧)"بيشڪ الله تعاليٰ جنهن کي گهري بي حساب رزق ڏيندو آهي (آل عمران:37)

پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مولا علي عليہ السلام کي سڏ ڪيو ۽ ان کان پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم، حضرت فاطمہ ، علي ۽ حسن ۽ حسين عليهم السلام ۽ سڀني پاڪ گهروارين گڏجي ماني کاڌي، ايستائين جو سڀني کي ڍَوَ ٿي ويو. حضرت فاطمہ سلام الله عليها فرمايو تہ ٿانوءِ اٿين ئي ڀريل رهيو جيئن اهو هو ۽ ان مان پاڙي وارن کي بہ ڏنو ويو ۽ الله تعاليٰ ان ۾ خير ۽ برڪت فرمائي.

## امام حسن ۽ حسين عليهم السلام لاءِ باس باسڻ

27. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان الله تعاليٰ جي هن قول "يُوْفُوْنَ بِالنَّذْرِ وَيَخَافُوْنَ يَوْمًا كَانَ شَرُّهٗ مُسْتَطِيْرًا (٧)" (الدهر:7) معنيٰ: هي اهي ماڻهو آهن جيڪي الله جي لاءِ باسيل باس (نذر) پوري ڪندا آهن ۽ ان ڏينهن کان ڊڄندا آهن جنهن جي بُڇڙائي هر طرف پڌري هوندي (٧) جي باري ۾ روايت آهي تہ حضرت امام حسن عليہ السلام ۽ حضرت امام حسين عليہ السلام بيمار ٿي پيا تہ انهن جي طبيعت معلوم ڪرڻ لاءِ انهن جا نانا تشريف کڻي آيا ۽ فرماياٿون، اي ابوالحسن! توهان پنهنجن ٻنهي پٽن جي چڱي ڀلي ٿيڻ لاءِ باس باسيو ۽ اها پوري ڪريو. حضرت علي عليہ السلام چيو جيڪڏهن منهنجا هي پٽڙا هن بيماريءَ مان چڱا ڀلا ٿي ويا تہ مان الله جو شڪر ادا ڪرڻ لاءِ ٽي ڏينهن روزا رکندس ۽ حضرت فاطمہ سلام الله عليها بہ اها ئي باس باسي ۽ انهن

جي ٻانهي نوبيہ جيڪا فضہ جي نالي سان مشهور آهي، بہ ائين ڇيو. جڏهن الله تعاليٰ انهن شهزادن کي صحت ۽ عافيت عطا ڪئي تہ آلِ محمد وٽ ڪو داڻو ڪونہ هو ان ڪري حضرت علي عليہ السلام شمعون بن حانا الخيبري نالي يهودي وٽ ويا ۽ ان کان ٽي پاٽيون جَوَ ورتا. حضرت علي عليہ السلام جَوَ کڻي آيا، حضرت فاطمہ سلام الله عليها اٽي جَوَ ونئي هڪ پاٽي پيهي اٽو ڪيا ۽ پوءِ ان جون مانيون پچايون. حضرت علي عليہ السلام نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ نماز پڙهي پوءِ گهر آيا تہ انهن جي سامهون کاڌو رکيو ويو. ايتري ۾ هڪڙو مسڪين آيو ۽ دروازي تي صدا لڳايائين تہ اي محمد جا اهلبيت، توهان تي سلام هجي، مان مسڪين آهيان توهان مون کي ماني کارايو ان جي بدلي ۾ الله تعاليٰ توهان کي جنت جي مهماني کارائيندو. حضرت علي اهو ٻڌي هي شعر پڙهيا:

فاطم ذات الخير واليقين      يا بنت خير الناس اجمعين
اما ترين البائس المسڪين      قد قام بالباب له حنين
يشڪو الي الله ويستڪين      يشڪو الينا جائع حزين
ڪل امريء بڪسبه رهين

(فاطمہ جيڪا بزرگي ۽ يقين جي منزل تي فائز آهي، اي سيني انسانن مان بهترين شخص جي نياڻي، ڇا تون تنگدست ۽ محتاج کي ڏسي نہ رهي آهين، اهو دروازي تي بيٺو انتهائي ڏکويل آواز ڪيدي رهيو آهي، اهو الله جي حضور شڪوو ڪري رهيو آهي جڏهن تہ اهو عاجز آهي، اهو اسان سان پنهنجي بک جي شڪايت ڏکويل ڪيفيت ۾ ڪري رهيو آهي، هر انسان جو عمل گروي آهي.)

علي عليہ السلام جي شعر جي جواب ۾ حضرت فاطمہ سلام الله عليها هي شعر پڙهيا:

امرڪ سمع يا ابن عم وطاعت      مالي من لوم ولا وضاعت
اطعمه ولا ابالي الساعت      ارجو لئن اشبع من مجاعت
ان الحق الاخيار والجماعت      وادخل الجنت ولي شفاعت

(اي منهنجي چاچاڻي اولاد، توهان جو حڪم اکين تي آهي مان ان ڪم تي ملامت ڪانہ ڪنديس ۽ نہ مون کي ڪمزوري جو خوف آهي ۽ نہ

مون کي بک تي رهڻ جي ڪا پرواهه آهي توهان ان کي ڪارايو جيڪڏهن مون ڪنهن بکايل جو پيٽ ڀريو تہ مان نيڪ ۽ صالح ماڻهن مان ٿينديس ۽ جنت ۾ داخل ٿينديس ۽ مون وٽ شفاعت ڪرڻ جو حق آهي.)

پوءِ انهن سمورو ڪاڏو ان مسڪين کي ڏئي ڇڏيو ۽ پاڻ هڪڙو ڏينهن ۽ رات پاڻي پيئڻ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ڪاڌو.

جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو تہ حضرت فاطمہ سلام الله عليها اٽي هڪ پاٽي جَوَ جي پيهي اٽو ڪيو ۽ ان جون مانيون پچايون. حضرت علي عليہ السلام نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ نماز پڙهي ۽ پوءِ گهر آيا. سندن سامهون ڪاڌو رکيائون تہ دروازي تي هڪڙي يتيم صدا لڳائي. اي اهلبيت نبوت! توهان تي سلام هجي، مان مهاجرن جي اولاد مان هڪڙو يتيم آهيان، منهنجو پيءُ عقبہ جي ڏينهن شهيد ٿيو. حضرت علي عليہ السلام اهو ٻڌي هي شعر پڙهيا:

| | |
|---|---|
| فاطمہ بنت سيد الڪريم | بنت نبي ليس بالذميم |
| قد جائنا الله هذا اليتيم | من يرحم اليوم فهو رحيم |
| قد حرم الخلد علي اللئيم | ينزل في النار الجحيم |

(اي ڪريم سردار جي نياڻي فاطمہ ۽ خوش خلق نبي جي ڇوڪري، اسان وٽ الله جي طرف کان يتيم آيو آهي، جيڪو اڄ ڪنهن تي رحم ڪندو تہ اصل ۾ اهوئي رحم ڪرڻ وارو هوندو ڪميڻي ۽ ڪنجوس ماڻهوءَ تي جنت حرام ڪئي وئي آهي، اهڙي شخص کي جهنم جي باهہ ۾ اڇلايو ويندو.)

پوءِ ڪاڌو يتيم کي ڏئي ڇڏيائون ۽ پاڻ هڪڙو ٻيو ڏينهن ۽ رات پاڻي کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ چکيائون.

جڏهن ٽيون ڏينهن ٿيو تہ حضرت فاطمہ سلام الله عليها باقي بچيل هڪ پاٽي جَوَ پيهي اٽو ڪيو ۽ ان جون مانيون پچايون. حضرت علي عليہ السلام نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ نماز ادا ڪرڻ لاءِ هليا ويا. نماز پڙهي گهر آيا تہ انهن جي سامهون ڪاڌو رکيو ويو تہ ايتري ۾ هڪڙو قيدي آيو ۽ ان دروازي تي صدا لڳائي. اي اهلبيت نبوت! توهان تي سلام هجي، توهان اسان کي قيدي بڻائي سختي ڪيو ٿا ۽ اسان کي کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نٿا ڏيو مون کي ماني کارايو الله تعاليٰ

توهان کي ڪاڏا ڪارائيندو. حضرت علي عليہ السلام اهو ٻڌي هي شعر پڙهيا:

فاطم يا بنت النبي احمد    بنت نبي سيد مسود
هذا اسير للنبي المهتد    مثقل في غله مقيد
يشكوا الينا الجوع قد تمدد    من يطعم اليوم يجده غد
عند العلي الواحد الموحد    ما يزرع الزارع سوف يحصد

(اي احمد نبي جي نياڻي فاطمہ. اي سيد ۽ سردار نبي جي ٻچڙي، هي هدايت تي قائم نبيءَ جو قيدي آهي، جنهن کي زنجيرن ۾ جڪڙي قيد ڪيو ويو آهي، هي ڏکويل دل سان اسان سان پنهنجي بک جي شڪايت ڪري رهيو آهي، جيڪو اڄ هن کي کاڌو کارائيندو ان کي سڀاڻي ان جو اجر برتر واحد اڪيلي الله کان ملي ويندو اڄ جيڪو پوکيو ويندو سڀاڻي اهوئي ڪاٽبو.)

حضرت فاطمہ سلام الله عليها فرمايو:

لم يبق مما جنت غير صاع    قد دميت كفي مع الذارع
ابناءُ والله هما جياع    يا رب لاتتركهما ضياع
ابو هما في المكرمات ساع    يصطنع المعروف بالاسراع
عبل الذراعين شديد الباع

(توهان جي آندل جَوَن مان باقي هڪڙي پاٿي بچيل هئي، انهن کي پيهڻ جي لاءِ مون پنهنجن هٿن ۽ ٻانهن جي قوت ۽ خون صرف ڪيو آهي، الله جو قسم! منهنجا ٻئي پٽڙا بکايل آهن، اي منهنجا پالڻهار! منهنجي ٻچڙن کي ضايع نہ ڪجان، انهن جا بابا عزت جي ڪمن ۾ ڪوشش ڪرڻ وارا آهن، اهي نيڪي گهڻو جلد ڪندا آهن، انهن پنهنجي سخاوت جي ڪري پنهنجون ڪارايون زخمي ڪري ڇڏيو آهن.)

پوءِ انهن سمورو کاڌو ان قيدي کي ڏئي ڇڏيو ۽ پاڻ ٽئي ڏينهن ۽ راتيون پاڻي کان سواءِ ڪجهہ نہ کاڌو نہ پيتو.

جڏهن چوٿون ڏينهن ٿيو تہ انهن پنهنجي باس پوري ڪئي. حضرت علي عليہ السلام ساڄي هٿ سان امام حسن عليہ السلام کي پڪريو ۽ کاٻي هٿ سان امام حسين عليہ السلام کي پڪڙيو ۽ رسول

الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏانهن هليا ويا. اهي بک جي ڪري پڪين جي ٻچن وانگر ڏڪي رهيا هيا. جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اها حالت ڏٺي تہ فرمايو اي ابوالحسن! تنهنجي ان حالت مون کي غمگين ڪري ڇڏيو آهي. مون تنهنجي اهڙي حالت ڪڏهن بہ نہ ڏٺي آهي، مون سان گڏ فاطمہ ڏانهن هلو. پوءِ اهي حضرت فاطمہ سلام الله عليها ڏانهن وڃڻ لڳا ۽ اهي مصلي تي عبادت ڪرڻ ۾ مشغول هيون ۽ بک جي شدت جي ڪري ان جو پيٽ پٺيءَ سان وڃي لڳو هو ۽ اکيون ڏرا ڏئي ويو هيون. جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏٺو تہ فرمايو يا الله مدد، محمد جا اهلبيت بک مري رهيا آهن. ايتري ۾ جبرائيل عليہ السلام آيو ۽ عرض ڪيو اي محمد! الله تعاليٰ توهان جي اهلبيت جي شان ۾ جيڪو نازل ڪيو آهي اهو وٺو ۽ هي آيت تلاوت ڪئي "وَيُطْعِمُوْنَ الطَّعَامَ عَلٰی حُبِّهٖ مِسْكِيْنًا وَّيَتِيْمًا وَّاَسِيْرًا (٨) اِنَّمَا نُطْعِمُكُمْ لِوَجْهِ اللّٰهِ لَا نُرِيْدُ مِنْكُمْ جَزَآءً وَّلَا شُكُوْرًا (٩)" (الدهر: 8 ۽ 9) معنيٰ: ۽ ان جي محبت ۾ مسڪين ۽ يتيم ۽ قيدي کي کاڌو کارائيندا آهن (٨) انهن کي چوندا آهن تہ اسان توهان کي فقط الله جي رضا جي واسطي کاڌو کارايون ٿا، توهان کان ڪو بدلو يا شڪر گذاري نٿا گهرون (٩)

## فاطمہ نالو رکڻ جو سبب

28. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "انما سميت ابنتي فاطمہ لان الله فطمها و فطم من احبها من النار" يعني، بيشڪ مون پنهنجي نياڻيءَ جو نالو فاطمہ رکيو آهي، انهي ڪري جو فاطمہ ۽ جيڪو ان سان محبت ڪندو ان کي الله جهنم کان پري ڪري ڇڏيو.

## مون پنهنجي مرضيءَ سان نڪاح نہ ڪرايو آهي

29. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت فاطمہ سلام الله عليها جو نڪاح مولا علي عليہ السلام سان ڪرڻ جو ارادو فرمايو تہ ان تي ڏڪٽي طاري ٿي وئي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو.

اي منهنجي ٻچڙي ! هرگز نہ گهٻراءِ، مون پنهنجي مرضي سان تنهنجو نڪاح علي سان نہ ڪرايو آهي، بلڪ الله تعاليٰ مون کي حڪم ڏنو آهي تہ تنهنجو ان سان نڪاح ڪيان. بيشڪ الله تعاليٰ جڏهن مون کي ان ڳالهہ جو حڪم ڏنو تہ مان تنهنجو نڪاح علي سان ڪيان تہ ان ئي وقت ملائڪن کي حڪم ڏنو تہ جنت ۾ قطارون ڪري بيهن ۽ جنت جي وڻن کي حڪم ڏنو تہ اهي زيور ۽ جنتي لباس پائين. پوءِ جبرائيل کي حڪم ڏنو تہ اهو جنت ۾ منبر لڳرائي، پوءِ جبرائيل ان تي چڙهي خطبو ڏنو. جڏهن اهو خطبي کان فارغ ٿيو تہ اهي سڀ چڙوچڙ ٿي ويا. جنهن بہ ان خطبي کي چڱيءَ طرح سان ۽ پنهنجي ساٿي کان وڌيڪ ياد ڪري ورتو آهي اهو قيامت جي ڏينهن ان تي فخر ڪندو. ڇا منهنجي ٻچڙي اهو سڀ ڪجهہ ڪافي ڪونهي.

## جڏهن مون کي جنت جي خوشبوءِ جي سِڪ لڳندي آهي تہ مان فاطمہ کي سگهندو آهيان

30. حضرت عائشہ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ مون اڪثر نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي حضرت فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي ڳچيءَ تي چميون ڏيندي ڏٺو. مون عرض ڪيو يارسول الله! مون توهان کي ائين ڪنهن سان ڪندي نہ ڏٺو آهي. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي حميرا! جڏهن مون کي آسمانن جو سير ڪرايو ويو تہ الله تعاليٰ مون سان گڏ جبرائيل کي مقرر ڪيو. اسان جنت جي وڻن مان هڪڙي وڻ وٽ آياسين. مون ان وڻ جي پنن کان وڌيڪ ڪنهن وڻ جي پنن ۽ رنگ کي ايترو حسين ۽ خوبصورت نہ ڏٺو آهي ۽ نہ ئي ان کان وڌيڪ خوشبوءِ ڏٺي آهي. پوءِ مون ان وڻ جو ميوو ڪاڏو تہ اهو منهنجي صلب ۾ نطفو بڻجي ويو. جڏهن مان زمين تي واپس آيس تہ خديجہ فاطمہ سان اميد واري ٿي. جڏهن بہ مون کي جنت جي خوشبوءِ جي سڪ لڳندي آهي تہ فاطمہ کي سگهندو آهيان. اي حميرا! فاطمہ انساني عورتن جهڙي نہ آهي ۽ نہ ئي ان ۾ اهڙيون عادتون آهن، جيڪي ٻين عورتن ۾ آهن.

## اها مونکي توکان وڌيڪ پياري آهي

31. ابن ابونجيح پنهنجي پيءُ جي حوالي سان بيان ڪيو آهي تہ ان جي پيءُ ڪوفي جي هڪڙي شخص کان ٻڌو تہ حضرت علي عليہ السلام ڪوفي ۾ منبر تي فرمائي رهيا هيا تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي عرض ڪيو. يارسول الله! توهان کي مان سيني کان وڌيڪ پيارو آهيان يا هوءَ يعني فاطمہ تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو. اها مون کي توکان وڌيڪ پياري آهي ۽ تون مون کي ان کان وڌيڪ پيارو آهين.

## محشر جي ڏينهن فاطمہ سلام الله عليها جو شان

32. حضرت علي ڪرم الله وجہ جو بيان آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو. منهنجي ٻچڙي فاطمہ حشر واري ڏينهن ايندي تہ ان کي ڪرامت وارو وڳو (حلل الڪرامت) پاتل هوندو. جيڪو آب حيات سان آلو ٿيل هوندو. سموري مخلوق ڏسي حيران ٿي ويندي. پوءِ ان کي جنت جي وڳن مان هڪڙو وڳو پارايو ويندو ۽ ان تي سائي رنگ سان لکيل هوندو. محمد جي نياڻي کي جنت ۾ داخل ڪيو. بهترين صورت، بهترين ڪرامت ۽ بهترين منظر سان ۽ جنت کي ائين سينگاريو جيئن ڪنوار کي سينگاربو آهي، ان ڏينهن فاطمہ جي چوڌاري ستر هزار حورون هونديون.

## سيده سلام الله عليها ۽ ان جي اولاد تي باھ حرام آهي

33. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ان فاطمہ حصنت فرجها فحرمها الله وذريتها علي النار" يعني بيشڪ فاطمہ پنهنجي عصمت جي حفاظت ڪئي تہ الله تعاليٰ ان تي ۽ ان جي اولاد تي باھ کي حرام ڪري ڇڏيو آهي.

## اهلبيت مان امام سڀئي الله تعاليٰ جا امين آهن

34. حضرت امام حسين عليہ السلام جو بيان آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو فاطمہ منهنجي دل جو سرور آهي ۽ ان

جا ٻ پٽ منهنجي دل جو ميوو آهن ۽ ان جو مڙس منهنجي اکين جو نور آهي ۽ ان جي اولاد مان ٽيڻ وارا امام منهنجي رب جا امين آهن ۽ الله ۽ ان جي مخلوق جي وچ ۾ مددگار رسي آهن، جيڪو انهن سان وابستہ ٿيو ڇوٽڪارو لهي ويو ۽ جنهن انهن کان منهن موڙيو اهو گمراھ ٿي ويو.

## فاطمہ جي محبت هڪ سوَ جاين تي فائدو ڏيندي

35. حضرت سلمان رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي سلمان! جنهن منهنجي ڌيءَ فاطمہ سان محبت ڪئي اهو مونسان گڏ جنت ۾ هوندو ۽ جنهن ان سان بغض رکيو اهو جهنم ۾ ويندو.

اي سلمان! فاطمہؑ جي محبت هڪ سوَ جاين تي فائدو ڏيندي، انهن جاين مان آسان جايون هي آهن: موت، قبر، ميزان، حشر، پل صراط ۽ حساب ڪتاب.

جنهن سان فاطمہ راضي هوندي ان سان مان راضي آهيان ۽ جنهن سان مان راضي ٿيس ان سان الله راضي ٿيندو. جنهن تي ان ڪاوڙ ڪئي ان تي مان ڪاوڙ ڪندس ۽ جنهن تي مان ڪاوڙ ڪندس ان تي الله ڏمر ڪندو.

اي سلمان! ان شخص لاءِ تباهي آهي جنهن ان تي ۽ ان جي مڙس تي ظلم ڪيو ۽ ان جي لاءِ تباهي آهي جنهن ان جي اولاد تي ۽ ان جي شيعن تي ظلم ڪيو.

## جنهن علي کي غيرن جهڙو سمجهيو ان مون سان ظلم ڪيو

36. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم عبدالرحمان بن عوف کي فرمايو اي عبدالرحمان! تون منهنجو اصحابي آهين ۽ علي بن ابوطالب مون منجهان آهي ۽ مان علي مان آهيان. جنهن ان کي غيرن جهڙو سمجهيو ان مون تي ظلم ڪيو ۽ جنهن مون تي ظلم ڪيو ان مون کي اذيت ڏني.

اي عبدالرحمان! الله تعاليٰ مون تي ڪتاب مبين نازل ڪيو ۽ مون کي حڪم ڏنو تہ مان ماڻهن کي ان ڳالهہ کان خبروار ڪريان جيڪو ان جي باري ۾ نازل ٿيو آهي. انهي ڪري اهو بيان جو محتاج ڪونهي. الله تعاليٰ ان کي مون جهڙي وضاحت ۽ منهنجي درايت جهڙي درايت عطا ڪئي آهي. جيڪڏهن ڪنهن جي لاءِ حلم آهي تہ اهو علي جي لاءِ آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي لاءِ عقل آهي تہ اهو حسن جي لاءِ آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي لاءِ سخاوت آهي تہ اها حسين جي لاءِ آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي لاءِ حُسن آهي تہ اهو فاطمہ جي لاءِ آهي، بلڪ ان کان بہ وڌيڪ.

بيشڪ فاطمہ زمين وارن کان وجود ۾ ڪرامت ۾ سيني کان وڌيڪ بهتر آهي.

## مان فاطمہ جي اولاد جو ابو ڏاڏو آهيان

37. حضرت فاطمہ الڪبريٰ سلام الله عليها کان راويت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو "ڪُل بني آدم ينتمون الي عصبتهم الا ولد فاطمہ فاني ابوهم و عصبتهم" يعني آدم جي سموري اولاد پنهنجي ڏاڏي سان منسوب ٿيندي آهي، سواءِ فاطمہ جي اولاد جي جو مان ئي انهن جو بابو ڏاڏو آهيان.

## اي الله توکي خبر آهي تہ مان انهن سان محبت ڪيان ٿو

38. حضرت اسامہ بن زيد رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مان هڪڙي رات ڪنهن ڪم لاءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏانهن ويس. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهڙي حالت ۾ ويٺا هيا جو پاڻ سڳورن ڪنهن شي کي لڪائي رکيو هو ۽ مون کي خبر ڪونہ هئي تہ ڇا آهي. جڏهن مان پنهنجي ڪم کان فارغ ٿيس تہ مون عرض ڪيو تہ اهو ڇا آهي جنهن کي توهان لڪائي رکيو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪپڙو هٽايو تہ مون ڏٺو تہ سندن جهولي ۾ حسن ۽ حسين عليهم السلام ويٺا آهن. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هي منهنجا ٻچڙا آهن ۽ منهنجي نياڻي جا پٽ آهن. پوءِ فرمايائون، اي الله!

توکي خبر آهي تہ مان انهن ٻنهي سان محبت ڪريان ٿو تون بہ انهن سان محبت ڪر.

## عبدالله بن عباس حسنين ڪريمين جي گهوڙن جا رڪاب پڪڙيندو هو

39. مدرڪ بن زياد جو بيان آهي تہ مان حائط ۾ عبدالله بن عباس رضہ سان گڏ هيس، پوءِ حسن ۽ حسين تشريف کڻي آيا ۽ ماني گهري ماني کائڻ کان پوءِ اهي اٿيا تہ ابن عباس انهن جي لاءِ رڪاب پڪڙيو. مون چيو ڇا توهان انهن ٻنهي جي لاءِ رڪاب پڪڙيو جڏهن تہ توهان انهن ٻنهي کان عمر ۾ وڏا آهيو. ابن عباس رضي الله عنہ فرمايو توتي افسوس آهي، هي ٻئي رسول الله جا ٻچڙا آهن. ڇا انهن جي ڪري الله تعاليٰ مون تي احسان ڪونہ ڪيو آهي تہ مان انهن جو رڪاب پڪڙيان ۽ انهن لاءِ سڌو ڪري رکان.

## پنجتن پاڪ جا نالا جنت جي دروازن تي لکيل آهن

40. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان مجاهد روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جڏهن مون کي آسمان ڏانهن معراج ٿيو تہ مون جنت جي دروازي تي ڏٺو تہ لکيل هو "لااله الا الله محمد رسول الله، علي حبيب الله، الحسن والحسين صفوت الله، فاطمه آمت الله، عليٰ مبغضيهم لعنت الله" يعني الله تعاليٰ کان سواءِ ڪو معبود ڪونهي، محمد الله جو رسول آهي، علي الله جو حبيب آهي، حسن ۽ حسين الله جا چونڊيل آهن. فاطمہ الله جي ٻانهي آهي ۽ انهن سان بغض رکڻ وارن تي الله جي لعنت آهي.

امام اخطب خوارزمي رحمت الله عليہ فرمايو تہ مون جيڪي شعر اهلبيت جي باري ۾ چيا آهن، انهن ۾ هي بہ آهن:

| | |
|---|---|
| يريد لظي من رام ان يتسفلوا | وان يتردو في مهاوي المهالڪ |
| وقدرشح العدل المهيمن حالهم | بمنزلت قعساء فوق الڪواڪب |
| فضائلهم ليست ثعدفتنتهي | وان عددت يوما قطارالسحائب |

(جنهن شخص انهن جو شان گهٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ جو ارادو ڪيو ته ان لاءِ باهه اجا به وڌي ويندي ۽ اهڙا ماڻهو تباهي جي دلدل ۾ ڦاسندا ويندا، امن عدل ۽ انصاف واري انهن جي شايان شان انهن جو مقام تارن کان به بلند رکيو آهي، انهن جون فضيلتون ڳڻپ ۾ نٿيون اچي سگهن توڙي جو ڏينهن ۾ ڪڪرن کي ڳڻي سگهجي ٿو.)

امام خوارزمي فرمائي ٿو ته مضبوط قاعدن وارو هجڻ مطابق اهلبيت سان بغض رکڻ وارن جي خواري جي هڪڙي صورت هي آهي ته انهن جو واعدن واري ڪتاب (قرآن) کي پٺي ڏئي ڇڏڻ به خواري آهي ۽ انهن جي اهڙي سرڪشي جيڪا انهن کي تباهي واري گهر تائين وٺي ويندي ۽ انهن جي بدبختي جيڪا انهن کي باهه جي هيٺين طبقي ۾ اونڌي منهن ڪيرائيندي ۽ اهو الله انهن لاءِ پنهنجي محبوبن جي بغض ۽ پنهنجي رسول صلي الله عليه وآله وسلم جي محبوبن جي بغض ڪري مقرر ڪيو آهي ته انهن علي (عليه السلام) جي ان اولاد لاءِ جيڪا فاطمه سلام الله عليها مان آهي، اها رسول الله جي اولاد هجڻ کان انڪار ڪيو آهي ۽ انهن بغض ڪرڻ وارن ۾ حجاج بن يوسف به شامل آهي، جيڪو دليل ۾ مغلوب آهي، سخت ساڙ رکڻ وارو ماڻهو آهي، ان تي گناهه ثابت آهي، جيڪو ايندڙ حديث ۾ بيان ٿيل آهي.

## علي ۽ فاطمه جي اولاد ئي اولادِ رسول الله ﷺ آهن

41. يحيٰ بن يعمر عامري جو بيان آهي ته مون وٽ حجاج آيو ۽ چيو اي يحيٰ! تنهنجو عقيدو آهي ته علي ۽ فاطمه جي اولاد رسول الله جي اولاد آهي. مون جواب ڏنو ته مان تنهنجي سامهون الله جو ڪتاب پڙهان ٿو الله تعاليٰ فرمائي ٿو "وَوَهَبْنَا لَهٗٓ اِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ كُلًّا هَدَيْنَا وَنُوْحًا هَدَيْنَا مِنْ قَبْلُ وَمِنْ ذُرِّيَّتِهٖ دَاوٗدَ وَسُلَيْمٰنَ وَاَيُّوْبَ وَيُوْسُفَ وَمُوْسٰى وَهٰرُوْنَ وَكَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ(٨٤) وَزَكَرِيَّا وَيَحْيٰى وَعِيْسٰى وَاِلْيَاسَ كُلٌّ مِّنَ الصّٰلِحِيْنَ(٨٥)" (انعام: 84 ۽ 85) معنيٰ ۽ ابراهيم کي اسحاق ۽ يعقوب عطا ڪياسين انهن سڀني کي هدايت ڪئيسين ۽ انهن کان اڳ ۾ اسان نوح کي هدايت ڪئي ۽ ان (ابراهيم) جي اولاد مان دائود ۽ سليمان ۽ ايوب ۽ يوسف ۽ موسيٰ ۽ هارون کي هدايت ڪئيسين ۽ اسان ڀلارن کي اهڙي طرح بدلو ڏيندا

آهيون (٨٤) ۽ زڪريا ۽ يحيٰ ۽ عيسيٰ ۽ الياس ڪي بہ هدايت ڪئيسين، جو اهي سڀ صالح ٻانهن مان هيا(٨٥)

عيسيٰ الله جو ڪلمو آهي ۽ ان جو روح آهي جنهن کي عذرا بتول ڏانهن القاء ڪيو ويو. الله تعاليٰ ان جو نسب ابراهيم عليہ السلام سان ملايو. حجاج چيو تہ توکي اها ڳالهہ چوڻ ۽ اعلان ڪرڻ لاءِ ڪهڙي شي آماده ڪيو آهي. مون (يحيٰ) چيو تہ جيڪو الله تعاليٰ علم وارن تي ان جي علم سبب انهن تي واجب ڪيو آهي "لَتُبَيِّنُنَّهُ لِلنَّاسِ وَلَا تَكْتُمُوْنَهُ فَنَبَذُوْهُ وَرَآءَ ظُهُوْرِهِمْ وَ اشْتَرَوْا بِهٖ ثَمَنًا قَلِيْلًا" (آل عمران:187) معنيٰ: ان ڪتاب کي ضرور ماڻهن سان بيان ڪجو ۽ ان کي نہ لڪائجو پر ان انجام کي پنهنجي پٺي پٺيان اڇلائي ڇڏيائون ۽ ان جي عيوض ٿورو ملهہ ورتائون. حجاج چيو تو سچ بيان ڪيو پر اهڙي ڳالهہ جو وري ذڪر نہ ڪجان يعني ٻيهر اهڙي حرڪت نہ ڪجان.

## مان ئي انهن جو ولي ۽ عصبہ آهيان

42. حضرت فاطمہ صغريٰ بنت امام حسين عليہ السلام حضرت فاطمہ ڪبريٰ سلام الله عليها کان روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو بيشڪ الله تعاليٰ هر نبي جي ذريت جي لاءِ عصبہ قرار ڏنو جنهن ڏانهن اهي منسوب ٿيندا آهن، سواءِ فاطمہ جي اولاد جي جو مان ئي انهن جو ولي ۽ عصبہ آهيان.

## امام حسن عليہ السلام جو سفيان بن ابو ليليٰ کي جواب

43. سفيان بن ابوليليٰ جو بيان آهي تہ امام حسن عليہ السلام طرفان معاويہ سان صلح ڪرڻ کان پوءِ مان امام سڳوري وٽ ويس، مون چيو السلام عليڪ يا مذل المومنين يعني، اي مومنن کي ذليل ڪرڻ وارا، اسلام عليڪم. انهن فرمايو تون اهو ڇا چئي رهيو آهين تہ مون ان کي معاويہ سان لڙائي ختم ڪرڻ ۽ مديني واپس اچي وڃڻ جي ڳالهہ ڪئي.

انهن فرمايو اي سفيان! مون کي ان ڳالهہ لاءِ ان شي اياريو آهي جو بيشڪ مون نبي ڪريم صلي الله عليہ والہ وسلم کي اهو فرمائيندي ٻڌو

هوندو ۽ نہ زمين ۾ ان جو ڪو مددگار هوندو. ان مان مونکي خبر پئجي وئي تہ الله تعاليٰ پنهنجي حڪم کي پهچائڻ وارو آهي.

سفيان جو بيان آهي تہ پوءِ باجماعت نماز جو وقت ٿيو تہ امام حسن عليہ السلام مون کي چيو اي سفيان! مسجد ڏانهن هلندين، مون جواب ڏنو تہ هائو. اسان وڃڻ لڳاسين تہ رستي ۾ اسان انهن جي ڏُهائي ڪرڻ واري وٽان گذرياسين تہ ان کير پيش ڪيو. امام حسن عليہ السلام اهو وٺي بيٺي ئي پي ورتو. پوءِ مون کي ڏنو تہ مون بہ پيتو. پوءِ مون کي فرمايائون، اي سفيان! توکي مون وٽ ڪهڙي ڳالهہ وٺي آئي آهي. مون چيو تہ ان ذات جو قسم جنهن محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي هدايت ۽ دين حق سان موڪليو تہ جيئن اهي ان کي غالب ڪن، اوهان جي يعني، اهلبيت جي محبت مون کي هتي ڇڪي وٺي آئي آهي. امام سڳوري فرمايو اي سفيان! توکي خوشخبري هجي، بيشڪ مون مولا علي عليہ السلام کي اهو فرمائيندي ٻڌو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مون وٽ منهنجي حوض تي منهنجي اهلبيت ۽ منهنجي امت سان محبت ڪرڻ وارا ائين گڏجي ايندا جيئن هي ٻہ آڱريون آهن (۽ پنهنجي ٻن آڱرين کي گڏايائون) ۽ جيڪڏهن تون گهرين تہ هي آڱريون چئو تہ وچين آڱر ۽ ٻاچ. جو انهن مان هڪڙي ٻي کان وڏي آهي.

پوءِ فرمايائون، اي سفيان! توکي خوشخبري هجي، بيشڪ هي دنيا نيڪ ۽ گنهگار ٻنهي کي پنهنجي اندر جاءِ ڏيندي، ايستائين جو الله تعاليٰ آلِ محمد ﷺ مان امام حق کي ظاهر ڪندو.

## نبي ڪريم ﷺ جي

### امام حسين عليہ السلام سان جذباتي محبت

44. يعلي بن مره عامري کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي گهر مان نڪتا ۽ پاڻ سڳورن اوچتو ڏٺو تہ حسين بن علي عليهم السلام ٻارن سان کيڏي رهيا آهن. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان ڏانهن وڌيا ۽ پنهنجون ٻئي ٻانهون ڦاڪر لاءِ کوليائون تہ حسين بن علي عليهم السلام هڪڙو ڀيرو هڪڙي پاسي پئي ڊوڙيا تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي ڏسي مرڪيا.

ايستائين جو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي پڪڙي ورتو. پاڻ سڳورن هڪڙو هٿ انهن جي ڳچي هيٺان رکيو ۽ ٻيو ان جي وات تي رکيو ۽ چمي ڏني.

## حسنين ڪريمين رسول الله ﷺ کي بابا ڪري سڏيندا هيا

45. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ حسن ۽ حسين مون کي ڪڏهن بہ بابا ڪري ڪونہ سڏيندا هيا، اهي ٻئي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي بابا ڪري سڏيندا هيا، ايستائين جو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وفات ٿي وئي ۽ ان کان پوءِ حسن مون کي ابوالحسين چئي سڏيندو آهي ۽ حسين مون کي ابوالحسن چئي سڏيندو آهي.

جڏهن حضرت ابو بڪر رضي الله عنہ جي بيعت ٿي تہ حضرت عباس بن عبدالمطلب رضي الله عنہ حضرت علي عليہ السلام جي مدحت ۾ هي شعر پڙهيا:

ماڪنت احسب ان الامر منحرف — عن هاشم ثم منها عن ابي الحسن
اليس اول من صلي لقبلتڪم — واعلم الناس بالا ثار والسنن
واقرب الناس عهدا بالنبي ومن — جبرائيل عون له في الغسل ولڪفن
من فيه مافي جميع الناس ڪلهم — وليس في الناس مافيه من الحسن
ماذا الذي ردڪم عنه فنعرفه — ها ان بيعتڪم من اول الفتن

(مان اهو گمان نٿو ڪريان تہ خلافت بنوهاشم کان منهن ڦيرڻ واري آهي ۽ پوءِ انهن مان ابوالحسن کان منهن ڦيرڻ واري آهي، ڇا اهو توهان جي قبلي ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ وارن مان پهريون شخص ڪونهي ۽ آثار ۽ سنن کي ماڻهن کان وڌيڪ ڄاڻڻ وارو ڪونهي، ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان واعدي ۾ ماڻهن کان وڌيڪ ويجهو ڪونهي ۽ غسل ۽ ڪفن ۾ جبرائيل ان جو مددگار ڪونهي، ڇا مڙئي خوبيون ان ۾ موجود ڪونہ آهن حالانڪ صرف ان جي حسن واري خوبي سڀني ماڻهن ۾

## بيعتِ علي عليہ السلام وقت خذيمہ بن ثابت جو شعر پڙهڻ

46. اسود بن يزيد نخعي جو بيان آهي تہ جڏهن منبر رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي حضرت علي عليہ السلام جي بيعت ڪئي وئي تہ حضرت خذيمہ بن ثابت انصاري منبر جي سامهون بيهي هي شعر پڙهيا:

| | |
|---|---|
| اذا نحن با يعنا عليا فحسبنا | ابو الحسن مما يخاف من الفتن |
| وجدناه اولي الناس باالناس انه | اطب قريش بالكتاب وبالسنن |
| وان قريشا ما تشق غباره | اذا ماجري يوما علي الضمر البدن |
| وفيه الذي فيهم من الخير ڪله | وما فيهم بعض الذي فيه من حسن |

(جڏهن اسان علي جي بيعت ڪري ورتي تہ هاڻي جن فتنن ڪانءُ اسان خوف ۾ ورتل هياسين انهن جي لاءِ ابوالحسن ڪافي آهن، اسان توهان ڪي سيني ماڻهن کان بهتر ۽ برتر ڏٺو توهان ڪي قريشن ۾ سيني کان وڌيڪ ڪتاب ۽ سنت تي دسترس حاصل آهي، بيشڪ قريشي توهان جي خلاف ڪيني ۽ دشمني ڪي لڪائي رهيا هيا جڏهن تہ اڄ ان ڏبري ۽ ڪمزور بدن تي جنهن ڳالهہ جو اجراءِ ٿيو آهي، ۽ انهن سيني ۾ جيتري ڀلائي ۽ نيڪي ڏٺي وڃي ٿي اهي سڀ هن جي ذات گرامي ۾ موجود آهن ۽ علي ۾ جيتريون سنايون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون انهن مڙني مان ٿوريون انهن قريشين ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون.)

## اي فاطمہ اسان اهلبيت آهيون

47. علي بن علي الهلالي پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي آهي، جنهن ٻڌايو تہ مان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي آخري وقت ۾ پاڻ سڳورن وٽ ويس، جڏهن تہ حضرت فاطمہ سلام الله عليها بہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سيراندي وٽ موجود هيون. حضرت فاطمہ سلام الله عليها روئي ڏنو ايستائين جو آواز وڌو ٿيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجون نگاهون ڪڍي ان ڏانهن ڏٺو ۽ فرمايو اي منهنجي پياري فاطمہ! توکي ڪهڙي ڳالهہ روئاريو آهي. ان عرض ڪيو تہ بابا مونکي ڊپ ٿو ٿئي تہ توهان کان پوءِ منهنجو ڪهڙو

حال ٿيندو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي منهنجي ٻچڙي! ڇا توکي خبر نہ آهي تہ الله تعاليٰ زمين وارن تي ڀهرين نگاهہ وڌي تہ انهن مان تنهنجي بابا کي چونڊيو ۽ ان کي رسالت تي فائز ڪيو. پوءِ ٻي نگاهہ وڌي تہ انهن مان تنهنجي مڙس کي چونڊيو ۽ مون ڏانهن وحي ڪئي تہ مان تنهنجو نڪاح ان سان ڪيان.

اي فاطمہ! اسان اهلبيت آهيون ۽ الله تعاليٰ اسان کي ست اهڙيون خوبيون عطا ڪيون آهن جيڪي اسان کان اڳ ۾ نہ ڪنهن کي عطا ٿيون ۽ نہ اسان کان پوءِ ڪنهن کي عطا ڪيون ويندو. مان خاتم النبيين آهيان ۽ الله جي بارگاهہ ۾ سيني نبين کان وڌيڪ عزت وارو آهيان ۽ الله تعاليٰ جي لاءِ سيني مخلوقن کان وڌيڪ محبوب آهيان ۽ مان تنهنجو بابو آهيان.

منهنجو وصي سيني وصين کان بهتر آهي ۽ الله تعاليٰ کي سيني وصين کان وڌيڪ محبوب آهي ۽ اهو تنهنجو مڙس آهي.

اسان جو شهيد سيني شهيدن کان بهتر آهي ۽ الله کي انهن سيني کان وڌيڪ محبوب آهي ۽ اهو حمزه بن عبدالمطلب آهي جيڪو تنهنجو چاچو آهي.

اسان مان ئي اهو شخص آهي جنهن جا ٻہ ساوا پر آهن ۽ جنتي گهرندو آهي ملائڪن سان اڏرندو آهي ۽ اهو تنهنجي ابي جو سوٽ ۽ تنهنجي مڙس جو ڀاءُ آهي.

اسان مان ئي هن امت جون ٻہ لڙيون آهن ۽ اهي ٻئي تنهنجا پٽ حسن ۽ حسين آهن ۽ اهي ٻئي جنت جي نوجوانن جا سردار آهن ۽ ان ذات جو قسم آهي جنهن مون کي حق سان رسول ڪري موڪليو انهن جو بابو انهن ٻنهي کان بهترين آهي.

اي فاطمہ! ان ذات جو قسم آهي جنهن مون کي حق سان موڪليو بيشڪ انهن ٻنهي جي اولاد مان ئي هن امت جو مهدي پيدا ٿيندو جڏهن دنيا فتنن جي ڪري تنگ هوندي ۽ فساد ٿيندو ۽ رستن تي ڦرون ڌاڙا عام هوندا ۽ هڪڙا ماڻهو ٻين تي حملو ڪندا، ڪوبہ اهڙو وڏو

ڪونہ هوندو جو ننڍي تي رحم ڪندو هجي ۽ ڪوئي ننڍو اهڙو ڪونہ هوندو جيڪو وڏي تي رحم ڪري. پوءِ ان وقت الله تعاليٰ انهن ٻنهي جي اولاد مان ان کي ظاهر ڪندو جيڪو گمراهي جي قلعن کي ۽ بند دلين کي فتح ڪندو. آخري زماني ۾ دين کي اهڙي طرح قائم ڪندو جهڙي طرح مون هن پهرين زماني ۾ قائم رکيو آهي ۽ دنيا عدل سان ڀرجي ويندي جيئن پهريان ظلم سان ڀريل هوندي.

اي فاطمہ! غم نہ ڪر ۽ نہ روءِ. بيشڪ الله تعاليٰ مون کان وڌيڪ توتي رحم ڪرڻ وارو آهي ۽ مهربان آهي ۽ اهو سڀ منهنجي دل ۾ تنهنجي مقام جي ڪري آهي. الله تعاليٰ تنهنجو نڪاح تنهنجي مڙس سان ڪيو آهي، جيڪو انهن سيني ۾ حسب ۾ انهن کان وڌيڪ شرف وارو آهي ۽ منصب ۾ وڏو آهي ۽ رعيت سان انهن سيني کان وڌيڪ رحم وارو آهي ۽ مساوات قائم ڪرڻ ۾ انهن سيني کان وڌيڪ بصيرت وارو آهي ۽ مون پنهنجي رب کان دعا ڪئي آهي تہ منهنجي اهلبيت مان سيني کان اڳ ۾ مون سان ملڻ واري تون هونديئن.

مولا علي عليہ السلام فرمايو تہ جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وفات ٿي تہ فاطمہ انهن کان پوءِ صرف اڍائي مهينا جيئرو رهي ۽ الله تعاليٰ ان کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان ملائي ڇڏيو.

## فاطمہ سلام الله عليها جي وفات تي علي عليہ السلام جا شعر

48. نبيط بن شريط جو بيان آهي تہ جڏهن فاطمہ سلام الله عليها بنت رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وفات ٿي تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ هي شعر پڙهيا:

| | |
|---|---|
| لڪل اجتماع من حبيبين فرقت | وان مماتي بعدڪم لقريب |
| وان افتقادي فاطما بعد احمد | دليل علي ان لايدوم حبيب |

(ٻن دوستن جي وچ ۾ جدائي ٿي وئي ۽ بيشڪ توکان پوءِ منهنجو موت بہ ويجهو آهي، ۽ احمد مختار صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ

منهنجو فاطمہ کي وڃائڻ ان ڳالھ جو دليل آهي تہ حبيب هميشہ گڏ ڪونہ رهندا آهن.)

## حضرت علي ڪرم الله وجہ جا

### قبرِ فاطمہ سلام الله عليها تي شعر پڙهڻ

49. حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام پنهنجي ابي کان ڳالھ بيان ڪئي تہ جڏهن حضرت علي عليہ السلام حضرت فاطمہ سلام الله عليها کي دفن ڪيو تہ رسول الله ﷺ جي قبر مبارڪ جي زيارت کان پوءِ روزانو فاطمہ سلام الله عليها جي قبر جي زيارت لاءِ ويندا هيا ۽ ان کي ياد ڪري روئيندا هيا. هڪڙي ڏينهن سيده ڪائنات جي قبر اطهر تي ڪري پيا ۽ هي شعر چيا:

مالي مررت علي القبور مسلما — قبر الحبيب فلم يرد جوابي

احبيب مالڪ لا تجيب مناديا — املڪ بعدي خلت الاحباب

(مون کي ڇا ٿيو آهي جو قبرن مان لنگھندو حبيب جي قبر تي ڪنڌ جهڪايون اچان ٿو پر مون کي ڪو جواب نٿو ملي، حبيب توکي ڇا ٿيو آهي جو تون پڪارڻ واري کي جواب نٿي ڏين ڇا تون مون کان پوءِ دوستي کان بيزار ٿي وئي آهين.)

غيبي هاتف کان هي جواب آيو:

قال الحبيب وڪيف لي بجوابڪم — وانا رهين جنادل وتراب

اڪل التراب محامني فنسيتڪم — وحجبت عن اهلي وعن اترابي

فعليڪم مني السلام تقطعت — عني وعنڪم خلت الاحباب

(حبيب فرمايو تہ مان توکي ڪيئن جواب ڏيان جڏهن تہ مان پٿرن ۽ مٽي جي هيٺان ستل آهيان، مٽي منهنجا محاسن ختم ڪري ڇڏيا آهن سو مان توکي وساري ويٺي آهيان ۽ پنهنجن گهروارن ۽ دوستن کان پردي ۾ آهيان، توتي منهنجي طرفان سلام هجي ۽ منهنجي ۽ تنهنجي وچ ۾ دوستي جا رشتا ختم ٿي چڪا آهن.)

### سيده ڪائنات جو حسنين ڪريمين لاءِ پريشان ٿيڻ

اهي گمان ڪن ٿا. علي،حسن ۽ حسين عليهم السلام سان منهنجي شديد محبت ڪي الله ڄاڻي ٿو.

الله جو قسم! مون سان اميرالمومنين مهدي (عباسي) ۽ ان اميرالمومنين منصور کان ۽ ان پنهنجي پيءُ کان ۽ ان پنهنجي ڏاڏي کان ۽ ان عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت ڪئي آهي تہ اسان هڪڙي ڏينهن رسول لله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ هياسين جڏهن فاطمہ سلام الله عليها روئيندي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ آيون. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي فرمايو تنهنجو بابو توتان قربان، تون ڇو روئي رهي آهين. سيده پاڪ عرض ڪيو حسن ۽ حسين ڪافي دير اڳ ٻاهر ويا آهن ۽ موٽي اڃا ڪونہ آيا آهن، مون کي خبر ڪونهي تہ اهي ڪٿي آهن. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سيده ڪائنات کي فرمايو اي ٻچڙي! تون نہ روءِ، جنهن انهن کي پيدا ڪيو آهي اهو مون کان ۽ توکان وڌيڪ انهن تي مهربان آهي.

ان کان پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم دعا جي لاءِ هٿ کنيا ۽ عرض ڪيو اي الله! جيڪڏهن اهي ٻئي بر يا بحر ۾ آهن تہ تون انهن جي حفاظت فرماءِ ۽ سلامتي عطا ڪر.

ايتري ۾ جبرائيل نازل ٿيو ۽ عرض ڪيو اي محمد! توهان فڪر نہ ڪريو اهي دنيا ۽ آخرت ۾ فضيلت وارا آهن ۽ انهن جو بابو انهن ٻنهي کان بهتر آهي. اهي ٻئي بنونجار جي باغ ۾ ستا پيا آهن ۽ الله تعاليٰ انهن ٻنهي جي حفاظت جي لاءِ هڪڙو ملائڪ مقرر ڪيو آهي.

رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ ان جا اصحابي اٿيا ۽ وڃي باغ ۾ پهتا تہ ڏٺائون تہ حسن ۽ حسين پاڪر پايون ستا پيا آهن ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏٺو تہ جيڪو ملائڪ انهن جي حفاظت جي لاءِ مقرر آهي ان پنهنجو هڪڙو پر شهزادن جي هيٺان وڇايو آهي ۽ ٻئي پر سان انهن مٿان ڇانوَ ڪيو آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جهڪيا ۽ شهزادن کي چميو ۽ اهي جاڳي پيا. جڏهن باغ مان ٻاهر آيا تہ جبرائيل بہ گڏ هو ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائي رهيا هيا، الله تعاليٰ توهان ٻنهي کي شرف ۽ عزت بخشي آهي. رستي ۾

حضرت ابوبڪر رضہ سان ملاقات ٿي تہ ان عرض ڪيو يارسول الله! هڪڙو ٻارڙو مون کي ڏيو تہ ان کي مان کڻان.
حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو کڻڻ وارو ڏاڍو ڀلو آهي ۽ ان تي سوار بہ گهڻو سٺا آهن. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مسجد تشريف کڻي آيا ۽ حضرت بلال رضي الله عنہ کي حڪم ڏنو تہ اهو ماڻهن کي سڏ ڪري تہ اهي مسجد ۾ گڏ ٿين. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اٿي بيٺا ۽ فرمايو اي مسلمانو! ڇا مان توهان کي انهن بابت نہ ٻڌايان جيڪي نانو ۽ ناني جي حوالي سان بهتر آهن. اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ هائو رسول الله! حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو حسن ۽ حسين جو نانو رسول الله آهي جيڪو سيني رسولن جو سردار آهي ۽ انهن جي ناني خديجہ آهي جيڪا ٻنهي جهانن جي عورتن جي سردار آهي.
حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم وري فرمايو ڇا مان توهان کي انهن بابت نہ ٻڌايان جيڪي پيءُ ۽ ماءُ جي حوالي سان سيني ماڻهن کان بهتر آهن. اصحابن سڳورن عرض ڪيو هائو يارسول الله! رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو حسن ۽ حسين جن جو پيءُ علي بن ابوطالب آهي ۽ انهن جي امڙ فاطمہ بنت خديجہ آهي، جيڪا ٻنهي جهانن جي عورتن جي سردار آهي.
حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ڇا مان توهان کي اهڙن ماڻهن بابت نہ ٻڌايان جيڪي چاچو ۽ ڦڦي جي حوالي سان سيني ماڻهن کان بهتر آهن. اصحابن سڳورن عرض ڪيو هائو يارسول الله! حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو حسن ۽ حسين جن جو چاچو جعفر بن ابوطالب آهي ۽ انهن جي ڦڦي ام هاني بنت ابوطالب آهي.
اي ڀائرو! ڇا مان توهان کي اهڙن ماڻهن بابت نہ ٻڌايان جيڪي مامي ۽ ماسي جي حوالي سان سيني ماڻهن کان بهتر آهن. اصحابن سڳورن عرض ڪيو هائو يارسول الله! حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو حسن ۽ حسين جن جو مامو ابراهيم آهي جيڪو رسول الله جو پٽ آهي ۽ انهن جي ماسي زينب بنت رسول الله آهي. ان کان پوءِ فرمايو

بيشڪ الله تعاليٰ تون ڄاڻين ٿو تہ حسن ۽ حسين جنتي آهن، انهن جو بابو جنتي آهي، انهن جي امڙ جنتي آهي، انهن جو چاچو ۽ پڦي جنتي آهن، انهن جو مامو ۽ ماسي جنتي آهن، ۽ جيڪو انهن سان محبت ڪندو اهو بہ جنتي آهي ۽ جيڪو انهن سان بغض رکندو اهو دوزخي آهي.

سليمان جو بيان آهي تہ جڏهن هارون رشيد اسان سان اهو بيان ڪري رهيو هو تہ ان جي اکين ۾ لڙڪ هيا.

## سڀ تعريفون ان الله جي لاءِ آهن جنهن اسان کي عزت بخشي

51. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ حسن ۽ حسين نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ ڪيڏي رهيا هيا، ايستائين جو رات ٿي وئي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو توهان پنهنجي امڙ ڏانهن وڃو ايتري ۾ بجلي چمڪي ۽ ان جي روشني ۾ ٻئي شهزادا حضرت فاطمہ سلام الله عليها وٽ پهتا. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن ان بجلي کي ڏٺو تہ فرمايو سڀ تعريفون الله جي لاءِ آهن جنهن اهلبيت کي عزت بخشي.

## جنهن حسنين سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي

52. حضرت سلمان رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حسن ۽ حسين عليهم السلام لاءِ فرمايو جنهن انهن ٻنهي (حسن ۽ حسين)سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن مون سان محبت ڪئي ان الله سان محبت ڪئي ۽ جنهن الله سان محبت ڪئي اهو جنت نعيم ۾ داخل ٿيندو ۽ جنهن انهن ٻنهي سان بغض رکيو يا انهن سان بغاوت ڪئي تہ ان مون سان بغض رکيو ۽ جنهن مون سان بغض رکيو ان الله سان بغض رکيو ۽ جنهن الله سان بغض رکيو ان کي جهنم جي باھ ۾ داخل ڪيو ويندو ۽ ان جي لاءِ عذاب مقيم آهي.

## حَسن ۽ حُسين جنت جي نوجوانن جا سردار آهن

53. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "الحسن والحسين

سيداشباب اهل الجنت“ يعني حسن ۽ حسين (عليهم السلام) جنت جي نوجوانن جا سردار آهن.

54. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ارشاد فرمايو ”الحسن والحُسين سيداشباب اهل الجنت وابوهما خير منهما“ يعني حسن ۽ حسين (عليهم السلام) جنت جي جوانن جا سردار آهن ۽ انهن جو بابو انهن کان بهتر آهي.

## قيامت جي ڏينهن حسنين ڪريمين جون سواريون

55. حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو قيامت جي ڏينهن سيئي نبي عليهم السلام سوارين تي سوار هوندا ته جيئن اهي قبرن کان محشر ۾ تشريف کڻي اچن. حضرت صالح عليه السلام ڏاچي تي ۽ منهنجا ٻچڙا حسن ۽ حسين عليهم السلام منهنجي ڏاچي عضباء تي ۽ مان براق تي سوار هوندس، جنهن جي وک ان جي اک جي نظر جي انتها تي هوندي ۽ بلال جنتي ڏاچين مان هڪڙي ڏاچي تي ويهاريو ويندو ۽ اهو صرف آذان ڏيندو ۽ سچي سچي شهادت پڙهندو، ايستائين جو جڏهن اهو چوندو اشهد ان محمد رسول الله ته ان سان گڏ پهرين کان آخري مومن تائين سڀ شاهدي ڏيندا، مان جنهن کان گهرندس شاهدي قبول ڪندس۽ جنهن جي گهرندس شاهدي رد ڪندس.

## نبي ڪريم ﷺ طرفان سيده ڪائنات جي پٽن جا نالا رکڻ

56. امام علي رضا عليه السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان اسماء بنت عميس رضي الله عنها جي روايت بيان ڪئي آهي ته توهان جي ڏاڏي حضرت فاطمه سلام الله عليها حسن ۽ حسين عليهم السلام کي ڄمندي هئي. جڏهن امام حسن عليه السلام ڄاوا هيا ته مون وٽ نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم تشريف کڻي آيا ۽ فرمايو اي اسماء! منهنجي پٽ کي مون ڏانهن کڻي اچ. مان امام حسن عليه السلام کي زرد ڪپڙي ۾ ويڙهي حضور صلي الله عليه وآله وسلم وٽ کڻي ويس. نبي

ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهو ڪپڙو امام حسن عليہ السلام تان لاهي ڇڏيو ۽ ارشاد فرمايو اي اسماءَ! ڇا توکان واعدو ڪونہ ورتو هو تہ ٻارڙي کي زرد ڪپڙو نہ ويڙهجان. حضرت اسماء رضہ بيان ڪيو تہ مون اهو ڪپڙو ڪٽي ورتو ۽ سفيد ڪپڙي ۾ ويڙهي نبي ڪريم ڏانهن کڻي ويس. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم امام حسن کي ساڄي ڪن ۾ آذان ڏني ۽ کاٻي ڪن ۾ تڪبير (اقامت) پڙهي.

پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي فرمايو منهنجي پٽڙي جو ڪهڙو نالو رکيو آهي. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو يارسول الله! مون نالو رکڻ ۾ توهان تي چڙهت نہ ڪئي. حضرت علي عليہ السلام جو خيال هو تہ ان جو نالو حرب رکيو وڃي پر نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مان الله کان اڳرائي ڪونہ ڪندس.

ان کان پوءِ جبرائيل نازل ٿيو ۽ عرض ڪيو اي محمد! ان بلند ۽ بالا توهان کي سلام چيو آهي ۽ فرمايو آهي تہ علي توهان سان اها ئي نسبت رکي ٿو جيڪا هارون کي موسيٰ سان هئي پر توهان کان پوءِ ڪوئي نبي ڪونهي. توهان پنهنجي ٻچڙي جو نالو هارون جي پٽ وارو نالو رکو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي جبرائيل! هارون جي پٽ جو ڪهڙو نالو هو. جبرائيل عرض ڪيو شبر. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو منهنجي زبان عربي آهي. جبرائيل عرض ڪيو ان جو نالو حسن رکو.

حضرت اسماء رضہ جو بيان آهي تہ ٻارڙي جو نالو حسن رکيو ويو. پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڄم جي ستين ڏينهن ٻہ ڇيلا عقيقي ۾ ذبح ڪيا. ٻارڙي جو مٿو ڪوڙايائون ۽ مٿي جي وارن جي وزن برابر چاندي جا ورق صدقو ڏنا. ان کان پوءِ فرمايو اي اسماء! خون هارڻ جاهليت جي رسم آهي.

حضرت اسماء رضہ جو بيان آهي تہ امام حسن عليہ السلام جي ڄم کان هڪ سال پوءِ امام حسين عليہ السلام ڄاوا تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون وٽ تشريف کڻي آيا ۽ فرمايو اي اسماء!

منهنجي پٽڙي کي مون ڏانهن ڪٽي اچ. مان ان کي سفيد ڪپڙي ۾ ويڙهي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ کڻي آيس. پاڻ سڳورن ان کي ساڄي ڪن ۾ آذان ۽ کاٻي ڪن ۾ تڪبير (اقامت) پڙهي. حسين عليہ السلام حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جهولي ۾ ٿي هيا تہ پاڻ سڳورن روئي ڏنو.

حضرت اسماء رضہ جو بيان آهي تہ مون عرض ڪيو منهنجا پيءُ ماءُ توهان تي قربان توهان ڇو روئي رهيا آهيو. فرمايائون، هن ٻچڙي کي ڏسي روئي رهيو آهيان. مون عرض ڪيو ڄمڻ وقت کان وٺي هي بہ روئي رهيو آهي.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي اسماء! مون کان پوءِ هن کي هڪڙو باغي گروهہ قتل ڪندو انهن جي لاءِ الله وٽ مان شفاعت ڪونہ ڪندس.

ان کان پوءِ فرمايائون، اي اسماء! فاطمہ کي اها ڳالهہ نہ ٻڌائجان، ڇوتہ اها اڄا ويم جي ويجهي عرصي ۾ آهي. ان کان پوءِ علي عليہ السلام کي فرمايائون، تو منهنجي پٽ جو ڪهڙو نالو رکيو آهي. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو يارسول الله! مان توهان تي ڇڙهت ڪيئن ٿو ڪري سگهان. منهنجو خيال آهي تہ هن جو نالو حرب رکيو وڃي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مان ان جي نالي بابت پنهنجي رب کان اڳرائي نٿو ڪري سگهان.

ان کان پوءِ جبرائيل نازل ٿيو ۽ عرض ڪيو اي محمد! بلند مقام واري توهان کي سلام ڇيا آهن ۽ فرمايو آهي تہ علي کي توسان اهائي نسبت آهي جيڪا هارون کي موسيٰ سان هئي، پر توهان کان پوءِ ڪوئي نبي ڪونهي. توهان پنهنجي پٽ جو نالو هارون جي پٽ وارو نالو رکو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ هارون جي پٽ جو نالو ڪهڙو هو. جبرائيل عرض ڪيو شبير. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي جبرائيل منهنجي ٻولي تہ عربي آهي. جبرائيل عرض ڪيو توهان هن جو نالو حسين رکو.

حضرت اسماء رضہ جو بيان آهي تہ پوءِ ٻارڙي جو نالو حسين رکيو ويو. جڏهن ستون ڏينهن آيو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم

عقيقي ۾ ٻہ ڇيلا ذبح ڪيا. ٻارڙي جو مٿو ڪوڙايائون ۽ مٿي جي وارن جي وزن برابر چاندي جا ورق صدقو ڪيائون. ان کان پوءِ فرمايو اي اسماء! رت وهائڻ جاهليت جي رسم آهي.

57. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ جڏهن حسن ڄاوا تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم تشريف کڻي آيا ۽ فرمايو تہ مون کي پٽڙو ڏيکاريو. توهان ان جو ڪهڙو نالو رکيو آهي. مون عرض ڪيو مون ان جو نالو حرب رکيو آهي، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو بلڪ اهو حسن آهي.

پوءِ جڏهن حسين ڄاوا تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو منهنجو پٽڙو مون کي ڏيکاريو. ان جو نالو ڇا رکيو اٿو. مون عرض ڪيو تہ مون ان جو نالو حرب رکيو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو بلڪ اهو حسين آهي. پوءِ جڏهن ٽئين پٽ جي اميد ٿي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ان جو نالو ڪهڙو رکندا. مون عرض ڪيو تہ ان جو نالو حرب رکندس. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اهو محسن هوندو. ان کان پوءِ فرمايائون، مون انهن جا نالا هارون عليہ السلام جي پٽن شبر، شبير ۽ مبشر جي نالن جي نسبت سان رکيا.

## جيڪو مون سان محبت ڪري ٿو ان تي لازم آهي تہ حسنين سان محبت ڪري

58. حضرت عبدالله رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم نماز ادا ڪري رهيا هيا. جڏهن پاڻ سڳورن سجدو ڪيو تہ حسن ۽ حسين عليهم السلام اچي سندن پٺي تي ويهي رهيا. اصحابن انهن کي منع ڪيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اشاري سان چيو تہ انهن کي ڇڏي ڏيو. پوءِ جڏهن نماز ختم ٿي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن ٻنهي کي پنهنجي جهولي ۾ ويهاريو ۽ ارشاد فرمايو "من احبني فليحب هٰذين." يعني جيڪو مون سان محبت ڪري ٿو ان تي لازم آهي تہ اهو هنن ٻنهي سان محبت ڪري.

## اهي ٻئي دنيا ۾ منهنجا گُل آهن

59. ابن ابو نعيم جو بيان آهي تہ مون عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان ٻڌو تہ ان کان ڪنهن شخص محرم ۾ سوال ڪيو۔ شعبي جو قول آهي تہ منهنجو گمان آهي تہ ان شخص مک کي مارڻ بابت پڇيو تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما چيو عراق وارا مون کان مک کي مارڻ بابت پڇي رهيا آهن, جڏهن تہ انهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ٻچڙن کي قتل ڪيو جن جي باري ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "هما ريحانتي من الدنيا." يعني اهي ٻئي دنيا ۾ منهنجا گُل آهن.

## نبي ڪريم ﷺ حسنين جي لاءِ پناهہ جي دعا گهرندا هيا

60. حضرت سعيد بن جبير رضي الله عنہ عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت بيان ڪئي آهي تہ بيشڪ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم امام حسن ۽ امام حسين عليهم السلام جي لاءِ پناهہ گهرندا هيا ۽ هيئن چوندا هيا "اعيذڪما بڪلمات الله التامت من شرڪل شيطان وهامت و من ڪل عين لامت." يعني مان توهان ٻنهي جي لاءِ هر شيطان ۽ سرڪش کان ۽ هر بد نظر کان الله تعاليٰ جي ڪلماتِ تامہ جي پناهہ گهران ٿو.

## حسن ۽ حسين (عليهم السلام) کي نظر لڳي وئي آهي

61. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ جبرائيل عليہ السلام نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ آيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سامهون بيهي رهيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي غمگين ڏٺائين تہ عرض ڪيو اي محمد! هي ڪهڙو غم آهي جيڪو مان توهان جي چهري تي ڏسي رهيو آهيان. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو حسن ۽ حسين کي نظر لڳي وئي آهي. جبرائيل عرض ڪيو اي محمد! نظر جو لڳڻ حق آهي، توهان هنن لاءِ هنن لفظن سان پناهہ گهرو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اهي ڪهڙا لفظ آهن.

جبرائيل عرض ڪيو توهان چئو "اللهم ذا السلطان العظيم و ذا المن القديم و ذا الوجہ الڪريم ولي الڪلمات التامات و الدعوات المستجابات عاف الحسن والحسين من اعين الجن و اعين الانس." يعني اي الله! عظيم بادشاهت وارا ۽ قديم احسان وارا ۽ ڪريم ذات وارا، هنن ڪلمات تامہ سان دعا قبول فرماءِ ۽ حسن ۽ حسين کي جنن ۽ انسانن جي بدنظر کان عافيت عطا ڪر.

## بيشڪ منهنجو هي پٽ (حَسن) سردار آهي

62. حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي منبر تي ڏٺو ساڻن گڏ امام حسن بہ هيا ۽ پاڻ سڳورا فرمائي رهيا هيا "ان البني هذا سيد و ان الله سيصلح علي يديه بين فئتين من المسلمين عظيمتين" يعني بيشڪ منهنجو هي پٽ سردار آهي ۽ الله تعاليٰ عنقريب ان جي هٿن تي مسلمانن جي ٻن ٽولن ۾ صلح ڪرائيندو.

## امام حسن عليہ السلام ڏانهن ڏسي فرمايائون

63. حضرت براءِ بن عازب رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم امام حسن عليہ السلام ڏانهن ڏسي ارشاد فرمايو. "اللهم اني احبه فاحبه واحب من احبه" يعني اي الله! مان هن سان محبت ڪريان ٿو تون بہ هن سان محبت ڪر ۽ ان سان محبت ڪر جيڪو هن سان محبت ڪري.

## امام حسن عليہ السلام کي وتر جي دعا سيکارڻ

64. ربيعہ بن شيبان حضرت حسن بن علي عليہ السلام کان روايت ڪئي آهي تہ امام حسن عليہ السلام فرمايو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم تعليم فرمائي تہ مان وتر ۾ هي دعا پڙهان:

"اللهم اهدني في من هديت و عافني في من عافيت وتولني في من توليت وبارڪ لي فيما اعطيت وقني شرما قضيت انڪ تقضي ولا

يقضي عليڪ انه لايذل من واليت ولا يعز من عاديت تبارڪ وتعاليت“
يعني اي الله! مون کي هدايت ڏي اهڙي شخص جي متعلق جنهن کي تو هدايت ڏني ۽ عافيت ڏي اهڙي شخص جي باري ۾ جنهن کي تو عافيت ڏني ۽ مون کي بہ ان جي ولايت ۾ جاءِ ڏي جنهن کي تو پنهنجي ولايت ۾ ورتو ۽ مون کي برڪت ڏي ان ۾ جيڪو تو مون کي عطا ڪيو آهي ۽ مون کي محفوظ فرما ان جي شر کان جنهن جو تو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي، بيشڪ تون فيصلو ڪرڻ وارو آهين ۽ تنهنجي خلاف فيصلو نٿو ڪري سگهجي ۽ ان کي ذليل نٿو ڪري سگهجي جنهن جو تون ولي آهين ۽ ان کي عزت نٿي ملي سگهي جنهن سان تون ناراض هجين، بيشڪ تون برڪت وارو ۽ بلندي وارو آهين.

## شهادتِ علي عليہ السلام تي امام حسن عليہ السلام جو خطبو

65. حضرت عمر بن علي (امام زين العابدين) بن حسين عليهم السلام پنهنجي بابي کان روايت ڪئي آهي تہ جڏهن حضرت علي ڪرم الله وجہ شهيد ٿيا تہ امام حسن عليہ السلام خطبو ڏيندي فرمايو اي ياڻرو! اڄ رات ان شخص هي دنيا ڇڏي جنهن کان نہ پهريَن اڳرائي ڪئي هئي ۽ نہ آخرين ان کان گوءِ کڻي سگهندا. انهن ڪوئي سون يا چاندي ڪونہ ڇڏيو آهي، سواءِ ست سو درهم جي، هي ست سَوَ بہ خيرات ڪرڻ کان انهيءَ ڪري رهجي ويا جو پاڻ انهن مان گهر وارن جي لاءِ هڪڙو غلام خريد ڪرڻ ٿي گهريو.

پوءِ امام حسن عليہ السلام فرمايو اي ياڻرو! خبروار هجو تہ جيڪو مون کي سڃاڻي ٿو اهو تہ سڃاڻي ٿو ۽ جيڪو مون کي نٿو سڃاڻي اهو ٻڌي ڇڏي تہ مان نبي ڪريم ﷺ جو پٽ آهيان، بشارت ڏيڻ واري جو پٽ آهيان، ڊيڄارڻ واري جو پٽ آهيان، مان اهلبيت مان آهيان. جبرائيل اسان جي گهر ۾ نازل ٿيندو هو ۽ اسان جي گهر مان آسمان ڏانهن ويندو هو. مان اهلبيت مان آهيان جن کان الله تعاليٰ هر پليتي کي پري رکيو آهي ۽ انهن کي مڪمل طور پاڪ ڪيو آهي. مان اهلبيت مان آهيان جن جي مودت الله هر مسلمان تي فرض ڪئي آهي.

پوءِ امام حسن عليہ السلام هي آيت پڙهي ”قُل لَّآ اَسْئَلُكُمْ عَلَيْهِ اَجْرًا اِلَّا الْمَوَدَّةَ فِي الْقُرْبٰى ؕ وَمَنْ يَّقْتَرِفْ حَسَنَةً نَّزِدْ لَهٗ فِيْهَا حُسْنًا“ (شوريٰ:23) معنيٰ: اي پيغمبر! کين چئو تہ مان توهان کان پيغام پهچائڻ تي ڪوبہ اجورو نٿو گهران مگر پنهنجي ويجهڙن مائٽن جي محبت ۽ جيڪو نيڪي ڪمائيندو تہ اسان ان لاءِ ان ۾ چڱائي وڌائيندا سين. امام حسن عليہ السلام فرمايو تہ نيڪيون ڪمائڻ مان مراد اسان اهلبيت جي محبت آهي.

## امام حسن عليہ السلام جو پيرين پنڌ حج ڪرڻ

66. ابو نعيم احمد بن عبدالله اصفهاني پنهنجي ڪتاب ”حليت الاولياء“ ۾ امام حسن عليہ السلام کان نقل ڪيو آهي تہ امام سڳوري فرمايو مون کي پنهنجي رب کان شرم اچي ٿو تہ ان سان ملاقات ڪريان ۽ ان جي گهر ڏانهن پيرين پنڌ نہ وڃان. حضرت امام حسن عليہ السلام ويهہ دفعا پيرين پنڌ مديني کان بيت الله ڏانهن سفر ڪيو.

ڪن جو چوڻ آهي تہ جڏهن کين زهر ڏنو ويو تہ گهڻي تڪليف ۾ هيا ۽ ان وقت امام حسين عليہ السلام سندن سيرانديءَ کان ويٺل هيا ۽ انهن فرمايو تہ ادا سائين توهان کي ڪنهن تي شڪ آهي. امام حسن عليہ السلام فرمايو ڇو ان لاءِ تہ جيئن تون ان کي قتل ڪرين. امام حسين عليہ السلام عرض ڪيو هائو. امام حسن عليہ السلام فرمايو جيڪڏهن اهوئي آهي جنهن تي مون کي شڪ آهي تہ الله تعاليٰ سخت قوت وارو آهي ۽ سزا ڏيڻ ۾ بہ سخت آهي، جيڪڏهن اهو ڪونهي تہ مون کي اها ڳالهہ نٿي وڻي تہ ڪنهن کي منهنجي ڪري بي گناهہ قتل ڪيو وڃي، ايتري ۾ سندن وفات ٿي وئي.

67. عبدالله بن جدعان جو بيان آهي تہ امام حسن عليہ السلام پيرين پنڌ سفر ڪري پندرهن حج ڪيا ۽ بيشڪ سخي ماڻهن ان سان تعاون ڪيو. امام سڳوري ٽي دفعا الله جي رضا لاءِ پنهنجو سمورو مال ورهائي ڇڏيو ايتري تائين جو پاڻ بہ جوراب هجڻ جي صورت ۾ هڪڙو جورابو ڪنهن کي ڏئي ڇڏيندا هيا ۽ هڪڙو جورابو پنهنجي لاءِ رکندا هيا.

## امام حسن عليہ السلام صلح ڪرڻ جو سبب ٻڌايو

68. سدير بن حڪيم پنهنجي پيءُ کان روايت بيان ڪئي آهي، جنهن کي ابو سعيد ٻڌايو تہ جڏهن امام حسن عليہ السلام معاويہ بن ابو سفيان سان صلح ڪيو تہ ماڻهو سندن وٽ آيا تہ انهن مان ڪجھ ماڻهو ان صلح تي امام حسن عليہ السلام کي ملامت ڪري رهيا هيا. امام سڳوري فرمايو تہ توهان تي افسوس آهي، توهان کي خبر ڪونهي تہ مون ايئن ڇو ڪيو. الله جو قسم! مون پنهنجن شيعن جي ڀلائي لاءِ ايئن ڪيو آهي، چاهي انهن تي سج ايري يا لهي.

ڇا توهان کي معلوم ڪونهي تہ مان توهان جو امام آهيان ۽ توهان تي پنهنجي اطاعت فرض ڪرڻ وارو آهيان ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سچي فرمان مطابق جنتي نوجوانن جي سردارن مان هڪ آهيان. سيني چيو تہ هائو.

امام حسن عليہ السلام فرمايو. ڇا توهان کي معلوم ڪونهي تہ خضر عليہ السلام جڏهن ٻيڙيءَ ۾ ٽُنگ ڪيو ۽ ديوار کي سڌو ڪيو ۽ ڇوڪري کي قتل ڪيو تہ اهي ڳالهيون موسيٰ بن عمران عليہ السلام کي اٽوٽندڙ لڳيون هيون. جڏهن تہ انهن ڳالهين جي حڪمت ان کان ڳجهي هئي. حالانڪ انهن ڪمن جي حڪمت جو عِلم الله تعاليٰ وٽ هيو ۽ صحيح هو.

ڇا توهان کي اها خبر ڪونهي تہ اسان مان ڪوئي هڪڙو بہ اهڙو ڪونهي جنهن جي ڳچيءَ ۾ زماني جي سرڪش جي بيعت نہ هجي، سواءِ القائم (امام مهدي) جي جنهن جي پٺيان عيسيٰ بن مريم روح الله نماز پڙهندو. بيشڪ الله تعاليٰ ان جي جمڻ کي ڳجهو رکيو ۽ ان جي شخصيت کي غائب ڪري ڇڏيو آهي تہ جيئن ڪنهن هڪڙي جي ڳچيءَ ۾ ان جي بيعت نہ هجي. اهو منهنجي ڀاءُ حُسين جي اولاد مان نائون امام هوندو ۽ سيدة الاماء جو پٽ هوندو. الله تعاليٰ غيبيت ۾ ان جي عمر کي ڊگهو ڪري ڇڏيندو پوءِ اهو الله تعاليٰ جي قدرت سان چاليھ سالن کان گهٽ عمر واري جوان جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو ۽ اهو انهيءَ لاءِ تہ واضح ٿي وڃي تہ الله هر شي تي وس وارو آهي.

## حَسن مون مان آهي ۽ حُسين علي مان آهي

69. مقدام بن معد يڪرب رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو "حسن مني و حسين من علي" يعني حسن مون مان آهي ۽ حسين علي مان آهي.

## اي الله مان هن سان محبت ڪريان ٿو
## تون بہ هن سان محبت ڪر

70. حضرت ابوهريره رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي محبت ڏسي هميشہ هن شخص يعني حسن بن علي عليهم السلام سان محبت ڪئي آهي. هڪڙي ڏينهن مون حسن بن علي عليهم السلام کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جهوليءَ ۾ ڏٺو تہ اهو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڏاڙهي مبارڪ سان کيڏي رهيو هو ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي زبان مبارڪ ان جي وات ۾ وڌي ۽ حسن عليہ السلام جي زبان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وات ۾ هئي. ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو "اللهم اني احبه فاحبه واحب من يحبه" يعني اي الله! مان هن سان محبت ڪريان ٿو تون بہ هن سان محبت ڪر ۽ ان سان بہ محبت ڪر جيڪو هن سان محبت ڪري

## جيڪو منهنجي چاچي حمزه جي خبر
## آڻيندو ان جي لاءِ جنت واجب هوندي

71. حضرت اسماء بنت حارث رضي الله عنها ٻڌايو تہ مون سان منهنجي بابي ان سان منهنجي ڏاڏي ۽ ان سان ان جي بابي بيان ڪيو تہ اُحد واري لڙائي جو ڏينهن هو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سندن چاچي امير حمزه رضي الله عنہ جي خبر ملڻ ۾ دير ٿي وئي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جيڪو مون وٽ منهنجي چاچي حمزه جي خبر آڻيندو ان جي لاءِ جنت واجب هوندي. حارث بن صمہ نڪتو ۽ هي شعر پڙهندو پئي ويو:

ان نبيي اشهده في مضجع لن يرقده
فقد لحمزه اسده ارسلني اذ فقده
ياليتني ان اجده حيا لكيما اعضده

(بيشڪ منهنجا نبي ڪريم ﷺ بستري تي تشريف کڻي آيا آهن پر اهي سمهي ڪونہ سگهندا، انهيءَ ڪري جو پنهنجي شينهن حمزه کي گم ڪري ويٺا آهن جڏهن اهي گم ٿيا آهن تہ مون کي ڳولڻ لاءِ موڪليو آهي، اي ڪاش! مان ان کي زنده ڏسان تہ جيئن ان جي مدد ڪري سگهان.)

راوي جو بيان آهي تہ ان امير حمزه کي شهيد ٿيل ڏٺو ان جو پيٽ چيريل هو ۽ جيرو ڪڍيو ويو هو. اهو اتي ئي ويهي روئڻ لڳو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ انهن جي چاچي جي خبر ۾ اجا دير ٿي وئي ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي آرام ڪونہ ٿي آيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جيڪو مون وٽ حارث بن صمہ جي خبر آڻيندو ان جي لاءِ جنت واجب ٿيندي پوءِ علي بن ابوطالب عليہ السلام هي چوندي نڪتو:

يا رب ان الحارث بن صمه ڪان وفيا وبنا ذو ذمه
قد غاب في مهامت مهمت في ليلت سوداء مدلهمت
يا رب فاردد حارثا بذمت وجل عنا يا الاهي الغمت

(اي منهنجا رب بيشڪ حارث بن صمہ وفادار هو ۽ اسان سان ذميواري سان پيش ايندو هو اهو انتهائي شديد اونداهي رات ۾ هڪ ضروري ڪم لاءِ غائب ٿي ويو آهي، اي منهنجا پالڻهار حارث کي خير سان واپس موٽاءِ ۽ اسان ڪان غم کي دور ڪر.)

راوي جو بيان آهي تہ مولا علي ڪرم الله وجہ آيو ۽ حارث کي امير حمزه جي شهيد جسم تي بيٺل ڏٺو اهي ٻئي ويهي روئڻ لڳا ۽ ٻنهي واپس اچي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي شهادت جي خبر ٻڌائي.

## حُسين مون مان آهي ۽ مان حُسين مان آهيان

72. يعلي بن مره عامري ڪان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ و سلم سان گڏ هڪڙي دعوت تي ويس. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ

وسلم سيني ماٿهن ڪان اڳيان هيا ۽ حسين عليہ السلام ٻارن سان کيڏي رهيو هو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي پڪڙڻ گهريو تہ اهو ٻارن سان ڪڏهن هيڏي تہ ڪڏهن هوڏي هليو ٿي ويو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي ڏسي مرڪيا ٿي، ايستائين جو ان کي پڪڙي ورتائون.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙو هٿ ان جي ڳچيءَ جي هيٺان رکيو ۽ ٻيو هٿ ان جي منهن تي رکي پنهنجو وات ان جي وات تي رکيو ۽ چمي ڏئي ارشاد فرمايو "حسين مني وانا من حسين واحب الله من احب حسينا حسين سبط من الاسباط" يعني حسين مون مان آهي ۽ مان حسين مان آهيان، اي الله ان سان محبت ڪر جيڪو حسين سان محبت ڪري حسين اسباط مان هڪڙو سبط آهي.

## اهلبيت مان امام سڳورا معصوم آهن

73. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اهو چوندي ٻڌو "انا وعلي والحسن والحسين وتسعت من ولد الحسين مطهرون معصومون" يعني مان ۽ علي، حسن ۽ حسين، ۽ حسين جي اولاد مان نَوَ شخص پاڪ ۽ معصوم آهيون.

## حضور ﷺ کان نعثل نالي يهودي جا سوال

74. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاهہ ۾ هڪڙو يهودي آيو جنهن کي نعثل سڏيندا هيا، ان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پڇيو اي محمد! ڪجهہ عرصي کان ڪجهہ ڳالهيون منهنجي ذهن ۾ هيجان برپا ڪري رهيون آهن، مان توهان کان انهن جي باري ۾ پڇڻ گهران ٿو. جيڪڏهن توهان انهن جو جواب ڏنو تہ مان توهان جي هٿ تي اسلام قبول ڪندس.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي ابوعماره! پڇ. ابو عماره چيو، اي محمد! توهان پنهنجي رب جا وصف بيان ڪريو. حضور صلي

الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو خالق جا وصف بيان نٿا ٿي سگهن، مگر جيڪي ان پاڻ بيان ڪيا آهن. ان خالق جا وصف ڪيئن بيان ٿي سگهن ٿا جنهن کي عقل سمجهڻ ۽ پروڙڻ کان عاجز آهي ۽ تصور ان کي پهچڻ کان معذور آهي ۽ اکيون ان کي ڏسڻ کان قاصرهجن. اهو وصف ڪرڻ وارن جي اوصاف کان بلند آهي. اهو ويجهڙائي ۾ پري آهي ۽ دوري ۾ ويجهو آهي، اهو ڪيفيت جو خالق آهي، تنهن ڪري اهو نٿو چئي سگهجي تہ اهو ڪيئن ۽ ڪهڙو آهي. اهو مڪان جو خالق آهي، تنهن ڪري نٿو چئي سگهجي تہ اهو ڪٿي آهي. اهو ڪيفيت ۽ مڪان کان بالاتر آهي. اهو اڪيلو (احد) ۽ بي نياز آهي، جيئن ان پنهنجا اوصاف بيان ڪيا آهن. وصف بيان ڪرڻ وارا ان جي نعت کي نٿا پهچي سگهن، اهو نہ ڪنهن مان پيدا ٿيو آهي ۽ نہ ان مان ڪو پيدا ٿيو آهي ۽ نہ ڪوئي ان جو همسر آهي.

يهودي چيو اي محمد! توهان سچ فرمايو ۽ هي جيڪو توهان فرمايو تہ الله اڪيلو (احد) آهي ان جو ڪو مثل ڪونهي تہ ڇا ايئن ڪونهي تہ الله بہ احد آهي ۽ انسان بہ واحد آهي، تنهن ڪري واحد هجڻ ۾ انسان الله جي مثل آهي.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو الله ترڪيب کان بغير احد آهي ۽ انسان اهو واحد آهي جنهن ۾ جسم ۽ قدبت، روح ۽ بدن آهي، تنهن ڪري انسان جي تشبيهہ الله جي وحدانيت ۾ حقيقي طور ڪونهي.

يهودي چيو اي محمد! توهان سچ فرمايو. هاڻي توهان مون کي اهو ٻڌايو تہ توهان جو وصي ڪير آهي، ڇوتہ ڪوبہ اهڙو نبي ڪونهي جنهن جو وصي نہ هجي. اسان جي نبي موسيٰ بن عمران عليہ السلام يوشع بن نون عليہ السلام کي پنهنجو وصي بڻايو هو.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هائو منهنجو وصي ۽ مون کان پوءِ خليفو علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي ۽ ان کان پوءِ ان جا ٻہ پٽ حسن ۽ حسين آهن. پوءِ حسين جي اولاد مان نَوَ امام آهن.

يهودي چيو اي محمد! انهن جا نالا ٻڌايو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هائو حسين کان پوءِ ان جو پٽ علي (امام زين العابدين) ۽

ان ڪان پوءِ ان جو پٽ محمد (امام باقر) ۽ ان ڪان پوءِ ان جو پٽ جعفر (امام صادق) ۽ ان ڪان پوءِ ان جو پٽ موسيٰ (امام ڪاظم) ۽ ان ڪان پوءِ ان جو پٽ علي (امام رضا) ۽ ان ڪان پوءِ ان جو پٽ محمد (امام تقي) ۽ ان ڪان پوءِ ان جو پٽ علي (امام نقي) ۽ ان ڪان پوءِ ان جو پٽ حسن (عسڪري) ۽ ان ڪان پوءِ ان جو پٽ محمد (امام مهدي) حجت آهي. اهي آهن ٻارهن امام جيڪي بني اسرائيل جي نقيبن جيترا آهن.

يهودي چيو جنت ۾ اهي ڪٿي هوندا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مون سان گڏ منهنجي درجي ۾ هوندا.

يهودي چيو اشهد ان لا اله الا الله وانك رسول الله يعني مان شاهدي ڏيان ٿو تہ الله ڪان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي ۽ بيشڪ توهان الله جا رسول آهيو. مان شاهدي ڏيان ٿو تہ اهي توهان ڪان پوءِ توهان جا وصي آهن ۽ مون اهوئي پهرين ڪتابن ۾ ڏٺو آهي ۽ اسان وٽ جيڪو موسيٰ بن عمران عليہ السلام ڪان پهتو آهي ،اهو هي تہ آخري زمانو ايندو تہ هڪڙو نبي ظاهر ٿيندو ان کي احمد سڏيو ويندو ۽ اهو آخري نبي هوندو. ان ڪان پوءِ ڪوبہ نبي ڪونہ هوندو. ان ڪان پوءِ ان جي اولاد مان امام هوندا جن جو تعداد اسباط جيترو هوندو.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي ابوعمارہ! ڇا تون اسباط کي سڃاڻين ٿو. يهودي چيو يارسول الله! هائو اهي ٻارهن هيا ۽ انهن مان پهريون لاوي بن برخيا هو هي اهو آهي جيڪو بني اسرائيل ڪان گهڻي ڊگهي مدت تائين غائب رهيو پوءِ انهن ۾ موٽي آيو. پوءِ الله تعاليٰ ان جي ذريعي شريعت موسيٰ کي ظاهر ڪيو. ان قرشطيا بادشاهہ سان لڙائي ڪئي ۽ ان کي قتل ڪيو.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو منهنجي امت ۾ اهڙي طرح ٿيندو جيئن بني اسرائيل ۾ واقع ٿيو ۽ منهنجي اولاد مان ٻارهون غيبيت ۾ هوندو ان کي ڏسي نہ سگهبو ۽ منهنجي امت تي اهڙو زمانو ايندو جو اسلام جو نالو ۽ قرآن رسمي طور هوندا تہ ان وقت الله جي حڪم سان اهو غيبيت مان ظاهر ٿيندو ۽ اهو اسلام جو نعرو هڻندو ۽ دين کي وري جياريندو.

ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ان شخص لاءِ خوشخبري آهي جيڪو ان سان محبت ڪري ۽ ان سان بغض رکڻ وارن جي لاءِ هلاڪت آهي ۽ ان لاءِ خوشخبري آهي جيڪو انهن سان سلهاڙيل رهي.

رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽان نعتل هي شعر پڙهندي موڪلايو:

| | |
|---|---|
| صلي العلي ذوالعلي | عليڪ يا خيرالبشر |
| انت النبي المصطفيٰ | والهاشمي المفتخر |
| بڪم هدانا ربنا | وفيڪ نرجو ما امر |
| ومعشر سميتهم | ائمة اثني عشر |
| حباهم رب العلي | ثم صفاهم من ڪدر |
| قد فاز من والاهم | وخاب من عادي الزهر |
| آخر هم يشفي الظما | وهوالامام المنتظر |
| عترتڪ الاخيارلي | والتابعون ما امر |
| من ڪان عنهم معرضا | فسوف يصلي بالسقر |

(توهان تي علي الاعلي (الله تعاليٰ) درود موڪلي ٿو اي خيرالبشر. توهان نبي مصطفيٰ ۽ هاشمي فخر آهيو توهان جي ذريعي اسان جي رب اسان جي هدايت ڪئي ۽ توهان ئي اسان جي اميد آهيو ۽ اهو گروهہ جنهن کي توهان ٻارهن امام چيو آهي. الله انهن کي بلند مقام ڏنو آهي ۽ هر عيب کان پاڪ رکيو آهي، جيڪو انهن سان دوستي ڪندو اهو ڪامياب آهي ۽ جيڪو دشمني رکندو اهو ناڪام آهي، انهن جو آخري اڃايلن جي اڃ اجهائيندو ۽ اهوئي امام منتظر آهي، توهان جي عترت منهنجي لاءِ ۽ سيني چاهيندڙن لاءِ امام آهن. جيڪو انهن کان منهن موڙيندو ان کي جهنم ۾ سٽيو ويندو.)

## امام باقر عليہ السلام جي رسول الله جي اصحابي حضرت جابر رضہ سان ملاقات

75. حضرت امام جعفرصادق عليہ السلام کان روايت آهي تہ منهنجي بابا سائين، حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنہ کي

چيو تہ منهنجو توهان ۾ هڪڙو ڪم آهي توهان ڪهڙي وقت فارغ هوندا آهيو مان توهان کان اڪيلائي ۾ ڪجهہ پڇڻ گهران ٿو. حضرت جابر رضہ چيو توهان جنهن وقت بہ گهرو مان حاضر آهيان. پوءِ منهنجو بابا سائين ان سان اڪيلائي ۾ مليو ۽ ان کي چيو اي جابر! مون کي ان پٽي (لوح) جي باري ۾ ٻڌايو جنهن کي توهان منهنجي امڙ فاطمہ سلام الله عليها جي هٿ ۾ ڏٺو. توهان ان پٽي تي ڇا لکيل ڏٺو. حضرت جابر رضہ چيو مان الله کي شاهد بڻائي چوان ٿو تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زندگي ۾ توهان جي امڙ فاطمہ سلام الله عليها جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ انهن کي امام حسين عليہ السلام جي ڄمڻ جي مبارڪ ڏني. پوءِ مون ان جي هٿ ۾ هڪڙي سائي رنگ جي ڦرهي ڏٺي. مون سمجهيو تہ اها زمرد جي ٺهيل آهي. مون ان ۾ سج جي روشني جهڙي سفيد لکت ڏٺي. مون حضرت فاطمہ سلام الله عليها جي خدمت ۾ عرض ڪيو اي رسول الله جي ٻچڙي! منهنجا پيءُ ماءُ توهان تان قربان هي ڪهڙي ڦرهي آهي. انهن فرمايو الله تعاليٰ هي ڦرهي پنهنجي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سوکڙي ڪري موڪلي آهي، ان ۾ منهنجي ابي، علي ۽ منهنجن پٽڙن جا نالا لکيل آهن ۽ منهنجي اولاد مان وصين (اوصياء) جا نالا شامل آهن. هي ڦرهي منهنجي بابا کي عطا ٿي تہ جيئن اهي هن جي ذريعي مون کي خوشخبري ٻڌائين. حضرت جابر رضہ چيو توهان جي امڙ فاطمہ سلام الله عليها اها ڦرهي مون کي ڏني تہ مون اها پڙهي ۽ اها لکت پاڻ وٽ نقل ڪري رکي.

امام سڳوري وڌيڪ فرمايو تہ منهنجي بابا سائين، حضرت جابر رضہ کان پڇيو ڇا اها لکت مون کي ڏيکاري سگهو ٿا تہ ان چيو هائو. منهنجا بابا ان سان گڏ وڃڻ لڳا ۽ حضرت جابر رضہ جي گهر پهتا تہ اهو هڪڙي سنهڙي کل تي لکيل شي منهنجي بابا ڏانهن کڻي آيو تہ ان کي منهنجي بابا سائين فرمايو اي جابر! توهان پنهنجي لکت کي ڏسو ۽ مان توهان جي سامهون ياد پڙهان ٿو. جابر رضہ پنهنجي لکت کي ڏسندو رهيو ۽ منهنجا بابا ان کي ياد پڙهندا رهيا، هڪڙو اکر يا لفظ بہ غلط نہ پڙهيو تہ حضرت جابر رضہ عرض ڪيو مان الله تعاليٰ کي شاهد بڻائي چوان ٿو تہ مون ان ڦرهي ۾ اهو ئي لکيل ڏٺو.

بسم الله الرحمان الرحيم

هي لکت الله جي طرف کان آهي جيڪو عزيز ۽ حڪيم آهي، اها نور ۽ سفير ۽ ان جي دليل محمد (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) جي لاءِ آهي، جنهن کي روح الامين رب العالمين جي طرف کان کڻي نازل ٿيو. اي محمد (صلي الله عليہ وآلہ وسلم)! منهنجي نالن جي عظمت بيان ڪر ۽ منهنجي نعمتن جو شڪر ادا ڪر ۽ منهنجي نعمتن جو انڪار نہ ڪر. بيشڪ مان الله آهيان مون کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي، ڏاڍ ڪرڻ وارن ماڻهن کي ڪاٽڻ وارو آهيان. ظالمن کي ذليل ڪرڻ وارو آهيان. تڪبر ڪرڻ وارن کي خوار ڪرڻ وارو آهيان. دين جو حساب وٺڻ وارو آهيان. بيشڪ مان الله آهيان مون کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي، جنهن مون کان علاوه ڪنهن ٻئي جي فضل جي اميد رکي يا منهنجي عدل کان علاوه ڪنهن ٻئي جي عدل کان ڊنو تہ مان اهڙو عذاب ڪندس جو جهانن ۾ ڪنهن کي بہ اهڙو عذاب ڪونہ ڪيو هوندو.

اي محمد (ﷺ)! منهنجي ئي عبادت ڪر ۽ مون تي ئي توڪل ڪر. بيشڪ مون ڪوبہ اهڙو نبي ڪونہ موڪليو جو ان نبي جي حياتي جا ڏينهن پورا ٿيڻ کان اڳ ان جو وصي مقرر نہ ڪيو هجي. بيشڪ مون توکي سيني نبين تي فضيلت ڏني ۽ تنهنجي وصي کي مون سيني وصين (اوصياء) تي فضيلت ڏني آهي ۽ علي منهنجو ولي ۽ تنهنجو مددگار آهي. هي اهو شخص آهي جنهن جي ڪلهن تي هجرت واري رات نبوت جي چادر وجهي ان کي سمهاري امتحان ورتو ۽ ان وصي کان پوءِ ٻن نازن سان پليل تنهنجن ٻن ڏوهٽن حسن ۽ حسين جي ذريعي توکي عزت ڏني. مون حسن کي ان جي ابي جي حياتي پوري ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي علم جو مرڪز بڻايو آهي ۽ حسين کي پنهنجي وحي (يعني قرآن) جو خزانچي بڻايو آهي ۽ ان کي شهادت سان عزت بخشي ۽ ان لاءِ سعادت سان ڀرپور انجام رکيو آهي، اهو شهادت جو مرتبو پائڻ وارن ۾ افضل آهي ۽ سيني شهيدن ۾ بلند درجي وارو آهي ۽ مون پنهنجو ڪلمہ تام ان سان گڏ بڻايو آهي ۽ حجت بالغہ کي ان وٽ رکيو آهي ۽

ان جي اولاد جي سبب مان دين کي جياريندس ۽ انهن کي ئي جانشين بڻائيندس. انهن مان پهريون علي (امام زين العابدين) آهي جيڪو سيدالعابدين آهي ۽ گذريل سيني ولين (اولياء) جي زينت آهي ۽ ان جو پٽ ان جي ناني محمد (ﷺ) جي شبيهه آهي نالو باقر اٿس جيڪو منهنجي علم جو نگران آهي ۽ منهنجي حڪمت جو خزانو آهي، جلد جعفر (امام جعفر صادق) جي باري ۾ شڪ ڪرڻ وارا هلاڪ ٿيندا، ان کي رد ڪرڻ وارو ايئن ئي آهي جيئن ڪو منهنجي طرف کان آيل حق ڳالهه کي رد ڪندو آهي، مان ضرور جعفر جي حجري کي عزت ڏيندس ۽ ان کي ان جي شيعن ۽ ان جي مددگارن ۽ ان جي ساٿين جي باري ۾ خوش ڪندس ۽ ان کان پوءِ مون موسيٰ (ڪاظم) کي چونڊيو آهي ۽ ان کان پوءِ مان اونداهي رات وارو فتنو ضرور تيار ڪندس، ان لاءِ جو منهنجي فرض جو رسو ڪڏهن بہ نہ ٽُٽندو ۽ منهنجي حجت ڪڏهن بہ ڳجهي نہ ٿيندي ۽ بيشڪ منهنجا ولي (اولياء) ڪڏهن بہ بدبخت نہ ٿيندا.

خبردار! جنهن شخص انهن مان ڪنهن جو انڪار ڪيو تہ يقينن ان منهنجي نعمت جو انڪار ڪيو ۽ جنهن منهنجي ڪتاب مان هڪڙي آيت بہ تبديل ڪئي تہ ان يقينن مون تي ڪوڙ هنيو. منهنجي ٻانهي موسيٰ (ڪاظم) ۽ منهنجي حبيب ۽ منهنجي محبوب جي مدت پوري ٿيڻ کان پوءِ الزام هڻڻ وارن ۽ انڪار ڪرڻ وارن لاءِ تباهي آهي. بيشڪ انين امام کي ڪوڙو ڪرڻ وارو ڄڻ منهنجي سيني ولين (اولياء) کي ڪوڙو چوڻ وارو آهي، ان کي هڪڙو مغرور ۽ سرڪش ماڻهو قتل ڪندو ۽ ان کي منهنجي مخلوق جي بدترين شخص جي پرسان ان شهر ۾ دفن ڪيو ويندو جنهن کي نيڪ ماڻهو (ذوالقرنين) تعمير ڪيو. منهنجي طرف کان حق ڳالهه ثابت ٿي وئي آهي ۽ مان ان جي اک محمد (تقي) جي سبب ٺڏي ڪندس، جيڪو ان جو پٽ ۽ ان کان پوءِ ان جو خليفو آهي، اهو منهنجي علم جو وارث ۽ منهنجي حڪمت جو خزانو آهي ۽ منهنجي راز جي جاءِ آهي ۽ منهنجي مخلوق تي منهنجي حجت آهي، مون جنت ۾ ان جو گهر ٺاهي ڇڏيو آهي ۽ مان ان جي اهلبيت مان ستر ماڻهن، جن تي دوزخ واجب ٿي چڪي هوندي،

جي حق ۾ ان جي شفاعت قبول ڪندس، ان جي پٽ (امام علي نقيؑ) لاءِ مون سعادت سان پريل انجام رکيو آهي جيڪو منهنجو ولي ۽ مددگار آهي ۽ منهنجي مخلوق ۾ منهنجو شاهد آهي ۽ منهنجي وحي (قرآن) تي منهنجو امين آهي ۽ مون ان جي اولاد مان هڪڙو پٽ (امام حسن عسڪريؑ) پيدا ڪيو آهي جيڪو منهنجي رستي جي دعوت ڏيڻ وارو آهي ۽ منهنجي علم جي حُسن جو خزانچي آهي، پوءِ مون اها ڳالهه ان جي پٽ (امام مهديؑ) تي مڪمل ڪري ڇڏي جيڪو جهانن لاءِ رحمت آهي ۽ ان ڪي موسيٰ (عليہ السلام) جو ڪمال ۽ عيسيٰ (عليہ السلام) جي عمدگي ۽ ايوب (عليہ السلام) جو صبر عطا ڪيو ۽ جلد ان جي زماني ۾ منهنجي ولين (اولياء) ڪي ذليل ڪيو ويندو ۽ انهن جي سرن ڪي ڪپي ايئن ڪيرايو ويندو جيئن ترڪن ۽ ديلم وارن جا ڪنڌ ڪپيا ويا هيا، انهن ڪي قتل ڪيو ويندو ۽ ساڙيو ويندو ۽ اهي ڊنل ۽ رعب ۾ آيل هوندا ۽ انهن جي رت سان ڌرتي ڪي ڳاڙهو ڪيو ويندو ۽ انهن جي عورتن ۾ تباهي ۽ ڏک ۽ روج راڙي جا آواز بلند ٿيندا، اهي ئي منهنجا سچا دوست هوندا انهن جي وسيلي ئي مان هر اونداهي رات جا فتنا دور ڪندس، انهن جي ڪري ئي مان زلزلن جو سلسلو ڪولي ڇڏيندس ۽ ڏنڊا بيڙين ۽ طوق ڪي ڪولي ڇڏيندس، انهن تي انهن جي پالڻهار جي طرف کان رحمت هجي ۽ اهي ئي ماڻهو هدايت وارا آهن.

عبدالرحمان بن سالم جو چوڻ آهي تہ ابوبصير جو قول آهي تہ جيڪڏهن توهان هڪڙي زماني تائين هن حديث کان سواءِ ٻي ڪا حديث نہ بہ ٻڌي تہ بہ توهان کي اها ڪافي آهي. تنهن ڪري هن حديث جي اهل کان هن روايت کي محفوظ ڪري ڇڏيو.

## ڦرهي ۾ ٻارنهن نالا لکيل هيا

76. حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مان حضرت فاطمہ بنت رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيس، مون انهن وٽ هڪڙي ڦرهي ڏٺي، لڳو ٿي تہ ان جي روشني سان اکيون بند ٿي ويندييون. ان ڦرهي تي نالا لکيل هيا. مون اهي نالا ڳڻيا تہ ٻارنهن هيا. مون عرض ڪيو هي ڪنهن جا نالا آهن.

حضرت فاطمہ سلام الله عليها فرمايو هي وصين (اوصياء) جا نالا آهن. انهن ۾ پهريون نالو منهنجي مڙس جو آهي ۽ باقي يارنهن منهنجي اولاد مان آهن، انهن مان آخري قائم آهي. حضرت جابر رضہ جو بيان آهي تہ مون ان ڦرهي ۾ ٽن جاين تي محمد نالو ۽ چئن جاين تي علي نالو ڏٺو.

## ٽي دفعا محمد نالو ۽ چار ڀيرا علي نالو

77. حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مان حضرت فاطمہ سلام الله عليها جي خدمت ۾ حاضر ٿيس، مون ان جي هٿ ۾ هڪڙي ڦرهي ڏٺي ان ۾ وصين (اوصياء) جا نالا لکيل هيا. مون نالا ڳڻيا تہ اهي ٻارنهن هيا، انهن ۾ آخري القائم هو. ان ۾ ٽي ڀيرا محمد نالو ۽ چار ڀيرا علي نالو لکيل هو.

## ٻارنهن امامن سڳورن جي مائرن جا نالا

78. ابو نضره جو بيان آهي تہ جڏهن ابو جعفر محمد (باقر) بن علي (زين العابدين) عليهم السلام جي وفات جو وقت ويجهو آيو تہ انهن پنهنجي پٽ جعفرصادق عليہ السلام کي سڏ ڪيو تہ جيئن ان کان واعدو وٺي. ان جي ڀاءُ زيد بن علي (زين العابدين) چيو تہ توهان ان کي امام حسن ۽ امام حسين جو مثال ٻڌايو تہ مان اميد ڪريان ٿو تہ توهان ڪڏهن بہ انڪاري ڳالهہ ڏانهن ڪونہ ايندا. امام ابوجعفر محمد باقر عليہ السلام فرمايو اي ابوالحسين! امانتن جي مثالن ۽ واعدن ۾ علامتون ڪارگر نہ هونديون آهن. بيشڪ الله جي باري ۾ گذريل دور آهن جن جي باري ۾ واعدو وٺڻ ضروري آهي.

ان کان پوءِ امام محمد باقر عليہ السلام حضرت جابر رضہ کي گهرائي فرمايو اي جابر! توهان جيڪا لکت ڏٺي اها مون سان بيان ڪر. حضرت جابر رضہ عرض ڪيو اي ابوجعفر! هائو مان حضرت فاطمہ بنت رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ جيئن انهن کي امام حسين عليہ السلام جي ڄمڻ جي مبارڪ ڏيان. مون انهن جي هٿ ۾ هڪڙي لکت ڏٺي جيڪا سفيد موتي وانگر چمڪي

رهي هئي. مون عرض ڪيو اي جهانن جي عورتن جي سردار! هي لکت جيڪا توهان وٽ ڏسي رهيو آهيان، ڇا آهي. حضرت سيده سلام الله عليها فرمايو ان ۾ منهنجي بابي، مڙس ۽ منهنجي اولاد مان ٽيڻ وارن يارنهن امامن جا نالا آهن. مون عرض ڪيو توهان اها لکت مون کي ڏيو تہ مان ان کي ڏسي وٺان. سائڻ سڳوري فرمايو اي جابر! جيڪڏهن منع نہ هجي ها تہ مان ايئن ڪريان ها پر تنهنجي لاءِ ان جي اجازت ڏني وئي آهي تہ تون ان جي ظاهر ۽ باطن کي ڏسي سگهين ٿو. حضرت جابر رضہ جو بيان آهي تہ مون پڙهيو تہ ان ۾ لکيل هو:

ابوالقاسم محمد بن عبدالله المصطفيٰ وامه آمنہ يعني ابوالقاسم محمد بن عبدالله جيڪي مصطفيٰ آهن ۽ انهن جي امڙ آمنہ آهي.

ابوالحسن علي بن ابوطالب المرتضيٰ امه فاطمہ بنت اسد بن هاشم بن عبدمناف يعني ابوالحسن علي بن ابوطالب جيڪي مرتضيٰ آهن انهن جي امڙ فاطمہ بنت اسد بن هاشم بن عبدمناف آهي.

ابومحمدالحسن بن علي وابوعبدالله الحسين بن علي امهما فاطمہ بنت محمد يعني ابو محمد حسن بن علي ۽ ابو عبدالله حسين بن علي انهن جي امڙ فاطمہ بنت محمد آهي.

ابومحمد علي (زين العابدين) بن حسين العدل امه شاهہ بانو بنت يزد جرد شهنشاهہ يعني ابومحمد علي (زين العابدين) بن حسين جيڪي العدل آهن انهن جي امڙ شهربانو بنت يزد جرد شهنشاهہ آهي.

ابوجعفر محمد (باقر) بن علي الباقر امه ام عبدالله بنت الحسن بن علي بن ابوطالب يعني ابوجعفر محمد (باقر) بن علي (زين العابدين) جيڪي الباقر آهن انهن جي امڙ ام عبدالله بنت امام حسن بن علي بن ابوطالب آهي.

ابوعبدالله جعفر (صادق) بن محمد (باقر) الصادق امه ام فرويٰ بنت القاسم بن محمد بن ابوبڪر رضہ يعني ابوعبدالله جعفر (صادق) بن محمد (باقر) جيڪي الصادق آهن انهن جي امڙ ام فروه بنت قاسم بن محمد بن ابوبڪر آهي.

ابوابراهيم موسيٰ (ڪاظم) بن جعفرصادق الثقہ امه حميده يعني ابوابراهيم موسيٰ (ڪاظم) بن جعفرصادق جيڪي الثقہ آهن انهن جي امڙ جو نالو حميده آهي.

ابوالحسن علي (رضا) بن موسيٰ (ڪاظم) الرضا امه نجمہ يعني ابوالحسن علي (رضا) بن موسيٰ (ڪاظم) جيڪي الرضا آهن انهن جي امڙ نجمہ آهي.

ابوجعفر محمد (تقي) بن علي رضا الذڪي امه خيزران يعني ابوجعفر محمد (تقي) بن علي رضا جيڪي الذڪي آهن ۽ انهن جي امڙ خيزران آهي.

ابوالحسن علي (نقي) بن محمد تقي الامين ام سوسن يعني ابوالحسن علي نقي بن محمدتقي انهن جي امڙ سوسن آهي.

ابومحمدالحسن بن علي (نقي) الرفيق امه سمانة يعني ابومحمد حسن (عسڪري) بن علي نقي جيڪي الرفيق آهن انهن جي امڙ سمانہ آهي.

ابوالقاسم محمد (مهدي) بن حسن عسڪري هُو حجة الله القائم امه نرجس يعني ابوالقاسم محمد (مهدي) بن حسن عسڪري جيڪي حجت الله ۽ القائم آهن انهن جي امڙ نرجس بيبي آهي.

## حديثِ ثقلين

79. حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مان توهان ۾ بہ ڳريون شيون ڇڏي وڃان ٿو. هڪ الله جو ڪتاب ۽ ٻي منهنجي عترت، اهي ٻئي هڪ ٻئي کان ڪڏهن بہ جدا ڪونہ ٿيندا، ايستائين جو اهي ٻئي مون سان حوض ڪوثر تي اچي ملندا.

80. حضرت زيد بن ثابت رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مان توهان ۾ بہ اهم شيون ڇڏي وڃان ٿو. هڪ الله تعاليٰ جو ڪتاب ۽ ٻيو منهنجي عترت، جيڪي منهنجا اهلبيت آهن. خبروار رهو تہ اهي ٻئي مون کان پوءِ منهنجا خليفا آهن، اهي ٻئي هڪ ٻئي کان هرگز جدا نہ ٿيندا، ايستائين جو اهي ٻئي مون سان گڏ حوض ڪوثر تي اچي ملندا.

81. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مان توهان ۾ ٻہ ڳالهيون ڇڏي وڃان ٿو انهن ٻنهي مان هڪڙي ٻي کان ڏکي آهي. الله جو ڪتاب جيڪو آسمان کان زمين تائين ڇڪيل رسو آهي. ان جو منڍ الله جي هٿ ۾ آهي ۽ ٻي منهنجي عترت. خبروار رهو تہ اهي ٻئي هرگز جدا نہ ٿيندا، ايستائين جو اهي ٻئي مون سان حوض ڪوثر تي اچي ملندا. عطيہ عوفي جو بيان آهي تہ مون ابوسعيد کان پڇيو تہ پاڻ سڳورن جي عترت ڪير آهن. ابوسعيد ٻڌايو تہ اهي انهن جا اهلبيت آهن.

## ثقلين چوڻ جو سبب

82. علي بن فضل بغدادي جو بيان آهي تہ مون ابوالعباس ثعلب جي غلام ابوعمرو کان ٻڌو جنهن ٻڌايو تہ مون ثعلب کان معلوم ڪيو تہ "اني تارڪ فيڪم الثقلين" ۾ ثقلين ڇو آهي. ان ٻڌايو ڇوتہ انهن ٻنهي سان سلهاڙيل رهڻ ثقيل آهي يعني ڳورو آهي. انهيءَ ڪري ان کي ثقلين چيو يعني ٻہ ڳريون شيون.

83. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو مان توهان ۾ ٻہ قيمتي شيون ٻہ خليفا ڇڏي وڃان ٿو انهن سان سلهاڙيل رهندا تہ ڪڏهن بہ گمراهہ نہ ٿيندا. انهن مان هڪڙي ٻي کان وڏي آهي ۽ اهو الله جو ڪتاب آهي، جيڪو آسمان کان زمين تائين ڇڪيل رسو آهي ۽ ٻي منهنجي عترت آهي جيڪي منهنجا اهلبيت آهن. اهي ٻئي هرگز جدا ڪونہ ٿيندا، ايستائين جو اهي ٻئي اچي مون کي حوض ڪوثر تي ملندا.

84. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "اني تارڪ فيڪم ثقلين ڪتاب الله وعترتي ولن يتفرقا حتيٰ يردا علي الحوض" يعني مان توهان ۾ ٻہ ڳريون شيون ڇڏي وڃان ٿو الله جو ڪتاب ۽ منهنجي عترت. اهي ڪڏهن بہ هڪ ٻئي کان جدا ڪونہ ٿيندا، ايستائين جو اهي ٻئي مون سان حوض ڪوثر تي اچي ملندا.

## ٻارنهن خليفا

85. حضرت جابر بن سمرة کان روايت آهي تہ مان پنهنجي بابي سان گڏ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. مون حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو، هي معاملو ختم نہ ٿيندو جيستائين انهن ۾ ٻارنهن خليفا نہ گذري وڃن. انهن لفظن کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گفتگو مون کي سمجهہ ۾ ڪونہ آئي ۽ مون پنهنجي بابي کان پڇيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڇا فرمايو. ان جواب ڏنو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ڪلهم من قريش" يعني اهي سيئي قريشن مان هوندا.

## ٻارنهن مرد

86. حضرت جابر بن سمره کان روايت آهي تہ مون نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو هميشہ هي معاملو جاري رهندو جيستائين انهن تي ٻارنهن مرد والي رهندا. پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪجهہ فرمايو جيڪو مون کي ٻڌڻ ۾ نہ آيو. مون پنهنجي پي کان پڇيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڇا فرمايو. ان جواب ڏنو تہ سيئي قريش مان هوندا.

## اسلام ٻارنهن خليفن تائين غالب رهندو

87. حضرت جابر بن سمره کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو "لازال الاسلام عزيز الي اثنيٰ عشر خليفة" يعني اسلام ٻارنهن خليفن تائين غالب رهندو. ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪجهہ فرمايو جنهن کي مان سمجهي نہ سگهيس. مون پنهنجي پي کان پڇيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڇا فرمايو. ان چيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ڪلهم من قريش" يعني اهي سيئي قريش مان هوندا.

## توهان تي ٻارنهن خليفا ٿيندا

88. حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مون پنهنجي غلام نافع کي جابر بن سمره ڏانهن خط ڏئي موڪليو تہ توهان مون کي ٻڌايو تہ توهان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ڇا ٻڌو. ان جواب لکي موڪليو تہ مون جمع ڏينهن جڏهن رات جو اسلمي کي ديڙا هنيا ويا تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اهو فرمائيندي ٻڌو، هي دين سدائين قائم رهندو ايستائين جو قيامت اچي وڃي ۽ توهان تي ٻارنهن خليفا ٿيندا، اهي سڀ قريشن مان هوندا.

## دردائيل نالي ملائڪ جو واقعو

89. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي هي فرمائيندي ٻڌو الله تعاليٰ جي ملائڪن مان هڪڙو ملائڪ آهي جنهن جو نالو دردائيل آهي جنهن جا سورنهن هزار پر هيا. هڪڙي کان ٻئي پر جي وچ ۾ ايترو فاصلو آهي جيترو زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ آهي. هڪڙي ڏينهن اهو پنهنجو پاڻ کي چئي رهيو هو تہ منهنجي رب مون کي هر شي کان فوقيت ڏني آهي تہ الله تعاليٰ ان ملائڪ کي وڌيڪ پر عطا ڪيا تہ هاڻي ان جا ٻٽيهہ هزار پر ٿي ويا. پوءِ الله تعاليٰ ان کي حڪم ڏنو تہ پرواز ڪر تہ اهو پنجاهہ سالن تائين اڏرندو رهيو پر عرش جي پاون مان هڪڙي ٽنيي تائين بہ پهچي ڪونہ سگهيو.

الله تعاليٰ جڏهن ان جي ٿڪاوٽ ڏٺي تہ وحي فرمائي، اي ملائڪ! پنهنجي جاءِ تي واپس موٽي وڃ. مان هر وڏي کان وڏو آهيان ۽ مون کان مٿي ڪير بہ ڪونهي ۽ منهنجي تعريف مڪان کان خالي نٿي ڪري سگهجي. پوءِ الله تعاليٰ ان جا پر ۽ ملائڪن جي صفن مان ان جو درجو ختم ڪري ڇڏيو.

جڏهن حسين بن علي عليهم السلام ڄاوا، اهي خميس ڏينهن شام کان پوءِ ڄاوا، تہ الله تعاليٰ دوزخ جي داروغي مالڪ کي حڪم ڪيو تہ محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ دنيا ۾ جيڪو ٻار پيدا ٿيو آهي ان

جي ڪرامت جي طفيل دوزخ وارن تي باهہ هلڪي ڪري ڇڏ ۽ الله تعاليٰ جنت جي داروغي رضوان کي حڪم ڏنو تہ محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ دنيا ۾ جيڪو ٻار پيدا ٿيو آهي ان جي عزت جي خاطر جنت کي سينگار ۽ خوشبوءِ سان ٻهڪائي ڇڏ

الله تعاليٰ ملائڪن کي حڪم ڏنو تہ ان جي عزت جي خاطر قطارن ۾ بيهي تسبيح ۽ تمحيد، تڪبير ۽ تمجيد بيان ڪيو. الله تعاليٰ جبرائيل کي وحي ڪيو تہ منهنجي نبي محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ هڪ هزار جماعتون وٺي وڃ ۽ هڪڙي جماعت هڪ لک ملائڪن تي مشتمل هجي ۽ سنجيل تاٽيل لغام وارن گهوڙن تي سوار هجن، جن تي موتين ۽ ياقوت جا ڪجاوا هجن، انهن سان گڏ اهي ملائڪ بہ هجن جن کي "الروحانيون" سڏيو ويندو آهي ۽ انهن ملائڪن جي هٿن ۾ نور جا نيزا هجن، وٺي وڃ تہ اهي محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي نئين ڄاول ٻارڙي جي مبارڪ ڏين ۽ اي جبرائيل! انهن کي اهو ٻڌائجان تہ مون ان جو نالو "حسين" رکيو آهي. تون ان کي مبارڪ بہ ڏي ۽ ان سان تعزيت بہ ڪر تہ اي محمد! (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) توهان جي امت جا بدترين ماڻهو بدترين سوارين تي چڙهي ان کي قتل ڪندا. ان قاتل جي لاءِ تباهي آهي ۽ سواري هڪلڻ واري تي بہ تباهي آهي ۽ اڳرائي ڪرڻ واري لاءِ بہ تباهي آهي.

حسين (عليہ السلام) کي قتل ڪرڻ واري کان مان بيزار آهيان ۽ اهي مون کان الڳ آهن. انهيءَ ڪري قيامت واري ڏينهن جيترا بہ گناهگار آندا ويندا انهن ۾ سڀني کان وڏو ڏوهي حسين (عليہ السلام) جو قاتل ٿي هوندو. حسين جو قاتل قيامت جي ڏينهن انهن ماڻهن سان گڏ دوزخ ۾ داخل ٿيندو جيڪي اهو گمان ڪن ٿا تہ الله تعاليٰ سان گڏ ٻيو بہ ڪو معبود آهي ۽ حسين جي قاتل کي ساڙڻ لاءِ دوزخ جو شوق اطاعت ڪرڻ وارن لاءِ جنت جي شوق کان وڌيڪ آهي.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم وڌيڪ فرمايو تہ جبرائيل آسمان مان دنيا ڏانهن لٿو تہ اهو دردائيل ملائڪ وٽان گذريو تہ دردائيل چيو اي جبرائيل! آسمان ۾ اڄ ڪهڙي رات آهي، ڇا دنيا وارن تي قيامت اچي وئي آهي تہ جبرائيل جواب ڏنو نہ، بلڪ دنيا ۾ محمد صلي الله عليہ وآلہ

وسلم وٽ ٻار پيدا ٿيو آهي ۽ الله تعاليٰ مون کي ان ڏانهن موڪليو آهي ته مان انهن کي ٻارڙي جي مبارڪ ڏيان.

دردائيل ان کي چيو اي جبرائيل توکي ان جو واسطو آهي جنهن توکي ۽ مون کي پيدا ڪيو جڏهن تون محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ پهچين ته انهن کي منهنجي طرفان سلام پيش ڪجان ۽ انهن کي عرض ڪجان ته توهان کي هن نئين ڄاول ٻارڙي جو واسطو توهان کي عرض آهي ته توهان پنهنجي رب کي سوال ڪيو ته مون تي راضي ٿي وڃي ۽ مون کي ملائڪن جي صفن ۾ منهنجو مقام واپس ڪري.

جبرائيل نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ پهتو ته جيئن ان کي الله تعاليٰ حڪم ڏنو هو مبارڪ پيش ڪئي ۽ ڏک به ونڊيو (تعزيت ڪئي). نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ڇا منهنجي امت هن کي قتل ڪندي. جبرائيل عرض ڪيو ته هائو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اهي منهنجي امت نہ آهن، مان انهن کان بيزار آهيان.

پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سيده فاطمہ سلام الله عليها وٽ تشريف کڻي آيا، انهن کي مبارڪ ڏنائون ۽ ڏک به ونڊيائون (تعزيت ڪئي) ته حضرت فاطمہ سلام الله عليها روئي ڏنو ۽ پوءِ چيو هاءِ، ڪاش! مان ان کي نہ ڄڻيان ها، حسين جو قاتل جهنم داخل ٿئي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مان ان جو شاهد آهيان پر ان وقت تائين قتل نہ ٿيندو جيستائين ان مان هڪڙو امام پيدا نہ ٿئي، پوءِ ان امام مان ٻيا هدايت لڏل امام پيدا ٿيندا.

پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مون کان پوءِ جيڪي امام ٿيندا اهي هي آهن: الهادي علي، المهتدي حسن، العدل حسين، ناصر علي بن حسين، السفاح محمد بن علي، النقاع جعفر بن محمد، امين موسيٰ بن جعفر، الموتمن علي بن موسيٰ، امام محمد بن علي، الفقال علي بن محمد، العلام حسن بن علي ۽ پوءِ اهو جنهن جي پٺيان عيسيٰ بن مريم نماز پڙهندو ته حضرت فاطمہ سلام الله عليها کي آٿت ملي. پوءِ جبرائيل ان ملائڪ (دردائيل) جو قصو ۽ مصيبت ٻڌائي.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جو بيان آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم امام حسين عليہ السلام کي ڪنيو جيڪو پشم جي ڪپڙي ۾ ويڙهيل هو. پوءِ انهن آسمان ڏانهن اشارو ڪيو ۽ عرض ڪيو اي الله! توکي هن نئين چاول پارڙي جو واسطو آهي، بلڪ ان جي نانا محمد ۽ ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ يعقوب ۽ اسحاق عليهم السلام جو واسطو آهي، جيڪڏهن تنهنجي بارگاهہ ۾ حسين بن علي و فاطمہ جو ڪوئي مقام آهي تہ دردائيل سان راضي ٿي وڃ ۽ ان جا پر ۽ ملائڪن جي صفن ۾ ان جو مقام موٽائي ڏي تہ الله تعاليٰ ان جا پر ۽ مقام واپس موٽائي ڏنو. هاڻي جنت ۾ ان ملائڪ جو تعارف صرف انهن لفظن سان ٿيندو آهي تہ اهو حسين بن علي ۽ ابنِ رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو آزاد ڪرايل غلام آهي.

## اي زمين ۽ آسمان جي زينت مرحبا

90. امام حسين بن علي عليهم السلام کان روايت آهي تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ ابي بن ڪعب بہ وينو هو. مون کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي اباعبدالله! اي زمين ۽ آسمان جي زينتِ مرحبا. ابي بن ڪعب عرض ڪيو يارسول الله! توهان کان علاوه ڪير زمين ۽ آسمان جي زينت ڪيئن ٿي سگهي ٿو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي ابي بن ڪعب! مون کي ان ذات جو قسم، جنهن مون کي حق سان نبي ڪري موڪليو آهي، بيشڪ حسين بن علي آسمان ۽ زمين ۾ وڏي نعمت وارو آهي. ان جي لاءِ عرش جي ساڄي پاسي تي لکيل آهي "انه مصباح الهديٰ وسفينہ نجاة" يعني حسين هدايت جو ڏيئو ۽ ڇوٽڪاري جي ٻيڙي آهي ۽ طاقتور، عزت، فخر، علم ۽ ذخيري وارو امام آهي. بيشڪ الله تعاليٰ ان کان اڳ جو مخلوق رِحم ۾ هجي ها يا پاڻي صلبن م جاري ٿئي ها يا رات ۽ ڏينهن هجن ها، ان جي صلب ۾ هڪ مبارڪ ۽ پاڪ نطفو رکيو آهي.

يقينن الله تعاليٰ اهڙيون دعائون تلقين فرمايون آهن جو جيڪا مخلوق اهي گهرندي الله تعاليٰ انهن کي ضرور ان سان گڏ عطا ڪندو ۽

هي آخرت ۾ ان جي شفاعت ڪندو ۽ الله تعاليٰ ان جا ڏک دور ڪندو ۽ انهن دعائن جي ذريعي ان جو قرض ادا ڪندو ۽ ان جو معاملو آسان ڪندو ۽ ان جو رستو پڌرو ڪري ڇڏيندو ۽ ان جي دشمن تي غلبو عطا ڪندو ۽ ان جي عزت خراب نہ ڪندو.

ابي بن ڪعب عرض ڪيو يارسول الله! اهي ڪهڙيون دعائون آهن تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جڏهن تون نماز پڙهي فارغ ٿين تہ ويني هيئن چئو:

اي الله! مان تنهنجن ڪلمن ۽ تنهنجي عرش جي ٿنين ۽ تنهنجي آسمانن ۽ زمينن ۾ رهندڙن ۽ تنهنجي نبين ۽ رسولن جي واسطي سان سوال ڪيان ٿو تہ منهنجي دعا قبول ڪر ۽ منهنجي معاملي مان تنگي دور ڪر ۽ مان توکان سوال ڪريان ٿو تہ تون محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي درود موڪل ۽ منهنجي معاملي ۾ آساني پيدا ڪر.

بيشڪ الله تعاليٰ تنهنجي معاملي ۾ آساني پيدا ڪندو ۽ تنهنجو سينو کولي ڇڏيندو ۽ تنهنجو ساهہ نڪرڻ وقت توکي لا اله الا الله جي شاهدي جي تلقين ڪندو.

ابي بن ڪعب عرض ڪيو يارسول الله! منهنجي حبيب حسين جي صلب ۾ خاص نطفو ڪهڙو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ان نطفي جو مثال چاندي وانگر آهي ۽ اهو نطفو وضاحت ۽ بيان آهي ۽ جيڪو ان جي پيروي ڪندو ان جو رهنما ٿيندو ۽ جيڪو ان کان منهن موڙيندو ان کي ڪيرائڻ وارو هوندو.

ان عرض ڪيو تہ ان جو نالو ڪهڙو آهي ۽ ان جي دعا ڪهڙي آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ان جو نالو علي (زين العابدين) آهي ۽ دعا هي آهي: يا دائم يا ديوم يا حي يا قيوم يا ڪاشف الغم ويا فارج الهم ويا باعث الرسل ويا صادق الوعد. جنهن بہ انهن لفظن سان دعا ڪئي تہ الله تعاليٰ ان جو حشر علي (امام زين العابدين) بن حسين عليهم السلام سان گڏ ڪندو ۽ اهو ان جي جنت جو قائد هوندو.

ابي بن ڪعب رضي الله عنہ عرض ڪيو يارسول الله! ڇا ان جو ڪو خليفو يا وصي هوندو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو هائو

ان جي زمين ۽ آسمان ۾ وراثت آهي. ان وري عرض ڪيو يارسول اللهﷺ! زمين جي وراثت جي ڇا معنيٰ آهي. پاڻ سڳورن فرمايو حق سان فيصلو ڪرڻ، ديانت سان حڪم ڪرڻ، حڪمن (احڪام) جي تاويل ۽ جيڪو ٿيڻ وارو آهي ان کي بيان ڪرڻ.

ابي بن ڪعب عرض ڪيو ان جو نالو ڇا آهي. فرمايائون ان جو نالو محمد (الباقر) آهي ۽ بيشڪ ملائڪ آسمانن ۾ ان سان محبت ڪندا آهن ۽ اهو پنهنجي دعا ۾ چوندو آهي، جيڪڏهن تنهنجي بارگاهه ۾ منهنجي لاءِ رضا آهي، محبت آهي تہ مون کي بخش ۽ جيڪو منهنجي پائرن ۽ منهنجي شيعن مان منهنجي پيروي ڪري ان کي بخش ۽ جيڪو منهنجي پٺي ۾ آهي ان کي منهنجي لاءِ پاڪ ڪر.

الله تعاليٰ ان جي صلب ۾ هڪڙو مبارڪ يا پاڪيزه نطفو ترڪيب فرمايو ۽ مون کي خبر ڏني تہ بيشڪ الله تعاليٰ ان نطفي کي پاڪ فرمايو ۽ پنهنجي بارگاهه ۾ ان جو نالو جعفَر رکيو ۽ ان کي هادي، مهدي، راضي، مرضي بڻايو آهي. اهو پنهنجي رب کان دعا ڪندو ۽ پنهنجي دعا ۾ هيئن چوندو:

اي دين جو حساب وٺڻ وارا، دين جي معاملي ۾ نرمي نہ ڪرڻ وارا، اي رحم ڪرڻ وارن کان وڏيڪ رحم ڪرڻ وارا، منهنجي شيعن جي باهہ کان حفاظت فرما ۽ انهن جي لاءِ پنهنجي بارگاهہ مان رضا عطا فرماءِ ۽ انهن جي بخشش فرماءِ ۽ انهن جو معاملو آسان فرماءِ ۽ انهن جو قرض ادا فرماءِ ۽ انهن جي اوگهڙن کي پردو ڍڪڻ فرماءِ ۽ اهي ڪبائر مون کي عطا ڪر جيڪي تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ آهن. اي اها ذات جنهن کي ظلم جو ڪوئي خوف ڪونهي ۽ جنهن کي نہ اونگهہ اچي ٿي ۽ نہ ننڊ، منهنجي لاءِ هر غم کان ڇوٽڪارو ۽ بچڻ جي جاءِ عطا ڪر. جيڪو شخص انهن لفظن سان دعا ڪندو الله تعاليٰ ان جو حشر سفيد چهري سان جعفرصادق بن محمدباقر (عليهم السلام) سان ڪندو.

اي ابي بن ڪعب! بيشڪ الله تعاليٰ ان نطفي کي هڪڙي پاڪيزه مبارڪ نطفي جي ترڪيب عطا ڪئي. ان تي رحمت نازل فرمائي ان جو نالو پاڻ وٽ موسيٰ رکيو.

ابي بن ڪعب عرض ڪيو يارسول اللهﷺ مطلب تہ اهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي صفت بيان ڪندا ۽ هڪٻئي جي نسل مان هوندا ۽ هڪٻئي جا وارث هوندا ۽ انهن مان ڪجهہ ٻين جي تعريف ڪندا.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو منهنجي لاءِ انهن جون صفتون جبرائيل الله تعاليٰ جي طرف کان بيان ڪيون آهن.

ان عرض ڪيو چا موسيٰ (ڪاظم) جي ڪا اهڙي دعا آهي جيڪا اهو پنهنجن ابن ڏاڏن جي دعا کان الڳ گهرندو هجي. حضور فرمايو هائو اها دعا هيئن آهي, اي مخلوق کي پيدا ڪرڻ وارا ۽ جيئرن کي موت ڏيڻ وارا, هميشہ ثابت رهڻ وارا, نباتات کي ڪيڻ وارا, مون سان اهو معاملو فرماءِ جيڪو تنهنجي لائق آهي. جيڪو شخص انهن لفظن سان دعا ڪندو تہ الله تعاليٰ ان جون ضرورتون پوريون ڪندو ۽ قيامت واري ڏينهن ان جو حشر موسيٰ بن جعفر (عليهم السلام) سان گڏ ڪندو.

بيشڪ الله تعاليٰ ان جي صلب ۾ هڪڙو پاڪيزه مبارڪ, ذڪي ۽ مرضيہ نطفو ترڪيب فرمايو ۽ پنهنجي بارگاهہ ۾ ان جو نالو "علي" رکيو آهي. اهو الله تعاليٰ جي لاءِ ان جي مخلوق ۾ پنهنجي علم ۽ حلم ۾ رضي آهي ۽ ان جي شيعن لاءِ حجت بڻايو آهي. اهو قيامت واري ڏينهن انهن جي ذريعي حجت قائم ڪندو ۽ اهو هيئن دعا ڪندو:

اي الله درود موڪل محمد ۽ آلِ محمد تي ۽ مونکي هدايت عطا فرماءِ ۽ ان تي ثابت قدمي عطا ڪر ۽ ان هدايت تي منهنجو امن وارو حشر فرماءِ, جيڪو امن وارو هجي جنهن تي ڪوئي خوف ڪونهي, ڪوئي غم ڪونهي, ڪائي گهبراهٽ ڪونهي. بيشڪ اهو تقويٰ وارو ۽ مغفرت وارو آهي.

بيشڪ الله تعاليٰ ان جي صلب ۾ هڪڙو مبارڪ طيب, ذڪي, مرضي نطفو ترڪيب ڏنو آهي ۽ ان جو نالو محمد بن علي رکيو آهي ۽ اهو پنهنجن شيعن جي شفاعت ڪندڙ آهي ۽ پنهنجي نانا جي علم جو وارث آهي. ان ۾ نبوت جي علامت موجود آهي ۽ اهو ظاهر حجت آهي. جڏهن اهو پيدا ٿيندو تہ هيئن چوندو لا اله الا الله محمد رسول الله ۽ پنهنجي دعا ۾ هيئن چوندو: اي اها ذات جنهن جي ڪائي شبيهہ ڪونهي, نہ ڪوئي مثال آهي, تون الله آهين توکان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق

(معبود) ڪونهي ۽ توکان سواءِ ڪوئي خالق ڪونهي، مخلوق فنا ٿي ويندي ۽ تون باقي رهندين ۽ جيڪو شخص تنهنجي نافرماني ڪندو تون ان جي لاءِ حليم آهين ۽ مغفرت ۾ تنهنجي رضا آهي. جيڪو شخص اها دعا ڪندو تہ محمد بن علي قيامت واري ڏينهن ان جي شفاعت ڪندو.

الله تعاليٰ ان جي صلب ۾ هڪڙو اهڙو نطفو ترڪيب فرمايو جيڪو نہ باغي آهي ۽ نہ سرڪش، نيڪ، مبارڪ، طيب ۽ طاهر آهي، پاڻ وٽ ان جو نالو علي بن محمد رکيو آهي، ان کي سڪون ۽ وقار جو لباس پارايو آهي ان ۾ عِلم پريا ويا آهن ۽ هر لڪل راز سمايو ويو آهي، جيڪو شخص ان سان دل ۾ بغض رکي ملندو اهو ان کي بدّائي چڏيندو. الله تعاليٰ ان کي ان جي دشمنن کان محفوظ ڪيو آهي ۽ اهو پنهنجي دعا ۾ هيئن چوندو: اي نور، اي برهان، اي منير، اي حَسين، اي منهنجا رب! برائين جي برائي کان ۽ زماني جي آفتن کان منهنجي لاءِ ڪافي ٿي وڃ. جنهن ڏينهن صور ڦوڪيو ويندو ان ڏينهن توکان ڇوٽڪاري جو سوال ڪريان ٿو. جيڪو شخص اها دعا گهرندو علي بن محمد ان جي شفاعت ڪندو ۽ جنت ڏانهن ان جو رهنما ٿيندو.

الله تعاليٰ ان جي صلب ۾ هڪڙو نطفو ترڪيب فرمايو ۽ پاڻ وٽ ان جو نالو "حسن" رکيو ۽ ان کي پنهنجي ملڪن ۾ نور بڻايو ۽ پنهنجي زمين ۾ خليفو بڻايو ۽ ان کي پنهنجي نانا جي امت لاءِ عزت بڻايو ۽ پنهنجن شيعن لاءِ هادي بڻايو ۽ پنهنجي رب وٽ ان کي شفاعت ڪندڙ بڻايو ۽ پنهنجي مخالف تي ان کي انتقام بڻايو ۽ پنهنجي ولي لاءِ حجت بڻايو ۽ جنهن ان کي امام بڻايو يا برهان بڻايو اهو دعا ۾ هيئن چوندو اي عزت وارا عزت ۾ غلبو آهي ۽ اي غالب مون کي پنهنجي عزت جي سبب غلبو عطا ڪر ۽ پنهنجي مدد سان منهنجي مدد ڪر ۽ مون کان شيطان جا وسوسا پري رک ۽ پنهنجي دفاع سان منهنجو دفاع ڪر ۽ پنهنجي منع ڪرڻ جي ذريعي مون کي منع فرما ۽ مون کي پنهنجي مخلوق جي بهترين ماڻهن ۾ شمار ڪر. يا واحد، يااحد، يا فرد، يا صمد. جيڪو

شخص اها دعا گهرندو تہ الله تعاليٰ ان جو حشر ان سان گڏ ڪندو ۽ جيڪڏهن ان تي باهہ واجب ٿي تہ بہ ان کي باهہ کان ڇوٽڪارو ڏيندو.

بيشڪ الله تعاليٰ حسن جي صلب ۾ هڪڙو مبارڪ ذڪي، طيب، طاهر، مطهر نطفو ترڪيب فرمايو آهي. جن ماڻهن کان الله تعاليٰ ولايت ۾ پنهنجو واعدو ورتو آهي انهن مان هر مومن ان سان راضي آهي ۽ هر انڪاري ان واعدي جو انڪار ڪري ٿو. اهو تقويٰ وارو امام، دل جي صفائي وارو، خوشي وارو، رضا وارو، هدايت وارو، هدايت ورتل آهي. عدل سان فيصلا ڪندو ۽ ان جو حڪم ڏيندو. اهو الله تعاليٰ جي تصديق ڪندو ۽ الله تعاليٰ پنهنجي فرمان ۾ ان جي تصديق ڪندو. ان جو مڪي جي سرزمين ۾ ظهور ٿيندو، ايستائين جو سمورا دليل ۽ علامتون ظاهر ٿي ويندیون ۽ ان وٽ ٻن قسمن جا خزانا هوندا. نہ سون جا نہ چاندي جا بلڪ نشان ٿيل گهوڙن ۽ مرد ماڻهن جا هوندا. الله تعاليٰ ڏورانهن شهرن مان اهلِ بدر جي ڳڻپ مطابق ٽي سو تيرهن ماڻهن کي گڏ ڪندو. ان وٽ هڪڙو ڪتاب هوندو جنهن ۾ انهن اصحابن جا نالا، انهن جو نسب ۽ انهن جي شهرن ۽ انهن جي ڪاروبارن ۽ انهن جي طبيعتن ۽ لقبن جا نالا لکيل هوندا. اهي انهن امامن جي اطاعت تي اصرار ڪرڻ وارا هوندا.

## امام حسين عليہ السلام جي شهادت تي آسمان جو ڳاڙهو ٿيڻ

91. اعمش جو بيان آهي "لما قتل الحسين بن علي احمرت آفاق السماء اربعة اشهر وصار الورس رمادا" يعني جڏهن امام حسين بن علي عليهم السلام جي شهادت ٿي تہ چئن مهينن تائين آسمان جا ڪنارا ڳاڙها رهيا ۽ ساوڪ سڪي خاڪ ٿي وئي.

## رسول الله ﷺ جي اعلانِ نبوت کان ٽي سو سال پهريان روم جي گرجا ۾ لکت

92. ابو سعيد تغلبي پنهنجي پي يمان کان جيڪو بنوسليم جو امام مسجد هو ۽ ان بنوسليم جي بزرگن کان روايت ڪئي جن روم جي سرزمين تي لڙائي ڪئي، انهن اتي هڪڙي گرجا ڏٺي جنهن ۾ هي عبارت لکيل هئي:

اترجو امت قتلت حسينا
شفاعة جده يوم الحساب
(ڇا اها امت جنهن حسين کي قتل ڪيو قيامت ڏينهن ان جي نانا جي شفاعت جي اميد رکي سگهي ٿي.)

انهن بزرگن ٻڌايو تہ اسان روم جي ماڻهن کان پڇيو تہ هن گرجا ۾ توهان هي لکت ڪيترو عرصو ۾ ڪڏهن کان ڏٺي آهي. انهن جواب ڏنو تہ توهان جي نبي، جيڪو حسين جو نانا آهي، جي اعلانِ نبوت کان ٽي سَوَ سال پهريان.

## پٿرن هيٺان تازو رت

93. زهري کان روايت آهي تہ جڏهن امام حسين عليہ السلام جي شهادت ٿي تہ بيت المقدس ۾ ڪوبہ اهڙو پٿر ڪونہ هو جنهن کي کنيو ويو هجي ۽ ان جي هيٺان تازو رت نہ پيو هجي.

## سيده فاطمہ صغريٰ جي گهر جي ڇت تي ڪانوَ جو لُڙ ڪرڻ

94. مفضل بن عمرالجعفي جو بيان آهي تہ مون امام جعفرصادق بن محمدباقر عليهم السلام کان ٻڌو تہ جڏهن حسين بن علي عليهم السلام جي شهادت ٿي تہ هڪڙو ڪانءُ آيو جنهن پاڻ کي رت ۾ ليٽڙيو هو ۽ پوءِ اڏري اچي حضرت فاطمہ بنت حسين، جنهن کي فاطمہ صغريٰ سڏيو ويندو آهي، جي گهر مديني ۾ ڇت تي اچي ويٺو. حضرت فاطمہ صغريٰ جڏهن ان کي ڏٺو تہ رڙيون ڪري روئڻ لڳي ۽ فرمايو:

نعب الغراب فقلت: من تنعاه ويلڪ يا غراب

| | |
|---|---|
| قال الامام فقلت من | قال: الموفق للصواب |
| قلت الحسين؟ فقال لي؟ | حقالقد سڪن التراب |
| ان الحسين بڪربلا | بين الاسنة والضراب |
| فابڪ الحسين بعبره | ترقي الا له مع الثواب |
| ثم استقل به الجناح | فلم يطق ردالجواب |
| فبڪيت مما حل بي | بعدالوصي المستجاب |

(ڪانؤ ڪنهن جي موت جي خبر ڏني تہ مون چيو اي ڪانؤ! تنهنجي تباهي ٿئي تون ڪنهن جي موت جي خبر ٻڌائي رهيو آهين، ڪانؤ چيو تہ امام جي. مون چيو ڪير؟ ڪانؤ چيو تہ اهو جنهن کي سچ ڳالهائڻ جي توفيق ڏني وئي هئي، مون چيو حسين. ان چيو توهان حق سمجهيو آهي اهو زمين تي پيو آهي، حسين ڪربلا ۾ نيزن ۽ زخمن جي وچ ۾ پيو آهي، سو توهان حسين تي لڙڪ وهايو. اهڙا لڙڪ جيڪي الله کي ثواب سان راضي ڪن. پوءِ اهو پر ڦڙڪائي اڏري ويو ان کي طاقت ڪونہ هئي تہ ڳالهہ جو جواب ڏئي، مان روئان ٿي ان تي جيڪو مون تي گذريو ان وصي کان پوءِ جنهن جون دعائون قبول ٿينديون هيون.)

امام سڳوري فرمايو تہ پوءِ حضرت فاطمہ صغريٰ سلام الله عليها حسين عليہ السلام جي شهادت جي خبر مديني وارن کي ٻڌائي. اهي چوڻ لڳا تون بنوعبدالمطلب جي گهر جو جادو اسان وٽ کڻي آئي آهين. چوتہ حسين جي قتل جي خبر ايتري جلدي تہ نٿي ٻڌائي سگهجي.

## اُٺ جو گوشت ڪوڙو ٿي ويو

95. حضرت عثمان بن عيينہ جو بيان آهي تہ مون کي پنهنجي ڏاڏي ٻڌايو تہ جڏهن حسين بن علي عليهم السلام قتل ٿي ويو تہ اُٺن مان هڪڙو اُٺ يزيد بن معاويہ ڏانهن موڪليو ويو ۽ ان تي گاهہ لڏيل هو. جڏهن ان کي ذبح ڪيو ويو تہ اسان ڏٺو تہ ان جو گوشت اڪ وانگر ڪوڙو ٿي ويو ۽ ان تي جيڪو گاهہ لڏيل هو اهو خاڪ ٿي ويو. اسان جيڪو بہ پٿر کنيو ان جي هيٺان انسان جو رت ڏٺو.

## گهرن ۽ پٿين تي رت جا نشان

96. جعفر بن سليمان جي ماسي ام سالم جو بيان آهي تہ جڏهن امام حسين عليہ السلام جي شهادت ٿي تہ اسان جي گهرن ۽ پٿين تي رت وسڻ لڳي ۽ مون تائين اها خبر پهتي تہ اهو وسڪارو بصري، ڪوفي، شام ۽ خراسان ۾ بہ ٿيو آهي، ايستائين جو اسان کي ان ڳالهہ جو يقين ٿي ويو تہ جلد عذاب نازل ٿيڻ وارو آهي.

## پِٽ مان هٿ نڪرڻ ۽ لوهي قلم سان لکجڻ

97. منصور بن عمار جو بيان آهي ته ابوقبيل ٻڌايو ته جڏهن امام حسين عليه السلام جي شهادت ٿي ته سندس سر مبارڪ کپي يزيد بن معاويه ڏانهن موڪليو ويو. جڏهن رستي ۾ هڪڙي جاءِ تي يزيدي لشڪر وارا پنهنجين سوارين تان لهي پاڻي پيئڻ لڳا ته پِٽ مان هڪڙو هٿ نڪتو ۽ ان لوهه جي قلم سان رت سان هي لکيو:

اترجو امة قتلت حسينا

شفاعة جده يوم الحساب

(ڇا هي امت حسين کي قتل ڪري اها اميد رکي سگهي ٿي ته قيامت جي ڏينهن ان جي نانا جي شفاعت نصيب ٿيندي)

## حسين عليه السلام جي قتل ۾ شامل ٻن ماڻهن جو انجام

98. منصور بن عمار جو بيان آهي ته مون کي محمد الهلالي ٻڌايو ته اسان مان ٻه ماڻهو حسين عليه السلام جي قتل ۾ شامل هيا. انهن ٻنهي مان هڪڙي جو اهڙو ڏکيو انجام ٿيو جو جڏهن گهوڙي تي سوار ٿيندو هو ته ان جي ڳچي ۾ ائين ويڙهجي ويندو هو جيئن رسو ويڙهجي ويندو آهي ۽ ٻيو شخص اهڙي اڃ ۾ ڦاسي ويو جو اهو پاڻي پيئندو رهندو هو پر ان جي اڃ ختم ڪونه ٿيندي هئي.

## باهه وڪوڙي ڇڏيس

99. قطبة بن العلاءِ کان روايت آهي ته اسان حسين عليه السلام جي قبر پرسان هڪڙي ڳوٺ ۾ گڏ هياسين، اتي ڳالهه نڪتي ته حسين عليه السلام جي قتل ۾ جيترن ماڻهن مدد ڪئي انهن مان ڪوبه اهڙو ڪونهي جنهن کي ڪنهن مصيبت نه ورتو هجي. هڪڙو شخص اٿيو ۽ چوڻ لڳو ته الله جو قسم، مان انهن مدد ڪرڻ وارن مان آهيان جنهن کي ڪابه مصيبت ڪونه پهتي آهي. ايتري ۾ اهو شخص اٿيو ۽ ڏيئي جي وٽ کي ٺيڪ ڪرڻ لڳو ته ان کي باهه پڪڙي ورتو. پوءِ اهو فرات ڏانهن ڀڄو ۽ ندي ۾ ٽپو ڏنائين. جڏهن اهو ٻڏي رهيو هو ته ان جي مٿي مان باهه جا شعلا ڏنا ويا ۽ جڏهن فرات مان ان کي ڪڍيو ويو ته اهو مري چڪو هو.

## امام حسين عليہ السلام جي قتل کان اڳ آسمان تي ڳاڙهاڻ ظاهر ڪونہ ٿي هئي

100. الله تعاليٰ جي هن قول "فَمَا بَكَتْ عَلَيْهِمُ السَّمَآءُ وَالْاَرْضُ" (دخان: 29) معنيٰ: پوءِ انهن تي نہ آسمان ڳوڙها ڳاڙيا ۽ نہ زمين رني. ان مان مراد مومن مرد آهن جڏهن اهي فوت ٿيندا آهن تہ زمين ۽ آسمان انهن تي چاليهہ ڏينهن روئيندو رهندو آهي.

عطا جو قول آهي تہ آسمان جي روئڻ جي معنيٰ ان جي ڪنارن تي ڳاڙهاڻ آهي.

سدي جو قول آهي تہ جڏهن حسين بن علي عليهم السلام جي شهادت ٿي تہ ان تي آسمان رنو ۽ ان جي آهہ ۽ بڪا مان مراد ان جي ڳاڙهاڻ آهي.

ابن سيرين جو بيان آهي تہ اسان کي اها خبر ملي آهي تہ حسين عليہ السلام جي قتل کان اڳ آسمان تي ڳاڙهاڻ ظاهر ڪونہ ٿي هئي.

## امام حسين عليہ السلام جي سِر جي نيزي جي نوڪ تي تلاوت

101. سلمہ بن ڪهيل جو بيان آهي تہ مون امام حسين عليہ السلام جي سِر کي نيزي جي نوڪ تي هي چوندي ٻڌو "فَسَيَكْفِيْكَهُمُ اللهُ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ(۱۳۷)" (بقره: 137) معنيٰ: پوءِ توکي انهن جي شر کان الله جي مدد ڪافي ٿيندي، اهو ئي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي.

## ڪهيعص حروف مقطعات جو اشارو

102. سعد بن عبدالله قمي جو بيان آهي تہ مون امام صاحبِ زمان (امام مهدي عليہ السلام) کي عرض ڪيو اي رسول الله جا ٻچڙا! توهان مون کي ڪهيعص (مريم سورت) جو ترجمو ٻڌايو. امام صاحبِ زمان فرمايو اهي اکر غيب جي خبر مان آهن جيڪي الله تعاليٰ حضرت زڪريا عليہ السلام کي اطلاع ڪيا. پوءِ حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان بيان ڪيو تہ حضرت زڪريا عليہ السلام پنهنجي رب جي بارگاهہ ۾ سوال ڪيو تہ ان کي پنج نالا سيکاريا. الله تعاليٰ ان ڏانهن جبرائيل کي موڪليو ۽ ان اهي پنج نالا تعليم ڪيا. جڏهن حضرت زڪريا عليہ السلام حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽

حضرت علي، حضرت فاطمہ حضرت امام حسن عليهم السلام جو ذڪر ڪندو هو تہ ان جو غم خوشي ۾ تبديل ٿي ويندو هو ۽ ان جو ڏک تڪليف ختم ٿي ويندا هيا. پر جڏهن امام حسين عليہ السلام جو نالو وٺندو هو تہ لڙڪن جي ڪري نڙي ۾ ڳوڙهو اٽڪي پوندو هو ۽ ٿڪاوٽ ٿي ويندي هيس.

هڪڙي ڏينهن حضرت زڪريا عليہ السلام عرض ڪيو اي منهنجا الله! هي ڇا ماجرا آهي! جڏهن مان چئن جو ذڪر ڪريان ٿو تہ انهن چئن جا نالا وٺڻ سان منهنجو غم خوشي ۾ بدلجي ويندو آهي. پر جڏهن مان حسين عليہ السلام جو ذڪر ڪريان ٿو تہ اکيون لڙڪ هارڻ لڳن ٿيون ۽ منهنجو ساهہ ڦوڪجي وڃي ٿو. الله تعاليٰ ان کي امام حسين عليہ السلام جي داستان جي خبر ڏني.

امام صاحبِ زمان وڏيک فرمايو ڪهيعص (مريم سورت) معنيٰ: ڪاف مان مراد ڪربلا آهي، هہ مان مراد عترت جي هلاڪت، ي مان مراد يزيد آهي جنهن امام حسين عليہ السلام تي ظلم ڪيو ع مان مراد عطش يعني اڃ آهي ۽ ص مان مراد صبر آهي.

## توهان جي قتل جون جايون الڳ الڳ هونديون

103. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان وٽ تشريف کڻي آيا. اسان انهن لاءِ حريره کاڌو تيار ڪيو. ام ايمن رضہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي کير ۽ مکڻ جو هڪڙو پيالو ۽ ڪتل جي هڪڙي پليٽ پيش ڪئي. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ کاڌو ۽ اسان بہ انهن سان گڏ کاڌو. پوءِ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي وضو ڪرايو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مٿي ۽ پيشانيءَ جو مسح ڪيو ۽ پوءِ قبلي ڏانهن منهن ڪري دعا ڪئي ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا لڙڪ بارش وانگر زمين تي ڪريا.

مولا علي عليہ السلام فرمايو تہ اسان رسول الله کان سوال ڪرڻ کان ڊڄي وياسين پر حسين انهن تي چڙهي ويٺا ۽ ان تي جهڪي ويا ۽ عرض ڪيو بابا سائين! مان اڄ توهان کي جيڪو ڪجهہ ڪندي ڏٺو

آهي هن کان اڳ ڪڏهن بہ ايئن ڪندي نہ ڏٺو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي منهنجا پٽڙا! اڄ مان جيترو توهان سان خوش آهيان ايترو پهريان ڪڏهن نہ ٿيو آهيان. هاڻي هاڻي جبرائيل منهنجو دوست آيو هو ۽ مون کي خبر ڏني تہ توهان کي قتل ڪيو ويندو ۽ توهان جي قتل جي جاءِ الڳ الڳ هوندي. ان ڳالهہ مون کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي. مون الله کان ڀلائي جي دعا ڪئي آهي.

امام حسين عرض ڪيو يارسول الله! اسان جي قبرن جو پري پري هجڻ ۽ الڳ هجڻ جي صورت ۾ ڪير اسان جي زيارت ڪندو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو توهان جي زيارت لاءِ منهنجي امت جا اهي ماڻهو ايندا جيڪي ان زيارت سان منهنجي صلہ رحمي ۽ نيڪيءَ جو بدلو گهرندڙ هوندا. جڏهن قيامت ٿيندي تہ مان انهن کي هڪڙي جاءِ تي ڏسندس، مان انهن کي ٻانهن کان پڪڙيندس ۽ قيامت جي ڏکن ۽ تڪليفن کان ڇوٽڪارو ڏياريندس.

## امام حسين عليہ السلام جي قبر جي زيارت

104. حضرت جعفرصادق بن محمدباقر عليهم السلام کان امام حسين عليہ السلام جي قبر جي زيارت بابت پڇيو ويو تہ انهن فرمايو مون کي منهنجي بابا سائين خبر ڏني ۽ فرمايو "من زار قبرالحسين عارفا بحقہ ڪتبہ الله في عليين" يعني جيڪو حسين عليہ السلام جي حق کي سڃاڻندي ان جي قبر جي زيارت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي عليين ۾ لکندو.

ان کان پوءِ فرمايو "ان حول قبره سبعين الف ملڪ شعثا غبرا يبڪون عليہ الي ان تقوم الساعة" يعني حسين جي قبر جي چوڌاري ستر هزار ملائڪ جن جا وار وکريل ۽ مٽي سان ڀريل حالت ۾ آهن قيامت تائين ان تي لڙڪ وهائيندا رهندا.

## امام حسين عليہ السلام جي قبر تي حاضري جو طريقو

105. امام باقر عليہ السلام جو فرمان آهي تہ توهان جڏهن ابا عبدالله يعني امام حسين بن علي عليهم السلام جي قبر تي اچو تہ فرات

۾ داليہ جي ماڳ تي غسل ڪيو ان کان پوءِ پرسڪون ۽ وقار سان باب الحير تي پهچي چئو بسم الله وبالله و عليٰ ملة رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم.

اي الله جي وحي تي امانتدار ۽ ان جي عزائم جا امين، گذريل تي صبر ۽ اچڻ واري تي ثابت قدم رهڻ وارا ۽ حق جي طرف سڏڻ وارا، انهن سڀني تي آساني سان عامل توهان تي سلام هجي.

اي الله! درود موڪل پنهنجي ٻانهي ۽ پنهنجي رسول محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي جيڪي تنهنجي مخلوق ۾ سڀني کان وڌيڪ بهتر آهن ۽ تنهنجي وحي تي تنهنجا امين آهن جيڪو درود تو نبين ۽ رسولن مان ڪنهن هڪ تي موڪليو ۽ درود موڪل اميرالمومنين علي تي جيڪو تنهنجو ٻانهو ۽ تنهنجي رسول جو ڀاء آهي جنهن ان کي تنهنجي علم لاءِ چونڊيو ۽ تنهنجي مخلوق مان جنهن کي گهريو ان کي هادي بڻايو ۽ سڀني تي محافظ ۽ نگران بڻايو ان تي سلام هجي ۽ الله جي رحمت ۽ برڪت هجي.

اي الله! درود موڪل حسن بن علي تي جيڪو تنهنجي رسول جو ٻچڙو آهي جنهن کي تنهنجي علم لاءِ چونڊيو ويو ۽ تنهنجي مخلوق مان جنهن کي گهريو هادي بڻايو ۽ اهو دليل آهي ان ڳالهہ تي تہ تنهنجي رسالت کي ان پهچايو ۽ تنهنجي دين کي قائم ڪيو.

پوءِ توهان حسين بن علي عليهم السلام جي اولاد مان هر امام جي لاءِ سلام پڙهو. ايستائين جو آخري امام تي ختم ڪيو صلوات الله عليهم. پوءِ توهان قبر جي ويجهو ايندي هيئن چئو.

اي اباعبدالله! توتي سلام هجي، اي اباعبدالله! الله تعاليٰ توهان تي رحم فرمائي، الله تعاليٰ ان تي لعنت ڪري جنهن توهان کي قتل ڪيو ۽ توهان جي حرمت جي توهين ڪئي، مان شاهدي ڏيان ٿو تہ بيشڪ اهي ماڻهو جن توهان جي مخالفت ڪئي ۽ لڙائي ڪئي ۽ توهان کي شهيد ڪيو اهي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زبان تي سيئي لعنتي آهن.

توهان تي ۽ توهان جي بابا سائين ۽ توهان جي امڙ سائڻ تي سلام هجي، ۽ مان شاهدي ڏيان ٿو تہ بيشڪ توهان الله تعاليٰ جي ڏنل حڪم کي پهچايو ۽ توهان ان کان سواءِ ڪنهن کان بہ نہ ڊنا ۽ توهان ان جي عبادت ڪئي، ايستائين جو توهان وٽ يقين پهچي ويو.

مان شاهدي ڏيان ٿو تہ توهان سيئي تقويٰ جو ڪلمو آهيو ۽ هدايت جا دروازا ۽ مضبوط رسو آهيو. باقي ماڻهن تي توهان حجت آهيو ۽ جيڪي تحت الثريٰ ۾ آهن انهن تي بہ حجت آهيو ۽ مان شاهدي ڏيان ٿو تہ بيشڪ اهي توهان جي گذريل زماني ۾ اڳ ڪٽي ويڃڻ وارا آهن ۽ هي توهان جي لاءِ جيڪو باقي آهي ان تي قائم آهن.

مان شاهدي ڏيان ٿو تہ بيشڪ توهان جا روح ۽ توهان جي طينيت پاڪيزه آهن ۽ الله تعاليٰ جي طرف کان ڪجهہ ڪِن کان پاڪيزگي حاصل ڪئي آهي ۽ الله تعاليٰ پنهنجي رحمت سان توهان کي چونڊيو آهي.

مان پنهنجي پالڻهار کي ۽ توهان کي شاهد بڻائي چوان ٿو تہ مان توهان سان واڳيل آهيان ۽ پنهنجي دل سان توهان جو تابع آهيان ۽ پنهنجن ديني احڪامن ۾، پنهنجي واپس ويڃڻ ۽ پنهنجي قبر جي معاملي ۾ توهان جي تابع آهيان، اميد آهي تہ الله تعاليٰ منهنجي لاءِ ان کي مڪمل فرمائيندو.

مان شاهدي ڏيان ٿو تہ توهان کي الله تعاليٰ جي طرف کان جيڪو حڪم ڏنو ويو توهان سيني اهو پهچايو ۽ ان کان سواءِ توهان ڪنهن کان بہ نہ ڊنا ۽ توهان سيني ان جي عبادت ڪئي، ايستائين جو توهان سيني کي يقين حاصل ٿي ويو.

اي الله! انهن ماڻهن تي لعنت ڪر جن ماڻهن تنهنجي دين کي بدلايو ۽ تنهنجي رسول تي الزام لڳايو ۽ تنهنجي دين کان روڪيو ۽ تنهنجي حڪم کان منهن موڙيو.

اي الله! ان وقت جي سرڪش ماڻهن تي لعنت ڪر ۽ هن امت جي فرعونن ۽ جالوتن (شيطانن) تي لعنت ڪر ۽ امام حسين جي قاتلن تي لعنت ڪر ۽ انهن کي اهڙو عذاب ڏي جيڪو ٻنهي جهانن مان تو ڪنهن کي بہ نہ ڏنو هجي.

اي اباعبدالله! توهان تي سلام هجي، اي رسول الله جا ٻچڙا! توهان تي سلام هجي، اي الله جي حجت توهان تي سلام هجي، مان شاهدي ڏيان ٿو تہ توهان دين پهچايو ۽ صديق ٿيڻ جي قتل ٿيا ۽ يقين تي ويا ۽ توهان گمراهي کي هدايت تي ترجيح نہ ڏني ۽ حق کان باطل طرف لاڙو نہ رکيو.

مان شاهدي ڏيان ٿو تہ توهان نماز قائم ڪئي ۽ زڪوات ادا ڪئي ۽ توهان نيڪيءَ جو حڪم ڏنو ۽ برائي کان روڪيو ۽ قرآن جي تلاوت جو حق ادا ڪيو.

الله تعاليٰ جي مقرب ملائڪن تي سلام هجي، الله جي رسولن ۽ نبين تي سلام هجي جيڪي هن مخلوق ۾ قائم ڪرڻ وارا آهن.

پوءِ توهان قبر تي احترام ۾ جهڪي هيئن چئجو.

اي اباعبدالله! توهان تي سلام هجي، اي رسول الله جا ٻچڙا! توهان تي سلام هجي ۽ زمين وارن ۽ تحت الثريٰ وارن جي لاءِ الله جي حجت توهان تي سلام هجي.

مان شاهدي ڏيان ٿو تہ بيشڪ توهان الله جي ٻانهي ۽ ان جي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا ٻچڙا آهيو ۽ بيشڪ توهان الله تعاليٰ جي باري ۾ صديق ٿيڻ جي دين پهچايو. توهان واعدو پورو ڪيو ۽ توهان کي ان جو ضرور پورو اجر ملندو ۽ توهان الله جي راهہ ۾ جهاد ڪيو ۽ پنهنجي پالڻهار جي طرف کان يقين حاصل ڪري شهيد. شاهد ۽ مشهود ٿيڻ جي دنيا مان موڪلايو. توهان نماز قائم ڪئي ۽ زڪوات ادا ڪئي ۽ توهان نيڪيءَ جو حڪم ڏنو ۽ برائي کان روڪيو ۽ توهان پنهنجي پالڻهار جي عبادت ڪئي، ايستائين جو توهان کي يقين حاصل تي ويو.

اي اباعبدالله! الله تعاليٰ توهان تي درود موڪلي، مان اطاعت ۾ توهان جو غلام آهيان، مان توهان جي اڳيان رهڻ وارو غلام آهيان، مان توهان جو حق سڃاڻندي پنهنجي جان، گهرٻار، مال ۽ دولت توهان وٽ وٺي آيو آهيان، توهان جي اطاعت تي قائم رهندي ۽ ان هدايت جو اقرار ڪندي وٺي آيو آهيان جنهن تي توهان آهيو. توهان جي فضل جو سبب ٿيڻ جي غرض سان پنهنجو سڀ ڪجهہ وٺي آيو آهيان.

الله جي لعنت هجي ان قوم تي جنهن توهان کي قتل ڪيو ۽ توهان تي هلان ڪئي ۽ توهان جي مخالفت ڪئي ۽ توهان جي حق جو انڪار ڪيو.

اي الله! انهن تي اهڙي لعنت ڪر جيئن هر مقرب ملائڪ ۽ رسول ۽ نبي ڪن ٿا.

پوءِ توهان قبر سان ٽيڪ لڳائي پنهنجو منهن قبلي ڏانهن ڪري هيئن چئجو.

اي الله! مان پنهنجي نبي احمد مختار رحمت واري نبي جي اهلبيت جي محبت جي وسيلي سوال ڪريان ٿو ۽ محمد ۽ آلِ محمد جي عمدگي، ڪرامت، تازگي، شرف، فضل، فضيلت وسيلي پنهنجي طرف کان مون کي اهڙي افضل شفاعت عطا فرماءِ جو تو پوري مخلوق ۾ ڪنهن کي عطا نہ ڪئي هجي، ڪثرت واري جو توکان سواءِ ان جو ڪير بہ اندازو نہ ڪري سگهي ۽ انهن سان محبت ڪرڻ وارن کي آزاد ڪرڻ ۾ جلدي فرماءِ ۽ جنن ۽ انسانن ۾ موجود انهن جي دشمنن کي هلاڪ ڪر، بيشڪ تون هر شي تي وس وارو آهين.

الله جو درود هجي ۽ ان جي رحمت ۽ برڪت هجي حضرت محمد ۽ ان جي آل تي. اي الله! محمد ۽ آلِ محمد تي درود نازل فرماءِ ۽ پنهنجي ولي ۽ تنهنجي رسول جي ٻچڙي جي قبر جي زيارت کي منهنجي لاءِ آخري زيارت نہ بڻاءِ صلي الله عليہ وآلہ وسلم ورحمت الله برڪاته.

## امامن سڳورن جي قبرن تي حاضريءَ جو طريقو

106. امام حاڪم موسيٰ بن عبدالله نخعي جي روايت بيان ڪئي آهي تہ ان حضرت امام علي نقي بن امام محمد تقي عليهم السلام کي عرض ڪيو اي رسول الله جا ٻچڙا! توهان مون کي اهڙي بليغ ۽ ڪامل ڳالهہ جي تعليم ڏيو تہ جڏهن مان توهان مان ڪنهن جي زيارت ڪيان تہ اها پڙهان.

امام علي نقي عليہ السلام فرمايو تون غسل ڪرڻ کان پوءِ جڏهن دروازي تي پهچين تہ بيهي رهہ ۽ شهادت جا ڪلما پڙهہ ۽ جڏهن تون اندر داخل ٿي قبر ڏسين تہ بيهي رهہ ۽ ٽيهہ ڀيرا "الله اڪبر، الله اڪبر"

چئو، پوءِ تون وقار ۽ سڪون سان ٿورو اڳتي وڌ ۽ پنهنجا قدم ويجهو ويجهو رکجان، پوءِ بيهي ٽيهه ڀيرا "الله اڪبر" چئو پوءِ جڏهن قبر جي ويجهو پهچي وڃين تہ چاليهہ ڀيرا "الله اڪبر" چئو تہ سو ڀيرا ٿي وڃي.

پوءِ چئو تہ اي اهلبيت نبوت ۽ ملائڪن جي اچڻ وڃڻ جي جاءِ ۽ وحي جي نازل ٿيڻ جي جاءِ وارو ۽ رحمت جي خزاني وارو علم جا خزانچي، حلم جي انتها وارو ڪرم جي اصل وارو امت جي اڳواڻي ڪرڻ وارو نعمت وارو ۽ نيڪي جي اصليت وارو ۽ اختيار جا سهارو ۽ ٻانهن جي ڪمن جا انتظام ڪرڻ وارو شهرن جا ٿنڀا ۽ ايمان جا دروازو ۽ رحمان جا احسان، نبين جي لڙي وارو ۽ رسولن جا چونڊيل شخص ۽ رب العالمين جي بهترين محبوب جي عترت توهان تي سلام هجي، الله جي رحمت ۽ برڪت هجي.

اي هدايت جا امام، اونداهي جا ڏيئا، تقوا جون علامتون ۽ عقل وارن جون نشانيون ۽ حجت وارن جون علامتون مخلوق جون پناه گاهون، نبين جا وارث، اعليٰ مثال ۽ حسين دعوت ڏيڻ وارو ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ الله جي حجت توهان تي سلام هجي ۽ الله جي رحمت ۽ برڪت هجي.

الله جي معرفت جي محلن تي، الله جي برڪت جي ٺڪاڻن تي ۽ الله جي حڪمت جي خزانن تي ۽ الله تعاليٰ جي راز جي حفاظت ڪرڻ وارن تي ۽ الله تعاليٰ جي ڪتاب جي حفاظت ڪرڻ وارن تي ۽ الله تعاليٰ جي نبي جي وصين تي ۽ رسول الله جي اولاد تي سلام هجي ۽ الله تعاليٰ جي رحمت ۽ برڪت هجي.

الله تعاليٰ ڏانهن سڏڻ وارن تي ۽ الله تعاليٰ جي رضا تي ثابت دليلن تي، الله جي توحيد ۾ مخلص ماڻهن تي ۽ الله تعاليٰ جي حڪم ۽ منع کي ظاهر ڪرڻ وارن تي ۽ انهن مڪرم ٻانهن تي جيڪي ڳالهہ ڪرڻ ۾ الله تي چڙهت نہ ڪندا آهن ۽ ان جي حڪم تي عمل ڪندا آهن. سلام هجي الله جي برڪت ۽ رحمت هجي حق جي دعوت ڏيڻ وارن امامن تي ۽ هدايت يافتہ اڳواڻن تي ۽ ولايت وارن سادات تي ۽ دفاع ڪرڻ وارن ۽

حمايت ڪرڻ وارن تي، اهل ذڪر ۽ اولي الامر تي الله تعاليٰ جي برڪت ۽ رحمت هجي.

مان شاهدي ڏيان ٿو تہ الله کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي، اهو اڪيلو آهي، ان جو ڪوئي شريڪ ڪونهي، جيئن ان پاڻ پنهنجي ذات لاءِ شاهدي ڏني ۽ ان جي مخلوق مان علم وارن ۽ ملائڪن ان جي لاءِ شاهدي ڏني، ان کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي، اهو غالب حڪمت وارو آهي ۽ الله تعاليٰ جي نظر ۾ پسنديده دين اسلام آهي.

مان شاهدي ڏيان ٿو تہ توهان سڀ هدايت ڏيڻ وارا امام آهيو رهنمائي ڪرڻ وارا آهيو عزت وارا، قرب وارا، تقوا وارا، سچا، پسنديده ۽ الله جي اطاعت ڪرڻ وارا آهيو الله جي حڪم کي قائم ڪرڻ وارا آهيو ان جي ارادي تي عمل ڪرڻ وارا آهيو ان جي ڪرامت سان ڪامياب آهيو. الله تعاليٰ توهان کي پنهنجي علم لاءِ چونڊيو ۽ پنهنجي غيب جي لاءِ پسند ڪيو ۽ پنهنجي راز لاءِ چونڊيو ۽ پنهنجي قدرت جي لاءِ چونڊيو ۽ پنهنجي هدايت جي سبب توهان کي عزت ڏني ۽ توهان کي پنهنجي برهان سان خاص ڪيو ۽ پنهنجي نور لاءِ توهان کي چونڊيو ۽ روح الامين جي ذريعي توهان جي مدد ڪئي ۽ پنهنجي ڌرتي تي خليفي طور توهان کان راضي ٿيو ۽ پنهنجي مخلوق تي حجت طور توهان کان راضي ٿيو ۽ پنهنجي دين لاءِ مددگار طور ۽ پنهنجي راز جي لاءِ محافظ طور ۽ پنهنجي علم لاءِ خزاني طور ۽ پنهنجي حڪمت جي لاءِ امانت طور ۽ پنهنجي وحي جي لاءِ ترجمان طور ۽ پنهنجي توحيد جي لاءِ رُڪن طور ۽ پنهنجي مخلوق جي لاءِ شاهد طور ۽ پنهنجي ٻانهن لاءِ علم طور ۽ پنهنجن ملڪن جي لاءِ مينارن طور ۽ پنهنجي رستي تي دليل طور توهان کان راضي ٿيو.

الله تعاليٰ توهان کي ذلتن کان محفوظ فرمايو ۽ فتنن کان امان ڏني ۽ توهان کي گندگيءَ کان پاڪ رکيو ۽ پليتي کان پري رکيو ۽ توهان کي خوب پاڪ ڪيو. توهان ان جي جلال جي عظمت ۽ شانِ ڪبريائي

بيان ڪيو ۽ ان جي ڪرم جي بزرگي جو اظهار ڪيو ۽ هميشہ ان جو ذڪر ڪيو ۽ ان جي واعدي کي ۽ ان جي اطاعت جي ڳنڍ کي پڪو ڪيو ۽ توهان جي ظاهر ۽ باطن ۾ اصلاح فرمائي ۽ ان جي رستي ڏانهن حڪمت ۽ موعظہ حسنہ سان سڏيو ۽ توهان ان جي رضا ۾ پنهنجي محنت صرف ڪئي ۽ ان جي پهلو ۾ پهچڻ وارين مصيبتن تي صبر ڪيو ۽ توهان نماز قائم ڪئي، زڪوات ادا ڪئي، نيڪيءَ جو حڪم ڏنو ۽ برائي کان روڪيو ۽ توهان الله تعاليٰ جي معاملي ۾ جهاد جو حق ادا ڪيو ايستائين جو توهان ان جي دعوت جو اعلان ڪيو ۽ توهان ان جا فرض بيان ڪيا ۽ حدون قائم ڪيون ۽ توهان ان جي شريعت جا احڪام نشر ڪيا ۽ ان جو طريقو رائج ڪيو ۽ توهان ان باري ۾ رضا حاصل ڪئي ۽ توهان پاڻ کي قضا جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ ان جي گذريل نبين جي تصديق ڪئي.

تنهنڪري توهان کان منهن ڦيرڻ وارو دين مان نڪري وڃڻ وارو آهي ۽ توهان سان واڳيل رهڻ وارو دين سان گڏيل آهي ۽ توهان جي حق ۾ گهٽتائي ڪرڻ وارو برباد ۽ تباهہ ٿيڻ وارو آهي ۽ حق توهان سان گڏ آهي ۽ حق توهان جي اندر آهي ۽ نبوت جي ميراث توهان وٽ آهي ۽ مخلوق جو موٽڻ توهان ڏانهن آهي ۽ انهن جو حساب توهان جي ذمي آهي ۽ فصل الخطاب توهان وٽ آهي ۽ الله تعاليٰ جون نشانيون توهان جي سامهون آهن ۽ ان جا ارادا توهان جي اندر آهن ۽ ان جو نور ۽ ان جو برهان توهان وٽ آهي ۽ ان جو حڪم توهان جي طرف آهي.

جيڪو شخص توهان جو دوست بڻيو اهو الله جو ولي آهي ۽ جنهن توهان سان دشمني ڪئي ان الله تعاليٰ سان دشمني ڪئي ۽ جنهن توهان سان محبت ڪئي ان الله سان محبت ۽ جنهن توهان سان بغض رکيو ان الله تعاليٰ سان بغض رکيو ۽ جيڪو توهان سان مضبوطيءَ سان واڳيل رهيو تہ الله تعاليٰ جي رسي کي پڪڙي ورتو توهان سبيل اعظم آهيو مضبوط رستو آهيو ۽ هن فاني گهر جا شاهد آهيو ۽ بقا واري گهر جا شفيع آهيو ۽ حاصل ٿيل رحمت آهيو ۽ گڏ ڪيل نشاني آهيو ۽ محفوظ ڪيل امانت آهيو ۽ ماڻهن جي امتحان وٺجڻ وارو دروازو آهيو.

جيڪو توهان وٽ آيو اهو ڇوٽڪارو حاصل ڪري ويو. جيڪو توهان وٽ نہ آيو هلاڪ ٿيو توهان الله تعاليٰ جي طرف ئي سڏيو ٿا ۽ ان تي ئي دلالت ڪريو ٿا ۽ ان تي ئي ايمان رکو ٿا. ان جي سامهون جهڪو ٿا ۽ ان جي ئي حڪم تي عمل ڪريو ٿا ۽ ان جي ئي رستي ڏانهن هدايت ڪندا آهيو. ان جي فرمان جو فيصلو ڪندا آهيو.

الله جو قسم، اهو نيڪ بخت ٿيو جنهن توهان جي مدد ڪئي ۽ اهو هلاڪ ٿيو جنهن توهان جي مخالفت ڪئي ۽ ان نقصان ڪنيو جنهن توهان جو انڪار ڪيو ۽ اهو گمراهہ ٿيو جيڪو توهان کان جدا ٿيو ۽ اهو ڪامياب ٿيو جنهن توهان کي پڪڙي رکيو ۽ اهو امن وارو ٿيو جنهن توهان کان پناهہ ورتي ۽ اهو محفوظ ٿي ويو جنهن توهان جي تصديق ڪئي ۽ اهو هدايت لهي ويو جنهن توهان کي مضبوطيءَ سان پڪڙي رکيو.

جنهن توهان جي تابعداري ڪئي ان جو ٺڪاڻو جنت آهي ۽ جنهن توهان جي مخالفت ڪئي ان جو ٺڪاڻو دوزخ آهي ۽ جنهن توهان جو انڪار ڪيو اهو ڪافر آهي ۽ جنهن توهان سان لڙائي ڪئي اهو مشرڪ آهي ۽ جنهن توهان کي روڪيو اهو دوزخ جي هيٺين طبقي ۾ هوندو.

مان شاهدي ڏيان ٿو تہ جيڪو گذري ويو اهو توهان جي لاءِ سابق آهي ۽ جيڪو باقي آهي اهو توهان جي لاءِ پاڙيسري آهي ۽ بيشڪ توهان جا روح ۽ توهان جو نور ۽ توهان جي جبلت هڪڙي آهي ۽ عمدي آهي ۽ هڪبئي کان پاڪ ٿيندي آهي.

الله تعاليٰ توهان کي نور بڻائي پيدا ڪيو ۽ پنهنجي عرش جي چوڌاري توهان جو دائرو بڻايو ايستائين جو اسان تي توهان جي ڪري احسان ياد ڏياريو. توهان کي اهڙن گهرن ۾ پيدا ڪيو جن ۾ الله تعاليٰ اجازت ڏني تہ ان جو ذڪر ۽ نالو بلند ڪيو وڃي ۽ اسان جي درود کي توهان لاءِ مقرر ڪيو ۽ جيڪو توهان جي ولايت کي اسان لاءِ خاص ڪيو آهي اها اسان جي تخليق لاءِ خوشبوءِ سان اسان جي جسمن جي

پاڪائي آهي ۽ اسان جو تزڪيو آهي ۽ اسان جي گناهن جو ڪفارو آهي. الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ توهان جي فضل جي ڪري اسان سڀ مسلمان آهيون سو اسان طرفان تصديق ڪرڻ ئي اسان جي مشهوري جو سبب آهي، الله تعاليٰ توهان کي عزت دارن جي محل کان اشرف جاءِ تي پهچائي ۽ مقربين جي اعليٰ منزلن کان اشرف منزل تائين پهچائي ۽ رسولن واري درجي تائين پهچائي، اهڙو مقام ۽ مرتبو هجي جو ڪير ملڻ وارو ملي نہ سگهي ۽ ڪوئي فوقيت وارو ان کان مٿي نہ وڃي ۽ ڪوئي اڳ ڪنڻ وارو اڳ ڪڍي نہ سگهي، ڪوئي خواهش ڪرڻ وارو ان مقام جي خواهش ئي ڪري نہ سگهي، ايستائين جو نہ ڪوئي مقرب ملائڪ، نہ ڪو نبي رسول نہ صديق نہ شهيد نہ عالم نہ فاضل نہ نيڪ مومن نہ گناهگار نہ جاهل نہ ڪميڻو نہ سرڪش شيطان نہ ڪا مخلوق جيڪا ان جي وچ ۾ شاهد هجي ۽ اهڙي باقي نہ رهي جو ان کي توهان جي معاملي جي جلالت، توهان جي حال جي عظمت، توهان جي شان جي ڪبريائي توهان جي نور جو مڪمل ٿيڻ، توهان جي مقام جو ثبوت، توهان جي محل جي عزت ۽ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ توهان جي منزل ۽ ان جي بارگاهہ ۾ توهان جي منزل ۽ ان جي بارگاهہ ۾ توهان جي عزت ۽ ان جي لاءِ توهان جي خصوصيت ۽ ان جي قربت ۾ توهان جي منزلت معلوم نہ هجي.

توهان تي منهنجا پيءُ ماءُ، گهر ٻار، خاندان ۽ منهنجو مال دولت قربان ٿين، مان الله کي شاهد بڻائي ۽ توهان کي شاهد بڻائي چوان ٿو تہ مان توهان تي ايمان رکان ٿو ۽ جنهن تي توهان ايمان رکو ٿا ان تي ايمان رکان ٿو ۽ توهان جي دشمنن ۽ جنهن کان توهان انڪار ڪيو مان بہ انڪار ڪرڻ وارو آهيان، جنهن توهان جي شان جي مخالفت ڪئي ان جي گمراهي جي بصارت گهرڻ وارو آهيان، توهان جي لاءِ توهان جي اولياء جي لاءِ مددگار آهيان، توهان جي دشمنن ۽ انهن جي نڪاڻن کان نفرت ڪرڻ وارو آهيان، جنهن سان توهان جو صلح آهي ان سان صلح ڪرڻ وارو آهيان ۽ جنهن جي توهان تحقيق ڪئي ان حق کي مڃڻ

وارو آهيان ۽ جيڪو توهان باطل ڪري ڇڏيو ان کي باطل ڪرڻ وارو آهيان، توهان جو فرمانبردار آهيان، توهان جي حق کي سڃاڻڻ وارو آهيان، توهان جي فضيلت جو اقرار ڪرڻ وارو آهيان ۽ توهان جي جهنڊي کي کڻڻ وارو آهيان، توهان جي چادر ۾ لڪڻ وارو آهيان، توهان جو معترف آهيان، توهان جي موٽي اچڻ کي مڃڻ وارو آهيان، توهان جي رجوع جي تصديق ڪرڻ وارو آهيان، توهان جي حڪم جي انتظار ۾ آهيان، توهان جي دولت جو انتظار ڪرڻ وارو آهيان، توهان جو فرمان وٺڻ وارو آهيان، توهان جي هر حڪم تي عمل ڪرڻ وارو آهيان، توهان جي پناهہ وٺڻ وارو آيان، توهان جي زيارت ڪرڻ وارو آهيان، توهان جي قبرن کان مدد جو طلبگار آهيان ۽ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ توهان جو وسيلو پيش ڪرڻ وارو آهيان، توهان جي ذريعي الله تعاليٰ جو قرب حاصل ڪرڻ وارو آهيان، پنهنجي طلب ۽ حاجت جي سامهون توهان کي اڳيان ڪرڻ وارو آهيان پنهنجي احوال ۽ ڪمن جي سامهون توهان کي اڳيان ڪرڻ وارو آهيان، مان توهان جي ظاهر ۽ باطن ۽ حاضر ۽ غائب، اول ۽ آخر کي مڃڻ وارو آهيان ۽ ان ۾ سڀ ڪجهہ توهان جي حوالي ڪرڻ وارو آهيان، ان ۾ سرجهڪايون توهان سان گڏ آهيان، منهنجي دل توهان جي مومن آهي، منهنجي راءِ توهان جي تابع آهي، منهنجي مدد توهان جي لاءِ تيار آهي، ايستائين جو الله تعاليٰ توهان جي سبب پنهنجي دين کي زندهہ ڪندو ۽ توهان کي پنهنجي وقت ۾ موٽائيندو ۽ توهان کي پنهنجي عدل لاءِ ظاهر ڪندو ۽ پنهنجي زمين ۾ توهان کي جاءِ ڏيندو.

مان توهان سان گڏ آهيان نہ ڪي توهان جي دشمن سان، مان توهان جي نانا رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي ايمان آندو ۽ مان توهان جي آخري فرد جو ائين ئي دوست آهيان جيئن توهان جي پهرين فرد جو دوست آهيان، مان توهان جي دشمن، نافرمان ۽ سرڪش کان، شيطانن ۽ توهان تي ظلم ڪرڻ وارن انهن جي پائرن کان، توهان جي حق جو انڪار ڪرڻ وارن کان، توهان جي ولايت مان نڪري وڃڻ وارن

ڪان، توهان جي وراثت غضب ڪرڻ وارن ڪان، توهان جي باري ۾ شڪ ڪرڻ وارن ڪان، توهان ڪان منهن موڙڻ وارن ڪان، توهان ڪان علاوه هر دوستي ڪان، توهان ڪان علاوه اطاعت ڪرڻ ڪان ۽ انهن امامن ڪان جيڪي باهه ڏانهن سڏين ٿا الله تعاليٰ جي لاءِ بيزار آهيان، مان جيستائين جيئرو آهيان الله تعاليٰ مون کي سدائين توهان جي دوستي محبت ۽ توهان جي دين تي ثابت قدم رکي ۽ مون کي توهان جي اطاعت ڪرڻ جي توفيق ڏئي ۽ مون کي توهان جي شفاعت نصيب فرمائي ۽ مون کي توهان جي انهن موالين مان بڻائي جيڪي ان جي تابع آهن جنهن طرف توهان سڏيو ٿا ۽ مون کي انهن ماڻهن مان ڪري جيڪي توهان جي نقش قدم تي هلن ٿا ۽ توهان جي رستي تي هلن ٿا ۽ توهان جي هدايت سان هدايت يافته آهن ۽ توهان جي جماعت ۾ انهن جو حشر ڪيو ويندو ۽ توهان جي موٽي اچڻ (رجعت) جي باري ۾ وري وري ذڪر ڪندا هوندا ۽ توهان جي ملڪ ۾ انهن کي ان جي ملڪيت ڏني ويندي ۽ انهن کي توهان جي عافيت سان مشرف ڪيو ويندو ۽ توهان جي زماني ۾ انهن کي رهايو ويندو ۽ سڀاڻي قيامت ۾ جن جي اکين کي توهان جي ديدار سان ٿڌو ڪيو ويندو.

توهان تي منهنجا پيءُ ماءُ، منهنجي جان، منهنجو گهر ٻار، خاندان ۽ مال دولت قربان ٿين جيڪو شخص الله تعاليٰ تائين رسائي جو ارادو رکندو هجي اهو توهان ڪان شروع ڪري ۽ جيڪو ان کي اڪيلو مڃي اهو توهان جي باري ۾ قبول ڪري ۽ جيڪو الله تعاليٰ جو ارادو ڪري اهو توهان ڏانهن ڌيان ڪري اي منهنجا آقا! مان توهان جي تعريف ڪري نٿو سگهان، مان تعريف ۾ توهان جي ذات تائين رسائي نٿو ڪري سگهان ۽ وصف سان توهان جي قدر تائين پهچي نٿو سگهان، توهان اخيار جو نور آهيو ابرار جي هدايت آهيو ۽ جبار جي محبت آهيو توهان جي ڪري ئي الله تعاليٰ آغاز ڪري ٿو ۽ توهان سان ئي ختم ڪري ٿو ۽ توهان جي ڪري مينهن وسائي ٿو ۽ توهان جي ڪري ئي آسمان کي زمين تي ڪرڻ کا روڪي ٿو پر جڏهن ڪِرڻ جو حڪم

ٿيندو تہ ڪري پوندو ۽ الله تعاليٰ توهان جي ڪري ئي تڪليفون دور ڪندو آهي ۽ جنهن ڪي الله تعاليٰ جو رسول وٺي آيو ۽ ملائڪ ڪٹي نازل ٿيا اهو صرف توهان وٽ ئي آهي ۽ توهان جي نانا ڏانهن ئي روح الامين ڪي موڪليو ويو. (۽ جيڪڏهن اميرالمومنين علي عليہ السلام جي قبر تي بيٺا هجو تہ هيئن چئجو) ۽ توهان جي ڀاءُ طرف روح الامين ڪي موڪليو ويو.

الله تعاليٰ توهان ڪي اهو ڪجهہ عطا ڪيو آهي جيڪو جهان ۾ ڪنهن هڪڙي ڪي بہ عطا نہ ڪيو آهي، هر شريف جو شرف توهان جي شرف جي سامهون زير آهي هر منڪرتوهان جي اطاعت جي لاءِ جهڪيل آهي ۽ هر شي توهان جي سامهون ڪنڌ جهڪايون پئي آهي ۽ زمين توهان جي نور سان روشن آهي ۽ ڪامياب ماڻهو توهان جي ولايت جي سبب ڪامياب آهن.

توهان جي ڪري ئي رضوان جو رستو ملي ٿو ۽ ان شخص تي رحمان جو غضب آهي جنهن توهان جي فضيلت جو انڪار ڪيو.

منهنجا پيءُ ماءُ، جان، خاندان، مال ۽ دولت توهان تي قربان ٿين توهان جي ذڪر ڪرڻ وارن ۾ توهان جو نالو وٺڻ وارن ۾ توهان جا جسم جسمن ۾ توهان جا روح روحن ۾ توهان جا نفس نفسن ۾ توهان جا قدم قدمن ۾ ۽ توهان جون قبرون قبرن ۾ آهن. توهان جا نالا ڪيترو پيارا آهن. توهان جا نفس ڪيترو عزت وارا آهن. توهان جو شان ڪيترو بلند آهي، توهان جون دليون ڪيتريون وڏيون آهن. توهان جا واعدا ڪيترا سچا آهن. توهان جو ڳالهائڻ نور آهي، توهان جو حڪم هدايت آهي، توهان جي وصيت تقوا آهي، توهان جو فضل ڀلائي آهي، توهان جي عادت احسان آهي، توهان جي طبيعت ڪرم آهي، توهان جو شان حق، صدق ۽ نرمي آهي، توهان جو قول حڪم ۽ آخري آهي، توهان جي راءِ علم، حلم ۽ دانائي آهي، جيڪڏهن خير جو ذڪر ڪيو وڃي تہ توهان پهريان آهيو ۽ ان جو اصل ۽ شاخ آهيو ان جو خزانو ۽ ٺڪاڻو آهيو ۽ ان خبر جي انتها آهيو.

توهان تي منهنجا پيءُ ماءُ، جان، مال ۽ خاندان قربان ٿئي مان ڪيئن توهان جي تعريف جو حسن بيان ڪيان ۽ ڪيئن توهان جي خوبصورتي ڳڻيان، توهان جي ڪري ئي الله تعاليٰ اسان کي ذلت مان ڪڍيو ۽ اسان کي غمن جي ڏيڻ مان ڪڍيو ۽ اسان کي هلاڪتن جي ڪڏ ۽ باهہ کان بچايو.

توهان تي منهنجا پيءُ ماءُ ۽ جان قربان ٿئي، توهان جي ولايت جي ڪري ئي الله تعاليٰ اسان کي دين جون نشانيون سيکاريون ۽ اسان جي دنيا مان جيڪو فاسد ٿي چڪو هو ان جي اصلاح ڪئي ۽ توهان جي ولايت جي طفيل ئي ڪلمو مڪمل ٿيو نعمت عظيم ٿي ۽ جدائي الفت ۾ تبديل ٿي ۽ توهان جي ولايت جي ڪري ئي فرض اطاعت قبول ڪئي وئي ۽ توهان جي لاءِ ئي مودت واجب آهي، الله تعاليٰ وٽ بلند درجا آهن، مقام محمود آهي، معلوم مڪان آهي، جاهہ عظيم آهي ۽ وڏو شان آهي ۽ مقبول شفاعت آهي.

اي پالڻهار! جيڪو تو نازل ڪيو اسان ان تي ايمان آندو ۽ رسول معظم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تابعداري ڪئي ۽ اسان کي حاضري ڏيڻ وارن ۾ لک، اي اسان جا پالڻهار! اسان جي دلين کي هدايت ڏيڻ کان پوءِ ڦريل نہ ڪجان ۽ اسان کي پنهنجي بارگاهہ مان رحمت عطا ڪر، بيشڪ تون گهڻو عطا ڪرڻ وارو آهين.

اي الله جا ولي! بيشڪ منهنجي ۽ الله جي وچ ۾ ڪجهہ گناهہ حائل آهن، الله تعاليٰ اهي توهان جي رضا کان بغير معاف نہ ڪندو سو توهان کي ان ذات جو واسطو آهي جنهن توهان کي پنهنجي راز جو امين بڻايو، جنهن توهان کي پنهنجي مخلوق جي معاملي جي نگراني حوالي ڪئي ۽ توهان جي اطاعت کي پنهنجي اطاعت سان گڏايو، توهان منهنجي گناهن کي بلڪل ظاهر نہ ڪجو جڏهن تہ توهان منهنجا شفيع آهيو ۽ مان توهان جو فرمانبردار، جنهن توهان جي فرمانبرداري ڪئي ان يقينن الله تعاليٰ جي فرمانبرداري ڪئي ۽ جنهن توهان جي نافرماني ڪئي ان يقينن الله تعاليٰ جي نافرماني ڪئي، جنهن توهان جي محبت کي اپنايو

۽ يقينن الله تعاليٰ سان محبت ڪئي ۽ جنهن توهان سان بغض رکيو ان يقينن الله تعاليٰ سان بغض رکيو.

اي الله! بيشڪ تون جيڪڏهن ڪوئي اهڙو سفارشي ڏسين جيڪو تنهنجي ويجهڙو هجي جيئن محمد ۽ آلِ محمد ۽ امام سڳورا تہ ضرور انهن کي منهنجو شفاعت ڪندڙ بڻائجان. بس انهن هستين جو واسطو جن جي حق جي رعايت تو پنهنجو پاڻ مٿان واجب ڪئي آهي مان توکان سوال ڪريان ٿو تہ مون کي انهن هستين کي سڃاڻڻ وارن ۾ داخل ڪجان ۽ انهن ئي هستين جو واسطو آهي تہ مون کي انهن جي شفاعت کان فيضياب ماڻهن ۾ شامل ڪر. بيشڪ تون الرحمٰن الرحيم آهين. صلي الله عليٰ محمد وآلہ وسلم تسليما ڪثيرا.

پوءِ امام هادي عليہ السلام فرمايو تہ زيارت کان پوءِ جڏهن توهان واپس وڃڻ جو ارادو ڪيو تہ الوداع ڪرڻ وقت هيئن چئو.

توهان تي الوداعي سلام هجي، نہ بيزاري وارو ۽ نہ غفلت وارو. الله جي رحمت ۽ برڪت هجي، بيشڪ اهو تعريف وارو بزرگي وارو آهي.

اي اهلبيتِ نبوت توهان تي سلام هجي هڪڙي اهڙي دوست جو سلام هجي جيڪو توهان کان منهن موڙڻ وارو ڪونهي ۽ نہ توهان کان بدلجڻ وارو آهي، نہ توهان تي اثرانداز ٿيڻ وارو آهي، نہ توهان کان انحراف ڪرڻ وارو آهي، ۽ نہ توهان جي قرب کان پري وڃڻ وارو آهي ۽ نہ الله تعاليٰ توهان جي قبرن جي زيارت ۽ توهان جي ديدار کي ان جي لاءِ آخري پيرو بڻايو آهي.

توهان تي سلام هجي الله تعاليٰ منهنجو حشر توهان جي جماعت ۾ فرمائي ۽ مون کي حوض ڪوثر تي پهچائي ۽ مون کي توهان جي جماعت مان هڪ ڪري ۽ توهان کي مون کان راضي ڪري ۽ مون کي توهان جي بادشاهي ۾ جاءِ ڏئي ۽ مون کي توهان جي رجعت ۾ زندگي ڏئي ۽ مون کي توهان جي زماني ۾ ملڪيت ڏئي ۽ توهان جي لاءِ منهنجي ڪوشش قبول فرمائي ۽ توهان جي شفاعت جي سبب منهنجي بخشش فرمائي ۽ توهان جي محبت جي سبب منهنجين ڪوتاهين کان

درگذر فرمائي ۽ توهان جي دوستي جي ڪري منهنجي ڏتڙيل حالت کي سنواري ۽ توهان جي زيارت کان پوءِ توهان جي اطاعت جي سبب مون کي شرف بخشي ۽ توهان جي هدايت جي سبب مون کي عزت ڏئي ۽ مون کي انهن ماڻهن ۾ شامل ڪري جيڪي ڪامياب، آزاد، سالم، معاف ٿيل آهن، الله تعاليٰ جي رضا حاصل ڪرڻ وارا، ان جو فضل ۽ ڪفايت سان ڪامياب ٿي موٽيا ۽ توهان جي شيعہ حبدارن ۽ موالي ۽ زيارتين مان ڪوئي هڪڙو جيڪو فضيلت حاصل ڪري موٽيو ان کان افضل مقام عطا ڪري.

جيستائين الله تعاليٰ مون کي زندگي ڏئي سچي نيت، ايمان، تقويٰ، عاجزي، وسيع حلال ۽ پاڪ رزق سان مون کي وري وري هتي موٽي اچڻ نصيب ڪري.

اي الله! انهن جي هن زيارت کي ۽ انهن جي ذڪر ۽ انهن تي صلوات کي آخري پيرو نہ ڪجان ۽ منهنجي لاءِ مغفرت، خير ۽ برڪت، ڪاميابي، ايمان ۽ حسن قبوليت واجب فرما. جيئن تو انهن هستين جي واسطي سان پنهنجن ولين ۽ مومنن جي لاءِ انهن جي اطاعت جي سبب ۽ انهن جي زيارت ڏانهن لاڙو رکڻ وارن جي لاءِ ۽ تنهنجي ۽ انهن جي ويجهڙن ماڻهن جي لاءِ واجب فرمايو.

توهان تي منهنجا پيءُ ماءُ، جان، خاندان ۽ مال دولت قربان ٿين، مون کي پنهنجي ارادي ۾ شامل ڪيو ۽ مون کي پنهنجي جماعت ۾ داخل ڪيو ۽ پنهنجي پالڻهار جي بارگاهہ ۾ منهنجي ڳالهہ ڪجو.

اللهم صلي عليٰ محمد وآلِ محمد والسلام عليڪم ورحمت الله وبرڪاتہ و صلي الله عليٰ سيدنا محمد وآلہ وسلم تسليما ڪثيرا و حسبنا الله ونعم الوڪيل نعم المولىٰ ونعم النصير.

## امام علي رضا عليہ السلام جي طوس ۾ آمد

107. حسين بن حميد بن ربيع جو بيان آهي تہ مون پنهنجي پيءَ کي اهو چوندي ٻڌو تہ حضرت علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام خراسان ۾ طوس جي ڳوٺ ۾ جنهن کي "سناباد" سڏيو ويندو آهي، 203 هجري رمضان مهيني ۾ تشريف کڻي آيا.

## امام علي رضا عليہ السلام جي قبر جي زيارت جو ثواب

108. امام جعفر صادق عليہ السلام پنهنجي ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ستدفن بضعة مني بخراسان لايزورها مومن الا اوجب الله له الجنت وحرم جسده علي النار" يعني جلد منهنجي جگر جو ٽڪرو خراسان ۾ دفن ٿيندو. جيڪو ايمان وارو ان جي زيارت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان جي لاءِ جنت واجب ڪري ڇڏيندو ۽ ان جي جسم تي جهنم کي حرام ڪري ڇڏيندو.

## جيڪو قلعي ۾ داخل ٿي ويو اهو عذاب کان بچي ويو

109. حضرت علي الرضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مون سان ملائڪن جي سردار جبرائيل بيان ڪيو تہ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو "انا الله لا اله الا انا من اقرلي بالتوحيد دخل حصني ومن دخل حصني امن من عذابي" يعني بيشڪ مان الله آهيان مون کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي جنهن منهنجي هيڪڙائي جو اعلان ڪيو اهو منهنجي قلعي ۾ داخل ٿي ويو ۽ جيڪو منهنجي قلعي ۾ داخل ٿي ويو اهو عذاب کان بچي ويو.

## منهنجو جگر جو ٽڪرو خراسان ۾ دفن ٿيندو

110. جابر بن يزيد جعفي، امام جعفر صادق عليہ السلام جي ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ستدفن بضعة مني بارض خراسان مازارها مكروب الانفس الله كربته ولا مذنب الا غفرالله ذنوبه" يعني جلد منهنجي جگر جو ٽڪرو خراسان جي سرزمين ۾ دفن ٿيندو. جيڪو بہ مصيبت جو ماريل ۽ ڏکويل ان جي زيارت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان جي مصيبت ۽ ڏک دور ڪري ڇڏيندو ۽ الله تعاليٰ ان گناهگار جا گناهہ بخشي ڇڏيندو.

## رسول الله ﷺ خواب ۾ فرمايو

111. حضرت امام علي رضا عليہ السلام جي خدمت ۾ هڪڙو شخص حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين، اي رسول الله جا ٻچڙا! مون خواب ۾

رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ڏنو پاڻ سڳورن فرمايو تہ تنهنجو ڪهڙو حال ٿيندو جڏهن توهان جي سرزمين تي منهنجو جسم جو ٽڪڙو دفن ٿيندو ۽ توهان منهنجي امانت جي حفاظت ڪندا ۽ توهان جي ڏکويل متي ۾ منهنجو تارو غائب ٿيندو.

امام رضا عليہ السلام فرمايو مان توهان جي سرزمين ۾ دفن ٿيندس ۽ مان توهان جي نبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ٽڪڙو آهيان ۽ مان امانت ۽ تارو آهيان.

الله تعاليٰ منهنجي حق ۾ منهنجي اطاعت ۾ جيڪو واجب ڪيو آهي ان کي ڄاڻندي جنهن منهنجي زيارت ڪئي تہ مان ۽ منهنجا ابا ڏاڏا قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪنداسين ۽ جنهن جي اسان شفاعت ڪئي اهو ڇوٽڪارو لهي ويو چاهي ان تي ثقلين يعني جنن ۽ ماڻهن جيترو بوجهہ ئي ڇو نہ هجي.

مون سان منهنجي بابا سائين پنهنجي ابن ڏاڏن جي سلسلي سان بيان ڪيو آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جنهن مون کي خواب ۾ ڏٺو ان مون کي ئي ڏٺو ڇوتہ شيطان منهنجي شڪل ۾ نٿو اچي سگهي ۽ نہ منهنجي ڪنهن وصي جي شڪل ۾ اچي سگهي ٿو ۽ بيشڪ سچو خواب نبوت جي سترين حصي مان آهي.

## مان زهر سان شهيد ٿيندس

112. علي بن حسين بن فضال پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي آهي تہ حضرت امام علي رضا عليہ السلام فرمايو تہ مان زهر سان شهيد ٿيندس ۽ پرديس ۾ دفن ٿيندس ۽ مان ان عهد کي ڄاڻان ٿو جيڪو مون سان منهنجي بابا سائين ڪيو ۽ ان سان ان جي بابا ۽ ان سان ان جي ابن ۽ انهن سان علي بن ابوطالب ۽ ان سان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪيو. خبروار ٿي وڃو تہ جنهن هن پرديس ۾ منهنجي زيارت ڪئي مان ۽ منهنجا ابا ڏاڏا ان جي قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪنداسين ۽ جنهن جي اسان شفاعت ڪئي اهو ڇوٽڪارو لهي ويو چاهي ان تي ثقلين جو بوجهہ ئي ڇو نہ هجي.

## امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام جو فرمان

113. سليمان بن حفص مروزي جو بيان آهي تہ حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام فرمايو تہ جنهن منهنجي پٽ علي رضا جي قبر جي زيارت ڪئي ان کي الله تعاليٰ ستر حجن جو ثواب عطا ڪندو. ان کان پوءِ ارشاد فرمايائون، جڏهن تہ ڪيترائي حج اهڙا بہ هوندا آهن جيڪي قبول نہ ٿيندا آهن (پر هي مقبول ٿيندا).

جيڪو ان جي زيارت ڪندو يا اتي رات رهندو تہ اهو اهڙي شخص وانگر آهي جنهن آسمانن وارن جي زيارت ڪئي. جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ اهو اسان اهلبيت امامن جي زيارتين کي اسان سان گڏ ڏسندو ۽ آسمان وارن کان درجي ۾ بلند هوندو ۽ منهنجي پٽ علي رضا جي زيارت ڪرڻ وارو زندگيءَ ۾ ان جي ويجهو هوندو.

## امام علي نقي عليہ السلام جو فرمان

114. صقر بن دلف جو بيان آهي تہ مون امام علي نقي عليہ السلام کان ٻڌو تہ جنهن کي الله سان ڪا حاجت هجي تہ اهو طوس ۾ منهنجي ڏاڏي امام رضا عليہ السلام جي قبر مبارڪ جي زيارت ڪري ان حالت ۾ جو ان جو غسل ٿيل هجي ۽ انهن جي مٿن کان بيهي قبلہ رخ ڪري ٻہ رڪعتون نماز پڙهي ۽ قنوت ۾ الله تعاليٰ کان سوال ڪري، ڇوتہ بيشڪ ان جي قبر جي جاءِ جنت جي ٽڪرن مان هڪڙو ٽڪرو آهي. جيڪو بہ ايمان وارو ان جي زيارت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي باهہ کان آزادي ڏيندو ۽ ان کي جنت ۾ داخل ڪندو.

## امام علي رضا جي زيارت سان قيامت جهڙي دهشت ختم

115. حمدان ديواني جو بيان آهي تہ امام علي رضا عليہ السلام فرمايو تہ جيڪو منهنجي وفات کان پوءِ منهنجي قبر جي زيارت ڪندو جڏهن اهو ٽن جاين تي پهچندو تہ انهن جي دهشت ان کان ختم ڪئي ويندي (1) جڏهن اعمال نامو ساڄي يا کاٻي هٿ ۾ ڏنو ويندو (2) پل صراط وٽ (3) ميزان وٽ

## امام محمد باقر عليہ السلام جو فرمان

116. ايوب بن نوح جو بيان آهي تہ ابوجعفر محمد تقي بن علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليہ السلام فرمايو تہ جنهن طوس ۾ منهنجي بابا سائين جي قبر جي زيارت ڪئي تہ الله تعاليٰ ان جا اڳيان پٺيان گناهہ بخشي ڇڏيندو جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي منبر پرسان ان جو منبر لڳايو ويندو ايستائين جو الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن جو حساب ختم ڪندو.

## امام علي رضا عليہ السلام جي قبر تي حمزه مصري جي حاضري

117. امام حاڪم نيشاپوري، ابوالحسن علي بن حسن قهستاني جو بيان نقل ڪيو آهي تہ مان صبح جو تازي هوا کائي رهيو هيس تہ اتي منهنجي ملاقات اهڙي شخص سان ٿي جيڪو سير ڪري رهيو هو ۽ ان جو تعلق مصر سان هو. ان جو نالو حمزه هو. جنهن ذڪر ڪيو تہ اهو مصر مان طوس ۾ مشهد رضا جي زيارت جي لاءِ ويو هو جڏهن اهو مشهد ۾ داخل ٿيو تہ سج لهڻ وارو هو. ان قبر امام جي زيارت ڪئي ۽ نماز پڙهي. ان ڏينهن ان کان علاوه ٻيو ڪوبہ زيارتي ڪونہ هو تہ خادم گهريو تہ ان کي ٻاهر ڪيدي تہ جيئن دروازو بند ڪري، ان شخص خادم کي منٿ ڪئي تہ اهو شاسع نالي ڳوٺ کان آيو آهي ۽ ان کي ٻاهر ڪوبہ ڪم ڪونهي تنهن ڪري ان کي اندر رهڻ ڏئي تہ جيئن اهو مسجد ۾ نماز ادا ڪري سگهي ۽ دعا ڪري سگهي، ان تي خادم ان کي اجازت ڏني ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيو. ان اڪيلي نماز پڙهي ۽ ان کان پوءِ ڪجهہ وقت آرام ڪرڻ لاءِ پنهنجو مٿو گوڏن تي رکي ويهي رهيو ڪجهہ وقت کان پوءِ ان مٿو کڻي ڏٺو تہ پت ان جي سامهون آهي ۽ ان تي هڪڙي لکت ظاهر ٿي، جنهن تي هي شعر لکيل هيا:

من سره ان يري قبرا برويته     يفرج الله عمن زاره ڪربه

فليات ذاالقبر ان الله اسڪنه     سلالة من رسول الله منتجبيه

(جنهن کي اها ڳالهہ خوش ڪري تہ اهو قبر پنهنجي اکين سان ڏسي تہ الله تعاليٰ ان زيارتي جون تڪليفون دور ڪندو. بس توهان

صاحبِ مزار وٽ اچو بيشڪ الله تعاليٰ انهن کي جاءِ ڏني آهي جو اهي نسل رسول ۾ ان جي چونڊ آهن.)

ان زيارتي جو بيان آهي تہ پوءِ مان اٿيس ۾ اسر ويل تائين نماز ۾ مشغول رهيس ۾ ان کان پوءِ مان پهريان وانگر ويهي رهيس ۾ مون پنهنجو مٿو گوڏن تي رکي ڇڏيو ان کان پوءِ جڏهن مون مٿو کنيو تہ اهو جيڪو مون ان مهل پٽ تي لکيل ڏٺو هو اهو پٽ تي ڪونہ هو ان کان پوءِ صبح ٿي تہ دروازو کوليو ويو ۾ زيارتي ٻاهر نڪري آيو.

## رسول ڪريم ﷺ کي امام علي رضا جي قبر وٽ نماز پڙهندي ڏٺو

118. محمد بن قاسم فارسي نيشاپوري جو بيان آهي تہ مان هر ان شخص کي جيڪو طوس ۾ مشهد جي زيارت جو ارادو ڪندو هو تہ مان ان کي منع ڪندو هيس ۾ مان ان تي ضد ڪندي قائم هيس. هڪڙي ڏينهن اهڙو اتفاق ٿيو جو مون رات جو خواب ۾ ڏٺو تہ مان طوس ۾ مشهد ۾ آهيان ۾ مون ڏٺو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم قبر جي پرسان بيٺا نماز پڙهي رهيا آهن، مون هاتفي آواز ٻڌو جيڪو چئي رهيو هو:

من سره ان يري قبرا برويته　　　يفرج الله عمن زاره کربه

فليات ذا القبر ان الله اسکنه　　　سلالة من رسول الله منتجبه

(جنهن کي اها ڳالهہ خوش ڪري تہ اهو قبر پنهنجي اکين سان ڏسي تہ الله تعاليٰ ان زيارتي جون تڪليفون دور ڪري، بس توهان صاحبِ مزار وٽ اچو بيشڪ الله تعاليٰ انهن کي جاءِ ڏني آهي جو اهي نسل رسول ۾ ان جي چونڊ آهن.)

راوي جو بيان آهي تہ مان جڏهن سجاڳ ٿيس تہ مان پگهر ۾ شل ٿيل هيس ۾ مون پنهنجي غلام کي سڏ ڪيو ۾ چيو تہ اهو هينئر جو هينئر سواري وٺي اچي، مان سواري تي وينس ۾ زيارت جي ارادي سان نڪري پيس ۾ پوءِ هر سال بہ ٽيرا زيارت لاءِ ايندو هيس.

119. امام فاضل فخرالدين هبت الله بن محمد الرازي جيڪو اخلاق ۾ خصلتن ۾ مشهور آهي، جو بيان آهي تہ اسان کي مشهد مقدس

رضوي ۾ سلام پيش ڪرڻ جو شرف حاصل ٿيو ۽ اها اسان جي پهرين زيارت هئي، الله تعاليٰ ان کي قبول فرمائي ۽ سڻن عملن ۾ شمار ڪري، ان جو قول آهي:

ايامن مناه رضي ربه تهيا وان منڪر الحسن لام

فزر مشهد للامام الرضا علي بن موسيٰ عليہ السلام

(اي اها ذات جنهن امتحان ڏئي پنهنجي رب کي راضي ڪيو بس تون ان ڳالهہ تي راضي ٿي وڃ تہ منڪر حسن ملامت وارو آهي بس توهان مشهد امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام جي زيارت ڪيو.)

## امام علي رضا عليہ السلام جي قبر جي زيارت لاءِ مشائخن جو نڪرڻ

120. امام حاڪم نيشاپوري جو بيان آهي تہ مون ابوبڪر محمد بن المومل بن حسين بن عيسيٰ کي چوندي ٻڌو تہ اسان امام اهل حديث ابوبڪر محمد بن اسحاق بن خزيمہ سان گڏ هياسين، جڏهن تہ انهن سان گڏ ابوعلي الثقفي ۽ اسان جي بزرگن جي هڪڙي جماعت هئي مشهد ۾ امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام جي قبر جي زيارت لاءِ نڪتاسين تہ مان انهن جو ادب احترام ۽ نياز نوڙت ڏسي حيران ٿي ويس. ان وقت آل سلطان، آل شاذان ۽ آل شنقشين ۽ ابن نعيم سيئي عاجزي سان مشهد جي سامهون حاضر هيا ۽ نيشاپور ۽ هرات، طوس ۽ سرخس مان هڪڙي علويہ جماعت بہ اتي حاضر هئي. زيارت وقت سيني ابوبڪر محمد بن اسحاق جون زيارت وقت خوبيون بيان ڪيون ۽ ان ڳالهہ جي شڪراني طور انهن صدقو ڏنو ۽ خوش ٿيا تہ امام العلماء مشهد ۾ اهڙو ادب احترام ۽ تعظيم جو مظاہرو ڪيو ۽ سيئي گڏجي اهو چوڻ لڳا تہ جيڪڏهن اهو امام ان عمل کي سنت ۽ فضيلت نہ سمجهي ها تہ ايئن ڪڏهن بہ نہ ڪري ها. راوي جو بيان آهي تہ اسان زيارت ڪري واپس موٽياسين ۽ اهو واقعو 390 هجري جو آهي جڏهن ربيع الثاني مهينو هو.

## شهادت جي تاريخ

121. ابوالقاسم زاهر بن طاهر شحامي جو بيان آهي تہ اسان کي چئن بزرگن ابوبڪر احمد بن حسين بن محمد بيهقي، ابوبڪر محمد بن عزيز الحيري ۽ ابوعثمان سعيد بن احمد بن محمد البحري ۽ اسماعيل بن عبدالرحمان صابوني خبر ٻڌائي تہ انهن امام ابوعبدالله محمد بن عبدالله البيع الحاڪم جي تاريخ ۾ ڏٺو تہ حضرت امام علي رضا عليہ السلام ٻہ سو هجري ۾ نيشاپور پهتا ۽ ان جي والد کان اسماعيل، عبدالله، اسحاق ۽ علي بن جعفر بن محمد ۽ عبدالرحمان بن ابو الموالي القريش ٻڌو انهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مسجد ۾ فتوا ڏني ان وقت سندن عمر ويهہ سالن کان گهٽ هئي ۽ انهن کان جن حديث جي امامن روايت بيان ڪئي انهن ۾ المعلي بن منصورالرازي ۽ آدم بن ابواياس العسقلاني ۽ محمد بن ابورافع القصري قشيري ۽ نصربن علي جهضمي وغيره شامل آهن. امام علي رضا عليہ السلام سناباد طوس ۾ 203 هجري رمضان ۾ شهادت پاتي، سندن عمر اوڻونجاهہ سال ڇهہ مهينا هئي.

## امام علي الرضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام جو فرمان

122. ابوصلت عبدالسلام بن صالح جو بيان آهي تہ مون کي حضرت علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام فرمايو "من قال القرآن مخلوق فهو ڪافر" يعني جنهن چيو تہ قرآن مخلوق آهي اهو ڪافر آهي.

## ابونواس طرفان امام علي الرضا عليہ السلام جي ساراهہ ڪرڻ

123. محمد بن يحيٰ الفارسي جو بيان آهي تہ هڪڙي ڏينهن ابونواس امام علي رضا عليہ السلام کي ڏٺو تہ اهي هڪڙي خوبصورت خچر تي سوار ٿي سامهون هارون رشيد سان ملاقات ڪري ٻاهر اچي رهيا هيا. ابونواس سندن ويجهو آيا ۽ سلام پيش ڪيائين ۽ چيو اي رسول الله جا ٻچڙا! مون توهان جي شان ۾ ڪجهہ شعر لکيا آهن، منهنجي دل چوي ٿي تہ توهان اهي ٻڌو. امام علي رضا عليہ السلام فرمايو تہ ٻڌاءِ ابونواس عرض ڪيو:

مطهرون نقيات ثيابهم    تجري الصلوات عليهم اينما ذكروا
من لم يكن علويا حين تنسبه    فماله في قديم الدهر مفتخر
والله لما بدا خلقا فاتقنه    صفاكم واصطفاكم ايهاالبشر
وانتم الملاءِ الاعلي وعندكم    علم الكتاب و ماجائت به السور

(اهي خود پاڪ آهن ۽ انهن جا لباس پاڪ آهن جڏهن انهن جو ذڪر ٿيندو آهي تہ انهن تي درود جاري ٿيندو آهي، جڏهن نسبت بيان ڪرڻ وقت ڪوئي شخص حضرت علي عليہ السلام جي اولاد مان نہ هجي تہ ان جي لاءِ شروع زماني کان وٺي ڪائي فخر جي ڳالهہ ڪونهي، الله تعاليٰ جڏهن مخلوق جي شروعات ڪئي تہ ان کي سهڻي نموني سان پيدا ڪيو تہ توهان کي صفا ڪيو ۽ توهان کي چونڊيو بس توهان سڀ‌ورا ئي اعليٰ گروهہ آهيو ۽ توهان وٽ ئي قرآن ۽ ان ۾ شامل سورتن جو عِلم آهي.)

اهي شعر ٻڌڻ کان پوءِ امام رضا عليہ السلام فرمايو تو جيڪي شعر چيا آهن اهڙا توکان اڳ ۾ ڪنهن بہ نہ چيا آهن. ان کان پوءِ امام سڳوري پنهنجي غلام کي فرمايو اي غلام! چا تو وٽ ڪجهہ بچيو آهي. ان عرض ڪيو ٽي سَوَ دينار. امام سڳوري فرمايو اهي ابونواس کي ڏئي ڇڏ. ان کان پوءِ فرماياڻون، شايد ابونواس ان رقم کي ٿورڙو سمجهي رهيو آهي. امام سڳوري فرمايو اي غلام هي خوبصورت خچر بہ ابونواس کي ڏئي اچ.

124. محمد بن سفيان غساني جو بيان آهي تہ اسان کي ابوبڪر محمد بن يحيٰ صولي ٻڌايو تہ ان ابوالعباس محمد بن يزيد المبرد کي چوندي ٻڌو تہ هڪڙي ڏينهن ابونواس پنهنجي گهر مان نڪتو تہ ان هڪڙي سوار کي ڏٺو ان جو چهرو ڏسڻ ۾ نٿي آيو ڪنهن ٻڌايو تہ اهي امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم آهن. ابونواس انهن جي شان ۾ هي شعر چيا:

اذا بصرتک العين من بعد غايت    وعارض فيک الشک الثبتک القلب
ولو ان قوما اموک لقادهم    نسيمک حتي يستدل به الرکب

(جڏهن هڪڙي مدت کان پوءِ توهان کي اک ڏسي ۽ توهان جي باري ۾ گمان ٿئي تہ دل پوءِ بہ توهان جي تصديق ڪندو ۽ جيڪڏهن

قوم توهان کي امام بڻائي تہ توهان جو روح انهن جي رهنمائي ڪندو ۽ اهو سوار جو نالو ٻڌائي ڇڏيندو.)

امام حاڪم جو قول آهي تہ حضر علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام جي نسبي فضيلت اها آهي تہ پاڻ خيرالبشر محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذريت مان آهن ۽ اهل سنت والجماعت جو اهوئي مذهب آهي ۽ ان تي حجاز جي فقيهن جو اجماع آهي ۽ جيڪو ان ڳالهہ جو مخالف هجي اهو ڪتاب ۽ سنت جي خلاف آهي ۽ حق جو دشمن آهي ۽ اهو جنت جي سردارن ۽ قيامت تائين انهن جي ذريت سان تعصب ڪندڙ آهي.

## حجاج بن يوسف ۽ يحيٰ بن يعمر جي گفتگو

125. صالح بن موسيٰ طلحي کان روايت آهي تہ انهن کي عاصم بن بهدلت ٻڌايو تہ اسان هڪڙي ڏينهن حجاج بن يوسف وٽ وياسين تہ حجاج امام حسين بن علي عليهم السلام جو ذڪر ڪندي چيو تہ اهو نبي ڪريم جي ذريت مان ڪونهي. ان وقت اتي يحيٰ بن يعمر بہ موجود هيو ان چيو اي امير! تون ڪوڙ تو ڳالهائين. حجاج چيو جيڪڏهن تون انهن جي باري ۾ ذريت مصطفيٰ هجن لاءِ قرآن مان دليل نہ ڏنو تہ مان توکي قتل ڪري ڇڏيندس. يحيٰ چيو الله تعاليٰ سورت انعام جي آيت 83 کان 85 ۾ فرمايو آهي "وَتِلْكَ حُجَّتُنَآ اٰتَيْنٰهَآ اِبْرٰهِيْمَ عَلٰى قَوْمِهٖ نَرْفَعُ دَرَجٰتٍ مَّنْ نَّشَآءُ اِنَّ رَبَّكَ حَكِيْمٌ عَلِيْمٌ(٨٣) وَوَهَبْنَا لَهٗٓ اِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ كُلًّا هَدَيْنَا وَنُوْحًا هَدَيْنَا مِنْ قَبْلُ وَمِنْ ذُرِّيَّتِهٖ دَاوٗدَ وَسُلَيْمٰنَ وَاَيُّوْبَ وَيُوْسُفَ وَمُوْسٰى وَ هٰرُوْنَ وَكَذٰلِكَ نَجْزِى الْمُحْسِنِيْنَ(٨٤) وَزَكَرِيَّا وَيَحْيٰى وَعِيْسٰى وَاِلْيَاسَ كُلٌّ مِّنَ الصّٰلِحِيْنَ(٨٥)"
معنيٰ: ۽ هي اسان جو دليل آهي جيڪو اسان ابراهيم کي سندس قوم جي مقابلي لاءِ ڏنو هو جنهن کي گهرندا آهيون تنهن کي علم ۽ معرفت سان ڪيترا درجا بلند ڪندا آهيون. بيشڪ تنهنجو رب حڪمت وارو ڄاڻندڙ آهي (٨٣) ۽ ابراهيم کي اسحاق ۽ يعقوب عطا ڪياسين انهن سڀني کي هدايت ڪئيسين ۽ انهن کان اڳ ۾ اسان نوح کي هدايت ڪئي ۽ ان (ابراهيم) جي اولاد مان دائود ۽ سليمان ۽ ايوب ۽ يوسف ۽ موسيٰ ۽ هارون کي هدايت ڪئيسين ۽ اسان ڀلارن کي اهڙي

طرح بدلو ڏيندا آهيون (٨٤) ۽ زڪريا ۽ يحيٰ ۽ عيسيٰ ۽ الياس کي بہ هدايت ڪئيسين. جو اهي سڀ صالح ٻانهن مان هيا(٨٥)

ائين الله تعاليٰ خبر ڏني تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام حضرت ابراهيم عليہ السلام جي ذريت مان آهي ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي امڙ ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي وچ ۾ هڪڙو تمام ڊگهو عرصو آهي ۽ ان جي باوجود حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي ابراهيم عليہ السلام جي ذريت ۾ ڳڻيو. جڏهن تہ حضرت امام حسين عليہ السلام گهڻو وزندار حق رکن ٿا تہ ان کي ان جي امڙ جي طرف کان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذريت ۾ ڳڻيو وڃي، ڇوتہ انهن جي امڙ بغير وٿيءَ جي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي آهي جڏهن تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي امڙ ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي وچ ۾ تمام گهڻي عرصي ۽ پيڙهين جي وٿي آهي.

حجاج چيو تہ تون سچو آهين مگر توکي منهنجي مجلس ۾ مون کي ڪوڙو ڪرڻ لاءِ ڪهڙي ڳالهہ اڀاريو. يحيٰ بن يعمر جواب ڏنو ان ڳالهہ ڪري جو الله نبين سڳورن جي امانتن کي کڻڻ وارن کان واعدو ورتو تہ اهي ماڻهن سان حق ضرور بيان ڪندا ۽ ان کي لڪائيندا ڪونہ ۽ انهيءَ ڪري بہ جو الله ان کي ترڪ ڪرڻ تي مذمت ڪئي، جيئن الله فرمايو "وَإِذْ أَخَذَ اللهُ مِيثَاقَ الَّذِينَ أُوتُوا الْكِتٰبَ لَتُبَيِّنُنَّهُ لِلنَّاسِ وَلَا تَكْتُمُونَهُ فَنَبَذُوهُ وَرَآءَ ظُهُورِهِمْ وَ اشْتَرَوْا بِهِ ثَمَنًا قَلِيلًا فَبِئْسَ مَا يَشْتَرُونَ(١٨٧)" (آل عمران: 187) معنيٰ: ياد ڪر، الله ڪتاب وارن کان پڪو واعدو ورتو هو تہ ان ڪتاب کي ضرور ماڻهن سان بيان ڪجو ۽ ان کي نہ لڪائجو پر ان انجام کي پنهنجي پٺي پٺيان اڇلائي ڇڏيائون ۽ ان جي عيوض ٿورو ملهہ ورتائون، سو جيڪو ورتائون اهو بڇڙو آهي (١٨٧). حجاج اهو ٻڌي يحيٰ بن يعمر کي خراسان ڏانهن جلاوطن ڪري ڇڏيو.

126. امام حاڪم، يحيٰ بن يعمر عامري جو بيان نقل ڪيو آهي جنهن چيو تہ حجاج مون ڏانهن پيغام موڪليو تہ مان ان وٽ حاضر ٿيس. حجاج مون کي چيو، تون اهو آهين جنهن جي دعوا آهي تہ علي (عليہ السلام) جي اها اولاد جيڪا فاطمہ (سلام الله عليها) مان آهي اها

رسول الله (صلي الله عليه وآله وسلم) جي اولاد آهي. مون چيو ته جيڪڏهن جان جي امان ملي ته ڳالهه ڪريان. حجاج چيو توکي امان آهي، ڳالهه ڪر. مون چيو مان ان دعوا تي تنهنجي سامهون الله جي ڪتاب مان پڙهان ٿو. الله تعاليٰ فرمائي ٿو "وَوَهَبْنَا لَهٗٓ اِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ كُلًّا هَدَيْنَا وَنُوْحًا هَدَيْنَا مِنْ قَبْلُ وَمِنْ ذُرِّيَّتِهٖ دَاوٗدَ وَسُلَيْمٰنَ وَاَيُّوْبَ وَيُوْسُفَ وَمُوْسٰى وَ هٰرُوْنَ وَكَذٰلِكَ نَجْزِى الْمُحْسِنِيْنَ(٨٤) وَزَكَرِيَّا وَيَحْيٰى وَعِيْسٰى وَاِلْيَاسَ كُلٌّ مِّنَ الصّٰلِحِيْنَ(٨٥)" (انعام 84، 85) معنيٰ: ۽ ابراهيم کي اسحاق ۽ يعقوب عطا ڪياسين انهن سڀني کي هدايت ڪئيسين ۽ انهن کان اڳ ۾ اسان نوح کي هدايت ڪئي ۽ ان (ابراهيم) جي اولاد مان دائود ۽ سليمان ۽ ايوب ۽ يوسف ۽ موسيٰ ۽ هارون کي هدايت ڪئيسين ۽ اسان ڀلارن کي اهڙي طرح بدلو ڏيندا آهيون (٨٤) ۽ زڪريا ۽ يحيٰ ۽ عيسيٰ ۽ الياس کي به هدايت ڪئيسين، جو اهي سڀ صالح ٻانهن مان هيا(٨٥)

## آيت مباهله

127. امام حاڪم جي ڪتاب ۾ گهڻيون خبرون آهن. اهو دليل ته امام حسن عليه السلام ۽ امام حسين عليه السلام ٻئي ذريتِ مصطفيٰ آهن، هڪڙو دليل هي به آهي ته حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان الله تعاليٰ جي هن آيت "تَعَالَوْا نَدْعُ اَبْنَآءَنَا وَاَبْنَآءَكُمْ وَنِسَآءَنَا وَنِسَآءَكُمْ وَاَنْفُسَنَا وَاَنْفُسَكُمْ ثُمَّ نَبْتَهِلْ فَنَجْعَل لَّعْنَتَ اللهِ عَلَى الْكٰذِبِيْنَ (٦١)" (آل عمران: 61) معنيٰ: اچو ميدان ۾ نڪرون اسان پنهنجن پٽن کي ۽ توهان پنهنجن پٽن کي، اسان پنهنجن عورتن کي ۽ توهان پنهنجن عورتن کي، ۽ اسان پنهنجن جانين کي ۽ توهان پنهنجن جانين کي سڏيون، پوءِ دعا گهرون ۽ ڪوڙن تي الله جي لعنت وجهون (٦١)، جي باري ۾ روايت ڪئي آهي ته هن آيت ۾ ابنائنا ۾ حسن ۽ حسين عليهم السلام ۽ نسائنا ۾ حضرت فاطمه سلام الله عليها آهن ۽ انفسنا ۾ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ۽ علي عليه السلام مراد آهن ۽ ڪوڙن مان مراد بحث ڪرڻ وارا عيسائي عاقب، السيد، عبدالمسيح ۽ انهن جا ساٿي آهن.

## عيسائين سان مباهلو

128. امام حاڪم ابن جريج جو بيان نقل ڪيو آهي تہ الله تعاليٰ جو قول آهي "اِنَّ مَثَلَ عِيۡسٰى عِنۡدَ اللّٰهِ كَمَثَلِ اٰدَمَ" (آل عمران: 59) معنيٰ: بيشڪ الله وٽ عيسيٰ جي پيدا ڪرڻ جو مثال آدم جي مثال جهڙو آهي، هن آيت جو شانِ نزول هي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ نجران جا نصارا مديني ۾ آيا. جن ۾ السيد ۽ عاقب نالي بہ شخص بہ شامل هيا ۽ انهن سان عبدالمسيح بہ گڏ هو. اهي ٻئي نجران جا سردار هيا.

انهن چيو اي محمد! (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) توهان اسان جي آقا تي ظلم ڪيو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو توهان جو آقا ڪير آهي؟ انهن چيو عيسيٰ بن مريم ۽ توهان جو گمان آهي تہ اهو ٻانهو آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اهي الله جا ٻانها ۽ ان جو ڪلمو آهن. ان کي مريم ڏانهن القا ڪيو ۽ اهي روح الله آهن. اهو ٻڌي نصارا ڪاوڙجي پيا ۽ چيو جيڪڏهن توهان سچا آهيو تہ الله کان علاوه اهڙو ٻانهو ڏيکاريو جيڪو مئلن کي زنده ڪندو هجي ۽ شفا ڏيندو هجي ۽ انڌن ۽ ڪوڙهہ ورتل ماڻهن کي ٺيڪ ڪندو هجي ۽ مٽي مان پکي پيدا ڪندو هجي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم خاموشي اختيار ڪئي تہ جبرائيل عليہ السلام نازل ٿيو ۽ چيو اي محمد! (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) "لَقَدۡ كَفَرَ الَّذِيۡنَ قَالُوۡۤا اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الۡمَسِيۡحُ ابۡنُ مَرۡيَمَ" (مائده: 17 ) معنيٰ: بيشڪ جن چيو تہ الله پاڻ مسيح پٽ مريم جوئي آهي اهي ڪافر ٿيا. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو انهن مون کان عيسيٰ جهڙو مثالِ پڇيو آهي. جبرائيل عرض ڪيو "اِنَّ مَثَلَ عِيۡسٰى عِنۡدَ اللّٰهِ كَمَثَلِ اٰدَمَ خَلَقَهٗ مِنۡ تُرَابٍ ثُمَّ قَالَ لَهٗ كُنۡ فَيَكُوۡنُ(٥٩)" معنيٰ: بيشڪ الله وٽ عيسيٰ جي پيدا ڪرڻ جو مثال آدم جي مثال جهڙو آهي جنهن کي مٽي مان ٺاهيائين، پوءِ ان کي چيائين "ٿي" تہ هڪدم ٿي پيو (٥٩). ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي چيو تہ الله فرمايو "ڪن" معنيٰ "ٿي" تہ "فيڪون" يعني هڪدم ٿي پيو.

جبرائيل عليہ السلام وڌيڪ عرض ڪيو "اَلۡحَقُّ مِنۡ رَّبِّكَ فَلَا تَكُنۡ مِّنَ الۡمُمۡتَرِيۡنَ(٦٠)" (آل عمران: 60) معنيٰ: اها ڳالهہ تنهنجي پالڻهار وٽان

سچي آهي تنهنڪري شڪ ڪرڻ وارن مان نہ ٿي (٦٠)، انهيءَ جي باوجود نصارا سچ کي مڃڻ لاءِ تيار ڪونہ هيا ۽ پنهنجي ضد تي ڄميا رهيا تہ الله طرفان حڪم آيو "فَمَنْ حَآجَّكَ فِيْهِ مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَكَ مِنَ الْعِلْمِ فَقُلْ تَعَالَوْا نَدْعُ اَبْنَآءَنَا وَاَبْنَآءَكُمْ وَنِسَآءَنَا وَنِسَآءَكُمْ وَاَنْفُسَنَا وَاَنْفُسَكُمْ ثُمَّ نَبْتَهِلْ فَنَجْعَلْ لَّعْنَتَ اللّٰهِ عَلَى الْكٰذِبِيْنَ(٦١)" (آل عمران: 61) معنيٰ: هن ڪان بعد جو تو وٽ علم اچي ويو آهي جيڪو توسان عيسيٰ جي باري ۾ جهيڳڙو ڪري تہ چئو تہ اچو ميدان ۾ نڪرون اسان پنهنجن پٽن کي ۽ توهان پنهنجن پٽن کي، اسان پنهنجن عورتن کي ۽ توهان پنهنجن عورتن کي، ۽ اسان پنهنجن جانين کي ۽ توهان پنهنجن جانين کي سڏيون، پوءِ دعا گهرون ۽ ڪوڙن تي الله جي لعنت وجهون (٦١)

صبح جو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام، حسن عليہ السلام، حسين عليہ السلام جو هٿ پڪڙيو ۽ حضرت فاطمہ سلام الله عليها کي انهن جي پٺيان ڪيو ۽ ميدان ۾ اچي فرمايو هي منهنجا پٽ آهن، هي منهنجي جان (نفس) آهي ۽ هي منهنجي نياڻي آهي، توهان بہ پنهنجا نفس ۽ پنهنجا پٽ ۽ پنهنجون عورتون وٺي اچو ۽ ڪوڙن تي الله جي لعنت ڪيون.

السيد نالي پادري مقابلي (مباهلي) ڪان انڪار ڪيو ۽ چيو تہ اسان توهان سان ٺاهہ ڪرڻ گهرون ٿا. پوءِ انهن نصارن هر سال هڪ هزار قيمتي وڳا (حلہ) ڏيڻ تي ٺاهہ ڪيو. هر سال رجب مهيني ۾ هڪ هزار قيمتي وڳا (حلہ) ڏيڻ جو واعدو ڪيائون. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ان ذات جو قسم، جنهن جي قبضئہ قدرت ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن اسان لعنت جي بددعا ڪيون ها تہ انهن مان هڪڙو بہ نہ بچي ها ۽ الله تعاليٰ ڪوڙن کي هلاڪ ڪري ڇڏي ها.

## اي الله! هي ئي منهنجا اهلبيت آهن

129. عامر بن سعد پنهنجي پيءُ جي حوالي سان روايت ڪئي آهي تہ جڏهن هي آيت "نَدْعُ اَبْنَآءَنَا وَاَبْنَآءَكُمْ وَنِسَآءَنَا وَنِسَآءَكُمْ وَاَنْفُسَنَا وَاَنْفُسَكُمْ" (آل عمران: 61) نازل ٿي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم

علي، فاطمہ حسن ۽ حسين عليهم السلام جي لاءِ دعا ڪئي تہ اللهم هولاءِ اهلي يعني اي الله! هي ئي منهنجا اهلبيت آهن.

## هڪڙي ڪوڙي عورت طرفان ڪوڙي دعويٰ

130. امام حاڪم پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ مون کي علي بن محمد بن يحيٰ الواعظ ٻڌايو تہ ان سان ابوالفضل بن ابونصر الحافظ بيان ڪيو تہ ان عيسيٰ بن مريم عماني جي ڪتاب ۾ پڙهيو آهي تہ موسيٰ ڪاظم بن جعفر صادق عليهم السلام پنهنجي پٽ علي عليہ السلام کي وصيت ڪئي، جنهن جي ڪنيت ابوالحسن آهي ۽ لقب رضا آهي ۽ ان جي امڙ جو نالو نجمہ عرف نوبيہ آهي، انهن (علي رضا) جي امامت جي عرصي ۾ هارون رشيد ان کان پوءِ محمد بن زبيده يعني امين ۽ ان کان پوءِ مامون رشيد حڪمران رهيا.

مامون رشيد حضرت امام علي رضا عليہ السلام جي مرضي حاصل ڪرڻ کان پوءِ انهن کي پنهنجو ولي عهد مقرر ڪيو. امام علي رضا عليہ السلام کان پڇيو ويو تہ توهان هن ولي عهدي جي باري ۾ ڇا فرمائيندا. امام سڳوري فرمايو الله جو قسم! اها قائم نہ رهندي ۽ پنهنجي شهادت واري ۽ وچين آڱر ملائي فرمايو مان ۽ هارون رشيد هيئن هونداسين ۽ سندن اهو قول هيئن پورو ٿيو جو سندن شهادت کان پوءِ کين هارون جي پرسان دفنايو ويو ايستائين جو اهي قبرون گڏجي هڪ ٿي ويون.

هڪڙي ڏينهن امام علي رضا عليہ السلام مامون رشيد وٽ آيا، ان وقت زينب نالي ڪوڙي عورت موجود هئي جنهن جي دعويٰ هئي تہ اها زينب بنت علي عليهم السلام آهي ۽ حضرت علي عليہ السلام ان جي لاءِ قيامت تائين زنده رهڻ جي دعا ڪئي هئي. مامون رشيد امام علي رضا عليہ السلام کي چيو پنهنجي ڀيڻ کي سلام ڪيو. امام علي رضا عليہ السلام فرمايو الله جو قسم! نہ هي منهنجي ڀيڻ آهي ۽ نہ وري علي بن ابوطالب جي اولاد آهي. ان عورت چيو الله جو قسم! هي منهنجو ڀاءُ ڪونهي ۽ نہ ئي هي علي بن ابوطالب جي اولاد آهي.

مامون امام سڳوري کي چيو توهان وٽ پنهنجي ڳالهہ جي سچائي لاءِ ڪهڙو دليل آهي. امام سڳوري فرمايو الله تعاليٰ اسان اهلبيت جو

گوشت جانورن لاءِ حرام ڪيو آهي، هن عورت کي جانورن جي سامهون اڇلايو جيڪڏهن اها سچي ثابت ٿي ته جانور ان کي کائڻ کان پاسو ڪندا. ان تي عورت چيو ته پوءِ هن شيخ کان ئي شروعات ڪيو. مامون چيو بيشڪ تو انصاف واري ڳالهه ڪئي آهي. امام علي رضا عليه السلام چيو ٺيڪ آهي، پوءِ جانورن جي واڙ کي کولي انهن کي ٻاهر ڪڍيو ويو. امام رضا عليه السلام انهن ڏانهن هليا ويا، جڏهن جانورن انهن کي ڏٺو ته پڇ لوڏي آڏو سجدي ۾ ڪري پيا. امام سڳوري ٻه رڪعتون نماز ادا ڪئي ۽ اتان ٻاهر نڪري آيا.

مامون ان زينب نالي عورت کي جانورن ڏانهن وڃڻ لاءِ چيو ته ان انڪار ڪيو. بهرحال ان کي جانورن جي سامهون اڇلايو ويو ته انهن ان کي چيري ڦاڙي کائي ڇڏيو. مامون کي ان تي امام علي رضا عليه السلام سان ساڙ ٿي پيو ڪجهه مدت کان پوءِ حضرت امام علي رضا عليه السلام مامون وٽ آيا ته ان کي غمگين ڏٺو. امام سڳورن فرمايو مان توکي غمگين ڏسي رهيو آهيان. مامون چيو ها، دروازي تي هڪڙو بدوي آيو ان مون کي ست وار ڏنا ۽ ان جو گمان آهي ته اهي وار رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي ڏاڙهي مبارڪ جا آهن ۽ ان انعام گهريو آهي. جيڪڏهن اهو سچو آهي ۽ مان ان کي انعام نٿو ڏيان ته منهنجو وقار نقصان ۾ ويو ۽ جيڪڏهن اهو ڪوڙو آهي ۽ مون ان کي انعام ڏنو ته ٻه ان مون سان مذاق ڪيو مون کي سمجهه ۾ نٿو اچي ته ڇا ڪريان.

امام علي رضا عليه السلام فرمايو اهي وار مون کي ڏيو. پوءِ امام سڳوري انهن وارن کي سنگهيو ۽ ان کان پوءِ فرمايو چار وار رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي ڏاڙهي مبارڪ جا آهن ۽ ٽي وار رسول الله جي ڏاڙهي مبارڪ جا نه آهن، مامون چيو پوءِ هي ٽي وار ڪٿان آيا آهن. امام سڳوري فرمايو وارن کي باهه ۾ وجهو وارن کي باهه ۾ وڌو ويو ته اهي ٽي وار سڙي ويا ۽ چئن وارن کي باهه جو اثر نه ٿيو. امام سڳوري اهي چار وار باهه مان ڪڍيا. مامون چيو بدوي کي مون وٽ وٺي اچو جڏهن اهو سامهون آيو ته مامون ان جو ڪنڌ ڪپڻ جو حڪم ڏنو. بدوي چيو هي ڇا آهي. مامون چيو وارن جي باري ۾ سچ ٻڌاءِ. بدوي چيو

چار وار رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڏاڙهي مبارڪ جا آهن ۽ ٽي منهنجي ڏاڙهي جا آهن.

مامون جي دل ۾ امام علي رضا عليہ السلام لاءِ بغض پيدا ٿي پيو ۽ ان امام سڳوري کي طوس موڪلي ڇڏيو. ان کان پوءِ انهن کي زهر ڏياريو ۽ امام علي رضا عليہ السلام زهر سان شهيد ٿي ويا. انهن ائيتاليهہ سالن جي ڄمار ماٽي ۽ هارون رشيد جي قبر پرسان دفن ٿيا. ايئن سندن قول سچو ثابت ٿيو جڏهن انهن ٻئي آڱريون ملائي فرمايو هو تہ مان ۽ هارون رشيد هيئن آهيون. انهن کان پوءِ سندن پٽ حضرت محمد تقي عليہ السلام پنهنجي ابي جي وصيت مطابق زمين تي الله جا ولي ٿيا. انهن جو لقب صاحب الذوابہ ۽ التقي آهي، سندن امڙ جو نالو ام الحسين ريحانہ عرف خيزران آهي ۽ اهي مديني ۾ هڪ سو ستر هجري ۾ ڄاوا هيا.

## جيڪڏهن رسول الله وڏيڪ ڏين ها تہ اسان بہ وڌيڪ ڪيون ها

131. امام حاڪم پنهنجي ڪتاب ۾ ابو حبيب البنا جو بيان نقل ڪيو آهي، جنهن ٻڌايو تہ ان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي خواب ۾ ڏٺو تہ پاڻ سڳورا مسجد ۾ تشريف فرما آهن جتي هر سال اسان جي شهر جا حاجي ايندا آهن. مون حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿي سلام پيش ڪيو ۽ پاڻ سڳورن جي سامهون ويهي رهيس. مون انهن جي آڏو هڪڙو ٿالهہ ڏٺو جنهن ۾ مديني جي باغ جي صيحاني ڪتل هئي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن مان مون کي مٺ پري ڪتل ڏني. مون اهي ڳڙيون ڳڻيون تہ اهي ارڙهن هيون ۽ مون ان جو اهو تعبير ڪيو تہ هر ڳڙي جي بدلي هڪڙو سال جيئرو رهندس.

جڏهن ويهہ ڏينهن گذريا تہ مان پنهنجي زمين تي هيس جيڪا پوک لاءِ تيار ڪئي پئي وئي. هڪڙي شخص اچي مون کي خبر ڏني تہ ابوالحسن علي رضا عليہ السلام مديني مان تشريف کڻي آيا آهن ۽ انهن جي مسجد ۾ تشرف فرما آهن ۽ ماڻهو انهن ڏانهن ڊوڙندا پيا وڃن. مان بہ اوڏانهن هليو ويس تہ امام سڳورا ان ئي جاءِ تي ويٺا هيا جنهن تي

خواب ۾ مون حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ويٺل ڏٺو هو ۽ سندن هيٺان اهڙي ئي فراسي هئي جيڪا نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هيٺان وڇايل هئي ۽ انهن جي اڳيان هڪڙو ٿالهہ رکيو هو ۽ ان ۾ صيحاني کجور هئي. مون سلام ڪيو. امام سڳوري سلام جو جواب ڏنو ۽ مون کي ويجهو سڏي انهي کجور مان مٺ ڀري مون کي عنايت ڪئي. مون اهي ڳڙيون ڳڻيون تہ تعداد ۾ ايتريون ئي هيون جيتريون مون کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم عطا ڪيون هيون. مون انهن جي خدمت ۾ عرض ڪيو "زدني منہ يا ابن رسول الله" يعني اي رسول الله جا ڀچڙا! مون کي وڌيڪ ڏيو. امام سڳوري فرمايو "لوزادک رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم لزدناک" يعني جيڪڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وڌيڪ ڏين ها تہ اسان بہ توکي وڌيڪ ڏيون ها.

## امام رضا عليہ السلام جي فرمائڻ کان پوءِ هڪڙو شخص ٽئين ڏينهن مري ويو

132. سعد بن سعيد جو بيان آهي تہ امام علي رضا عليہ السلام هڪڙي شخص ڏانهن ڏٺو ۽ ان کي فرمايو اي الله جا ٻانها! تون جيڪا وصيت ڪرڻ گهرين ٿو اها ڪري ڇڏ ۽ امر يقيني لاءِ تيار ٿي وڃ. سعد بن سعيد جو چوڻ آهي "فمات بعد ذالک بثلاثة ايام" يعني امام سڳوري جي فرمائڻ کان پوءِ اهو شخص ٽئين ڏينهن مري ويو.

## امام علي رضا علي عليہ السلام جي دعا سان مينهن وسڻ

133. امام حاڪم رحمت الله عليہ جو بيان آهي تہ مون اهلبيت جي ڪتابن ۾ ڏٺو تہ جڏهن مامون رشيد حضرت علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام کي ولي عهد مقرر ڪيو تہ مينهن وسڻ بند ٿي ويو. مامون وٽ ويهڻ وارن ڪجهہ ماڻهن ۽ امام علي رضا عليہ السلام سان تعصب ڪرڻ وارن ماڻهن چوڻ شروع ڪيو تہ ڏسو علي رضا بن موسيٰ ڪاظم (عليهم السلام) ڇا آندو آهي، اسان جي ولي عهد اسان کان مينهن ئي بند ڪرائي ڇڏيو. اها ڳالهہ مامون تائين پهتي تہ ان کي سٺو نہ لڳو ۽ ان امام علي رضا عليہ السلام کي چيو تہ مينهن وسڻ بند

تي ويو آهي جيڪڏهن توهان الله کان دعا ڪيو تہ الله تعاليٰ ماڻهن لاءِ مينهن وسائي.

امام رضا عليہ السلام فرمايو سومر ڏينهن. انهيءَ ڪري جو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم گذريل رات منهنجي خواب ۾ آيا هيا ۽ انهن سان گڏ اميرالمومنين علي بن ابوطالب عليہ السلام بہ هيا. انهن مون کي فرمايو تہ اي منهنجا ٻچڙا! سومر جي ڏينهن جو انتظار ڪر، ان ڏينهن تون ميدان ۾ وڃجان ۽ نماز استسقاء پڙهجان، الله تعاليٰ انهن لاءِ مينهن وسائيندو.

مامون چيو مان انهن کي اها خبر ٻڌايان ٿو جيڪو الله تعاليٰ توهان کي ڏيکاريو آهي جو اهي نتا ڄاڻن، تہ جيئن توهان جي فضيلت ۽ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ توهان جي مقام جي باري ۾ انهن جي معلومات وڌي وڃي.

سومر جي ڏينهن امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام صبح جو ئي ميدان ڏانهن هليا ويا ۽ ماڻهو بہ ڏسڻ لاءِ نڪتا. پوءِ امام سڳورو منبر تي ويٺو ۽ الله تعاليٰ جو حمد ۽ ثنا بيان ڪئي ۽ هيئن دعا ڪئي: اي الله! منهنجا پالڻهار، تو اسان اهلبيت جو وڏو حق ڪيو سو جيئن تو حڪم فرمايو آهي ماڻهو اسان جو وسيلو پيش ڪن ٿا ۽ تنهنجي فضل ۽ رحمت ۽ برڪت جي اميد رکن ٿا ۽ تنهنجي احسان ۽ نعمت جي توقع ڪن ٿا. انهن کي نفعي واري عام ۽ خطري کان خالي بارش عطا ڪر ۽ اها بارش ماڻهن جي هن جاءِ کان پنهنجن گهرن ۽ ٺڪاڻن تي پهچي وڃڻ کان پوءِ وسڻ گهرجي.

راوي جو بيان آهي تہ قسم آهي ان ذات جو جنهن محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي نبي بڻائي موڪليو هوائون ڪڪرن کي ڪٺي آيون ۽ گجگوڙ ٿيڻ لڳي ۽ وڄ چمڪڻ لڳي ۽ ماڻهو تڪڙ ڪري واپس ٿيڻ لڳا ۽ مينهن کان بچڻ جي ڪوشش ڪئي تہ امام سڳوري فرمايو اي پيائرو! ترسو اهي ڪڪر توهان جي لاءِ نہ آهن اهي تہ صرف فلاڻي شهر وارن لاءِ آهن ۽ ڪڪر اڳتي نڪري ويا. پوءِ ٻيهر ڪڪر ظاهر ٿيا جن ۾ گجگوڙ ۽ چمڪ هئي، ماڻهو وري وڃڻ لڳا تہ امام رضا عليہ السلام

فرمايو ترسو اهي ڪڪر فلاڻي شهر وارن لاءِ آهن. اهڙي طرح ڪڪر ايندا رهيا. ايستائين جو ڏهه ٻيرا ڪڪر آيا ۽ اڳتي نڪري ويا ۽ امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام اهوئي فرمائيندا رهيا تہ ترسو. اهي توهان جي لاءِ نہ آهن فلاڻي شهر لاءِ آهن. ان کان پوءِ يارهون ڀيرو ڪڪر آيا تڏهن انهن فرمايو.

اي ڀائرو! الله تعاليٰ اهي توهان لاءِ موڪليا آهن. هاڻي ان جو شڪر ادا ڪريو تہ ان توهان تي فضل ڪيو. پوءِ فرمايائون، پنهنجن گهرن ۾ نڪاڻن ڏانهن وڃڻ لاءِ اٿو. اهي توهان جي مٿان ڇانو آهن ۽ توهان جي گهرن ۾ داخل ٿيڻ تائين ڪونہ وسندا. پوءِ خير سان توهان وٽ اهو ايندو جيڪو ڪرم جي لائق آهي. امام علي رضا عليہ السلام منبر تان هيٺ لٿا ۽ ماڻهو واپس هليا ويا ۽ ڪڪر ماڻهن جي گهرن ۾ داخل ٿيڻ تائين ڪونہ وسيا. پوءِ مينهن وڏ ڦڙو تي وسڻ لڳو ۽ واديون، حوض ۽ تلاء پاڻي سان ڀرجي ويا. ماڻهو چوڻ لڳا تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اولاد کي مبارڪ هجي، اهي الله جي ڪرامت آهن. بعد ۾ امام سڳورا ماڻهن وٽ تشريف کڻي آيا، اتي ماڻهن جي وڏي جماعت گڏ ٿيل هئي.

امام سڳوري فرمايو اي ڀائرو! انهن نعمتن جي باري ۾ الله تعاليٰ کان ڊڄو جيڪي توهان تي ڪيون ويون آهن، توهان پنهنجي گناهن سبب انهن کي پري نہ ڪيو بلڪ الله تعاليٰ جي نعمتن ۽ احسانن جو شڪر ادا ڪري ۽ ان جي اطاعت ڪري انهن نعمتن کي هميشہ لاءِ پاڻ وٽ رکو ۽ توهان کي خبر هجي تہ الله تعاليٰ تي ايمان آڻڻ کان پوءِ آلِ محمد جي ولين جي حقن جو اعتراف ڪرڻ کان پوءِ توهان پنهنجي مومن ڀائرن جي دنيا ۾ مدد ڪرڻ کان وڌيڪ پسنديده شڪر ادا نٿا ڪري سگهو. هي دنيا انهن جي لاءِ عبرت آهي ۽ انهن کي پنهنجي رب جي جنت ڏانهن وٺي ويندي، جنهن اهو مدد وارو ڪم ڪيو اهو الله تعاليٰ جي خاص ٻانهن ۾ ڳڻيو ويندو ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو عقل واري لاءِ مناسب اهو آهي تہ اهو پنهنجي مٿان الله تعاليٰ جي فضل کي ان جي اميد ڪري ۽ ان تي عمل ڪري زياده

ڪري عرض ڪيو ويو يا رسول الله! فلاڻو شخص هلاڪ ٿي ويو جو اهو وڏا وڏا گناهہ ڪندو رهيو آهي. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو نہ. ان کي چوڻڪارو ملي ويو آهي ۽ الله تعاليٰ ان جو خاتمو نيڪيءَ تي ڪيو آهي ۽ جلد الله تعاليٰ ان جا گناهہ مِٽائي ڇڏيندو ۽ انهن کي ان لاءِ نيڪين ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو. انهيءَ ڪري جو اهو شخص هڪڙو دفعو رستي تي وڃي رهيو هو تہ ان جي سامهون هڪڙو مومن آيو جنهن جي اوگهڙ ڏسڻ ۾ پئي آئي ۽ ان کي خبر ئي ڪونہ هئي تہ ان شخص ان جو پردو رکيو ۽ ان خوف کان ان کي نہ ٻڌايو تہ اهو شرمسار ٿي پوندو. پوءِ ان مومن ان شخص کي هڪڙي وادي مان گذرندي ڏٺو تہ ان کي سچائي ورتائين ۽ ان کي دعائون ڪيائين تہ الله تعاليٰ تنهنجن ثوابن ۾ برڪت وجهي ۽ تنهنجي نڪاڻي کي عزت وارو بڻائي ۽ توکان حساب نہ وٺي، سو اهو ٻانهو ٻلائي تي ئي فوت ٿيو ان مومن جي دعا سان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان ان شخص تائين پهتو تہ ان توبهہ ڪئي ۽ الله تعاليٰ ڏانهن لاڙو رکيائين ۽ الله تعاليٰ جي اطاعت ڪرڻ لڳو. رڳو ست ڏينهن گذريا تہ مديني جي ٻاغن تي دشمن حملو ڪيو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي ڀڄائڻ لاءِ هڪڙي جماعت کي موڪليو ۽ اهو شخص انهن ۾ آخري هو ۽ اتي شهيد ٿي ويو.

الله تعاليٰ امام سڳوري جي دعا سان مينهن وسائي شهرن کي گهڻي وڏيڪ برڪت عطا ڪئي.

مامون رشيد وٽ اهڙا ماڻهو بہ موجود هيا جن گهريو ٿي تہ انهن جو ولي عهد امام علي رضا عليہ السلام کان علاوه ڪو ٻيو هجي ۽ امام رضا عليہ السلام سان ساڙ ڪرڻ وارا ڪجهہ ماڻهو مامون جي ڪچهري وارا بہ هيا. انهن مان هڪڙي مامون کي چيو اي اميرالمومنين! توهان لاءِ مان الله تعاليٰ جي هن ڳالهہ کان پناهہ گهران ٿو جو خليفن جي تاريخ ۾ ايئن ٿئي جو اهو عمومي شرف ۽ فخر عظيم حضرت عباس رضہ جي اولاد جي گهراڻي مان نڪري علي (عليہ السلام) جي اولاد جي گهراڻي ۾ هليو وڃي ۽ توهان کي ۽ توهان جي خاندان وارن کي اها ڳالهہ وڻندڙ نہ لڳي.

توهان هن جادوگر (نعوذ باالله) کي جادوگرن جي اولاد مان ڪٺي آيا آهيو جڏهن تہ اهو گمنام هو. توهان ان کي مشهور ڪري ڇڏيو اهو ڪين جهڙو هو توهان ان کي مٿانهون ڪري ڇڏيو وساريل هيو توهان ان کي ياد ڪرائي ڇڏيو ان کي سچو سمجهو ويندو هو توهان ان کي بلند ڪري ڇڏيو دنيا ان جي ڪرامت ۾ ان جي دعا سان ٿيڻ واري بارش جي شرف جو ذڪر ڪري رهيا آهن. مون کي اهو خوف ڪونهي تہ ڪو هي خلافت عباس جي اولاد مان نڪري علي جي اولاد ۾ هلي ويندي پر مون کي تہ اهو خوف آهي تہ هن جي جادو جي ڳالهہ توهان جي نعمت جي برباد ٿيڻ ۾ توهان جي مملڪت تي حملو ڪرڻ تائين پهچي ويندي، ڇا ڪير پنهنجي ذات کي، پنهنجي مملڪت کي توهان جهڙي سزا ڏئي سگهي ٿو؟

مامون چيو. اهو راز اسان کان لڪل هو ۾ پنهنجي طرف دعوت ڏيندو هو. اسان گهريو تہ ان کي ولي عهد مقرر ڪريون تہ جيئن ان جي بلندي اسان جي طرف تي وڃي ۾ اسان کي اها خبر پئجي وڃي تہ اهو جنهن جي دعوي ڪري ٿو تہ ٿورڙو آهي ۾ نہ گهٽو آهي. خلافت اسان جي آهي، ان جي ڪونهي پر هاڻي اسان کي خدشو آهي تہ جيڪڏهن اسان ان کي ايئن ڇڏي ڏينداسين تہ اهو اسان تي مٿيرائي حاصل ڪندو رهي جنهن کي اسان بعد ۾ روڪي نہ سگهون ۾ اسان تي اهو آڻيندو رهي جنهن جي اسان طاقت ئي نہ رکندا هجون ۾ هاڻي اهو آهي تہ جيڪو اسان ان سان ڪري چڪاسين اهو تہ ٿي ويو ۾ ان جي معاملي ۾ جيڪا اسان کان غلطي ٿي ان جو شان بلند ڪري جيڪو نقصان ٿيڻو هو اهو ٿي ويو ليڪن ان جي معاملي ۾ توهين ڪرڻ تہ جائز ڪونهي پر اسان کي ٿوري توهين ڪرڻي پوندي ايترو جو اسان رعيت سامهون ان جي اهڙي تصور پيش ڪنداسين تہ اهو خلافت جو حقدار ڪونهي. پوءِ اسان سوچينداسين تہ ان بلا جو بوجهہ ڪهڙي نموني اسان کان هلڪو ٿيندو.

ان شخص چيو. اي اميرالمومنين! ان جو معاملو منهنجي حوالي ڪيو. مان ان کي ۾ ان جي اصحابن کي دليل سان خاموش ڪري

ڇڏيندس ۽ ان جي عزت ۾ گهٽتائي ڪندس. جيڪڏهن منهنجي دل ۾ توهان جي هيبت نہ هجي تہ مان ضرور ان کي ان جي درجي کان هيٺ آڻيندس ۽ ماڻهن تي اها ڳالهہ پڌري ڪندس تہ توهان ان کي جيڪو مقام ڏنو آهي اهو ان کان گهڻو گهٽ آهي. مامون چوڻ لڳو تہ ان کان وڌيڪ پسنديده ڳالهہ منهنجي لاءِ ٻي ڪا ناهي. ان شخص چيو توهان پنهنجي مملڪت مان ڪجهہ سردار، ڪجهہ قاضي ۽ بهترين فقيهہ گڏ ڪيو تہ جيئن مان انهن جي موجودگيءَ ۾ ان جو نقص بيان ڪريان تہ جيئن اها ڳالهہ ثابت ٿي وڃي تہ توهان طرفان ان کي ان مقام تي رکڻ جنهن تي توهان ان کي عِلم جي ڪري رکيو آهي اهو صرف توهان جي مرضي مطابق آهي باقي ان جو پنهنجو ان ۾ ڪو ڪمال ڪونهي.

مامون پنهنجي رعيت مان عالم فاضل ماڻهن جي هڪڙي جماعت کي وڏي مجلس ۾ گڏ ڪيو ۽ پاڻ ان مجلس ۾ انهن سان گڏ ويهي رهيو ۽ امام علي رضا عليہ السلام کي پنهنجي سامهون ان مرتبي سان ويهاريو جيڪو ان لاءِ مخصوص ڪيو ويو هو. پوءِ منشي جيڪو امام رضا عليہ السلام جو قدر ۽ منزلت گهٽ ڪرائڻ جو دعويدار هو ان شروعات ڪئي ۽ امام سڳوري کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو بيشڪ ماڻهن تنهنجون تمام گهڻيون شڪايتون ڪيون آهن ۽ تنهنجي تعريف ۾ مبالغو ڪيو آهي، منهنجو خيال ڪونهي تہ جيڪڏهن تون ان تعريف تي پورو لهين تہ تون پورو نٿو لهين سگهين. ماڻهن توکي ڏنو تہ تو الله تعاليٰ کان گهڻو مينهن وسڻ جي دعا ڪئي ۽ انهن تنهنجي ان نشاني کي معجزو سمجهي ورتو ۽ تنهنجي لاءِ اها ڳالهہ مشهور ڪري ڇڏي تہ دنيا ۾ تو جهڙو ڪو ماڻهو ڪونهي، جڏهن تہ هي اميرالمومنين آهن، الله تعاليٰ هنن جي بادشاهي قائم رکي هي ڪنهن سان گڏ ويهن تہ انهن کي ئي ترجيح ملندي آهي، انهن توکي اهڙو مقام ڏنو آهي جنهن جي توکي چڱيءَ طرح خبر آهي پر توکي ان ڳالهہ جو حق ڪونهي تہ تون ڪوڙن ماڻهن کان پنهنجي تعريف ڪرائڻ کي جائز قرار ڏئي ڇڏين تہ اهي جيڪو وٽي ڪوڙ بيان ڪندا رهن.

امام علي رضا عليہ السلام فرمايو مون تي الله تعاليٰ جون جيڪي نعمتون آهن انهن کي بيان ڪرڻ ۾ ماڻهن کي روڪي نٿو سگهان. تو ڙي جو مان نہ شرارت ڪرڻ ٿو گهران ۽ نہ تڪبر ڪرڻ گهران ٿو. باقي رهي ڳالهہ تنهنجي آقا جي مون کي مقام ڏيڻ جي تہ ان مون کي صرف اهو مقام ڏنو آهي جيڪو عزيز مصر حضرت يوسف عليہ السلام کي ڏنو هو ۽ انهن ٻنهي جي احوال جي توکي خبر آهي.

ان جواب تي منشي ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ چوڻ لڳو اي ابن موسيٰ! تو حد پار ڪري ڇڏي آهي ۽ تون پنهنجي حيثيت کان گهڻو وڌي ويو آهين. ڇو تہ الله تعاليٰ تہ مقرر ٽيل بارش پنهنجي وقت تي عطا ڪئي، نہ اڳ اچي تي سگهي ۽ نہ دير سان ۽ تون اهڙي نشاني ٺاهي ڇڏي آهي جيڪا ڏکهي تي وئي آهي ۽ زبردستي ان کي ڪرامت ڪري ڇڏيو آهي جو تون ان سان ماڻهن کي مغلوب ڪري رهيو آهين. ڇڻ تہ تون حضرت ابراهيم خليل الله جهڙي ڪا نشاني وٺي آيو آهين. جڏهن ان پکين جي منڍيين کي پاڻ وٽ رکيو هو ۽ انهن جي گوشت کي سڏ ڪيو جنهن کي اهو ٻوٽيون ڪري جبل جي چوٽي تي رکي آيو هو. تہ اهي پنهنجين منڍيين ڏانهن پڇندا آيا هيا ۽ الله جي حڪم سان اڏري آيا ۽ گڏ تي ويا.

جيڪڏهن تون پنهنجي وهم گمان ۾ سچو آهين تہ هنن ٻن تصويرن کي جيئرو ڪري ڏيکار ۽ انهن ٻنهي کي مون تي مسلط ڪر اهو عمل تڏهن معجزي جي علامت ٿيندو باقي رهي ڳالهہ بارش جي تہ توکي اهو حق حاصل ڪونهي جو توکان علاوه بہ ڪوئي دعا ڪري جيئڻ تو ڪئي تہ اهڙي بارش اچي سگهي ٿي جهڙي تنهنجي دعا سان آئي.

اهو چوندي منشي مامون جي گادي ۾ موجود شينهن جي ٻن تصويرن ڏانهن اشارو ڪيو جنهن تي مامون ويٺو هو ۽ تصويرون ان جي منهن جي آمهون سامهون ٺهيل هيون.

امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام کي ڪاوڙ اچي وئي ۽ انهن ٻنهي تصويرن کي ڪاوڙ ۾ رڙ ڪري چيائين تہ انهي فاجر کي پڪڙيو ۽ توهان ٻئي ان کي چيري ڦاڙي ڇڏيو ۽ توهان ٻئي ان جو ڪو نالو نشان نہ بچائجو.

انهن ٻنهي تصويرن منشي تي حملو ڪيو ۽ ٻئي شينهن ٻڻجي ويا. ٻنهي شينهن منشي کي پڪڙي ورتو ٻنهي انهيءَ کي چيري ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو ۽ ان جو وهيل رت به چٽي ڇڏيائون. ماڻهو ڏسي رهيا هيا ۽ حيران ٿي رهيا هيا جيڪو اهي ڏسي رهيا هيا. جڏهن اهي ٻئي شينهن ان ڪم کان فارغ ٿيا ته انهن امام علي رضا عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪندي چيو هن سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ جو حڪم آهي. انهن جي ڳالهہ ٻڌي مامون تي بيهوشي طاري ٿي وئي. امام رضا عليہ السلام فرمايو ترسو ۽ اهي ٻئي بيهي رهيا. پوءِ امام سڳوري فرمايو هن تي گلاب جو عرق هاريو ۽ ان کي خوشبوءِ سنگهايو. ان سان ايئن ئي ڪيو ويو. ٻئي شينهن پيهر چوڻ لڳا ته توهان اسان کي هن ڳالهہ جي اجازت ڏيو ته اسان ان کي به ان جي دوست سان گڏائي ڇڏيون جنهن کي اسان ختم ڪري ڇڏيو آهي. امام سڳوري فرمايو نہ بيشڪ الله تعاليٰ جون تدبيرون آهن اهو ئي انهن کي پورو ڪرڻ وارو آهي. انهن ٻنهي شينهن چيو هاڻي اسان جي لاءِ ڪهڙو حڪم آهي. امام سڳوري فرمايو توهان ٻئي پنهنجي جاءِ تي واپس هليا وڃو جيئن توهان هيا. شينهن گادي ڏانهن موٽي ويا ۽ اڳ وانگر تصوير ٿي ويا.

مامون چوڻ لڳو سڀ تعريفون ان ذات لاءِ آهن جنهن مون کي حميد بن مهران جي شر کان بچايو يعني اهو منشي. پوءِ ان امام رضا عليہ السلام کي چيو هي خلافت توهان جي نانا جي آهي. پوءِ توهان جي، جيڪڏهن توهان گهرو ته مان توهان جي لاءِ گادي تان هيٺ لهي ٿو وڃان.

## امام علي رضا عليہ السلام جي قبر جي زيارت کان پوءِ زبان جي ڳنڍ کلي وئي

134. ابونضر موذن نيشاپوري جو بيان آهي ته مان سخت بيمار ٿي پيس جنهن جي ڪري منهنجي زبان ڳوري ٿي وئي ۽ مان ڳالهائي ڪونہ ٿي سگهيس. منهنجي دل ۾ امام علي رضا عليہ السلام جي قبر جي زيارت ڪرڻ ۽ اتي دعا گهرڻ ۽ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ ان جو وسيلو پيش ڪرڻ جي خواهش پيدا ٿي ته جيئن مون کي شفا ملي. مان ويس ۽ امام سڳوري جي قبر جي زيارت ڪئي ۽ مٿن کان بيهي ٻہ رڪعتون نفل

نماز ادا ڪئي. مان دعا ڪرڻ، عاجزي ڪرڻ ۽ قبر واري جي وسيلي بارگاهہ الاهي ۾ شفاعت لاءِ ٻاڏائي رهيو هيس تہ الله تعاليٰ مون کي بيماري مان شفا بخش ۽ منهنجي زبان جي ڳنڍ کول تہ اوچتو مون تي ننڊ جو غلبو ٿي ويو. مون خواب ۾ ڏٺو تہ چڻ چنڊ بہ ٽڪرا ٿي ويو هجي ۽ ان مان هڪڙو ڏگهي قد وارو بزرگ خوبصورت ڪڻڪ رنگ ماڻهو ٻاهر آيو اهو منهنجي ويجهو آيو ۽ چيو اي ابونضر! چئو لا اله الا الله. مون ان کي اشارو ڪيو تہ ڪيئن چوان منهنجي زبان نٿي وري. ان ڪاوڙ جي انداز ۾ دڙڪو ڏيندي چيو. ڇا تون الله تعاليٰ جي قدرت جو انڪار ڪرين ٿو چئو لا اله الا الله. ان تي منهنجي زبان ورڻ لڳي ۽ مون چيو لا اله الا الله. مان پيرين پيادو پنهنجي گهر موٽي آيس ۽ ائين چوندو آيس لا اله الا الله، لا اله الا الله. ان کان پوءِ منهنجي زبان ڪڏهن بہ بند ڪونہ ٿي آهي.

## دعا قبول ٿيندي آهي ۽ گناهہ بخشيا ويندا آهن

135. ياسرالخادم جو بيان آهي تہ حضرت علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام فرمايو تہ اسان جي قبرن کان علاوه ڪنهن جي بہ قبر ڏانهن سفر جو ارادو نہ ڪيو وڃي. خبردار، مان ظلم وسيلي زهر سان قتل ڪيو ويندس ۽ هڪڙي اوپري جاءِ تي دفن ٿيندس. پوءِ جيڪو پنهنجي اُٹ کي منهنجي زيارت لاءِ سجائي ان جي دعا قبول ٿيندي ۽ ان جا گناهہ بخشيا ويندا.

## مون زيارت لاءِ قرآن شريف مان فال ڪڍي

136. محمد بن ابوعلي الصائغ جو بيان آهي تہ مون امام علي رضا عليہ السلام جي قبر ويجهو هڪڙي ماڻهوءَ کي هي چوندي ٻڌو مان هن قبر جي شرف جي باري ۾ جيڪو هن جي اندر سٽل آهي سوچيندو هيس ۽ هتان جي ڪجهہ فضيلتن جو منهنجي دل انڪار ڪرڻ لاءِ سوچيندي هئي تہ مون قرآن شريف مان فال ڪڍڻ لاءِ پنهنجي آڱر گهمائي تہ فال ۾ هي آيت نڪتي "وَيَسْتَنْبِئُونَكَ اَحَقٌّ هُوَ قُلْ اِيْ وَرَبِّيْ اِنَّهٗ لَحَقٌّ" (يونس: 53) معنيٰ: ۽ توکان پڇن ٿا تہ ڇا اهو سچ آهي، چئو تہ هائو مون

کي منهنجي رب جو قسم آهي تہ بيشڪ اهو سچ آهي. مون ٽي دفعا فال ڪڍيو هر دفعي اها ئي آيت نڪتي.

## ڪُن رڳ جو سور ختم ٿي ويو

137. زيد الفارسي جو بيان آهي تہ مون کي ٻن سالن جي عرصي کان ڪُن رڳ جو سور هو مان نہ تہ بيهي ٿي سگهيس ۽ نہ بيهي نماز پڙهي ٿي سگهيس. پوءِ هڪڙي ڏينهن مون خواب ۾ ڏٺو تہ ڪير چئي رهيو آهي، ڇا تون امام رضا عليہ السلام جي قبر وٽان گذريو آهين ۽ پنهنجو پير رڳڙيو آهي ۽ قبر ڀرسان الله تعاليٰ کان دعا ڪئي آهي جو تنهنجو سور ختم ٿي وڃي. مان سجاڳ ٿيڻ سان سواري تي ويهي طوس آيس ۽ پنهنجي ٽنگ کي قبر سان گسايو ۽ الله تعاليٰ کان دعا ڪئي تہ ڪُن رڳ جو سور ختم ٿي ويو. هاڻي مون کي ٻہ سال ٿي ويا آهن تہ اهو سور ڪونہ ٿيو آهي.

## اڄ الله منهنجي ۽ تنهنجي مراد پوري ڪئي

138. ابونصر بن ابوالفضل بن محمد جي زباني امام حاڪم پنهنجي ڪتاب ۾ حمويہ بن علي منشي (حاجب) جي باري ۾ ڳالهہ نقل ڪئي آهي تہ هڪڙي ڏينهن مان بلخ ۾ حمويہ سان گڏ هيس ۽ اهو سواري تي هو. جڏهن اسان بلخ جي بازار ۾ پهتاسين تہ حمويہ هڪڙي شخص کي ڏٺو تہ ماڻهن کي حڪم ڏنائين تہ ان شخص کي دروازي تائين وٺي اچو. پوءِ واپسي تي حمويہ حڪم ڏنو تہ هڪڙو تيز گڏهہ ۽ دسترخوان جنهن ۾ پنير هجي ۽ ٻہ سَوَ درهم حاضر ڪيو. جڏهن شيون حاضر ڪيون ويون تہ حمويہ ان کي چيو تہ تو مون کي هڪڙي چماٽ هنئي هئي ۽ اڄ مان توکان بدلو وٺڻ گهران ٿو. ڇا توکي اهو ڏينهن ياد آهي جڏهن اسان ٻئي گڏجي امام علي رضا عليہ السلام جي قبر جي زيارت ڪئي هئي. تو دعا ڪئي هئي، اي الله! مون کي هڪڙو تيز ڊگهن ڪنن وارو جانور ۽ ٻہ سَوَ درهم ۽ هڪڙو دسترخوان جنهن ۾ پنير ۽ ماني هجي، اهي عطا ڪر. ۽ مون دعا ڪئي هئي، اي الله! مون کي

خراسان جي آفيسري عطا فرماءِ تہ تو مون کي چماڻ هنئي هئي ۽ چيو هو تہ ان ڳالهہ جو سوال نہ ڪر جيڪا پوري ٿيڻ واري نہ آهي. اڄ الله منهنجي مراد پوري ڪئي آهي ۽ اڄ توکي چماڻ هڻڻ منهنجو حق ٿو بڻجي. پر اڄ تنهنجي مراد بہ پوري ٿي وئي، هي گڏهہ دسترخوان ۽ بہ سَو درهم تنهنجا آهن، وٺي وڃ.

## مان هر ڪم لاءِ امام رضا عليہ السلام جي قبر جي زيارت جو ارادو ڪندو آهيان

139. حاڪم جو بيان آهي تہ مون ابوالحسين محمد بن علي سهل الفقيهہ کي اهو چوندي ٻڌو تہ جڏهن بہ مون کي دين يا دنيا جو ڪو مسئلو پيش ايندو آهي تہ مان مجبوري لاءِ امام علي رضا عليہ السلام جي قبر جي زيارت ڪرڻ جو ارادو ڪندو آهيان ۽ قبر تي وڃي دعا ڪندو آهيان تہ منهنجي ضرورت پوري ٿي ويندي آهي ۽ الله تعاليٰ مون کان اها مشڪل دور ڪري ڇڏيندو آهي.

## مان صحيح سلامت نيشاپور پهچي ويس

140. حاڪم رحمت الله عليہ جو بيان آهي تہ الله تعاليٰ مون کي امام علي رضا عليہ السلام جي قبر جي مٽي جي ڪرامتن مان هڪڙي بهترين ڪرامت کان واقف ڪيو. منهنجا عضوا سُن ٿي چڪا هيا ۽ گهڻي ڪوشش کان پوءِ معمولي چرپر ٿيندي هئي. پوءِ مان امام رضا عليہ السلام جي قبر جي زيارت لاءِ ويس. مون زيارت ڪئي ۽ نوقان ڏانهن موٽي آيس. مون کي ٿلهي ڪاڏيءَ جا ڪپڙا پاتل هيا ۽ مان صبح جو نوقان پهتو هيس. سور بلڪل ختم ٿي ويو ۽ مان صحيح سالم نيشاپور پهچي ويس.

## الله تعاليٰ مون کي پٽ عطا ڪيو

141. حاڪم جو بيان آهي تہ مون ابوالحسن بن ابوبڪر الفقيهہ کي اهو چوندي ٻڌو تہ مشهدِ رضا وٽ الله تعاليٰ منهنجي هر دعا قبول ڪندو آهي، ايستائين جو مون کي اولاد ڪونہ ٿي ٿيو ۽ مان نااميد ٿي

چڪو هيس. مون الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ دعا ڪئي تہ مون کي پٽ عطا ڪر. الله تعاليٰ دعا قبول ڪئي ۽ مون کي پٽ عطا ڪيو.

## مومن جون ٽي خوبيون

142. امام علي رضا عليہ السلام جي غلام حارث بن دلهات جو بيان آهي تہ مون امام رضا عليہ السلام کي اهو چوندي ٻڌو تہ ڪوبہ مومن ايستائين مومن ڪونهي جيستائين ان ۾ ٽي خوبيون موجود نہ هجن (1) سنة من ربه, (2) پنهنجي نبي جي سنت (3) پنهنجي ولي جي سنت, پر الله جي سنت ان کان لڪل آهي, الله تعاليٰ فرمائي ٿو "عٰلِمُ الْغَيْبِ فَلَا يُظْهِرُ عَلٰى غَيْبِهٖٓ اَحَدًا(٢٦) اِلَّا مَنِ ارْتَضٰى مِنْ رَّسُوْلٍ" (جن: 26 ۽ 27) معنيٰ: اهو غيب ڄاڻڻ وارو آهي ۽ پنهنجي غيب تي ڪنهن کي بہ واقف نہ ڪندو آهي (٢٦) مگر پنهنجي جنهن رسول کي چوندي. "خُذِ الْعَفْوَ وَاْمُرْ بِالْعُرْفِ وَاَعْرِضْ عَنِ الْجٰهِلِيْنَ(١٩٩)" (اعراف: 199) معنيٰ: البت, معاف ڪرڻ اختيار ڪر ۽ ڀلائي ڪرڻ جو حڪم ڏي ۽ جاهلن کان منهن موڙ (١٩٩) ۽ ان جي ولي جي سنت هي آهي تہ اهو سختي ۽ تڪليف ۾ صبر ڪندو آهي, الله تعاليٰ فرمائي ٿو "وَالصّٰبِرِيْنَ فِي الْبَاْسَآءِ وَالضَّرَّآءِ وَحِيْنَ الْبَاْسِ" (البقره: 177) معنيٰ: ۽ مصيبت ۽ سختيءَ ۾ ۽ جهاد جي وقت صبر ڪندا آهن.

## الله تعاليٰ ٽن ڳالهين جو حڪم ڏنو

143. امام علي رضا عليہ السلام جي غلام حارث بن دلهات جو بيان آهي تہ امام سڳوري فرمايو بيشڪ الله عزوجل ٽن ڳالهين جو حڪم ڏنو ۽ انهن ٽن سان گڏ ٻيون ٽي شيون مليل آهن (1) "امربا الصلواة والزڪات" يعني نماز ۽ زڪوات جو حڪم. "فمن صلي لم يزڪ لم تقبل منہ صلاتہ" يعني جنهن نماز پڙهي ۽ زڪوات نہ ڏني ان جي نماز قبول ڪونهي (2) "وامربالشڪر له وللوالدين" يعني پنهنجو ۽ پيءُ ماءُ جو شڪر ادا ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. "فمن لم شڪر والديه امريشڪر الله عزوجل" يعني جنهن پنهنجي پيءُ ماءُ جو شڪر ادا نہ ڪيو ان الله جو شڪر ادا نہ ڪيو (3) "وامر باتقاء الله وصلة الرحم" يعني الله کان ڊڄڻ

۽ صلہ رحمي ڪرڻ جو حڪم. "فمن لم يصل رحمه لم يتق الله تعاليٰ" يعني جيڪو صلہ رحمي نٿو ڪري اهو الله تعاليٰ کان نٿو ڊڄي.

## امام علي رضا عليہ السلام جا حڪمت وارا قول

144. حمدان ديراني جو بيان آهي تہ امام رضا عليہ السلام فرمايو هر انسان جو دوست ان جو عقل آهي ۽ ان جو دشمن ان جي جهالت آهي.

145. ياسرالخادم جو بيان آهي تہ حضرت ابوالحسن علي رضا عليہ السلام فرمايو سخي ماڻهن جي کاڌي مان کائيندو آهي تہ جيئن اهي سخي جي دسترخوان تي کائين.

146. محمد بن ابوالفضل کان روايت آهي تہ حضرت ابوالحسن علي رضا عليہ السلام فرمايو "الصلواة قربان ڪل تقي" يعني هر تقويٰ واري جي لاءِ نماز قربتِ الاهي جو سبب آهي.

147. امام حاڪم پنهنجي ڪتاب ۾ حسن بن علي وشاء جو بيان نقل ڪيو آهي تہ امام علي رضا عليہ السلام فرمايو جيڪو ٻانهو الله تعاليٰ کي سيني کان وڌيڪ ويجهو آهي اهو سجدو ڪرڻ وارو آهي، انهيءَ ڪري الله تعاليٰ جو قول آهي وسجدو وقترب (آقراباسم ـ علق) معنيٰ سجدو ڪر ۽ الله کي ويجهو ٿي. امام سڳوري فرمايو تہ جڏهن ٻانهو سجدي جي حالت ۾ اچي ٿو تہ الله تعاليٰ ملائڪن کي فرمائي ٿو تہ منهنجي ٻانهي کي ڏسو مون ان جو روح بہ قبض ڪيو آهي، اهو پوءِ بہ منهنجي اطاعت ۾ آهي.

148. ابراهيم بن عباس جو بيان آهي تہ امام علي رضا عليہ السلام اڪثر هي شعر پڙهندا هيا "اذاڪنت في خيرفلا تغتربه ولڪن قل: اللهم سلم وتمم" يعني جڏهن توهان خوشحالي ۾ هجو تہ ان تي فخر نہ ڪيو ۽ بلڪ توهان دعا ڪيو تہ اي الله! ان خير کي سلامت رک ۽ ان کي ڪمال جي درجي تي پهچاءِ.

## امام علي رضا عليہ السلام جا لقب

149. حاڪم پنهنجي ڪتاب ۾ علي بن محمد بن يحيٰ صيدلاني جو بيان نقل ڪيو آهي تہ مون اهل بيت جي لکت پڙهي تہ حضرت علي

رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام جا هي لقب هيا: (1) الرضا (2) الصابر (3) الوفي.

## پنهنجي مسلمان ڀاءُ جي گناهن تي پردو وجهو

150. فضل بن شاذان جو بيان آهي تہ حضرت علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام کي هي چوندي ٻڌو:

اعذ اخاڪ علي ذونوبه — واستر و غض علي عيوبه

واصبر علي ثلب السفيه — وللزمان علي خطوبه

ودع الجواب تفضلا — وڪل الظلوم الي حبيبه

(پنهنجي مسلمان ڀاءُ جي گناهن جي معافي طلب ڪيو ۽ پردو وجهو ۽ ان جي عيبن کان اکيون بند ڪري ڇڏيو بيوقوف جي ملامت تي صبر ڪيو ۽ زماني جي بدلجندڙ حالتن تي بہ صبر ڪيو مهرباني ڪندي جواب ڏيڻ ڇڏي ڏيو ۽ هر ظلم ڪرڻ واري کي ان جي حبيب ڏانهن ڇڏي اچو.)

## جواد ڪنهن کي چوندا آهن

151. احمد بن سليمان جو بيان آهي تہ هڪڙي شخص امام علي رضا عليہ السلام کان طواف جي حالت ۾ سوال ڪيو تہ جواد ڪنهن کي چوندا آهن. امام سڳوري فرمايو تنهنجي ڳالهہ جا ٻہ رخ آهن، جيڪڏهن تنهنجو سوال مخلوق جي حوالي سان آهي تہ جواد اهو آهي جنهن اهو ادا ڪيو جيڪو الله جي طرف کان ان تي فرض آهي ۽ بخيل اهو آهي جنهن ان ۾ خيانت ڪئي جيڪو ان تي الله فرض ڪيو آهي. جيڪڏهن تنهنجي مراد خالق آهي تہ جيڪڏهن عطا ڪري تہ بہ جواد آهي جيڪڏهن روڪي ڇڏي تہ بہ جواد آهي، انهيءَ ڪري جو جيڪڏهن ٻانهي کي عطا ڪري تہ اهو عطا ڪيو جيڪو ٻانهي جو حق نہ هو جيڪڏهن روڪي ڇڏي تہ ان اهو روڪيو جيڪو ٻانهي جو نہ هو.

## عرفات ۾ امام علي رضا عليہ السلام جي دعا

152. امام حاڪم لکيو آهي تہ ڪجهہ ماڻهن بيان ڪيو تہ اسان هڪڙي سال امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام سان گڏ حج

ڪيو تہ عرفات ۾ انهن کي هي دعا ڪندي ٻڌو اي الله! جيئن تو انهن گناهن تي پردو وڌو جن جي مونکي خبر ڪونهي اهڙي طرح منهنجا اهي گناهہ بہ بخش جن جي توکي خبر آهي، جيئن تو منهنجي لاءِ پنهنجو حلم وسيع ڪيو آئين ئي منهجي لاءِ پنهنجي معافي کي وسيع ڪر، جيئن تو مون تي احسان جي شروعات ڪئي ائين ئي پنهنجي نعمت بخشش سان مڪمل ڪر، جيئن تو مون کي پنهنجي معرفت جي سبب عزت ڏني ائين پنهنجي مغفرت سان منهنجي معرفت جي سفارش قبول ڪر، جيئن تو پنهنجي هيڪڙائي جو مون کي تعارف ڪرايو ائين ئي مون تي پنهنجي اطاعت لازم ڪر، جيئن تو انهن ڳالهين ۾ منهنجي حفاظت ڪئي جن ۾ صرف تنهنجي حفاظت سان بچڻ ممڪن هو ائين منهنجي بخشش ڪر، جيڪڏهن تون گهرين تہ مون کي بچائي سگهين ٿو. ياجواد، يا ڪريم، يا ذوالجلال والاڪرام.

## هڪڙي هاشمي ۽ هڪڙي اموي جي گفتگو

153. فضل السدوسي جي غلام ابونعمان بيان ڪيو تہ هڪڙو هاشمي ۽ اموي پاڻ ۾ مليا تہ اموي چيو منهنجي برادري سيني کان وڌيڪ سخي آهي، جڏهن تہ هاشمي چيو تہ منهنجي قوم سخي آهي. انهن ٻنهي طي ڪيو تہ اسان مان هر هڪ پنهنجي قبيلي جي ماڻهن کان سوال ڪندو.

اموي هليو ۽ پنهنجي قبيلي جي ڏهن ماڻهن کان سوال ڪيائين تہ ان کي هر ماڻهوءَ ڏهہ هزار ڏنا.

ان کان پوءِ هاشمي هليو ۽ ان عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان سوال ڪيو ان انهي هاشمي کي هڪ لک ڏنو. ان کان پوءِ اهو امام حسن عليہ السلام جي خدمت ۾ آيو ۽ سوال ڪيو. امام حسن عليہ السلام ان کان معلوم ڪيو تہ ڇا تو مون کان اڳ ۾ ڪنهن کي سوال ڪيو آهي. ان هاشميءَ چيو مون عبدالله بن عباس کان سوال ڪيو تہ ان مون کي هڪ لک ڏنا. امام حسن عليہ السلام فرمايو جيڪڏهن تون مون کان شروعات ڪرين ها تہ مان توکي ايترو ڏيان ها جو مون کان پوءِ توکي ڪنهن کان سوال ڪرڻ جي ضرورت نہ رهي ها ۽ ان کي هڪ لک ٽيهہ

هزار ڏنائين. ان کان پوءِ اهو حسين عليہ السلام جي خدمت ۾ آيو تہ انهن فرمايو ڇا تو مون کان اڳ ۾ ڪنهن کي سوال ڪيو آهي تہ ان پهرين سموري ڳالهہ ٻڌائي. امام حسين عليہ السلام فرمايو پنهنجي سردار کان وڌيڪ نہ ڏيندس. پوءِ انهن ان کي هڪ لک ڏنو.

جڏهن اموي کي پنهنجي قبيلي جي ڏهن ماڻهن کان صرف هڪ لک مليو ۽ هاشمي کي پنهنجي قبيلي جي ٽن ماڻهن کا ٽي لک ٽيهہ هزار مليا تہ اموي ڪاوڙ جي حالت ۾ واپس موٽيو ۽ پنهنجي قبيلي جي ماڻهن کان جيڪو ورتو هئائين اهو واپس ڪيو تہ انهن واپس وٺي ڇڏيو ۽ جڏهن هاشمي پنهنجي قبيلي وارن کي واپس ڪرڻ گهريا تہ هاشمين اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي ۽ چيو تہ اسان کي نہ گهرجي. جيڪڏهن تون چاهين تہ پاڻ وٽ رکي ڇڏ ۽ جيڪڏهن نہ تہ رستي ۾ اڇلائي ڇڏ. باقي اسان اهي موٽائي ڪونہ وٺنداسين.

## امام زين العابدين عليہ السلام جي علمي دانائي

154. سفيان بن عيينہ زهري جي روايت بيان ڪئي آهي جنهن چيو تہ مان علي (زين العابدين)بن حسين عليهم السلام جي خدمت ۾ ويس. امام سڳوري فرمايو زهري ڪٿان پيو اچين. مون عرض ڪيو مسجد مان. فرمايائون, اتي ڇا ڪري رهيا هيا. مون عرض ڪيو اسان روزي جي باري ۾ پاڻ ۾ بحث ڪري رهيا هياسين. آخر ۾ منهنجا ساٿي ان ڳالهہ تي متفق ٿيا تہ صرف رمضان مهيني جا روزا واجب آهن.

امام زين العابدين اهو ٻڌي فرمايو زهري ائين ڪونهي جيئن تون چئي رهيو آهين. روزي جا چوٽيهہ قسم آهن. انهن مان ڏهہ واجب آهن ۽ ڏهہ حرام آهن ۽ چوڏهن روزن مان روزا رکڻ وارن جي مرضي تي آهي، چاهن تہ رکن يا نہ رکن.

جيڪي ڏهہ واجب آهن انهن ۾ رمضان مهيني جا روزا. روزي جي حالت ۾ زال يا ٻي ڪنهن سان زنا ڪرڻ يا ڇاٽي واٽي روزو ٽوڙڻ جي ڪري جيڪڏهن اهو غلام آزاد ڪرڻ جي طاقت نہ رکندو هجي تہ ٻن مهينن جا مسلسل روزا واجب آهن. ۽ قتل خطا جي بدلي جيڪڏهن اهو غلام آزاد نہ ڪري تہ ٻہ مهينا مسلسل روزا. قسم ٽوڙڻ جي ڪفاري ۾

جيڪڏهن اهو غلام آزاد ڪرڻ يا ڪاڌو ڪارائڻ جي حيثيت نہ رکندو هجي تہ ٽي ڏينهن مسلسل روزا رکڻ واجب آهي. ۽ احرام جي حالت ۾ متو ڪوڙائي تہ ان لاءِ روزا جيئن الله تعاليٰ فرمايو "فَمَنْ كَانَ مِنْكُمْ مَّرِيْضًا اَوْ بِهٖٓ اَذًى مِّنْ رَّاْسِهٖ فَفِدْيَةٌ مِّنْ صِيَامٍ اَوْ صَدَقَةٍ اَوْ نُسُكٍ" (بقر: 196)معنيٰ: پر جيڪڏهن اوهان مان ڪو بيمار هجي يا ان جي متي ۾ ڪا تڪليف هجي ۽ وقت کان اڳ متو ڪوڙائي تہ بدلي ۾ روزا رکي يا خيرات يا قرباني ڪري. ان ۾ ان کي اختيار آهي چاهي صدقو ڏئي يا ٽي ڏينهن روزا رکي. حج تمتع جي ڏنڊ (دم) جي بدلي ۾ روزا جيئن الله تعاليٰ فرمايو "فَمَنْ تَمَتَّعَ بِالْعُمْرَةِ اِلَى الْحَجِّ فَمَا اسْتَيْسَرَ مِنَ الْهَدْيِ فَمَنْ لَّمْ يَجِدْ فَصِيَامُ ثَلٰثَةِ اَيَّامٍ فِي الْحَجِّ وَسَبْعَةٍ اِذَا رَجَعْتُمْ تِلْكَ عَشَرَةٌ كَامِلَةٌ ذٰلِكَ لِمَنْ لَّمْ يَكُنْ اَهْلُهٗ حَاضِرِي الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ" (بقر: 196) معنيٰ: جيڪو حج سان عمرو ملائي ڪرڻ جو فائدو وٺي تہ ان تي قرباني آهي جهڙي قرباني آساني سان ملي سگهي، پر جنهن کي طاقت نہ هجي تہ اهو حج جي ڏينهن ۾ ٽي روزا رکي ۽ ست روزا جڏهن گهر ڏانهن موٽي وڃي، اهي پورا ڏهہ ٿيا. اهو حڪم انهيءَ لاءِ آهي جيڪو تعظيم واري مسجد جي ويجهو يعني مڪي جو رهاڪو نہ هجي.
احرام جي حالت ۾ شڪار ڪرڻ جي بدلي ۾ روزا واجب آهن. الله تعاليٰ فرمايو "يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَقْتُلُوا الصَّيْدَ وَاَنْتُمْ حُرُمٌ وَمَنْ قَتَلَهٗ مِنْكُمْ مُّتَعَمِّدًا فَجَزَآءٌ مِّثْلُ مَا قَتَلَ مِنَ النَّعَمِ يَحْكُمُ بِهٖ ذَوَا عَدْلٍ مِّنْكُمْ هَدْيًا بٰلِغَ الْكَعْبَةِ اَوْ كَفَّارَةٌ طَعَامُ مَسٰكِيْنَ اَوْ عَدْلُ ذٰلِكَ صِيَامًا" (مائده:95) معنيٰ: اي ايمان وارو! احرام جي حالت ۾ هجو تہ شڪار نہ ڪيو ۽ توهان مان جيڪو ان کي ارادي سان ماري تہ ان جي بدلي ۾ چوپاين مان ان ماريل جانور جهڙو جانور ڏيڻو آهي جنهن جي لاءِ توهان مان ٻہ عادل ماڻهو امانت ڪن. اها قرباني ڪعبي تائين پهچائڻي آهي يا اوتري قيمت جو مسڪينن کي ڪاڌو ڪارائي يا ان مسڪينن جي عدد جيترا روزا رکي جيئن پنهنجي ڪئي جي سزا چکي.
ان کان پوءِ فرمايو اي زهري! ڇا توکي خبر آهي تہ اهو شڪار روزن جي برابر ڪيئن ٿيندو. ان عرض ڪيو نہ. امام سڳوري فرمايو شڪار جي قيمت لڳائي ويندي پوءِ ان قيمت جي برابر اَن جون پاٽيون مقرر ڪيون ينديون ۽ ڏسبو تہ ان رقم ۾ ڪيتريون پاٽيون ٿين ٿيون. پوءِ هر

پاڻي جي اڌ جي بدلي ۾ هڪ ڏينهن جو روزو يعني هڪڙي پاڻي جي بدلي ۾ روزا رکيا ويندا. باس باسيل روزو واجب آهن ۽ اعتڪاف جا روزا واجب آهن.

حرام يا منع ڪيل روزا هي آهن"عيدالاضحيٰ جا ٽي ڏينهن، عيدالفطر واري ڏينهن، تڪبيرن هڻڻ وارا ٽي ڏينهن يعني ايام تشريق، ۽ شڪ واري ڏينهن روزو رکڻ کان اسان کي منع ڪئي وئي آهي، يوم وصال جو روزو، خاموشي جو روزو، تمام زماني جو روزو رکڻ، گناهه لاءِ باس باسڻ جو روزو حرام آهي.

اهي روزا جن ۾ روزي رکڻ واري کي اختيار آهي چاهي رکي يا نه رکي اهي هي آهن: جمع، سومر ۽ خميس جي ڏينهن جا روزا، عرفات جي ڏينهن جو روزو، عاشوره واري ڏينهن جو روزو ۽ هر مهيني ۾ ڪي به ٽي روزا ۽ رمضان کان پوءِ شوال جا ڇهه روزا.

## مان توهان کي پنهنجي اهلبيت جي باري ۾ الله جي ياد ڏياريان ٿو

155. حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم اسان ۾ بيهي خطبو ارشاد فرمايو اي پاڻرو! مان به توهان جهڙو انسان آهيان، جلد مون وٽ الله جو پيغام پهچڻ وارو آهي "اني تارڪ فيڪم الثقلين: اولهما ڪتاب الله فيه الهدي والنور فاستمسڪو بڪتاب الله وخذوا به" يعني مان توهان ۾ به وزني شيون ڇڏي وڃان ٿو انهن ۾ پهرين الله جو ڪتاب (قرآن) آهي جنهن ۾ هدايت ۽ نور آهي سو الله جي ڪتاب سان چنبڙيل رهو ۽ ان مان هدايت حاصل ڪيو. حضور صلي الله عليه وآله وسلم ماڻهن کي الله جي ڪتاب ڏانهن اڪسايو ۽ ان ڏانهن ترغيب ڏني.

ان کان پوءِ فرمايائون "واهل بيتي اذڪرڪم الله في اهل بيتي" يعني ٻي شي منهنجا اهلبيت آهن، مان توهان کي پنهنجي اهلبيت جي باري ۾ الله تعاليٰ جي ياد ڏياريان ٿو. اهو جملو حضور صلي الله عليه وآله وسلم ٽي ڀيرا ورجايو.

حضرت حصين رضي الله عنہ حضرت زيد رضي الله عنہ کان پڇيو، اي زيد! اهلبيت ڪير آهن، ڇا زالون اهلبيت مان نہ آهن. حضرت زيد رضي الله عنہ جواب ڏنو بيشڪ زالون اهلبيت ۾ شامل آهن مگر اصل اهلبيت اهي آهن جن تي صدقو حرام آهي.

حضرت حصين رضي الله عنہ چيو اهي ڪهڙا ماڻهو آهن. حضرت زيد رضي الله عنہ جواب ڏنو اهي آلِ علي، آلِ جعفرطيار، آلِ عباس، ۽ آلِ عقيل آهن. حضرت حصين چيو انهن سڀني تي صدقو حرام آهي؟ حضرت زيد چيو هائو.

شيخ احمد بيهقي رحمت الله عليہ جو قول آهي تہ حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنہ هن ڳالهہ جي وضاحت ڪئي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جون گهرواريون اهلبيت ۾ شامل آهن ۽ اهلبيت جو اسم عورتن(نساء)لاءِ ثابت آهي ۽ ان لفظ ۾ آل بہ شامل آهي. آل جو اسم انهن سڀني تي آهي جن تي اولادِ عبدالمطلب ۽ اولادِ هاشم مان صدقو حرام آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هن ارشاد جي مطابق "ان الصدقت لاتحل لمحمد ولا لآل محمد" يعني بيشڪ صدقو محمد ۽ آلِ محمد جي لاءِ حرام آهي ـ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم طرفان انهن کي صدقي جي بدلي خمس مان رقم عطا ڪرڻ بہ ثابت آهي جو اهي آل ۾ شامل آهن، نسب ۾ تشبيهہ جي ڪري ڪڏهن زالن کي بہ آل جو نالو ڏنو ويندو آهي.

## لفظ آل ۽ اهلبيت جو بحث ۽ اطلاق: اردو مترجم

لغت جي ماهرن جي راءِ آهي تہ لفظ آل "اهل" مان نڪتو آهي، اهل جي هہ حمزه (ء)۾ بدلجي وئي ۽ پوءِ ٻن حمزن جي ڪري هڪڙو حمزو الف ۾ بدلجي ويو. انهيءَ ڪري ان جو تصغير "اهيل" استعمال ۾ اچي ٿو. امام نحو ڪِسائي جو قول آهي تہ ان جو تصغير "اويل"بہ آيو آهي. اهل جو لاڳاپو آل جي نسبت ۾ عام آهي، ڇوتہ عرب ۾ محاوري طور "اهل البصره" چيو ويندو آهي نہ ڪي آلِ البصره.

امام راغب مفردات ۾ لکيو آهي تہ لفظ آل اهل مان نهيو آهي، پر آل جي اضافت اعلام ناطقين سان مخصوص آهي ۽ اسماء نڪره، زمانو ۽

ڳوٺن ڏانهن مضاف نہ ٿيندو آهي. عربن جي گفتگو ۾ آلِ زيد، آلِ عمر وغيره استعمال ٿيندڙ لفظ آهي مگر آلِ الموضع (يعني ڳوٺ) يا آل القريہ (يعني وسندي) يا آلِ زمان جا لفظ استعمال ڪونہ ٿيندا آهن، مگر اهل موضع (ڳوٺ وارا)، اهل القريہ (وسندي يا علائقي وارا)۽ اهل المدينہ (مديني وارا) وغيره لفظ عرب ۾ استعمال ٿيندڙ آهن.

ابن عرفہ جو قول آهي تہ آل مان اهي ويجهڙا مائٽ مراد آهن جيڪي ڪنهن لاءِ مائٽي جو حوالو ڏين ۽ اهو لفظ "اول" مان نڪتل آهي، ان جو مطلب حوالو ڏيڻ آهي. "اهل الرجل" اهي ماڻهو هوندا آهن جيڪي ڪنهن سان هڪڙي گهر يا هڪڙي نسب ۾ شريڪ هجن ۽ انهن ٻنهي جا قائم مقام ان جي دين، صنعت ۽ شهر جا ماڻهو ان جا اهل چورائيندا آهن. اهلبيت نبوي ڪير آهن، ان جي تعين ۾ پراڻن عالمن اختلاف ڪيو آهي. امام مالڪ جي نظر ۾ گهرواريون ۽ اولاد اهلبيت آهن جڏهن تہ زيد بن ارقم جي نظر ۾ صرف بنوعبدالمطلب اهلبيت آهن. ابوسعيد خدري، انس بن مالڪ، حضرت عائشہ ۽ حضرت ام سلميٰ جي نظر ۾ اهلبيت صرف اهل عبا (چادر ۾ اچڻ وارا) آهن ۽ آيت تطهير بہ انهن جي شان ۾ نازل ٿي. پوءِ اچڻ وارن عالمن (متاخرين)پراڻن عالمن (متقدمين)جي مختلف قولن کي ڏسي انهن ۾ هيئن هڪجهڙائي ڪئي آهي تہ بيت دراصل ٽي آهن (۱)بيت نسب (2) بيت سڪني (3) بيت ولادت. بيت نسب مان مراد بنوهاشم ۽ اولادِعبدالمطلب آهي ۽ اهي اهلبيت نسب آهن، اهلبيت سڪني مان مراد گهرواريون آهن ۽ اهلبيت ولادت مان مراد اولاد آهي.

اهو اختلاف سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ آخر ان جا سبب ڪهڙا آهن. اختلاف جي گنجائش تہ تڏهن هجي ها جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي طرفان آل ۽ اهلبيت جي وضاحت ٿيل نہ هجي ها، جڏهن تہ زيد بن ارقم کان روايت ڪيل حديث مان ثابت ٿئي ٿو تہ گهروارين کي اهلبيت ۾ شامل نہ ڪيو آهي. جيئن صحيح مسلم ۾ آهي تہ زيد بن حيان جو چوڻ آهي تہ مون ۽ حصين چيو اي زيد بن ارقم! توهان تمام گهڻي نيڪي حاصل ڪئي آهي جو توهان رسول الله

صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ڏٺو آهي ۽ انهن جي حديثن کي ٻڌو آهي ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏجي لڙايون کيون آهن ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پٺيان نمازون پڙهيون آهن، توهان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان جيڪو ڪجهہ ٻڌو آهي اسان کي کولي ٻڌايو. زيد بن ارقم چيو اي ڀائيٽا! منهنجي عمر وڏي ٿي وئي آهي ۽ منهنجو زمانو پراڻو ٿي ويو آهي، ڪجهہ ڳالهيون مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌيون هيون ۽ مون کي ياد هيون پر هاڻي اهي مون کان وسري ويون آهن. بهرحال، مان توهان کي جيڪو ڪجهہ ٻڌايان ان کي دل سان هنڊايو ۽ جيڪو مان نہ ٻڌائي سگهان ان جو نہ پڇو. پوءِ چوڻ لڳو هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان ۾ هڪڙي چشمي جي ڪناري جنهن کي خم سڏيندا آهن، مڪي ۽ مديني جي وچ ۾، خطبو پڙهڻ لاءِ اٿي بيٺا. پوءِ الله تعاليٰ جو حمد ۽ ثنا ڪرڻ کان پوءِ وعظ ۽ نصيحت ڪئي ۽ فرمايو اي ڀائرو! مان بہ هڪڙو انسان آهيان، مون ڏانهن الله جو قاصد ايندو ۽ مان ان کي مهلت ڏيندس. مان توهان ۾ ٻہ وزني شيون ڇڏڻ وارو آهيان، هڪڙي تہ الله جو ڪتاب آهي جنهن ۾ هدايت ۽ نور آهي، توهان الله جي ڪتاب کي پڪڙي رکو ۽ ان سان لاڳاپيل رهو. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ماڻهن کي همٿايو ۽ ان جي ترغيب ڏني. پوءِ فرمايو ٻي شي اهلبيت آهن، مان توهان کي پنهنجي اهلبيت جي باري ۾ الله جي ياد ڏياريان ٿو. پوءِ حصين پڇيو اي زيد! ڇا رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جون گهرواريون اهلبيت نہ آهن. زيد چيو نہ "الم الله ان المرات تڪون مع الرجل العصر من الدهر ثور يطلقها فترجع الیٰ ابيها و قومها اهل بيت اصله وعصبت الدين حرموا الصدقت بعده" يعني الله جو قسم! عورت مرد سان گڏ ٿورڙي عرصي تائين رهندي آهي، ان کي طلاق ڏئي ڇڏيندو آهي تہ اها عورت پنهنجي پيءُ ۽ خاندان ڏانهن هلي ويندي آهي، حضور الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا اهلبيت حضور جا اصل ۽ پنهنجا آهن جن تي حضور کان پوءِ صدقو حرام آهي. هن حديث جي شرح ۾ امام نودي لکيو آهي تہ زيد بن ارقم جو اهو چوڻ تہ "نہ" هي هڪڙو دليل آهي انهن

ماڻهن کي رد ڪرڻ لاءِ جيڪو شخص چوي ٿو ته سيئي قريشي حضور صلي الله عليه وآله وسلم جا اهلبيت آهن. ڇوته حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي گهروارين ۾ قريشي عورتون به هيون ۽ اهي ام المومنين عائشه حفصه ام سلميٰ ۽ ام حبيبه آهن ۽ ام المومنين ام سلميٰ جي حديث مان به اهو ثابت ٿئي ٿو ته گهرواريون اهلبيت ۾ شامل ڪونه آهن.

امام بغوي شرح السنته ۾ عبدالرحمان بن ابوليليٰ جي روايت شامل ڪئي آهي ته ان کي ڪعب بن عجره مليو ۽ چوڻ لڳو مان توکي هڪڙو تحفو ڏيان جيڪو مون سرورِ ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم کان ٻڌو آهي. عبدالرحمان چيو ٻڌايو. ڪعب چوڻ لڳو اسان رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم کان پڇيو يارسول الله (صلي الله عليه وآله وسلم) وڪيف الصلوات عليڪم اهل البيته قال قولو اللّٰهم صلي عليٰ محمد و عليٰ آل محمد ڪما صليت عليٰ ابراهيم وآل ابراهيم و بارڪ عليٰ محمد و عليٰ آل محمد ڪما بارڪت عليٰ ابراهيم و آل ابراهيم انڪ حميد مجيد. يعني توهان جي اهلبيت تي درود ڪيئن موڪليون ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو ته توهان هيئن پڙهو اي اسان جا الله درود موڪل محمد تي ۽ آلِ محمد تي جيئن تو درود موڪليو ابراهيم تي ۽ ان جي آل تي ۽ برڪت نازل فرماءِ محمد تي ۽ ان جي آل تي جيئن تو برڪت ڏني ابراهيم ۽ ان جي آل کي بيشڪ تون ئي تعريف جي لائق ۽ بزرگي وارو آهين.

علامه ڪمال الدين بن شافعي قريشي وفات 256 هجري، پنهنجي ڪتاب مخالب السئول ۾ هي حديث لکڻ کان پوءِ لکيو آهي "فاالنبي صلي الله عليه وآله وسلم فسر احدهما بالاخر والمفسر به سواء في المعني فيڪون آله اهل بيته واهلِ بيته آله فيتحدان في المعني ويڪشف حقيقت ذالڪ ان اصل آل اهل" يعني نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم هڪڙي ڳالهه جو ٻي ڳالهه سان تفسير فرمائي ڇڏيو آهي ۽ مفسر ۽ مفسربه معنيٰ ۾ برابر آهن، نبي جي آل سندن اهل بيت آهن ۽ اهلبيت آل آهن. اهي ٻئي لفظ معنيٰ ۾ گڏيل آهن ۽ انهن جي حقيقت جو انڪشاف انهي ڪري ٿئي ٿو ته آل اصل ۾ اهل آهن. هن وضاحت

مان اها ڳالهہ تہ ثابت ٿي وئي تہ آل مان مراد اهلبيت آهن. باقي رهي اها ڳالهہ تہ آل ۽ اهلبيت مان ڪير مراد آهن تہ هيٺين حديث مان ان جي وضاحت لاءِ ڪافي ثبوت آهي. شهر بن حوشب ام المومنين حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها کان روايت ڪئي آهي تہ بيشڪ رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت فاطمہ سلام الله عليها کي فرمايو تہ پنهنجي مڙس ۽ ٻنهي پٽن کي مون وٽ وٺي اچ. جڏهن اهي گڏ ٿيا تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن مٿان پنهنجي چادر وڌي ۽ فرمايو "اللهم هولاءِ آل محمد فاجعل صلواتڪ برڪاتڪ ڪما عليٰ ابراهيم وآل ابراهيم انڪ حميد مجيد" (بيهقي). يعني اي الله! هي آل محمد آهن تون پنهنجي رحمت انهن تي نازل ڪر جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم تي نازل ڪئي، بيشڪ تون تعريف جي لائق ۽ بزرگي وارو آهين.

هولاءِ اسم اشارو آهي ۽ اشاري جو فائدو ان کي ٿيندو آهي جنهن ڏانهن اشارو ڪيو وڃي. حديث پاڪ ۾ اللهم هولاءِ اهلي ۽ اللهم هولاءِ آلي جو اشارو مولاءِ ڪائنات حضرت علي ڪرم الله وجہ، حضرت فاطمہ سلام الله عليها، حضرت امام حَسن، حضرت امام حسين عليهم السلام ڏانهن آهي ۽ ڪڏهن جنهن لاءِ اشارو ڪيو ويندو آهي اهو سامهون نہ هوندو آهي تہ ٻڌڻ وارو شڪ ۾ پئجي ويندو آهي تہ اشارو ڪنهن لاءِ آهي مگر نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مولا علي عليہ السلام، سيده فاطمہ سلام الله عليها، امام حسن عليہ السلام ۽ امام حسين عليہ السلام کي گڏ ويهاري اشارو ڪيو تہ هي منهنجي آل آهن ۽ هي منهنجا اهلبيت آهن. اهڙي طرح نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم طرفان آيت تطهير نازل ٿيڻ کان پوءِ ڇهن مهينن تائين اهو معمول رهيو تہ پاڻ سڳورا فجر جي نماز لاءِ نڪرندا هيا تہ سيده فاطمہ سلام الله عليها جي دروازي تي فرمائيندا هيا "الصلوات يا اهل البيت" يعني "اي اهلبيت" جا لفظ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سيده سلام الله عليها جي دروازي کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ هنڌ ڪونہ چيا.

قرآن شريف ۾ جتي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهروارين جو ذڪر آهي اتي انهن لاءِ اهلبيت جو لفظ استعمال ڪونہ

ڪيو ويو آهي بلڪ يانساء النبي يعني اي نبي جو گهرواريون جا لفظ استعمال ٿيا آهن. اهوئي سبب آهي جو محدثن فضائل ۽ مناقب ۾ اهلبيت جي مناقب جو باب الڳ بيان ڪيو آهي ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهروارين جا مناقب الڳ باب ۾ بيان ڪيا آهن. جيڪڏهن اهي سيئي اهلبيت هجن ها تہ صرف هڪڙو باب ڪافي هو جنهن ۾ گهروارين جا فضائل بہ بيان ڪيا وڃن ها. تنهنڪري اهي پنجتن ئي پاڪ هستيون آهن جن جي لاءِ حديث پاڪ ۾ ڪڏهن اهلبيت جو لفظ تہ ڪڏهن عترت ۽ ذريت جو لفظ تہ ڪڏهن آل ۽ ڪڏهن ذوالقربيٰ جا لفظ استعمال ڪياويا آهن.

## درود شريف

156. حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جيڪو شخص هن ڳالهہ کان خوش هجي تہ جڏهن اهو اسان اهلبيت تي درود پڙهي تہ هيئن چوي "اللهم صلي عليٰ محمد النبي الامي وازواجه امهات المومنين وذريته واهل بيته ڪما صليت عليٰ ابراهيم انڪ حميد مجيد" يعني اي الله! تون درود موڪل محمد (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) تي جيڪو نبي امي آهي ۽ ان جي گهروارين تي جيڪي مومنن جون مائرون آهن ۽ ان جي ذريت ۽ ان جي اهلبيت تي جيئن تو درود موڪليو ابراهيم تي، بيشڪ تون تعريف جي لائق ۽ بزرگي وارو آهين.

## منهنجا اهلبيت منهنجي امت جي لاءِ امان آهن

157. اياس بن سلميٰ بن اڪوع پنهجي پي کان روايت ڪئي تہ بيشڪ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "النجوم امان لاهل السماء واهل بيتي امان لامتي" يعني تارا آسمان وارن جي لاءِ امان آهن ۽ منهنجا اهلبيت منهجي امت لاءِ امان آهن.

## اهلبيت جو مثال

158. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ روايت ڪئي آهي تہ مون نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو "منهنجي اهلبيت جو مثال اهڙو آهي جيئن نوح عليہ السلام جي ٻيڙي، جيڪو ان ۾ سوار ٿيو ڇوٽڪارو حاصل ڪري ويو ۽ جنهن ان کان منهن موڙيو اهو غرق ٿي ويو" ۽ "وانما مثل اهل بيتي فيڪم ڪمثل باب حطت في بني اسرائيل من دخله غفرله" يعني منهنجي اهلبيت جو مثال توهان ۾ ائين آهي جيئن بني اسرائيل لاءِ حطتہ دروازو هو جيڪو ان مان داخل ٿيو ان جا گناه بخشيا ويا.

## اهلبيت جي امامن سڀني جو مثال

159. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي علي! مان حڪمت جو شهر آهيان ۽ تون ان جو دروازو آهين، شهر ۾ ڪير بہ دروازي کان سواءِ ڪڏهن بہ داخل نٿو ٿي سگهي ۽ اهو شخص ڪوڙو آهي جيڪو مون سان تہ محبت جي دعويٰ ڪري ۽ توسان بغض رکي، انهيءَ ڪري جو تون مون مان آهين مان تومان آهيان، تنهنجو گوشت منهنجو گوشت آهي ۽ تنهنجو رت منهنجو رت آهي، ۽ تنهنجو روح منهنجو روح آهي، ۽ تنهنجي خوشي منهنجي خوشي آهي ۽ تنهنجو اعلان منهنجو اعلان آهي ۽ تون منهنجي امت جو امام آهين ۽ مون کان پوءِ انهن تي منهنجو خليفو آهين، جنهن تنهنجي اطاعت ڪئي اهو سعادت مند آهي ۽ جنهن تنهنجي نافرماني ڪئي اهو بدبخت آهي ۽ جنهن توسان محبت ڪئي اهو فائدي ۾ رهيو ۽ جنهن توسان دشمني ڪئي اهو نقصان ۾ رهيو ۽ جيڪو توسان لاڳاپيل رهيو اهو ڪامياب ٿي ويو ۽ جيڪو توکان الڳ ٿي ويو اهو هلاڪ ٿي ويو.

مون کان پوءِ تنهنجو ۽ تنهنجي اولاد مان امامن جو مثال ائين آهي جيئن نوح عليہ السلام جي ٻيڙي آهي جيڪو ان ۾ سوار ٿيو اهو

ڇوٽڪارو لهي ويو ۽ جنهن ان کان منهن موڙيو اهو غرق ٿي ويو ۽ توهان جو مثال تارن وانگر آهي جڏهن هڪڙو تارو لهي ويندو تہ قيامت جي ڏينهن تائين ٻيو تارو اڀري ايندو.

## امام جعفر صادق عليہ السلام جا شعر

160. حضرت سفيان ثوري چيو تہ امام جعفر صادق عليہ السلام اسان کي هي شعر ٻڌايا:

لا اليسر يبطرنا يوما فيطربنا ولا نري لاعتسار تظهر الجزعا

ان سرنا الدهر لم نبهج ببهجته اوسائنا الدهر لم نظهر له الهلعا

مثل النجوم علي آثار اولنا ان غاب هاذا فهاذا بعد قد طلعا

(نہ تہ خوشحالي اسان کي ڪڏهن هڪڙي ڏينهن لاءِ ناشڪر بڻايو جو اسان خوشي ۾ ٽپا ڏيون ها ۽ نہ تنگدستي کي ائين اسان ڏٺو جو اسان کي گبراهٽ ۾ مبتلا ڪري، جيڪڏهن زماني ڪڏهن خوش ڪيو تہ اسان ٿورڙي خوشي جو بہ اظهار نہ ڪيو ۽ زماني اسان کي تڪليف ڏني تہ اسان ڏک جو اظهار بہ نہ ڪيو اسان وٽ پهرين جي نقشِ قدم تي هلڻو هوندو آهي جو جيڪڏهن هڪڙو غائب ٿي وڃي تہ ٻيو ان کان پوءِ اڀري ايندو آهي.)

## حضرت ابوذر رضي الله عنہ جي تبليغ

161. حنش بن معتمر ڪناني جو بيان آهي تہ مون حضرت ابوذر رضہ کي ڏٺو تہ اهو ڪعبي جي دروازي کي پڪڙي چئي رهيو هو اي ياڙو! جيڪو مون کي سڃاڻي ٿو اهو تہ سڃاڻي ٿو ۽ جيڪو نٿو سڃاڻي ان کي خبر هجي تہ مان ابوذر آهيان ۽ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو تہ توهان ۾ منهنجي اهلبيت جو مثال ائين آهي جيئن نوح عليہ السلام جي ٻيڙي، جيڪو ان ۾ داخل ٿيو اهو ڇوٽڪارو حاصل ڪري ويو ۽ جنهن ان کان منهن موڙيو اهو هلاڪ ٿي ويو.

واحدي جو قول آهي تہ امام حاڪم هن حديث کي پنهنجي ڪتاب ۾ احمد بن جعفر بن حمدان کان روايت ڪيو آهي.

ان کان پوءِ امام واحدي رحمت الله عليہ فرمايو ڏسو ڪيئن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مخلوق کي انهن امامن سڳورن جي ولايت سان لاڳاپيل رهڻ ۽ انهن جي جهنڊي جي هيٺان اچڻ جو مثال ڏئي دعوت ڏني تہ انهن جو مثال ٻيڙي وانگر آهي.

آخرت ۾ پيش اچڻ وارن خطرن ۽ دوزخ جي دهشت کي اهڙي سمنڊ سان تشبيهہ ڏني جيڪو پنهنجي مسافرن کي اونهي پاڻي ۾ گهلي ويندو آهي ۽ ان کي موت جي رستن تي پهچائي ڇڏيندو آهي ۽ ان تي آزمائشن جون بالٽيون پري وجهي ڇڏيندو آهي.

پنهنجي اهلبيت کي ان جي خوف کان ڇوٽڪارو ۽ ان جي دهشت کان آجپي جو سبب ٻڌايو. جيئن ڪوئي پريشان حال سمنڊ کي لهرن جي جوش وقت ٻيڙي کان علاوه عبور نٿو ڪري سگهي ائين اهو جهنم جي تپش کان امن ۽ نعمت واري گهر ۾ ڪاميابي صرف اهلبيت جي ولايت جي صورت ۾ حاصل ڪري سگهي ٿو.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪيئن پنهنجي محبت کي ۽ پنهنجين نصيحتن کي انهن سان خاص فرمايو ۽ پنهنجي عقيدت کي انهن جي دوستي ۾ لازمي ڪيو بيشڪ اهي ماڻهو جيڪي هن ٻيڙي کان پوئتي رهجي ويندا تہ اهي خراب جاءِ تي پهچي ويندا ۽ دنيا مان ڏنڊا ٻيڙين ۽ طوق واري جهنم ڏانهن نڪري ويندا. جيئن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن جو مثال نوح عليہ السلام جي ٻيڙي سان ڏنو ائين انهن کي الله تعاليٰ جي ڪتاب (قرآن) سان ملايو ۽ انهن کي ٻيو ڪتاب ناهي ڇڏيو ۽ انهن کي قرآن جي نازل ٿيڻ سان ملائي جوڙو ناهي ڇڏيو.

## توهان ۾ ٻہ شيون ڇڏي وڃان ٿو

162. يزيد بن حيان جو بيان آهي تہ مان حضرت زيد بن ارقم وٽ حاضر ٿيس، ان چيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان کي خطبو ارشاد فرمايو مان توهان ۾ ٻہ قيمتي شيون ڇڏي وڃان ٿو انهن ۾ پهرين الله جو ڪتاب (قرآن) آهي جيڪو ان تي عمل ڪندو اهو هدايت

تي هوندو ۽ جنهن ان کي ڇڏي ڏنو اهو گمراهي تي هوندو ان کان پوءِ ٻي شي منهنجا اهلبيت آهن. مان پنهنجي اهلبيت جي باري ۾ توهان کي الله جو خوف ياد ڏياريان ٿو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهو جملو ٽي دفعا ورجايو.

مون زيد بن ارقم کان پڇيو اي زيد! حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جون گهرواريون اهلبيت آهن. حضرت زيد جواب ڏنو نہ، اهي اهلبيت نہ آهن. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا اهلبيت ۽ ڪٽنب وارا اهي آهن جن تي صدقو حرام ڪيو ويو آهي ۽ اهي آلِ علي، آلِ عباس، آلِ جعفرطيار ۽ آلِ عقيل آهن.

واحدي جو بہ قول آهي تہ ان کي مسلم ابو بڪر بن ابو شيبہ کان، ان محمد بن فضيل کان ۽ ان ابوحيان کان ۽ ان يزيد بن حيان کان روايت ڪيو آهي.

## زمين وارن جي بقا اهلبيت سان آهي

163 حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "النجوم امان لاهل السماء فاذا ذهبت النجوم ذهب السماء واهل بيتي امان لاهل الارض فاذا ذهب اهل بيتي ذهب اهل الارض" يعني تارا آسمان وارن جي لاءِ امان آهن جڏهن تارا ختم ٿي ويندا تہ آسمان وارا بہ نہ رهندا ۽ منهنجا اهلبيت زمين وارن جي لاءِ امان آهن جڏهن منهنجا اهلبيت زمين تي نہ رهندا تہ زمين وارا بہ زمين تي نہ رهندا.

## امام محمدباقر عليہ السلام فرمايو

164. خيثمہ الجعفي جو بيان آهي تہ ان حضرت امام محمدباقر عليہ السلام کي هي فرمائيندي ٻڌو اسان الله جا دوست ۽ ان جون صفتون آهيون، اسان ان جا چونڊيل آهيون، نبين سڳورن جا تبرڪات اسان کي سونپيا ويا آهن، اسان الله تعاليٰ جا امين آهيون، اسان الله جي حجت آهيون، اسان ايمان جا رڪن ۽ اسان اسلام جا ٿنڀا آهيون، اسان الله جي مخلوق تي ان جي رحمت آهيون، اسان جي ڪري الله رحمت

ڪولي ٿو ۽ اسان جي ڪري ختم ڪري ٿو اسان هدايت جا امام آهيون، اسان اونداهي ۾ ڏيئا آهيون، اسان هدايت جا منارا آهيون، اسان اولين(سابقون) آهيون ۽ اسان ئي آخرون آهيون، اسان حق جو بلند عَلم آهيون، جنهن اسان کي پڪڙيو حق سان ملي ويو ۽ جيڪو اسان کان پوئتي رهجي ويو اهو غرق ٿي ويو ۽ اسان ئي سفيد پيشاني وارن جا قائد آهيون، اسان الله جي بهترين مخلوق آهيون، اسان پڌرو رستو آهيون ۽ اسان ئي الله جي طرف سڌي واٽ آهيون، اسان الله تعاليٰ جي مخلوق تي نعمت آهيون، اسان شاهراھ آهيون، اسان نبوت جي کاڻ آهيون، اسان رسالت جي جاءِ آهيون، اسان ئي ملائڪن جي لهڻ جي جاءِ آهيون ۽ اسان اهو ڏيئو آهيون جو جنهن اسان مان روشني ورتي اسان جي پيروي ڪئي اسان ان جي لاءِ رستو آهيون ۽ اسان جنت ڏانهن هدايت ڪرڻ وارا آهيون، اسان اسلام جي پاڪائي آهيون، اسان پل ۽ وڏيون پليون آهيون جيڪو ان تي هليو پار ٿي ويو جيڪو ان کي ڇڏي ويو متجي ويو، اسان روشندان آهيون اسان جي ڪري الله تعاليٰ پنهنجي مخلوق تي رحم نازل ڪري ٿو ۽ اسان جي ڪري ماٺهو بارش سان ڍاول ٿيندا آهن ۽ اسان جي ڪري توهان کان عذاب پري ٿيندو. جنهن اسان کي سڃاتو اسان جي مدد ڪئي اسان جي حق کي سڃاتو اسان جي حق تي هليو اهو اسان مان آهي ۽ اسان سان گڏ هوندو.

## آلِ محمد ﷺ جي محبت ۽ بغض

165. جرير بن عبدالله البجلي کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو:

"الامن مات عليٰ حب آل محمد مات شهيدا" يعني خبروار رهو تہ جيڪو شخص آلِ محمد ﷺ جي محبت تي فوت ٿيو اهو شهادت جو موت مئو.

"الاومن مات عليٰ حب آل محمد مات مغفورا له" يعني خبردار جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي فوت ٿيو اهو بخش ٿيل مئو.

"الاومن مات عليٰ حب آل محمد تائبا" يعني خبردار جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي فوت ٿيو اهو توبهہ ڪري مئو.

"الا ومن مات عليٰ حب آلِ محمد مات مومنا مستڪمل الايمان" يعني خبردار جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي مئو اهو ايمان مڪمل ڪري مومن ٿي مئو.

"الا ومن مات عليٰ حب آلِ محمد بشره ملڪ الموت بالجنت ثم منڪر ونڪير" يعني خبردار جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي مئو ان کي ملڪ الموت جنت جي بشارت ڏيندو آهي، ان کان پوءِ منڪر نڪير ايندا.

"الاومن مات عليٰ حب آلِ محمد جعل الله زوار قبره ملائڪت الرحمان" يعني خبردار جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي فوت ٿيو الله ان جي قبر کي ملائڪن جي زيارت گاهه بڻائيندو آهي.

"الا ومن مات عليٰ حب آل محمد مات عليٰ السنت والجمائت" يعني خبردار جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي مئو اهو سنت والجماعت تي مئو.

"الا ومن مات عليٰ بغض آل محمد جاء يوم القيامت متڪوب بين عينيه ايس من رحمت الله" يعني خبردار جيڪو شخص آلِ محمد ﷺ جي بغض تي مئو اهو قيامت جي ڏينهن ائين ايندو جو ان جي ٻنهي اکين جي وچ ۾ لکيل هوندو تہ هي شخص الله جي رحمت کان محروم آهي.

"الاومن مات عليٰ بغض آل محمد مات ڪافرا" يعني خبردار جيڪو شخص آلِ محمد ﷺ جي بغض ۾ مئو اهو ڪافر مئو.

"الا ومن مات عليٰ بغض آل محمد لم يشم رائحت الجنت" يعني خبردار جيڪو آلِ محمد ﷺ جي بغض ۾ مئو اهو جنت جي خوشبو بہ نہ سگهندو.

## آلِ محمد ﷺ جي معرفت

166. حضرت مقداد بن اسود کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "معرفت آل محمد برائت من النار وحب آل محمد جوازٌ عليٰ الصراط والولايت آل محمد امان من العذاب" يعني آلِ محمد ﷺ جي معرفت جهنم کان ڇوٽڪارو آهي ۽ آلِ محمد

ﷺ جي محبت پل صراط جي تڪيٽ آهي ۽ آلِ محمد ﷺ جي ولايت عذاب کان امان آهي.

## آلِ محمد ﷺ جي محبت

167. حضرت عبدالله بن عمر رضہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جنهن علي سان محبت ڪئي تہ الله ان جي ڪري ان جي نماز روزا، قيام ۽ ان جي دعا قبول ڪندو.

"الاومن احب عليا اعطاه الله بڪل عرق في بدنه مدينت في الجنت" يعني خبروار رهو تہ جنهن علي (عليہ السلام) کي دوست رکيو تہ الله تعاليٰ ان کي ان جي بدن جي هر رڳ جي عيوض جنت ۾ هڪڙو شهر عطا ڪندو.

"الاومن احب آل محمد امن من الحساب والميزان والصراط" يعني خبردار جنهن آلِ محمد ﷺ سان محبت ڪئي اهو حساب، ميزان ۽ پل صراط جي دهشت کان امن ۾ هوندو.

"الاومن مات علي حب آل محمد فانا ڪفيله بالجنت مع الانبياء" يعني خبردار جيڪو شخص آلِ محمد ﷺ جي محبت تي فوت ٿيو تہ مان پاڻ جنت ۾ نبين سان گڏ ان جو ڪفيل هوندس.

"الاومن ابغض آل محمد جاء يوم القيامت مڪتوبا بين عينيه ايس من رحمت الله" يعني خبردار جيڪو آلِ محمد ﷺ جي بغض ۾ مئو اهو قيامت جي ڏينهن اهڙي حال ۾ ايندو جو ان جي ٻنهي اکين جي وچ ۾ لکيل هوندو تہ هي شخص الله جي رحمت کان محروم آهي.

## حضور ﷺ امام حسين عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪيو

168. حضرت امام محمدباقر عليہ السلام کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اميرالمومنين حضرت علي ڪرم الله وجہ کي فرمايو اي علي! جيڪو مان لڪرايان اهو لک. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو اي الله جا نبي! مون کي پل چڪ جو ڊپ آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تون پل چڪ کان خوف نہ ڪر.

مون الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ دعا ڪئي آهي، اهو پل چڪ کان تنهنجي حفاظت ڪري ۽ پنهجي لکندڙن ۾ شريڪ ڪري. حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو اي الله جا نبي! مون سان گڏ ڪير شريڪ آهن. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تنهنجي اولاد مان ٽيڻ وارا امام آهن. انهن جي ڪري الله منهنجي امت کي بارش سان ڍاول ڪندو، انهن جي ڪري منهنجي امت جون دعائون قبول ٿينديون، انهن جي ڪري الله انهن جي مصيبتن کي ختم ڪندو ۽ انهن جي ڪري آسمان مان رحمت نازل ٿيندي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم امام حسن عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪري چيو هي انهن مان پهريون آهي، پوءِ امام حسين عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪيو. ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "الائمت من ولده" يعني باقي هن جي اولاد مان امام هوندا.

## حضرت يحيٰ عليہ السلام ۽ امام حسين عليہ السلام ۾ هڪجهڙائي

169. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ الله تعاليٰ حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏانهن وحي ڪئي تہ مون يحيٰ بن زڪريا عليہ السلام کي قتل ڪرڻ واري ۽ ان جي ساٿ ڏيڻ وارن کي جن جو تعداد ستر هزار آهي، قتل ڪري ڇڏيو ۽ تنهنجي پٽ جي قاتل ۽ ان جو ساٿ ڏيڻ وارن ستر هزار ماڻهن کي قتل ڪندس.

## امام حسين عليہ السلام جي ننڍپڻ جو واقعو

170. محمد بن اسماعيل بن عمر پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪئي آهي تہ حسين بن علي عليهم السلام هڪڙي ڦرهي جنهن تي قرآن جي هڪڙي آيت لکيل هئي کنيون اسان وٽان گذري ويندو هو ۽ اسان اها ڦرهي ان کان وٺندا هياسين ۽ اسان چوندا هياسين تہ اها اسان جي آهي تہ اهي فرمائيندا هيا، نہ اها منهنجي آهي. اسان چوندا هياسين تہ قسم کڻو تہ اهي ان کي اسان وٽ ڇڏي هليا ويندا هيا، ايتري تائين جو اسان انهن کي آواز ڏيندا هياسين ۽ اها ڦرهي ان کي واپس ڪندا هياسين.

اهو واقعو ٻالڪپڻ جو آهي جو ٻارن سان پوڳ ڪرڻ لاءِ انهن ڪان ڪا شي وٺي پوءِ انهن کي موٽائي ڏبي آهي.

## امام حسين عليہ السلام جي بارگاهه احديت ۾ عجزو انڪساري

171. شريح جو بيان آهي تہ مان مسجد نبوي ۾ داخل ٿيس تہ اتي امام حسين عليہ السلام مسجد ۾ موجود هيا ۽ پنهنجا ڳل مٽي سان گسائي رهيا هيا ۽ چئي رهيا هيا، منهنجا سردار ۽ منهنجا مالڪ! ڇا تو منهنجا عضوا لوهه جي اوزارن لاءِ ٺاهيا آهن يا منهنجي آنڊن کي ٻڙڪندڙ پاڻي پيئڻ لاءِ پيدا ڪيو آهي. اي منهنجا معبود! جيڪڏهن تون منهنجا گناهه ڳوليندين تہ مان ضرور تنهنجو ڪرم تلاش ڪندس، جيڪڏهن تون مون کي گناهگارن سان قيد ڪندين تہ مان انهن کي توسان پنهنجي محبت جي باري ۾ ٻڌائيندس. اي منهنجا آقا! بيشڪ منهنجي اطاعت توکي ڪو نفعو ڪونہ ٿي ڏئي ۽ منهنجي نافرماني توکي ڪو نقصان نٿي پهچائي، بس مون کي اهو عطا ڪر جيڪو توکي نفعو نٿو ڏئي ۽ منهنجي لاءِ اهو بخشي ڇڏ جيڪو توکي نقصان نٿو پهچائي، بيشڪ تون ارحم الراحمين آهين.

## حسين (عليہ السلام) جي قاتلن کان مان پاڻ انتقام وٺندس

172. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ موسيٰ بن عمران پنهنجا ٻئي هٿ کڻي دعا ڪئي تہ اي رب! منهنجو ڀاءُ هارون فوت ٿي ويو تون ان جي بخشش فرماءِ. الله تعاليٰ ان ڏانهن وحي موڪلي تہ اي موسيٰ! جيڪڏهن تون اولين ۽ آخرين جي بخشش جي دعا ڪرين تہ مان قبول ڪندس سواءِ حسين جي قاتلن جي، انهيءَ ڪري جو حسين (عليہ السلام) جي قاتلن کان مان پاڻ انتقام وٺندس.

## حسين عليہ السلام جا قاتل باهه جي تابوت ۾

173. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو، حسين جا قاتل باهه جي تابوت ۾ هوندا. انهن تي اڌ عذاب دنيا ۾ ٿيندو ۽ انهن جا هٿ پير باهه جي زنجيرن ۾ جڪڙيا ويندا ۽ انهن کي اونڌو لٽڪايو ويندو. ايستائين جو اهي

جهنم جي ڪڏ ۾ ڪري پوندا. انهن جي ڏپ اهڙي هوندي جو جهنم وارا ان ڏپ جي شدت کان پناهه گهرندا ۽ اهي ان ۾ هميشه دردناڪ عذاب کي چکيندا رهندا. جڏهن انهن جي ڪل پچي ويندي ته الله تعاليٰ انهن کي نئين کل ڏيندو ته جيئن اهي ڏکوئيندڙ عذاب جو مزو چکين، انهن کان اهو عذاب هڪڙي گهڙي به گهٽ ڪونه ٿيندو ۽ انهن کي جهنم جو ٻرندڙ پاڻي پياريو ويندو.

## حشر جي ڏينهن بي بي سلام الله عليها رت لڳل ڪپڙا کڻي عدل جو مطالبو ڪندي

174. حضرت علي ڪرم الله وجه بيان ڪيو ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ارشاد فرمايو قيامت جي ڏينهن محشر ۾ منهنجي نياڻي فاطمه (سلام الله عليها) وٽ هڪڙو رت لڳل ڪپڙو هوندو ۽ اهو عرش جي ٿنڀن مان هڪڙي ٿنڀي سان لڳائي رکندي ۽ الله جي بارگاهه ۾ عرض ڪندي، اي عدل ڪرڻ وارا! منهنجي ۽ منهنجي ٻچڙي جي قاتل جي وچ ۾ فيصلو ڪر. حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو پوءِ الله جو قسم! الله منهنجي ٻچڙي جي حق ۾ فيصلو ڪندو.

## امام شافعي جو شعر

175. منهنجي مطالعي مان امام شافعي مطلبي جا هي شعر گذريا آهن:

ويل لمن شفعاؤه خصماؤه والصور في حشر القيامت ينفخ

لا يد ان ترد القيامت فاطم وقميصها بدم الحسين مضمخ

(ان جي سفارشين ۽ مد مقابل جي لاءِ تباهي هجي جڏهن ته قيامت جي ڏينهن صور ڦوڪيو ويندو، ضروري آهي ته سيده فاطمه سلام الله عليها قيامت ۾ تشريف کڻي اچن ته انهن وٽ رت ۾ رنگيل حسين (عليه السلام) جي قميص هجي.)

## قرآن ۽ اهلبيت ڪڏهن به جدا نه ٿيندا

176. يزيد بن حيان جو بيان آهي ته مون زيد بن ارقم کان ٻڌو، جنهن چيو ته هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم خطبو

ڏنو الله تعاليٰ جي حمد ۽ ثنا کان پوءِ فرمايائون، اي ياڻرو! مان بہ هڪڙو انسان آهيان مون وٽ الله جو موڪليل ملائڪ آيو مون ان کي اقرار ۾ جواب ڏنو. مان توهان ۾ بہ قيمتي شيون ڇڏي وڃان ٿو انهن ۾ پهرين الله جو ڪتاب آهي جنهن ۾ هدايت ۽ نور آهي سو الله جي ڪتاب کي چنبڙيا رهو ۽ ان کي پڪڙي رکو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم الله جي ڪتاب لاءِ ترغيب ڏني. پوءِ فرمايو ٻيا منهنجا اهلبيت آهن. مان توهان کي پنهنجي اهلبيت جي باري ۾ الله جي ياد ڏياريان ٿو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهو جملو ٽي ڀيرا ارشاد ڪيو.

## ڏسجو مون کان پوءِ انهن سان توهان ڪهڙو سلوڪ ڪيو ٿا

177. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جلد مون کي ازلي سڏ ٿيڻ وارو آهي "واني تارک في کم الثقلين ڪتاب الله حبل ممدود من السماءِ الي الارض و عترتي اهل بيتي وان اللطيف الخبير اخبرني انهما لن يتفرقا حتيٰ يردا علي الحوض فانظرو وما تخلفوني فيهما" يعني مان توهان ۾ ٻہ شيون ڇڏي وڃان ٿو هڪڙي الله جو ڪتاب اهو هڪڙي اهڙي رسي آهي جيڪا آسمان کان وٺي زمين تائين ڇڪيل آهي ۽ ٻي منهنجي عترت آهي، اهي منهنجا اهلبيت آهن. مون کي الله لطيف ۽ خبير خبر ڏني آهي تہ اهي ٻئي ڪڏهن بہ هڪ ٻئي کان جدا ڪونہ ٿيندا تان جو اهي ٻئي مون سان حوض ڪوثر تي اچي ملندا، ڏسجو مون کان پوءِ توهان انهن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو ٿا.

178. حذيفہ بن اسيد غفاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حجتہ الوداع کان فارغ ٿيا تہ خطبو ارشاد فرمايائون، اي ياڻرو! بيشڪ مون کي لطيف خيبر خبر ڏني آهي تہ ان ڪنهن نبي کي ايتري ئي حياتي ڏني آهي جيتري ان کان پهرين نبي کي ڏني هجي. مون کي گمان آهي تہ جلد سڏ اچي ويندو ۽ مان قبول ڪندس. مان توهان لاءِ حوض ڪوثر تي پهريان موجود هوندس جڏهن توهان منهنجي سامهون ايندا تہ مان توهان کان ثقلين جي باري ۾ سوال ڪندس. ڏسجو مون کان پوءِ توهان انهن سان ڪهڙو

سلوڪ ڪيو ٿا. هڪ ثقل اڪبر الله جو ڪتاب (قرآن) آهي جنهن جو هڪڙو منڍ الله وٽ آهي ۽ ٻيو توهان جي هٿ ۾ آهي ان کي پڪڙي رکو، نہ گمراھ ٿجو نہ ان کي تبديل ڪجو ۽ ٻيا منهنجي عترت اهلبيت آهن، مون کي لطيف خبير خبر ڏني آهي تہ اهي ڪڏهن بہ هڪٻئي کان جدا نہ ٿيندا تان جو اهي ٻئي مون سان حوض ڪوثر تي اچي ملندا.

## مان قيامت جي ڏينهن چئن ماڻهن جي شفاعت ڪندس

179. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مان چئن ماڻهن جي شفاعت ڪندس، توڙي اهي زمين وارن مان سڀني کان وڌيڪ گنهگار هجن. (1) منهنجي ذريت جي لاءِ تلوار هلائڻ وارو (2) منهنجي اولاد جي گهرجن کي پورو ڪرڻ وارو (3) انهن جي ڪمن لاءِ ڪوشش ڪرڻ وارو جڏهن اهي پريشان هجن، (4) اهڙو محبت ڪرڻ وارو جيڪو زبان ۽ دل سان محبت ڪرڻ وارو هجي.

180. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو، قيامت جي ڏينهن چئن ماڻهن جي مان پاڻ شفاعت ڪندس (1) "المڪرم لذريتي" يعني منهنجي ذريت جي عزت ڪرڻ وارو (2) "والقاضي لهم حوائجهم" يعني انهن جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ وارو، (3) "الساعي لهم في امورهم عندما اضطرو اليه" يعني پريشاني جي وقت انهن جي ڪمن لاءِ ڪوشش ڪرڻ وارو، (4) "والمحب لهم بقلبه ولسانه" يعني اهڙو محبت ڪرڻ وارو جيڪو دل ۽ زبان سان انهن سان محبت ڪندو هجي.

## جنهن عترت کي اذيت ڏني ان تي جنت حرام آهي

181. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو، جنهن منهنجي اهلبيت تي ظلم ڪيو ۽ منهنجي عترت جي متعلق مون کي اذيت ڏني ان تي جنت حرام آهي ۽ جنهن شخص عبدالمطلب جي اولاد مان ڪنهن تي ڪو احسان ڪيو

ان کي دنيا ۾ بدلو نہ ڏنو ويندو بلڪ جڏهن قيامت جي ڏينهن اهو مون سان ملندو تہ مان ان کي بدلو ڏيندس.

## جنهن منهنجي اهلبيت کي گار ڏني ان جو آخرت ۾ ڪوبہ حصو ڪونهي

182. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "من ظلم اهل بيتي وقاتلهم والمعين عليهم ومن سبهم اولائڪ لاخلاق لهم في الآخرت ولا يڪلمهم الله ولا يزڪيهم ولهم عذاب عليم" يعني جنهن منهنجي اهلبيت تي ظلم ڪيو ۽ انهن کي قتل ڪيو ۽ قاتلن جي مدد ڪئي ۽ انهن کي گار ڏني ان جو آخرت ۾ ڪوبہ حصو ڪونهي, نہ الله ان سان ڳالهائيندو ۽ نہ ان کي پاڪ ڪندو ۽ ان جي لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي.

## رسول الله ﷺ جي حسب نسب کان سواءِ سڀ حسب نسب ختم ٿي ويندا

183. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ڪل سبب ونسب ينطقع يوم القيامت الا حسبي و نسبي" يعني قيامت جي ڏينهن منهنجي حسب نسب کان سواءِ سڀ حسب نسب ختم ٿي ويندا.

## مون تائين پهچڻ وارو ڪو اهڙو نہ هجي جيڪو مون سان جنت ۾ نہ هجي

184. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مون پنهنجي رب جي بارگاهہ ۾ سوال ڪيو تہ منهنجي امت مان ڪوبہ مون ڏانهن آندو وڃي ۽ منهنجي امت مان ڪوبہ مون تائين پهچي رچي اهو اهڙو نہ هجي جيڪو مون سان جنت ۾ نہ هجي تہ الله تعاليٰ منهنجو سوال قبول ڪيو.

## منهنجي ساهرن ۽ اصحابن جي حفاظت ڪيو

185. حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو منهنجي رب مون سان واعدن مان

هڪڙو واعدو اهو ڪيو تہ منهنجي ساهرن ۾ هرهڪ ۾ جنهن سان مائٽي ڪئي آهي يئي جنت ۾ منهنجا رفيق هوندا. تنهنڪري توهان منهنجن ساهرن ۽ منهنجي اصحابن جي حفاظت ڪيو. جنهن انهن جي حفاظت ڪئي تہ الله ان جو حفاظت ڪندڙ آهي ۽ جنهن ان معاملي ۾ منهنجي حفاظت نہ ڪئي تہ الله ان کان الڳ ٿي ويندو ۽ جنهن کي الله اڪيلو ڪري ڇڏيو اهو هلاڪ ٿيندو.

## منهنجي مائٽي فائدو ڏيندي

186. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي منبر تي ويٺي فرمائيندي ٻڌو تہ ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي جو اهي چون ٿا تہ رسول الله جي مائٽي قيامت جي ڏينهن فائدو نہ ڏيندي. الله جو قسم! منهنجي مائٽي دنيا ۽ آخرت ۾ ڳنڍيل آهي.

## مان ڪير آهيان

187. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ آلِ رسول جي هڪڙي خادمہ هئي جيڪا انهن جي خدمت ڪندي هئي، ان جو نالو بريره هو. ان کي هڪڙي ماڻهوءَ چيو پنهنجي ديوانگي ۽ صدقو ٿيڻ کي ڪجهہ گهٽ ڪر. ڇوتہ محمد (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) توکي الله تعاليٰ کان هرگز بي پرواهہ ڪرڻ وارو ڪونهي. ان خادمہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سموري ڳالهہ ٻڌائي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي چادر گِهليندا ۽ چهرو ڳاڙهو ڪيون ٻاهر نڪتا. اسان انصاري سندن چادر گِهلڻ ۽ ڳاڙهي چهري مان سندن ناراضگي جو اندازو لڳائي وٺندا هياسين. اسان هٿيار کڻي سندن خدمت ۾ حاضر ٿياسين ۽ عرض ڪيو يارسول الله! توهان جيڪو چاهيو ٿا اسان کي ان جو حڪم ڏيو. ان ذات جو قسم، جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي، جيڪڏهن توهان اسان کي پنهنجي پيءُ ماءُ ۽ اولاد کي وٺي اچڻ جو حڪم ڏنو تہ اسان اهو بہ ڪنداسين. حضور صلي الله عليہ وآلہ

وسلم منبر تي تشريف فرما ٿيا ۽ الله جو حمد ۽ ثنا بيان ڪرڻ کان پوءِ فرمايو مان ڪير آهيان؟ اسان عرض ڪيو توهان محمد بن عبدالله بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبدمناف آهيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مان آدم جي اولاد جو سردار آهيان ۽ مون کي ان تي فخر آهي، مان پهريون شخص هوندس جنهن لاءِ زمين ڦاٽي پوندي پر مونکي ان تي فخر ڪونهي، مان اهو پهريون آهيان جيڪو جنت ۾ داخل ٿيندس پر مون کي فخر ڪونهي، مان صاحب لواءِ الحمد آهيان پر مون کي فخر ڪونهي، جنهن ڏينهن ان جي عرش جي پاڇي کان سواءِ ڪابہ ڇانءِ ڪونہ هوندي مان رحمان جي ڇانوءَ ۾ هوندس مگر مون کي فخر ڪونهي. ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي جو اهي چون ٿا تہ منهنجي مائٽي فائدو نہ ڏيندي، بلڪ مان چوان ٿو تہ نفعو ڏيندي، ايستائين جو اها مائٽي حاء ۽ حَڪم تائين پهچندي جيڪي ٻئي يمن مان منهنجي قبيلي جا آخري ماڻهو هوندا، مان ضرور شفاعت ڪندس ۽ منهنجي شفاعت قبول ٿيندي، ايتري تائين جو جنهن جي مان شفاعت ڪندس اهو اڳتي شفاعت ڪندو، تان جو ابليس بہ شفاعت جي اميد ڪرڻ لڳندو.

## منهنجي محبت جي ڪري اهلبيت سان محبت ڪيو

188. محمد بن علي بن عبدالله بن عباس پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو الله سان محبت ڪيو انهيءَ ڪري جو اهو توهان کي رزق جي نعمت مهيا ڪري ٿو "واحبوني بحب الله" يعني مون سان محبت ڪيو الله جي محبت ڪري "واحبوا اهل بيتي بحبي" يعني منهنجي اهلبيت سان محبت ڪيو منهنجي محبت جي ڪري

## اهلبيت سان محبت جو فائدو

189. حضرت عبدالله بن عمر رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جيڪو گهري ٿو تہ الله تي توڪل ڪري ان کي گهرجي تہ منهنجي اهلبيت سان محبت ڪري ۽ جيڪو گهري ٿو تہ ان کي قبر جي عذاب کان ڇوٽڪارو ملي ان کي گهرجي تہ

منهنجي اهلبيت سان محبت ڪري ۽ جيڪو دانائي گهري ٿو تہ اهو منهنجي اهلبيت سان محبت ڪري جيڪو گهري ٿو تہ جنت ۾ بغير حساب جي داخل ٿئي تہ ان کي گهرجي منهنجي اهلبيت سان محبت ڪري. الله جو قسم! انهن جي محبت دنيا ۽ آخرت ۾ فائدو ڏيندي

## اهلبيت جي محبت کان سواءِ محبتِ رسول ثابت ڪونهي

190. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ هڪڙو شخص نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاهہ ۾ آيو ۽ چيو يارسول الله! مان توهان سان محبت ڪريان ٿو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو. صرف مون اڪيلي سان؟ ان چيو هائو. پاڻ سڳورن فرمايو "ما احببتني حتي تحبني في آلي" يعني تون مون سان محبت ڪونہ ٿو ڪرين جيستائين منهنجي آل سان محبت نٿو ڪرين.

## ولسوف يعطيڪ ربڪ فترضيٰ جو تفسير

191. حضرت زيد بن علي (زين العابدين) کان الله تعاليٰ جي هن قول "وَلَسَوْفَ يُعْطِيْكَ رَبُّكَ فَتَرْضٰى(۵)" (الضحيٰ: 5) معنيٰ: ۽ سگهو تنهنجو رب توکي ايترو ڏيندو جو تون راضي ٿي ويندين (۵) جي باري ۾ پڇيو ويو. حضرت زيد بن علي (زين العابدين) عليهم السلام فرمايو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هن ڳالهہ تي راضي ٿيندا تہ "ان يدخل اهل بيته وذريته في الجنت" يعني ان جا اهلبيت ۽ ذريت جنت ۾ داخل ٿي وڃن.

## اهڙي نيڪي جنهن سان جنت ۽
## اهڙو گناهہ جنهن سان دوزخ ملن ٿا

192. حضرت ابوعبدالله جدلي جو بيان آهي تہ مان حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ انهن فرمايو. اي ابوعبدالله! ڇا مان توکي اهڙي نيڪي جي خبر نہ ڏيان جنهن جي ڪرڻ سان الله تعاليٰ انسان کي جنت ۾ داخل ڪندو ۽ اهڙي گناهہ جي خبر نہ ڏيان جنهن جي ڪرڻ سان ڪرڻ واري کي الله تعاليٰ اونڌي منهن دوزخ ۾ داخل ڪندو. مون عرض ڪيو جي. سائين! حضرت علي عليہ السلام فرمايو

"الحسنت حبنا والسيئت بغضها" يعني اها نيڪي اسان جي محبت ۾ آهي ۽ اهو گناهه اسان سان بغض آهي.

193. ابوعبدالله جدلي جو بيان آهي تہ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمايو اي ابوعبدالله! ڇا مان توکي اهڙي نيڪي جي خبر نہ ڏيان جو اها نيڪي ڪرڻ وارو قيامت جي ڏينهن گهبراهٽ کان امن ۾ هوندو ۽ اهڙي گناهه جي خبر نہ ڏيان جنهن جي ڪرڻ واري کي اونڌي منهن جهنم ۾ اڇلايو ويندو ۽ ان جو ڪوبہ عمل قبول نہ ٿيندو. ان کان پوءِ علي عليہ السلام هي آيت پڙهي "مَنْ جَآءَ بِالْحَسَنَةِ فَلَهٗ خَيْرٌ مِّنْهَا وَهُمْ مِّنْ فَزَعٍ يَّوْمَئِذٍ اٰمِنُوْنَ (٨٩) وَمَنْ جَآءَ بِالسَّيِّئَةِ فَكُبَّتْ وُجُوْهُهُمْ فِي النَّارِ" (نمل:89 ۽ 90) معنيٰ: جيڪو نيڪي آڻيندو ان جي لاءِ ان کي بهتر انعام ملندو ۽ اهي ان ڏينهن جي گهبراهٽ کان امن ۾ هوندا (٨٩) ۽ جيڪو بُرائي آڻيندو تہ ان کي منهن ڀر باهہ ۾ اونڌو وڌو ويندو.

ان کان پوءِ فرمايو "ابوعبدالله الحسنت حبنا والسيئت بغضها" يعني اي ابوعبدالله! اها نيڪي اسان سان محبت ڪرڻ آهي ۽ اهو گناهه اسان سان بغض آهي.

## ان مان مراد اسان جي ولايت آهي

194. اصبغ بن نباتہ الله تعاليٰ جي هن قول "وَاِنَّ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ عَنِ الصِّرَاطِ لَنٰكِبُوْنَ(٧٤)" (المومنون:74) معنيٰ: ۽ بيشڪ جيڪي آخرت کي نٿا مڃين اهي سڌي واٽ کان گمراهہ ٿي ويا (٧٤) جي باري ۾ حضرت علي عليہ السلام کان معلوم ڪيو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو "عن ولا يتنا" يعني ان مان مراد اسان جي ولايت آهي.

## قيامت جي ڏينهن چار سوال

195. حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو قيامت جي ڏينهن قدم رکڻ کان اڳ ۾ ٻانهي کان چئن ڳالهين جي باري ۾ پڇيو ويندو (1) ان پنهنجي عمر کي ڪهڙين ڳالهين ۾ فنا ڪيو (2) ان جواني ڪهڙن ڪمن ۾ گذاري، (3)

ان وٽ جيڪو مال هو اهو ڪٿان ۽ ڪيئن ڪمايو ۽ ڪٿي خرچ ڪيو (4) اهلبيت جي باري ۾ پڇيو ويندو.

## محبت ڪرڻ وارن سان محبت ڪيو ڇاهي گناهگار هجن

196. عطيہ بن عوفي جو بيان آهي تہ حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنہ مون کي فرمايو اي عطيہ! منهنجي وصيت ياد رک، جيڪو تو هن سفر کان علاوه منهنجي صحبت ۾ ڏٺو. آلِ محمد ﷺ سان محبت ڪر ۽ آلِ محمد ﷺ سان محبت ڪرڻ وارن سان محبت ڪر توڙي اهي گناهگار هجن. ۽ آلِ محمد ﷺ سان بغض رکڻ وارن سان بغض رک ڀلي اهي ظاهري طور نمازي ۽ روزيدار ڇو نہ هجن. ۽ ڪاڏو ڪاراءِ ۾ سلام کي عام ڪر ۽ رات جو جڏهن ماڻهو سمهي رهن تہ صلوات اليل پڙهہ. مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو الله تعاليٰ ابراهيم عليہ السلام کي ڪاڏو ڪارائڻ، سلام کي عام ڪرڻ ۽ رات جو جڏهن ماڻهو سمهي پوندا هيا تہ صلوات اليل ادا ڪرڻ ڪري خليل بڻايو هو.

## پنهنجي اولاد کي ٽي عادتون سيڪاريو

197. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو. پنهنجي اولاد کي ٽي عادتون سيڪاريو (1)پنهنجي نبي سان محبت، (2) ان جي اهلبيت سان محبت، (3) قرآن جي تلاوت. قرآن سان دل لڳائڻ وارو الله جي ڇانوءَ ۾ هوندو جنهن ڏينهن ڪو ڇاڇو نہ هوندو مگر ان جي ڇانوءَ هيٺ نبي ۽ ولي هوندا.

## انسان ان سان هوندو جنهن سان محبت ڪري ٿو

198. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ عرض ڪيو يارسول الله! (ﷺ) مان توهان جي اهلبيت سان محبت ڪريان ٿو. حضور صلي الله عليہ

وآلہ وسلم فرمايو "المرء مع من احب" يعني انسان ان سان گڏ هوندو جنهن سان محبت ڪري ٿو.

## ليڪ جي ڳالھ:

ليڪ جو ڇوڻ آهي تہ مون کي خبر آهي تہ اهلبيت معرفت الاهي ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هڪ هزار شهرن جا مالڪ آهن ۽ هر شهر ۾ پنجاھ ڳوٺ آهن بلڪ ان کان بہ وڌيڪ ۽ اهي شهر ٻيٺي علم سان ڀريل آهن. الله تعاليٰ نوح عليہ السلام کي انهن شهرن ڏانهن موڪليو ۽ اهو هر شهر ۾ هڪڙي سال تائين رهيو ۽ اتان جي رهڻ وارن کي منور ڪيو ۽ اتان جي پردن کي کوليو ۽ ان سان گڏ موسيٰ عليہ السلام عيسيٰ عليہ السلام ۽ خاتم الانبياءُ صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ هيا. انهن جو عِلم علم الاسرار هو ۽ اهو بنيادي علم ۽ علم اجداء آهي ۽ اهو علم القوائم ۽ علم الاعتداء ۽ علم ذات آهي. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي "سُبۡحٰنَ الَّذِیۡۤ اَسۡرٰی بِعَبۡدِہٖ لَیۡلًا مِّنَ الۡمَسۡجِدِ الۡحَرَامِ اِلَی الۡمَسۡجِدِ الۡاَقۡصَا الَّذِیۡ بٰرَکۡنَا" (بني اسرائيل:1). الله تعاليٰ جو فرمان آهي "فَاعۡتَدُوۡا عَلَیۡہِ بِمِثۡلِ مَا اعۡتَدٰی عَلَیۡکُمۡ" (البقره:194) ۽ طوفان جو ڪڙڻ شيطان جي پليتي آهي، جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي "وَلَقَدۡ اَرۡسَلۡنَا نُوۡحًا اِلٰی قَوۡمِہٖ فَلَبِثَ فِیۡہِمۡ اَلۡفَ سَنَۃٍ اِلَّا خَمۡسِیۡنَ عَامًا فَاَخَذَہُمُ الطُّوۡفَانُ وَ ہُمۡ ظٰلِمُوۡنَ(۱٤)" (عنڪبوت:14).

نوح عليہ السلام شيطانن جي ظاهري اثرن کي زائل ڪيو ۽ انهن جي گهرن ۽ قلعن کي ڪيرايو ۽ اها پليتي جي معنيٰ آهي ۽ شيطان جي پليتي باقي بچي وئي ۽ الله تعاليٰ اهلبيت کان پليتي کي دور ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ فرمايو "اِنَّمَا یُرِیۡدُ اللّٰہُ لِیُذۡہِبَ عَنۡکُمُ الرِّجۡسَ اَہۡلَ الۡبَیۡتِ وَ یُطَہِّرَکُمۡ تَطۡہِیۡرًا(۳۳)" (احزاب:33)

اسان ذڪر ڪيو آهي تہ پليتي جي صورت جمود ۽ جحود ۾ هوندي آهي ۽ اهو خلود جي صورت تي پردو آهي ۽ الله تعاليٰ اهلبيت کي پليتي کان ايترو پاڪ ڪيو جو دل مان ناپاڪ خيال بہ ڪڏهن چڙيا ۽ اسراء ۽ معراج جو منصب عطا ڪيو.

ياد رکو بيشڪ اهلبيت هڪ هزار اهڙن شهرن جا مالڪ آهن جيڪي توحيد جي بنيادن ۽ عقل جي نور ۽ تسخيرو تمليڪ جي راز

جي صورت جا ڳنڍڙا اکين واري زندگي سان تهيل آهن ۽ گهر جيڪي نوَ هستين تي مشتمل آهن ۽ اهي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي جون هستيون آهن ۽ اهل حرف اهلبيت ۽ اولياءَ مان آهن. ظاهر آهي الله تعاليٰ جا ٻہ گهر آهن. هڪڙي گهر ۾ چار هستيون آهن ۽ هڪڙي گهر ۾ نوَ ٻاتي آهن. اهو گهر جنهن ۾ چار هستيون آهن اهو ابراهيم خليل الله جو گهر آهي ۽ اهو مسجد اقصيٰ آهي. ان ئي مفهوم کي واضع ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ فرمايو "رَحۡمَتُ اللّٰهِ وَبَرَكٰتُهٗ عَلَيۡكُمۡ اَهۡلَ الۡبَيۡتِؕ اِنَّهٗ حَمِيۡدٌ مَّجِيۡدٌ(٧٣)" (هود:73)

اهو گهر جنهن ۾ نوَ هستيون آهن اهي نبي ۽ خاص اولياء ۽ نبي جون گهرواريون آهن. ان مفهوم کي هيٺئن بيان ڪيو (يطهرڪم تطهيرا) مذڪر لفظ سان گڏ ۽ الله تعاليٰ فرمايو "اِنَّمَا يُرِيۡدُ اللّٰهُ لِيُذۡهِبَ عَنۡكُمُ الرِّجۡسَ اَهۡلَ الۡبَيۡتِ" ۾ بہ مذڪر جو صيغو آهي تہ ان سان پهريان گهر جي پاڪائي تي پوءِ اهلبيت جي.

اسان مٿي ذڪر ڪيو آهي تہ بيشڪ اهلبيت هزار شهرن جا مالڪ آهن ۽ هر شهر الله تعاليٰ جي نالن سان شروع ٿئي ٿو ۽ اهي هزار نالا هر شهر جو نالو آهي ۽ اهو شهر جيڪو گهر (بيت) جو عڪس ۽ مفهوم آهي اهو اسم اعظم جو عڪس آهي ۽ ان ۾ ٽي وجود آهن: وجود الروح، وجود العقل ۽ وجود السيد. هن شهر جا رهواسي حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم آهن. ان جي اندر پاڪ ماڻهو آهن ۽ ان جو دروازو علي عليہ السلام آهن ۽ ان جا رڪن عشره مبشره آهن ۽ امام حسن عليہ السلام ۽ امام حسين عليہ السلام دروازي تي خليفي مثل آهن. اهلبيتِ نبي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي پاڪ ڪيل خوش آهن ۽ الله تعاليٰ جي گهر ۾ اهي ماڻهو آهن جيڪي اهو گهرن ٿا تہ اسان پاڪ تي وڃون ۽ الله تعاليٰ پاڪيزه ماڻهن کي پسند ڪندو آهي. پاڪيزه حبيب پاڪ گهر ۾ آهي ۽ حبيب جو عڪس مجاهدات ۽ مخالفتن جي واسطي سان پاڪ گهر ۾ ئي لهندو آهي. بيت اقصيٰ پاڪ گهر آهي ۽ ان جو دروازو مسجد الحرام آهي جنهن کي بہ تالا لڳل آهن. بيت باطن اهو بيتِ حرام آهي ان جو دروازو بند آهي ۽ ان

ڪي هڪڙو ئي شخص کوليندو. معلوم ٿيو تہ جيڪو شخص ان ۾ داخل ٿيندو اهو الله تعاليٰ جي حسب ۾ اچي ويو ۽ ان جو حساب اهو ئي آهي جيڪي اسان صفتون ذڪر ڪيون تہ انهن ۾ اسماء الحسنيٰ آهن. جيئن علم الغيب والشهاده.

ان جا ٽي قسم آهن. انهن مان هڪڙو قسم هي آهي تہ زندگيءَ جو مزو ڪوڙاڻ سان چکڻ جيئن اميرحمزه بن عبدالمطلب. ٻيو قسم حقيقت حيات آهي جيڪو ذات الوهيت سان گڏ آهي ۽ ان جي صورت وڏي آهي جيئن امام حسن ۽ امام حسين ۽ علي بن ابوطالب عليهم السلام ۽ خاتم الانبياءَ ۽ ٽيون قسم صورت رب سان الله تعاليٰ جو نور آهي جيئن سيئي اصحابي سڀورا. انهن ۾ اُحد جا شهيد آهن ۽ حقيقت ۾ اهي اسان جي نبي جي ڪري اسماء الحسنيٰ آهن. الله تعاليٰ فرمايو "لَهُ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى يُسَبِّحُ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ (٢٤)" (حشر).

وري ڪجھ صفاتي نالا آهن ۽ ڪجھ خلقي نالا آهن ۽ احد جي صورت احديہ جو عڪس آهي ۽ اسماء حسنيٰ ان عڪس جي حقيقت جو عڪس آهن. پوءِ ان پنهنجي صورت کي ڪنيو پنهنجي نسخي کي ۽ سنت ۽ حالت کي ترڪ ڪيو پوءِ اها صورت احد ۾ ٻڌجي وئي. حضر آدم، حضرت نوح ۽ حضرت ابراهيم عليهم السلام. ان ئي مفهوم کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم بيان ڪيو "احد جبل يحبني واحبه" يعني احد جبل مون سان محبت ڪري ٿو ۽ اسان ان سان محبت ڪيون ٿا ۽ جن ماڻهن کي زخم لڳا آهن اهي اصحابي اراده و عشق و آتش آهن ۽ انهن جا ٽي قسم آهن (1) مقرب (2) سابق (3) اصحاب اليمين. انهن وٽ ذات صورت ڪمال جو مشاهدو ۽ ڪمال صورت جو مشاهدو ۽ ڪمال اخلاق جو مشاهدو آهي. الله تعاليٰ فرمايو "لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوْا مِنْهُمْ وَاتَّقَوْا اَجْرٌ عَظِيْمٌ (١٧٢)" (آل عمران: 172).

محمد بن المويد الحمويني قدس الله روحه و والي من عالم الغيب فتوحہ پنهنجي ڪتاب جنهن جو نالو "مشاهدت الآيات في اشراط الساعت وظهور العلامات" آهي، ان ۾ فرمايو ياد رکو الله تعاليٰ جنت کي ندا ڏني تہ حسن کي پيدا ڪر تہ اهو پيدا ٿيو انهيءَ ڪري اهو روح

اصلي جي صورت ۾ زندگي جي روشني ظاهر ٿي ۽ ان ئي حساب ۾ زندگي جو شان گهٽ ٿيو ۽ ان ئي روشني سان دلين ۾ روح ظاهر ٿيو. پوءِ اهو روح اصلي روح ڏانهن موٽي ويو ۽ اهو ان جي دل تي زنده روح بڻجي ويو. پوءِ الله تعاليٰ ان روح مان سابقين مقربين کي زنده فرمايو. ان معنيٰ کي الله تعاليٰ هيئن بيان ڪيو "طُوْبٰى لَهُمْ وَحُسْنُ مَاٰبٍ(۲۹)" (رعد: 29) تنهن ڪري سابق ۽ مقرب امام حسن جي اولاد آهن.

خير البريہ جي اها ندا جيڪا انهن اصحابِ اعراف کي ڏني ان مان امام حسين عليہ السلام پيدا ٿيا انهيءَ ڪري جو اهي عقل اصلي ۾ ظاهر ٿيا ۽ روح بڻجي ويا ۽ ان جو عڪس نفوس ۾ ظاهر آهي ۽ نفوس ان جي مشاهدي کي دلين ۾ راحت ۽ لذت محسوس ڪندا آهن ۽ اهائي حسنيٰ ۾ گهٽائي آهي.

پوءِ الله تعاليٰ ان روح سان اصحابِ يمين کي زنده فرمايو ۽ اهي اميرالمومنين جي اولاد آهن. الله تعاليٰ هن آيت ۾ ان ڏانهن اشارو ڪيو آهي "لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوا الْحُسْنٰى وَزِيَادَةٌ" (يونس:26) "زيادت بالحسنيٰ" اميرالمومنين جي اولاد آهن.

پوءِ روح اصلي ۽ حق جي زبان وچ ۾ اولاد پيدا ٿي ۽ عقل اصلي ۾ ان مان اولاد پيدا ٿي ۽ اهو روح اصلي ۽ عقل اصلي جي ذات ۾ روح فهم آهي ۽ ان نسل سان دلين ۾ ترجمان ظاهر ٿيو جيڪو حق جي زبان جو ترجمو ڪندو آهي ۽ روح اصلي جي معرفت رکندو آهي. سابق ۽ مقرب جي اصحابِ يمين جي لاءِ ان زبان جي سبب ۽ اها صورت زلفيٰ آهي ۽ حقيقت اميرالمومنين علي بن ابوطالب آهي. هن آيت ۾ ان طرف اشارو آهي "وَاِنَّ لَهٗ عِنْدَنَا لَزُلْفٰى وَحُسْنَ مَاٰبٍ(۲۵)" (ص:25) معنيٰ: ۽ يقينن اهي اسان جي نظر ۾ نڪاڻي وارا آهن.

صورت زلفيٰ حجابن جو هتي وچڻ آهي انهيءَ ڪري اميرالمومنين فرمايو جيڪڏهن پردو نہ هٽي ها تہ مان يقينن ۾ اضافو حاصل نہ ڪيان ها. تنهن ڪري اسان جي طريقت اهلبيت نبي ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڪري آهي.

اي الله! جيئن تو مون کي پنهنجي فضل ۽ رحم ۽ سبقت علم جي سبب انهن شين جو علم ڏنو ائين ئي مون کي ان جو مشاهدو ۽ ان تي عمل ڪرڻ جي توفيق به ڏي جيڪو عملن ۾ سٺو وڏيڪ آسان ۽ وڏيڪ برڪتن وارو سمجهيو وڃي ٿو ۽ هن ڪمزور ٻانهي جو مددگار ساٿي، حمايتي ۽ وڪيل ٿي وڃ انهن شين ۾ جيڪي تنهنجي نيڪي لطف ۽ ڪرم ۽ فضل هن ٻانهي ۾ آهي، تنهنجي لاءِ ئي حمد ۽ شڪر آهي، مان تنهنجو ايترو حمد نٿو ڪري سگهان جيترو تو پاڻ پنهنجو حمد ڪيو آهي، تنهنجي رضا تائين تنهنجي تعريف آهي.

اي الله! محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جيڪي مبارڪ، ميمون، مقدس ۽ مطهر آهن. تي درود موڪل جنهن جون برڪتون ان جي امت ڏانهن موٽي اچن ۽ ان جي امت عليين ڏانهن کنئي وڃي ۽ هن مهل پنهنجي ٻانهي محمد صلي الله عليه وآله وسلم ۽ تنهنجي ٻانهي جي غلام عبدالرحمان جو نالو ديوانِ حڪمت ۾ لک ۽ مون کي پنهنجي نبي، رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي حڪمت سبب حڪيم بڻاءِ ۽ مون کي حڪمت جو سڀ ڪجهه ڪمال، صفا و ضياء ۽ نور ۽ شعاع عطا ڪر ۽ مون کي عرشِ حڪمت تي سبوق بڻاءِ ۽ مون کي احسان عطا ڪر. مون کي دنيا مان صرف ان حال ۾ ڪڍ جو تون مون کان راضي هجين ۽ تنهنجي رضا وڌندي رهي باقي گهٽجي نه. مون کي پنهنجي نبي ۽ رسول صلي الله عليه وآله وسلم وٽ وڏو وسيلوعطا ڪر ۽ مون کي پنهنجي معافي جي ٿڌاڻ ۽ معرفت جو مزو پنهنجي مغفرت جي لباس ۾ عطا ڪر. اي رب العالمين! توکي جبرائيل جو واسطو آمين رب العالمين.

## مان توهان کي مهدي جي بشارت ڏيان ٿو

199. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو مان توهان کي مهدي جي خوشخبري ٻڌايان ٿو. جڏهن ماڻهن ۾ اختلاف وڌي ويندو ته اهو منهنجي امت ۾ ظاهر ٿيندو. اهو زمين کي عدل ۽ انصاف سان ڀري ڇڏيندو جيئن اها ظلم ۽ ڏاڍ سان ڀريل هوندي. آسمان ۾ رهڻ وارا ان کان خوش

هوندا ۽ زمين تي رهڻ وارن ۾ مال صحاحا ورهائيندو. هڪڙي شخص پڇيو صحاحا ڇا آهي؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ماڻهن ۾ هڪجيترو ورهائڻ.

## حجت ٻارنهن آهن

200. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ان خلفائي و اوصيائي و حجج الله علي الخلق بعدي لا ثنا عشر" يعني مون کان پوءِ منهنجا خليفا، وصي ۽ مخلوق تي حجت ٻارنهن آهن. "اولهم اخي و آخرهم ولدي" يعني انهن ۾ پهريون منهنجو ڀاءُ ۽ آخري منهنجو ٻچڙو آهي.

عرض ڪيو ويو "يارسول الله! ومن اخوڪ" يعني توهان جو ڀاءُ ڪير آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو علي بن ابو طالب. عرض ڪيو ويو "فمن ولدڪ" يعني توهان جو ٻچڙو ڪير آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "المهدي الذي يملوها قسطا وعدلا ڪما ملئت جورا وظلما" يعني اهو مهدي آهي جيڪو زمين کي عدل ۽ انصاف سان ائين ڀري ڇڏيندو جيئن اها ظلم ڏاڍ سان ڀريل هوندي.

مون کي ان جو قسم جنهن مون کي حق سان بشارت ڏيڻ وارو ڪري مبعوث ڪيو جيڪڏهن دنيا ۾ هڪڙو ڏينهن باقي رهجي ويندو تہ الله تعاليٰ ان ڏينهن کي ايترو ڊگهو ڪري ڇڏيندو جو منهنجو ٻچڙو مهدي ظاهر ٿي ويندو. پوءِ عيسيٰ بن مريم روح الله نازل ٿيندو ۽ اهو مهدي پٺيان نماز ادا ڪندو. زمين پنهنجي رب جي نور سان چمڪي پوندي، مهدي اوير ۽ اولهہ جو بادشاهہ هوندو.

## مطهرون و معصومون

201. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "انا و علي والحسن والحسين وسعت من ولد الحسين مطهرون معصومون" يعني مان، علي، حسن، حسين ۽ حسين جي اولاد مان نَوَ فرد سڀ پاڪيزه ۽ گناهہ کان پاڪ آهيون.

## رسول الله ﷺ جا وصي ٻارنهن آهن

202. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "انا سيدالمرسلين و علي بن ابي طالب سيدالوصيين وان اوصيائي بعدي اثنا عشر اولهم علي بن ابي طالب وآخرهم القائم" يعني مان رسولن جو سردار آهيان ۽ علي وصين جو سردار آهي ۽ بيشڪ مون کان پوءِ منهنجا وصي ٻارنهن آهن. انهن مان پهريون علي بن ابوطالب ۽ انهن جو آخري قائم آهي.

## امام مهدي عليہ السلام جي ظهور جون نشانيون

203. سليمان بن حبيب جو بيان آهي تہ مون ابو امامہ باهلي کي اهو چوندي ٻڌو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو توهان ۽ روم جي وچ ۾ ست سال هوندا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ هڪڙي شخص جيڪو بنو عبدالقيس مان هو ۽ ان کي مستورد بن حبلان سڏيندا هيا، عرض ڪيو يارسول الله! انهن ڏينهن ۾ ماڻهن جو امام ڪير هوندو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مهدي امام هوندو. جيڪو منهنجي ٻچڙي جي اولاد مان هوندو. جنهن جي عمر چاليهہ سال هوندي، جنهن جو چهرو چمڪندڙ تاري وانگر هوندو. ان جي ساڄي ڳل تي ڪارو تر هوندو. اهو ٻہ قطواني چادرون پائيندو. ائين معلوم ٿيندو تہ ڄاڻ بني اسرائيل جي مردن مان آهي، اهو ڪاڻن کي ڪيندو ۽ شرڪ جي شهرن کي فتح ڪندو.

## امام مهدي عليہ السلام جي عمر

204. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مهدي منهنجي امت ۾ هوندو جيڪڏهن ان جي عمر ننڍي هوندي تہ ست سال هوندي ورنہ اٺ يا نَوَ سال هوندي، ان جي زماني ۾ منهنجي امت اهڙن نعمتن مان لطف اندوز ٿيندي جو اهڙي ڪنهن جي بہ زماني ۾ نہ ڏٺي هوندي. نيڪ ۽

گناهگار ان جي نظر ۾ برابر هوندا، آسمان مان گهڻي بارش ٿيندي، زمين پنهنجي ٻوٽن ۽ ٻوڪن مان ڪنهن به شي کي لڪل نہ رکندي.

205. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مهدي منهنجي امت مان ظاهر ٿيندو الله تعاليٰ ان کي مبعوث فرمائيندو. ان زماني ۾ ان جي ئي ذريعي نعمتون ڏنيون وينديون ۽ هلڻ واري عورت زندگي گذارڻ جي قابل هوندي ۽ زمين پنهنجا ٻوٽا ۽ ٻوڪون ٻاهر ڪڍندي ۽ مال صحيح نموني يعني عدل ۽ انصاف سان ورهايو ويندو.

## پڙهو ڏيڻ وارو آواز ڏيندو

206. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "يخرج المهدي وعليٰ راسه غمامت فيها مناد ينادي: هاذ المهدي فاتبعوه" يعني جڏهن مهدي جو ظهور ٿيندو تہ ان جي مٿان ڪڪر هوندو جنهن مان پڙهو ڏيڻ وارو آواز ڏيندو تہ هي مهدي آهي هن جي تابعداري ڪيو.

207. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "يخرج المهدي وعليٰ راسه ملڪ ينادي: ان هاذا المهدي فاتبعوه " يعني جڏهن مهدي جو ظهور ٿيندو تہ ان جي مٿان هڪڙو ملائڪ آواز ڏيندو بيشڪ هي مهدي آهي هن جي تابعداري ڪريو.

## جيستائين اهلبيت مان هڪڙو مرد بادشاهہ نہ ٿئي قيامت قائم نہ ٿيندي

208. حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو جيستائين منهنجي اهلبيت مان هڪ مرد بادشاهہ نہ ٿيندو ان وقت تائين قيامت قائم ڪونہ ٿيندي ۽ قسطنطنيہ ۽ جبل ديلم کي فتح نہ ڪري، چاهي هڪڙو ڏينهن باقي رهي، الله تعاليٰ ان ڏينهن کي ايترو ڊگهو ڪندو تان جو اهو مَرد ان کي فتح ڪري وٺندو.

## حضور ﷺ جو معراج جي رات عرش جي ساڄي پاسي امامن کي ڏسڻ

209. ابوسلمي راعي کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جنهن رات مون کي آسمانن ڏانهن وٺي ويا تہ رب جليل مون کي فرمايو "آمن الرسول بما اُنزل اليه من ربه" (بقره: 285). مون عرض ڪيو والمومنون. الله تعاليٰ فرمايو صدقت يا محمد يعني اي محمد! تو سچ چيو. تو پنهنجي امت ۾ ڪنهن کي خليفو بڻايو. مون عرض ڪيو جيڪو امت ۾ سڀني کان بهتر هو. الله تعاليٰ فرمايو علي بن ابو طالب. مون عرض ڪيو جي، هائو اي رب.

الله تعاليٰ فرمايو اي محمد! مون زمين تي نگاهہ وڌي تہ توکي چونڊيو پوءِ مون پنهنجي نالي مان تنهنجو نالو ڪڍيو جنهن جاءِ تي منهنجو ذڪر ٿيندو آهي ان سان گڏ تنهنجو بہ ذڪر ٿيندو آهي. مان محمود آهيان ۽ تون محمد آهين. ان کان پوءِ مون ٻي نگاهہ وڌي تہ زمين وارن مان علي کي چونڊيو ۽ مون پنهنجي نالي مان ان جو نالو ڪڍيو.

اي محمد! علي، فاطمہ، حسن، حسين ۽ حسين جي اولاد مان امامن کي مون پنهنجي نور مان خلق ڪيو. مون آسمان وارن ۽ زمين وارن تي تنهنجي ولايت کي پيش ڪيو جنهن ان کي قبول ڪيو اهو منهنجي نظر ۾ مومن آهي ۽ جن انڪار ڪيو اهي منهنجي نظر ۾ ڪافر آهن.

اي محمد! منهنجن ٻانهن مان جيڪڏهن ڪو ٻانهو منهنجي عبادت ڪري ڪري مري وڃي يا ڪمزوري ۾ ڪنڊو ٿي وڃي پر اهو تنهنجي ولايت جي ميڄتا کان سواءِ تنهنجي ولايت جو انڪار ڪري مون وٽ اچي تہ ان کي ڪونہ بخشيندس.

اي محمد! ڇا تون انهن کي ڏسڻ گهرين ٿو. مون عرض ڪيو منهنجا رب هائو. الله تعاليٰ فرمايو تون عرش جي ساڄي پاسي ڏانهن ڏس. مون علي، فاطمہ، حسن، حسين، علي (زين العابدين)، محمد باقر، جعفر صادق، موسيٰ ڪاظم، علي رضا، محمد تقي، علي نقي، حسن عسڪري

۽ محمد مهدي کي نور جي صورت ۾ نماز جي حالت ۾ ڏٺو ۽ مهدي کي انهن جي وچ ۾ ڏٺو ۽ اهو ائين هو جيئن چمڪندڙ تارو هوندو آهي.

الله تعاليٰ فرمايو اي محمد! اهو منهنجي مخلوق تي حجت آهي ۽ اهو تنهنجي عترت جي قاتلن کان خون جو بدلو وٺندو. مون کي پنهنجي عزت ۽ جلال جو قسم. اهو منهنجي ولين جي لاءِ حجت واجب آهي ۽ اهو ضرور منهنجي دشمن کان بدلو وٺندو.

## قيامت جي ڏينهن امامن سڳورن جو شان

210. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مان توهان کي حوض ڪوثر تي مقرر ڪرڻ وارو آهيان. اي علي! تون ساقي يعني پاڻي پيارڻ وارو هوندين ۽ حسن رائد يعني امت کي ڳولڻ وارو هوندو ۽ حسين انتظام ڪرڻ وارو هوندو. علي (زين العابدين) بن حسين فارط هوندو. محمد باقر بن علي (زين العابدين) الڳ الڳ ڪرڻ وارو هوندو. جعفرصادق بن محمد باقر امت کي هلائڻ وارو هوندو. موسيٰ ڪاظم بن جعفر صادق محبين ۽ منافقن کي ڳڻڻ وارو هوندو ۽ منافقن کي پڃائي ڇڏيندو. علي رضا بن موسيٰ ڪاظم مومنن جي مدد ڪرڻ وارو هوندو. محمد تقي بن علي رضا جنت وارن کي انهن جي درجن ۾ لاهڻ وارو هوندو. علي نقي بن محمد تقي پنهنجي شيعي جو خطيب هوندو ۽ حورعين سان ان جو نڪاح ڪرڻ وارو هوندو ۽ حسن عسڪري بن علي نقي جنت وارن لاءِ ڏيئو هوندو جنهن مان اهي روشني حاصل ڪندا ۽ مهدي قيامت واري ڏينهن امت جي شفاعت ڪندڙ هوندو. انهيءَ ڪري جو الله تعاليٰ شفاعت جي اجازت (اذن) صرف ان کي ڏيندو آهي جنهن کي گهرندو آهي ۽ ان کان راضي هوندو آهي.

## امام مهدي عليہ السلام جي حڪومت ست يا نَوَ سال رهندي

211. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو زمين ظلم ۽ ڏاڍ سان ڀرجي ويندي تہ منهنجي عترت مان هڪڙو مرد ظاهر ٿيندو. جيڪو

ست يا نَو سال حڪومت ڪندو ۽ زمين کي عدل ۽ انصاف سان ڀري ڇڏيندو.

212. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو جيستائين منهنجي اهلبيت مان هڪڙو مرد زمين تي بادشاهہ نہ ٿيندو تہ ان وقت تائين قيامت قائم نہ ٿيندي، اهو زمين کي عدل ۽ انصاف سان اهڙي طرح ڀري ڇڏيندو جيئن اها ظالم ۽ ڏاڍ سان ڀريل هوندي، ان جي بادشاهي ست سال رهندي.

## امام مهدي امام حسين عليہ السلام جي اولاد مان آهي

213. حضرت حذيفہ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم خطبو ارشاد فرمايو ۽ آئنده جيڪو ڪجهہ ٿيڻ وارو آهي ان جو ذڪر ڪيو. ان کان پوءِ فرمايو جيڪڏهن دنيا ختم ٿيڻ ۾ هڪڙو ڏينهن بہ باقي هوندو تہ الله تعاليٰ ان ڏينهن کي ايترو ڊگهو ڪري ڇڏيندو جو منهنجي اولاد مان هڪڙو مرد ظاهر ڪندو ان جو نالو منهنجي نالي تي هوندو. سلمان رضي الله عنہ اٿيو ۽ عرض ڪيو "يارسول الله! من اي ولدڪ هو" يعني اهو مرد توهان جي ڪهڙي پُٽ مان هوندو. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو "من ولدي هاذا" يعني منهنجي هن پُٽ جي اولاد مان هوندو. "فضرب بيده ظهر الحسين" يعني پوءِ پاڻ سڳورن پنهنجو هٿ امام حسين عليہ السلام جي پٺيءَ تي رکيو.

## ان جو نالو منهنجي نالي تي هوندو

214. حضرت عبدالله رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو جيستائين منهنجي اهلبيت مان هڪڙو مرد اچي وڃي جنهن جو نالو منهنجي نالي تي هوندو، ان وقت تائين قيامت قائم نہ ٿيندي.

215. حضرت عبدالله رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو جيستائين منهنجي اهليبت مان هڪڙو مرد عرب جو بادشاهہ نہ ٿئي جنهن جو نالو منهنجي نالي تي هوندو ان وقت تائين دنيا ختم نہ ٿيندي.

## الله تعاليٰ هڪڙي رات ۾ ان جي معاملن جي اصلاح ڪندو

216. سليمان بن اسحاق بن سليمان جو بيان آهي تہ مون کي منهنجي پيءُ ٻڌايو تہ هڪڙي ڏينهن مان هارون رشيد وٽ حاضر ٿيس تہ اتي مهدي ۽ ان جي عدل جو ذڪر ٿي رهيو هو. جڏهن ڳالهين ۾ مبالغہ آرائي ٿي تہ هارون رشيد چيو ڇا توهان جو خيال آهي تہ مان مهدي جو انڪار ڪريان ٿو. مون کي پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي مان پنهنجي وڏي ڏاڏي عباس بن عبدالمطلب جي روايت ملي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم ان کي فرمايو اي چاچا! منهنجي اولاد مان ٻارنهن خليفا ٿيندا. پوءِ گهڻا معاملا ٿيندا ۽ شدت ۽ سختي اچي ويندي. ان کان پوءِ منهنجي اولاد مان مهدي ظاهر ٿيندو الله تعاليٰ ان جي معاملن جي هڪڙي رات ۾ اصلاح ڪندو اهو زمين کي عدل سان ائين ڀري ڇڏيندو جيئن اها ظلم ۽ ڏاڍ سان ڀريل هوندي. جيستائين الله تعاليٰ گهرندو اهو زمين تي رهندو ان کان پوءِ دجال ظاهر ٿيندو.

## امام مهدي عليہ السلام جي پيشاني اڀريل ۽ نڪ ڊگهو هوندو

217. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو مهدي اسان اهلبيت مان آهي، منهنجي امت مان هڪڙو مرد آهي، جنهن جو نڪ ڊگهو هوندو اهو زمين کي عدل سان ائين ڀري ڇڏيندو جيئن اها ظلم سان ڀريل هوندي.

218. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو المهدي منا اجلي الجبين اقني الانف" يعني مهدي اسان مان آهي ان جي پيشاني روشن هوندي ۽ نڪ ڊگهو هوندو.

## امام مهدي عليہ السلام جي مٿين ڏندن ۾ وٿي هوندي

219. حضرت عبدالرحمان بن عوف رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو الله تعاليٰ منهنجي عترت مان هڪڙو مرد ظاهر ڪندو جنهن جي سامهون وارن ٻن ڏندن جي وچ ۾ وٿي هوندي ۽ پيشاني ڪليل هوندي، اهو زمين کي انصاف سان ڀري ڇڏيندو.

## مهدي اسان اهلبيت مان آهي

220. حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو مهدي اسان اهلبيت مان آهي، الله تعاليٰ هڪڙي رات ۾ ان جي معاملن جي اصلاح فرمائيندو.

## اوڀر (مشرق) مان نڪرڻ وارا

### امام مهدي کي پنهنجو بادشاهہ بڻائيندا

221. حضرت عبدالله بن حارث رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو اوڀر طرف کان ماڻهو نڪرندا ۽ مهدي کي ڳولي لهندا، ان کي پنهنجو بادشاهہ بڻائيندا.

## جنهن مهدي جي خروج جو انڪار ڪيو ان ڪفر ڪيو

222. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ آله وسلم ارشاد فرمايو جنهن مهدي جي خروج جو انڪار ڪيو ان ان ڳالهہ جو ڪفر ڪيو جيڪا مهدي تي نازل ٿي ۽ جنهن عيسيٰ جي نازل ٿيڻ جو انڪار ڪيو ان ڪفر ڪيو ۽ جنهن دجال جي خروج جو انڪار ڪيو ان ڪفر ڪيو بيشڪ مون کي جبرائيل عليہ السلام خبر ڏني تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو "من لم يومن بالقدر خير وشره فليتخذ ربا غيري" يعني جنهن ان جي خير ۽ شر تي ايمان نہ آندو ان مون کان علاوه ٻئي رب جي عبادت ڪئي.

## مهدي سيني ماڻهن کان وڌيڪ منهنجي مشابهہ هوندو

223. حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو مهدي منهنجي اولاد مان آهي، ان جو نالو منهنجي نالي تي آهي، ان جي ڪنيت منهنجي ڪنيت تي آهي، اهو خَلق ۽ خُلق ۾ سيني ماڻهن کان وڌيڪ منهنجي مشابهہ هوندو. ان جي لاءِ غيبيت ۽ حيرت هوندي جنهن ۾ قومون گمراهہ ٿي وينديون. اهو نبين سڳورن جي ذخيري سان گڏ ايندو ۽ دنيا کي عدل ۽ انصاف سان پري ڇڏيندو. جيئن اها ظلم ۽ ڏاڍ سان پريل هوندي.

## امام مهدي جي باري ۾ قومون گمراهہ ٿي وينديون.

224. سيدالاولياء اميرالمومنين مولا علي بن ابوطالب عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ارشاد فرمايو، مهدي منهنجي اولاد مان هوندو. ان جي لاءِ غيبيت ۽ حيرت هوندي، قومون ان جي باري ۾ گمراهہ ٿي وينديون، اهو نبين جي ذخيري سان گڏ ايندو ۽ زمين کي عدل ۽ انصاف سان ايئن پري ڇڏيندو جيئن ظلم ۽ ڏا سان پريل هوندي.

## سيني کان افضل عبادت مهدي جي ظهور جو انتظار آهي

225. حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ آله وسلم فرمايو، "افضل العبادة انتظار الفرج" يعني سيني کان افضل عبادت مهدي جي ظهور جو انتظار آهي.

## امام منتظر حضرت علي عليہ السلام جي اولاد مان آهي

226. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو، بيشڪ علي بن ابو طالب منهنجي امت جو امام آهي ۽ مون کان پوءِ انهن تي خليفو آهي ۽ ان جي اولاد مان قائم آهي جيڪو منتظر آهي. الله تعاليٰ ان جي ذريعي زمين کي عدل ۽ انصاف سان ائين پري ڇڏيندو. جيئن اها ظلم ۽ ڏاڍ سان پريل هوندي.

الله جو قسم! جنهن مونکي حق سان خوشخبري ڏيڻ وارو ڪري مبعوث فرمايو ان جي غيبيت جي زماني ۾ ان جي امامت جي قول تي ثابت قدم رهڻ وارا ڪبريت احمر کان وڌيڪ عزت وارا هوندا.

حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جي خدمت ۾ جابر بن عبدالله انصاري عرض ڪيو يارسول الله! توهان جو ٻچڙو قائم هڪڙي عرصي تائين غائب رهندو؟ پاڻ سڳورن فرمايو منهنجي رب جو قسم. ايئن ئي ٿيندو. الله تعاليٰ ان جي ذريعي ايمان وارن کي گڏ ڪندو ۽ ڪافرن کي ختم ڪندو.

اي جابر! اها ڳالهہ الله جي امر مان هڪڙو امر آهي، الله جي رازن مان هڪڙو راز آهي، جيڪو الله جي ٻانهن سان چنبڙيل آهي، توکي ان جي باري ۾ شڪ کان بچڻ گهرجي، الله جي امر ۾ شڪ ڪرڻ ڪفر آهي.

## اهو منهنجي اولاد مان چوٿين پيڙهي ۾ هوندو (امام علي رضا عليہ السلام جو فرمان)

227. حسين بن خالد جو بيان آهي تہ حضرت علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام فرمايو ان جو ڪو دين ڪونهي جنهن وٽ ورع ڪونهي ۽ ان جو ڪوئي ايمان ڪونهي جنهن وٽ خفيہ تدبير ڪونهي، الله جي نظر ۾ سيني کان وڌيڪ معزز اهو آهي جيڪو توهان ۾ وڌيڪ متقي آهي، يعني توهان جو عمل تقويٰ سان هجي.

پڇيو ويو اي رسول الله جا ٻچڙا! ڪيستائين. امام سڳوري فرمايو معلوم وقت تائين، جيڪو اسان جي قائم جي خروج جو ڏينهن آهي، جيڪو اسان جي قائم جي خروج کان اڳ خفيہ تدبير ترڪ ڪري اهو اسان مان ڪونهي. عرض ڪيو ويو اي رسول الله جا ٻچڙا! توهان اهلبيت مان قائم ڪير آهي. امام سڳوري فرمايو اهو منهنجي اولاد مان چوٿون هوندو ۽ اهو ٻانهين جي سردار ٻانهي جو پٽ هوندو ان جي ذريعي الله زمين کي هر ظلم ۽ ڏاڍ کان پاڪ ڪندو.

ماڻهو ان جي جم ۾ شڪ ڪندا. اهو خروج کان اڳ غيبيت ۾ رهندو. جڏهن خروج ڪندو تہ زمين ان جي نور سان روشن ٿي ويندي.

ماڻهن جي وچ ۾ انصاف قائم ٿي ويندو. ڪير به ڪنهن تي ظلم نه ڪندو. ان جي لاءِ زمين کي سوڙهو ڪيو ويندو. ان جو پاڇو نه هوندو. هڪڙيو پڙهو ڏيڻ وارو آسمان مان آواز ڏيندو جنهن کي زمين تي رهڻ وارا سڀئي ٻڌندا ته خبردار! الله جي گهر پرسان حجت الله ظاهر ٿي ويو آهي ان جي پيروي ڪيو. حق ان سان گڏ آهي ۽ ان سان گڏ رهندو. الله تعاليٰ جو قول آهي "اِنۡ نَّشَاۡ نُنَزِّلۡ عَلَيۡهِمۡ مِّنَ السَّمَآءِ اٰيَةً فَظَلَّتۡ اَعۡنَاقُهُمۡ لَهَا خٰضِعِيۡنَ (٤)" (الشعراء: 4) معنيٰ: جيڪڏهن اسان چاهيون ها ته آسمان کان انهن تي ڪا اهڙي نشاني لاهيون ها جو انهن جا اُوچا ڳاٽ انهن معجزن جي آڏو جهڪي وڃن ها (٤)

## مهدي جي ظهور متعلق امام علي رضا عليه السلام جو فرمان

228. عبدالسلام بن صالح الهروي جو بيان آهي ته مون دعبل بن علي خزاعي کي اهو چوندي ٻڌو ته مون هڪڙو قصيدو امام علي رضا عليه السلام جي سامهون پيش ڪيو جنهن جو پهريون مصرعو هي آهي:

مدارس آيات خلت من تلاوة

(قرآني آيتن جي مدد سان تلاوت ڪرڻ کان خالي پيا آهن.)

۽ آخري شعر هيٺن آهي:

| | |
|---|---|
| خروج امام لامحالة خارج | يقوم علي اسم الله والبرڪات |
| يميز فينا ڪل حق وباطل | ويجزي علي النعماء النقمات |

(امام جو خروج ضرور ٿيندو جيڪو الله جي نالي ۽ برڪتن سان قيام فرمائيندو. جيڪو اسان ۾ حق ۽ باطل کي جدا ڪندو ۽ نعمتن سان نوازيندو ۽ دشمن کي سزا ڏيندو.)

امام علي رضا عليه السلام گهڻو رنا ۽ پوءِ فرمايو اي دعبل! روح القدس تنهنجي زبان جي ذريعي ڳالهايو آهي، ڇا توکي خبر آهي ته اهو امام ڪير آهي. مون عرض ڪيو اي آقا ۽ مولا! نه. پر مون ايترو ٻڌو آهي ته توهان اهلبيت مان هڪڙو امام ظاهر ٿيندو جيڪو زمين کي عدل ۽ انصاف سان پري ڇڏيندو. امام رضا عليه السلام فرمايو مون کان پوءِ منهنجو پٽ محمدتقي امام ٿيندو ۽ محمد تقي کان پوءِ ان جو پٽ علي نقي امام ٿيندو ۽ ان کان پوءِ ان جو پٽ حسن عسڪري امام ٿيندو

۽ حسن عسڪري کان پوءِ ان جو پٽ حجت قائم ٿيندو ۽ ان جي غيبيت جي زماني ۾ ان جو انتظار ڪيو ويندو ان جي ظهور جي وقت ان جي اطاعت ڪئي ويندي ۽ جيڪڏهن دنيا جي ختم ٿيڻ ۾ هڪڙو ڏينهن به باقي هوندو تہ الله تعاليٰ ان ڏينهن کي ايترو ڊگهو ڪري ڇڏيندو تان تہ ان جو ظهور ٿي وڃي. اهو زمين کي عدل سان ايئن ڀري ڇڏيندو جيئن اها ظلم سان ڀريل هوندي.

عرض ڪيو ويو اهو ڪڏهن ايندو ان جي قيام جي خبر ڇا آهي. امام علي رضا عليہ السلام فرمايو منهنجي ابن ڏاڏن جي سلسلي سان اسان جي وڏي ڏاڏي علي عليہ السلام جي روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم کان معلوم ڪيو ويو تہ توهان جي ذريت مان قائم ڪڏهن خروج ڪندو تہ حضور صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو. ان جو مثال قيامت وانگر آهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي ”لَا يُجَلِّيهَا لِوَقْتِهَآ إِلَّا هُوَ ثَقُلَتْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضِ لَا تَأْتِيكُمْ إِلَّا بَغْتَةً “ (الاعراف:187) معنيٰ: ان جو علم تہ منهنجي رب وٽ آهي, الله کان سواءِ قيامت کي ان جي وقت تي ڪير بہ ظاهر نہ ڪندو. آسمانن ۽ زمين ۾ اها سمجهہ کان ڳري آهي ۽ توهان تي اوچتو ايندي.

## هي امت ڪڏهن بہ هلاڪ ڪونہ ٿيندي

229. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم فرمايو ”لن تهلڪ امة انا اولهما وعيسيٰ بن مريم في آخرها والمهدي في وسطها“ يعني هي امت ڪڏهن بہ هلاڪ نہ ٿيندي, مان ان جو پهريون آهيان ۽ عيسيٰ بن مريم ان جو آخري آهي ۽ مهدي ان جو وچون آهي.

230. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ واله وسلم فرمايو هيءَ امت ڪيئن هلاڪ ٿي سگهي ٿي. مان ان جو پهريون ۽ عيسيٰ ان جو آخري آهي ۽ منهنجي اهلبيت مان مهدي ان جو وچون آهي.

## مولاءِ ڪائنات علي عليہ السلام جو ڪلام

231. نبيط بن شريط کان روايت آهي تہ حضرت علي بن ابو طالب عليہ السلام فرمايو:

| | |
|---|---|
| اذا اشتملت علیٰ الياس القلوب | وضاق بمابه الصدرالرحيب |
| واوطنت الملڪا ره واطمانت | وارست في اماڪنها الخطوب |
| ولم ترلانڪشاف الضروجها | ولا اغني بحيلته الاريب |
| اتاڪ علي قنوط منڪ غوث | يجيء به القريب المستجيب |
| وڪل الحادثات اذاتناهت | فموصول بها الفرج القريب |

(جڏهن توهان جون دليون نااميد ٿي وڃن ۽ ڪليل دليون تنگ ٿي وڃن ۽ جڏهن توهان مجبوري تي آماده ۽ مطمئن ٿي وڃو ۽ انهن مجبورين ۾ بہ تڪبر واري ٽور هلڻ لڳو ۽ ان مصيبت مان آجپي جي ڪائي صورت نظر نہ اچي ۽ نہ ڪا دانائي ڪم اچي تڏهن ان مايوسي ۾ توهان وٽ مدد ايندي ۽ قريب جي قبول ٿيل دعا ايندي، سيئي حادثا جڏهن انتها تي پهچي ويندا آهن تہ ويجهڙو ئي ڪو انهن کان ڇوٽڪاري جو رستو نڪري ايندو آهي.)

## ليکڪ جي ڳالهہ:

الحمد الله الملڪ الوهاب امام منتظر عليہ السلام جي ظهور جو ذڪر ڪرڻ کان پوءِ هي ڪتاب پورو ڪيو جيڪو غمن کي دور ڪرڻ جي لاءِ هڪڙي مددگار اميد آهي ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ پيش اچڻ وارين مشڪلاتن کي دور ڪرڻ واري شخصيت آهي.

ليکڪ الله تعالیٰ جي مدد سان ۽ حُسنِ تيسير جي سبب انهن موتين کي چونڊ واري لڙي ۾ پروئڻ ۽ انهن جي ترتيب ۽ لکت کان الله تعالیٰ جي مهيني رجب 710 هجري ۾ فارغ ٿيو. الله تعالیٰ جو ٻانهو جيڪو ان جي رحمت جو محتاج آهي، ابراهيم بن محمد المويد الحموئي عفي الله عنہ و رضي الله عنہ سلفہ الله تعالیٰ ان کي معاف فرمائي ۽ ان جي گذريل عملن تي راضِي رهي، عرض ڪري ٿو تہ اي الله! مان تنهنجو حمد بيان ڪريان ٿو اي تڪليفن کي دور ڪرڻ وارا، اي دلين

کي خوش رکڻ وارا، اي رازن کي کولڻ وارا ۽ ضميرن کي روشني ڏيڻ وارا، وڏين وڏين حيرت وارين شين جو راز کولڻ وارا، محمد ۽ آلِ محمد عليهم السلام جي ولايت جي سبب دنيا ۽ آخرت ۾ گناهن جي پليتين سان ليٿڙيل ماڻهن کي بخشڻ وارا، حديث جي ڪتابن مان فضائل جي هنن موتين کي ڪڍڻ ۽ انهن کي جملن ۾ ترتيب ڏيڻ جي دوران هن ڪمزور ٻانهي کان جيڪو سرڪشي جي موجن ۾ غوطا هڻي رهيو آهي ۽ جهالت جي سمنڊ ۾ ڦاٿل آهي ۽ خساري جي ڪمن ۾ مصروف آهي ۽ گهمراهي جي جهنگل ۾ گم آهي ان تي تنهنجي عطا ڪيل توفيق جي سبب ڪائي چمڪڻ واري بجلي ڪونهي چمڪي ۽ ڪو ڪڪر ڪونہ وسيو آهي، نہ ڪنهن ڪبوتر ۽ نہ ڪنهن ڳيري نوحو پڙهيو (يعني ڪابہ مشڪل پيش نہ آئي).

اي اللهﷻ تنهنجي هن نعمت تي تنهنجو شڪر ادا ڪريان ٿو جنهن جي ذريعي تو مون کي شرف بخشيو. بيشڪ تنهنجي ئي بارگاهہ کان مڙئي نعمتون ۽ عطائون آهن. اي اللهﷻ تو اسان جي دلين ۾ جيڪي پنهنجن معصوم ٻانهن ۽ پاڪ امامن جي محبت جو وڻ لڳايو آهي ان کي وڌيڪ پاڻي ڏي ۽ ڏکهي پل صراط تي اسان کي انهن جي شفاعت نصيب فرماءِ ۽ انهن جي ولايت جي سبب اسان کي دوزخ جي عذاب کان بچاءِ ۽ پنهنجي واعدي جي ڪري يوم وعيد کي اسان کان ڦيراءِ، حاضري جي وڏي ڏينهن انهن جي ڪوڙيل جهنڊي جي هيٺان ڇانوَ نصيب ڪر ۽ انهن جي رهنمائي ۽ برڪت سان اسان کي نبي مصطفيٰ صلي الله عليہ وآله وسلم جي حوض تي پهچاءِ جيڪي مقام محمود ۽ ڪوثر مورود جا مالڪ آهن ۽ اسان کي انهن جي سيرت تي زندگي ڏي ۽ انهن جي محبت ۾ موت ڏي ۽ قبر ۾ انهن جي ولايت جي سبب انس ڏي، پنهنجي فضل سان انهن جي زمري ۾ حشر ڪر ۽ اسان تي قيامت ۾ انهن جي عَلم جو ڀاڃو عطا ڪر ۽ اسان کي انهن جي شفاعت جي سبب سئي داخلا ڏي. بيشڪ تون تعريف جي لائق ۽ بزرگي وارو آهين، پنهنجي ڪرم جي سبب انهن جي ولايت جي عزت لاءِ اسان کي معاف ڪر. بيشڪ تون رحيم و ودود آهين.

يا رب سهل زياراتي مشاهدهم فان روحي تهوي ذالڪ الطينا
يا رب صبر حياتي في محبتهم ومحشري معهم آمين آمنا

(اي منهنجا رب! انهن جي قبرن جي زيارت منهنجي لاءِ آسان فرماءِ، بيشڪ منهنجو روح ان متي ڏانهن ڇڪ رکي ٿو اي منهنجا رب! منهنجي زندگي انهن سان محبت ڪرڻ واري بڻاءِ ۽ منهنجو حشر انهن سان گڏ ڪر. آمين.)

**والحمد لله رب العالمين والصلوات والسلام عليٰ خير خلقه محمد وآله و مظهر حقه محمد و اهل بيته الطيبين الطاهرين اجمعين.**

## سنڌيڪار جا ايندڙ ڪتاب

=======

### 1. محمد صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم

انگريز ليکڪ: ابوبڪر سراج الدين (مارٽن لنگز)
جي ڪتاب جو ترجمو

.........

### 2. سيرتِ رسول ڪريم صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم

امام علي خامنائي مد ظلہ العالي جي تقريرن جو ترجمو

..........

### 3. مودت القربيٰ

سيد علي همداني شافعي جي ڪتاب جو ترجمو

.........

## سنڌيڪار جا اڳ ڇپيل ڪتاب

==========

# سِنڌي واٽ جو ڏَس

(قرآن شريف جو سولو سنڌي ترجمو)

.......

## 1. ستارن ۾ لکيل سوڪي جي ڪهاڻي

ايرنا انجبرگ جي انگريزي ڪتاب

رٽن ان دَ اسٽارس. دَ اسٽوري آف سوڪي. جو ترجمو

...............

## 2. ڪربلا جي بهادر عورت

(حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها)

ڊاڪٽر عائشہ شاطي مصري جي ڪتاب جو ترجمو

...............

## 3. سيرت حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام

مختلف ڪتابن تان مواد سهيڙي ترجمو ڪيل

...............

## 4. حضرت محمّد ﷺ

## جو آفاقي پيغام

عرب ليگ جي بانيڪار ۽ پهرين سيڪرٽري جنرل

عبدالرحمان عزام جي ڪتاب جو ترجمو

............

## 5. رڻ سڄوئي رت ڦڙا

(داستانِ ڪربلا)

عصمت چغتائي جي ڪتاب اڪ قطره خون جو ترجمو

..........

## 6. هاشمين جو چنڊ

(غازي علمدار عباس عليہ السلام)

مختلف ڪتابن تان مواد سهيڙي ترجمو ڪيل

..............

## 7. اسلام جي تاريخ

سيد امير علي جي ڪتاب

"دي اسپرٽ آف اسلام" جو ترجمو

............

## 8. شانِ حضور

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

ساڳي نالي واري اردو ڪتاب جو ترجمو

.............

## 9. پير ڪامل

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

عميره احمد جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو

.............

## 10. خدا جي تاريخ

ڪيرن آرمسٽرانگ جي ڪتاب

"آ هسٽري آف گاڊ" جو ترجمو

...........

## 11. ايمان اُميد ۽ محبت

عميره احمد جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو

............

## 12. فُتوح الغيب

پيران پير غوث الاعظم سيد عبدالقادر جيلاني

جي خطبن جو ترجمو

. . . . . . . . . . .

## 13. فاطمہ فاطمہ آهي.

ڊاڪٽر علي شريعتي جي ڪتاب جو ترجمو

..........

## 14. انساني ضمير جو آواز

(امام عليٰ عليہ السلام)

جارج جرداڪ جي ڪتاب

الصوت العدالت الانسانيہ (عربي)

"دي وائس آف هيومن جسٽس" (انگريزي)

جو ترجمو

## 15. محسنِ انسانيت

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

نعيم صديقي صاحب جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو

................

## 16. حضرت خديجہ رضہ

## پهرين مسلمان ۽

## پيغمبر محمد ﷺ جي پهرين گهرواري

ريست هيلامز (ترڪي) جي انگريزي ترجمي جو ترجمو

..........

## 17. علي عليہ السلام ۽ اڪيلائي

ڊاڪٽر علي شريعتي جي تقرير جو ترجمو

..........

## 18. انوارِ زهرا سلام الله عليها

سيد حسن ابطحي جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو

........

## 19. نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم

## عظيم ماهرِ نفسيات

سيده سعديہ غزنوي جي ڪتاب جو ترجمو

..........

